International Islamic Federation
of Student Organizations



# انقلاب

## کبئن ایندو؟

سید قطب شهید رح

11

# انقلاب

## ڪيئن ايندو؟

مصنف

سيد قطب شهيد رح

مترجم

پروفيسر اسدالله ڀٽو



ناشر

محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي

حيدرآباد - سنڌ

ملڻ جو هنڌ
سنڌ جي سڀني بوڪ اسٽالن تان.
اتحاد بوڪ ڊيپو گاڏي کاتو حيدرآباد
۽
آفيس محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي
١١٠-بي-بلاڪ-اِي لطيف آباد-٦ حيدرآباد سنڌ.

سال:- ........................ جولاءِ ١٩٧٨ع
ڇاپو:- ........................ پهريون
قيمت:- ........................ اٺ رپيا
ڇپائيندڙ:- ........................ الله رکيو ملاح

ڇپارائيندڙ:-
محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي
حيدرآباد سنڌ

ڇپيندڙ:- مرتضيٰ پرنٽنگ پريس ڪوڪر محلو، حيدرآباد سنڌ.

# فهرست

# مترجم طرفان

شهيد اسلام سيد قطب رحمة الله عليه ويهين صديءَ جو اهو عظيم انقلابي اڳواڻ آهي، جنهن کي هيءَ دنيا شايد قيامت تائين وساري نہ سگهندي. سيد قطب جو شمار انهن پاڪ هستين ۾ آهي جن پنهنجي ڪردار ۽ عمل سان ثابت ڪري ڏيکاريو آهي تہ هو نبيءَ جا وارث آهن.

اها الله عزوجل جي سنّت پئي رهي آهي تہ هر انسانيت جي رهنمائي واسطي، هر دور ۾ اهڙا نيڪ ۽ صالح ٻانها موڪليندو آهي، جيڪي دنيا جي جاهل نظرين سان جنگ جوٽيندا آهن ۽ حق جي راه ۾ جهاد ڪندي هڪ انقلابي روح ڦوڪي ويندا آهن.

سيد قطب شهيد رحہ بہ پنهنجي ورثي ۾ اهڙو تہ ولولہ انگيز ۽ تاريخ ساز لٽريچر پوئتي ڇڏيو آهي جيڪو هر وقت هر زماني ۾ گمراه انسانيت لاءِ نشان منزل، جو ڪم ڏيندو رهندو.

جيتوڻيڪ سيد جو پاڪ روح پوري دنيا مٿان ”حق جي شهادت“ ڏيئي وڃي پنهنجي رب جو مهمان ٿيو آهي، ليڪن سندس انقلابي عمل ۽ ڪردار اڄ بہ زنده آهي، جيڪو هڪ للڪار جي شڪل ۾ باطل تي چئلينج ڏنيون بيٺو آهي.

سيّد قطب شهيد رحہ جهڙيءَ ريت پنهنجي رت سان اسلامي تحريڪ کي ريج ڏنو آهي، انهيءَ جو نتيجو هڪ (۱) نہ هڪ ڏينهن انشاءَالله ضرور نڪرندو.

گهڻو وقت ڪونہ گذريو آهي جو سيد قطب کي ظالمانہ طريقي سان ڦاسيءَ تي چاڙهي اسان کان جدا ڪيو ويو آهي، ليڪن مرحوم جي انقلابي پيغام جي سرهاڻ اڄ مصر ۽ عالم عرب جون حدون پار ڪري سڄي دنيا ۾ اسلامي تحريڪ ۾ جوت جاڳائي رهي آهي. هن جي تعليم مغربي تهذيب جي جادو کي بي اثر بڻائي رهي آهي ۽ هن جا دليل جهالت جي نظرين کي پاش پاش ڪري باطل جي پرستارن کي اسلام جي حقانيت تسليم ڪرڻ لاءِ متوجه ڪري رهيا آهن. آمريڪا هجي يا يورپ، عالم عرب هجي يا آفريقا، ايشيا هجي يا ڏور اوير، اڄ هر ملڪ ۾ هر زبان ۾ سيد قطب جو انقلابي لٽريچر وڏي چاهہ ۽ دلچسپي سان پڙهيو پيو وڃي.

هي ڪتاب جنهن اچي اوهان جي هٿن کي سونهن بخشي آهي اهو مرحوم جو آخري انقلابي ڪتاب آهي، جيڪو

---

(۱) انهيءَ جو ثبوت اهو آهي تہ سيد جي شهادت بعد ڪجهہ ورهين اندر روسين ۽ ڪميونسٽن کي، دشمن سان ساز باز جي الزام ۾ ذلت ۽ خواريءَ سان مصر مان تڙيو ويو انهيءَ کان سواءِ سيد قطب ۽ اخوان المسلمون جماعت جا دشمن هڪ ٻئي پٺيان بچڙا ٿيا. ڪي شڪست ۽ نامرادي جو داغ کڻي مري ويا. ڪن کي غدّاري جي الزام ۾ سزائون مليون ۽ ڪي آپگهات ڪري حرام موت مئا. اڄ اخوان المسلمون جا پوٽلڳ جيلن کان ٻاهر اچي چڪا آهن. ظلم جي ڪاري رات ختم ٿي چڪي آهي ۽ سيد قطب جي انقلابي دعوت هڪ انقلاب لاءِ راهہ هموار ڪري رهي آهي.

ظاهر ۾ سيد کي (۱) سوريءَ جي سيج تائين پهچائڻ جو سبب بڻيو. مرحوم جي ڪتاب عربيءَ ۾.

"المعالم في الطريق"

جي نالي سان اردو ۾، "جاده ومنزل" جي نالي سان جڳ مشهور عالم ۽ عربي اسڪالر جناب خليل احمد حامدي صاحب ترجمو ڪيو آهي ۽ اردو تان سنڌي زبان ۾ ترجمي پيش ڪرڻ جي توفيق رب سائين هن حقير ۽ ناچيز کي بخشي آهي.

## ڪتاب جو مضمون

هن ڪتاب جي وڏي ۾ وڏي خوبي اها آهي جو هن جو انداز بيان فطري ۽ قدرتي آهي. سڄي ڪتاب تي قرآن جو رنگ چڙهيل آهي. هر مضمون ۾ قرآن جو مزاج موجود نظر اچي ٿو. هر تحرير قرآن جو تفسير محسوس ٿئي ٿي. هر صفحي تي قرآن جو عڪس پسجي سگهي ٿو.

ڏٺو ويو آهي ته قديم لٽريچر يا جديد، نالي چڙهيا وڏا وڏا فيلسوف ۽ مفڪر، پنهنجي علمي ڏاڪي چماڻ لاءِ، منطق، علم الڪلام، ۽ فلسفي وغيره جو سهارو وٺندا آهن. اهڙيءَ ريت سندن لٽريچر عام سمجهه کان مٿاهون هوندو آهي اسلام کي سمجهائڻ جو سندن طريقو به نرالو هوندو آهي. ڪيترائي مفڪر اجاين بحثن ۾ اچي وچڙي پوندا آهن. ڪٿي هنن جي تحريرن تي يوناني فلسفي جو چوکو رنگ چڙهيل هوندو آهي ته ڪٿي مغربي تهذيب جي رنگ ۾ رڱجي ويندا آهن ته ڪڏهن الحاد ۽ اشتراڪيت جي لا ديني نظرين جي آڏو پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪندا آهن ليڪن انهن جي ابتڙ سيد قطب شهيد اهو انداز اختيار ڪيو آهي جيڪو خود قرآن حڪيم جو آهي.

---

(۱) سيد قطب شهيد جو تعارف مولانا خليل احمد حامدي صاحب پنهنجي جامع مقدمي ۾ ڪرايو آهي. هن ئي ڪتاب ۾ پڙهڻ فرمائيندا

ڪتاب پڙهندي ڪيترائي ڀيرا محسوس ٿئي ٿو ۽ اوهان پڻ محسوس ڪندؤ ته، سيد صاحب هڪ ئي ڳالهه ڪي بار بار دهرائي رهيو آهي اوهان غور ڪندؤ ته قرآن مجيد جو اهو ئي انداز آهي هڪ ئي مرڪزي خيال جدا جدا انداز ۾ سمجهائڻ سان بيان ڪيو ويو آهي. مثال طور حضرت موسيٰ عليه السلام جو ڪردار بيان ڪرڻو آهي ته انهيءَ جو ذڪر اوهان کي قرآن حڪيم ۾ اول کان آخر تائين نظر ايندو. حضرت ابراهيم عليه السلام جي سيرت آهي ته انهيءَ جو ذڪر به هر هنڌ موجود آهي. اهڙيءَ ريت جنت ۽ دوزخ، عذاب آخرت، ۽ توحيد جي مضمون کي ايترو ته تفصيل سان بيان ڪيو ويو آهي جو قرآن جي هر صفحي تي انهن جو ذڪر موجود نظر ايندو. ليڪن اوهان ڏسندؤ ته انهن سمورن مضمونن ۾ هڪڙو ئي مرڪزي تصور جلوه گر نظر ايندو، اهو آهي

”الله جي وحدانيت کي تسليم ڪرڻ“

خدا جي ٻانهن مٿان خدا جي حاڪميت قائم ڪرڻ.“

بس هن ڪتاب ۾ اهوئي ڪجهه انداز سيد قطب شهيد به اختيار ڪيو آهي. در اصل سيد صاحب هن ڪتاب ۾ قرآن حڪيم جي تعليم جي نچوڙ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ۽ انهيءَ مقصد ۾ بي شڪ ڪامياب ويو آهي.

هن ڪتاب جو مرڪزي نظريو اهو آهي ته جهڙيءَ ريت اسلام پنهنجي شروعاتي دؤر ۾، سمورن باطل دينن ۽ نظرين مٿان غلبو حاصل ڪري، دنيا جي هڪ بي مثال صالح معاشري جي حيثيت حاصل ڪري ويو، اڄ به هو اها حيثيت حاصل ڪري سگهي ٿو ۽ اڄوڪي جهالت (جيڪا در اصل قديم

جهالت جو نئون روپ آهي) اتي غلبو حاصل وري اسلام جي هڪ صالح ۽ انقلابي معاشري کي قائم ڪري سگهي ۽ ——.
ليڪن انهيءَ عظيم مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ وري به اهي ئي فطري ۽ قدرتي اصول اختيار ڪرڻا پوندا جيڪي صحابهٔ ڪرام جي سڄوري جماعت اختيار ڪيا هئا. جهڙيءَ ريت صحابهء ڪرام ڪنهن مرحلي تي لا دين نظرين ۽ جهالت سان ڪنهن به قسم جو ٺاهه نه ڪيو هو، نه انهن جي تابعداري قبول ڪئي هئي ۽ نه انهن جي رعب هيٺ آيا هئا —— اڄ به مسلمانن کي انهن وانگر لا دين نظرين کي رد ڪري، انهن جي هر گمراهيءَ کان پنهن جو ذهن صاف ڪري انقلاب برپا ڪرڻو پوندو.

سيد قطب جي راءِ ۾ جيڪڏهين اهڙي ڪردار جي مالڪ جماعت تيار ڏي وڃي ته پوءِ ڪو سبب نه آهي جو اڄ به "صالح ۽ اسلامي معاشرو" قائم نه ٿي سگهي.

ڏنو وڃي ته اسلام جي انهيءَ بنيادي نظرئي ۽ مرڪزي خيال کي اڄ جي مسلمانن وساري ڇڏيو آهي ۽ انهي کي وسارڻ جي نتيجي ۾ ئي اها "نشانِ منزل" مسلمانن جي نظرن کان غائب ٿي چڪي آهي، جنهن تائين پهچڻ هر مسلمان جو اولين ۽ بنيادي فرض هو.

اهوئي هڪ مضمون آهي جنهن کي سمجهائڻ لاءِ سيد صاحب هي ڪتاب لکيو آهي. ور ور ڪري سيد صاحب حق ۽ باطل جي سمجهائي پئي ڏني آهي ڇو ته بنيادي اصول سمجهڻ کان پوءِ سڄو مسئلو حل ٿي ويندو آهي ۽ منزل جي پتي پوڻ بعد قافلو پنهنجي "نشانِ منزل" طرف روانو ٿي ويندو آهي نه

ته بي صورت ۾ برپٽ ۾ پيو ڏڪا ٿاپا کائيندو آهي ۽ اهڙي راهون بي راه قافلي کي هر وقت رهزن ۽ ڌاڙيل پيا لٽيندا ۽ ڦريندا آهن. اهو ئي اڄوڪي مسلمان امت جو اصل مرض آهي جنهن جو سيد صاحب علاج ڪرڻ چاهي ٿو.

ليڪ جي دعوىٰ آهي ته اڄ انسانيت جنهن برنڌڙ جبل جي ڪنڌ تـي ويٺي آهي انهيءَ کـي تباهيءَ کان صرف اسلام ئي بچائي سگهي ٿو هو لکي ٿو.

”مغرب ۾ جمهوريت جو قريب قريب ڏيوالو نڪري چڪو آهي، تنهن ڪري هينئر انهيءَ جي جهوليءَ ۾ اهـڙا قدر ۽ اصول باقي نه رهيا آهن جن کي هو انسانيت جي خدمت ۾ پيش ڪري سگهي.

مارڪسزم ۾ اشتراڪيت جو نظريو به هينئر پٺتي هٽي رهيو آهي ڇو ته اهو نظريو، انسانيت جي فطرت جـو ضد آهي. جنهن جي نتيجي ۾ اشتراڪيت ۽ انساني فطرت جي وچ ۾ ڪشمڪش برپا آهي، جنهن ۾ نيٺ فتح انساني فطرت جي ٿيندي.

يورپ جي علمي تحريڪ به پنهنجو رول ادا ڪري چڪي آهي. ارڙهين ۽ اڻويهين صديءَ ۾ اها پنهنجو اوج حاصل ڪري چڪي هئي. هينئر انهيءَ وٽ به زندگيءَ جو ڪو سرمايو باقي نه رهيو آهي. اهوئي حال وطني ۽ قومي نظرين جو آهي.“

انهيءَ بعد سيد قطب دعوىٰ ٿو ڪري ته اڄ دنيا جهالت ۾ غرق آهي. انهيءَ جهالت دنيا ۾ الله جي اقتدار تي ۽ الله جي حاڪميت تي (جيڪا الوهيت جي خاص صفت آهي) ڌاڙائي سان قبضو ڪيو آهي.

انهيءَ بعد ليڪ چاڻائي ٿو ته مسلمانن جي عقيدي جو اصل سرچشمو ۽ منڊ قرآن حڪيم آهي. هو لکي ٿو.

”اسان جو فرض آهي ته اسان جاهل معاشري جي قبضي کان ڇوٽڪارو حاصل ڪريون، ۽ انهيءَ سان ڪنهن ناه ڪرڻ واري هلت نه هلون، ۽ نه انهيءَ سان وفاداري ڪرڻ وارو رويو اختيار ڪيون. اسان جي مشن موجوده جاهل نظام کي بنيادي طرح تبديل ڪري ڇڏيو آهي تنهن ڪري اسان کي پنهنجن قدرن ۽ نظرين ۾ ذري برابر به تبديلي نه آڻڻ گهرجي، ۽ نه ڪنهن مرحلي تي جاهل نظام سان ڪنهن سودي بازيءَ جو ڀورو خيال به ڪرڻ گهرجي. ياد رهي ته انهيءَ فرض سر انجام ڏيڻ لاءِ اسان کي گهڻي ئي ڀور قربانيون ڏيڻيون پونديون.“

هي آهي اهو مرڪزي خيال جيڪو هن ڪتاب جو روح آهي. هن ڪتاب جو مطالعو هزار بي روح ڪتابن کان به وڌيڪ وزندار ۽ اثرائتو آهي.

هي هڪ ئي ڪتاب ڪنهن سمجهه ڀرئي انسان جي زندگيءَ ۾ انقلاب برپا ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي اهو نه صرف هڪ خيال آهي، بلڪ هن ڪتاب اسلامي تحريڪ ۾ هڪ روح ڦوڪيو آهي، الحاد ۽ دهريت وارن نظرين کي اهڙو چئلينج ڏنو آهي، جو هو ڪو جواب ڏيئي نه ٿا سگهن.

انهن حالتن ۾ جڏهين سنڌ ۾ سنڌي زبان ۾ الحاد ۽ اشتراڪيت جي پرچار لاءِ وڏي پئماني تي لٽريچر شائع ٿي رهيو آهيءَ ”سامري“ پنهنجا نوان ساز و سامان ڪٺي سنڌ جي سپاجهڙن کي ورغلائڻ لاءِ واجهه وجهي رهيا آهن ۽ فرعون جي

درٻار جا جادوگر پنهن جا ناٽڪ ۽ ڪرتب پيش ڪري رهيا آهن ـــــــــ اسان انهن جي اثر کي بي اثر بڻائڻ لاءِ سيد قطب جي هي ”عصاءِ موسيٰ“ پيش ڪري رهيا آهيون.

خدا کي وڏي طاقت آهي، انهيءَ جي خاص فضل وڪرم ۽ تائيد سان محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي جي هي خدمت انشاء الله ضرور سجائي ٿيندي ۽ دنيا جو هي چونڊ تحريڪي ڪتاب سنڌي ادب ۾ هڪ انقلابي قدم ثابت ٿيندو.

احقر

اسد الله ڀٽو

مبارڪپور

١١ شعبان المعظم ١٣٩٨ ھ

١٨ جولاءِ ١٩٧٨ع



# مقدمو

سيد قطب شهيد ۽ سندس دوستن تي جڏهن قاهره جي فوجي عدالت ۾ ڪيس هلي رهيو هو ته ڪيس هلندي سرڪاري وڪيل طرفان هر "ڏوهاريءَ" کان هيءُ سوال پڇيو ويو ته ڇا هن سيد قطب شهيد رحه جو ڪتاب "معالم في الطريق" پڙهيو آهي.

جيئن ته هن مقدمي جي فرد قرارداد جرم انهيءَ ڪتاب جي مضمونن تي مشتمل هئي، تنهن ڪري اهوئي ڪتاب سيد قطب شهيد ۽ سندس ساٿين کي سوريءَ جي سيج تائين نيڻ جو سبب بڻيو. پر اها ڪا اچرج جهڙي ڳالهه نه آهي، ڇو ته تاريخ ۾ اهڙن ڪيترن ڪتابن جا مثال لڀن ٿا، جيڪي پنهنجي ليکڪن لاءِ موت جو پروانو ڪٽي آيا. خود پاڪستان جي تاريخ ۾ ساڳئي نموني جو اهڙو واقعو پيش ٿي چڪو آهي.

مصر جو هڪ دور اهو هو جڏهن اتي بادشاهت جو ڏونڪو وڄي رهيو هو ۽ جنهن کي هميشه مصر جي تاريخ جو هڪ اونداهو باب ليکيو ويندو. انهيءَ اونداهي دور جو هيءُ واقعو آهي جڏهن مصر جي ناميارې ليکڪ عباس محمودالعقاد ۱۹۳۱ع ۾ پارليامينٽ ۾ مصر جي شاه احمد فؤادالاول تي سخت نڪته چيني ڪئي هئي، جنهن جي نتيجي ۾ کيس جيل پوڳڻو پيو، پر جلدئي کيس آزاد ڪيو ويو هو. جيل مان آزاد

تي ڪنيو؛ عقاد ڪان ڪنهن هڪ دوست پڇيو، ”ڇا اها خبر صحيح آهي ته مصر جي شاه احمد فؤاد پنهنجي وزير اسماعيل صدقيءَ کي هيءَ هدايت ڪئي آهي ته هو اوهان کي اها صلاح ڏئي ته اوهان مڙيئي ڪنهن طريقي سان معافي گهرو، جنهن جي نتيجي ۾ اوهان کي آزاد ڪيو وڃي.“ عقاد انهي خبر جي سچائيءَ کي مڃيندي چيو:

”اصل ۾ مصر جو شاه احمد فؤاد هن ڳالهه کان ڊڄي رهيو هو ته تاريخ جي ورقن تي هيءَ ڳالهه نقش ٿي وينديي ته سندس دور ۾ هڪ اهل قلم کي تحرير جي آزادي جي ڏوه ۾ جيل جي هوا کائڻي پئي.“ (۱)

انهيءَ ”تاريڪ دور“ کان پوءِ مصر ۾ ۱۹۵۲ع جي صبح سان هڪ نئين دور جو آغاز ٿيو، جنهن کي ”اجتماعي مساوات“ جي دور سان ياد ڪيو وڃي ٿو. انهيءَ ”سونهري دور“ جو هيءُ هڪ واقعو آهي جو هڪ اهڙي انقلابي ڪتاب جي مصنف کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو جنهن ڪتاب ۾ نهايت پختي ۽ تورِيل تڪيل انداز ۾ اصولي ڳالهين تي بحث ڪيو ويو آهي ۽ ڪنهن به شخصيت تي ٽيڪا ٽپڻي نه ڪئي وئي آهي. (۲)

اسين انهيءَ لازوال ڪتاب جو اردو ترجمو پنهنجي ملڪ

(۱) مضمون ”محنة المفڪر“ از قلم يوسف حنا- اخبار روزنامه ”الدفاع“ اردن شماره ۳۱- آگسٽ ۱۹۶۶ع ۾ شايع ٿيو.
(۲) واضح رهي ته سيد قطب شهيد رحمت الله عليه جو هيءُ تعارف جناب خليل حامدي صاحب لکيو آهي. جنهن صاحب هن ڪتاب جو اردو ترجمو پڻ ڪيو آهي ۽ خدا جي فضل سان سنڌي ترجمو اوهانجي هٿن ۾ آهي.

جي عام جي قدردانن جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيا آهيون ۽ [illegible] چاهيون ٿا ته پڙهندڙ ڪتاب ڪري [illegible] مان [illegible] حاصل ڪري وٺن.

سيد قطب شهيد جي زندگيءَ بابت ڪافي ڄاڻ هينئر اردو ڪتابن ۾ ملي سگهي ٿي. ليڪن شهيد موصوف جي عبقري شخصيت جو انسان تي حق ٿو پهچي ته سندس زندگيءَ بابت نهايت وزندار ۽ صحيح ڄاڻ پاڪ ۽ هند جي علم جي قدردانن ۽ مجاهدن آڏو حاضر ڪريون.

مصنف جو اصل نالو سيد آهي، قطب هن جو خانداني نالو آهي. سندن وڏا اصل ۾ ”جزيرة العرب“ جا رهاڪو هئا. انهن جي خاندان جو هڪ بزرگ اتان لڏي مصر جي مٿانهين علائقي ۾ اچي پنهنجو گهر وسايو. انهيءَ جي اولاد مان ٿي سيد قطب جو والد ماجد حاجي ابراهيم قطب هو. حاجي ابراهيم کي رب تعاليٰ پنجن ٻارن سان نوازيو، ٻه پٽ سيد قطب ۽ محمد قطب ۽ ٽي نياڻيون حميده قطب، امينه قطب، ۽ ٽين جو نالو معلوم نه ٿي سگهيو. انهن پنجن ڀائرن ڀينرن ۾ سيد سڀ کان وڏو هو. سندن ننڍو ڀاءُ محمد قطب به ناميارو ۽ وڏي علم ۽ فضيلت جو مالڪ آهي. محمد قطب صاحب، اسلام جي جدا جدا موضوعن تي ٻارهن ضخيم ڪتاب لکيا آهن جيڪي علمي دنيا ۾ تمام جهجهي داد حاصل ڪري چڪا آهن. امينه قطب به هڪ پڙهيل لکيل خاتون آهي ۽ اسلام جي دعوت جي واڌاري ۽ جهاد ۾ ڪاٻو ڪڍي ۾ ملائي هن پنهنجي ڀائرن سان پورو پورو سات ڏنو آهي. سندس ڪيترائي اصلاحي ۽ بهترين مضمون مختلف رسالن ۾ ڇپيا آهن. سندس اصلاحي افسانن جو هڪ مجموعو به ”في تيار الحيات“ جي نالي سان ڇپجي پڌرو ٿي چڪو آهي. سندس ٻي ڀيڻ حميده قطب به جهاد في سبيل الله

۾ پنهنجن پائرن ۽ پيرن ڪان بوٽني ڪانہ رهي آهي. اهڙيءَ طرح قطب خاندان جو هر فرد هڪ چمڪندڙ ستارو آهي. ڏٺو وڃي تہ هو هن چوڻيءَ تي پورا لهڪي اچن ٿا.

” اين خانہ همہ آفتاب است “

صبر ۽ عزيمت ۽ آزمائش ۽ مصيبت جي ڏکن ڏاکڙن مان اُکري هن خاندان وبهين صديءَ ۾ جنهن اعليٰ ڪردار جو نمونو پيش ڪيو آهي انهيءَ آل ياسر جي ياد تازي ڪري ڇڏي آهي . سيد قطب، الله جي راه ۾ ڦاسيءَ جي تختي کي وڃي چميو. محمد قطب کي قيد ۾ بند ڪري سخت ايذاءَ ۽ تڪليفون ڏنيون ويون. حميده قطب کي ٻہ ست سال سخت پورهئي سان جيل جي سزا ڏني ويئي. امينہ قطب کي بہ اهڙين حالتن سان منهن ڏيڻو پيو. سندن ٽين ڀيڻ بہ ( جنهن جو نالو معلوم نہ ٿي سگهيو ) پنهنجو لخت جگر سيد رفعت حق جي راه ۾ قربان ڪري ڇڏيو ۽ جلاد جي درن کيس ”محبت جي ميدان جو شهيد“ جي لقب سان نوازيو.

## سيد قطب جي زندگيءَ جا حالات

سيد قطب شهيد ١٩٠٦ع ۾ مصر جي ضلع اَسيوط جي هڪ ڳوٺ موشا ۾ پيدا ٿيو. سيد قطب جي مانواري والده محترمہ جو نالو فاطمہ حسين عثمان هو. مائي صاحبہ ڏاڍي دينڌار ۽ خدا جي پياري ٻانهي هئي. هن نيڪ بخت عورت کي قرآن مجيد سان ڏاڍي محبت هئي. سندس خواهش هئي تہ منهنجا ٻار قرآن مجيد جا حافظ هجن. سيد قطب پنهنجي ڪتاب ”التصوير فني في القرآن“ کي پنهنجي والده جي نالي منسوب ڪندي، سندس قرآن حڪيم سان محبت ۽ چاهت جو نقشو هنن لفظن ۾ چٽيو آهي:

”او منهنجي امان! ڳوٺ ۾ رمضان المبارڪ جي سچو مهينو قرآن جا قاري جڏهن امانتي ڪُهر مٿي ۽ وڏنڊ تلاوت ڪندا هئا ته تون پردي جي پٺيان ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪن ڏيئي وڏي چاهه ۽ محبت سان تلاوت ٻڌندي هئينءَ. ٻارن جي عادت موجب جڏهن آءٌ گوڙ ڪندو هئس ته تون هٿ جي اشاري سان مون کي خاموش رهڻ جي هدايت ڪندي هئينءَ ۽ پوءِ مان به توسان گڏ ڪن ڏيئي قرائت ٻڌڻ لڳندو هئس. منهنجي دل تي قرآن جو مٺو آواز جادو جهڙو اثر ڪندو هو، جيتوڻيڪ آءٌ مطلب سمجهي ڪونه سگهندو هئس.“

”تنهنجي مبارڪ هٿن ۾ پلجي جڏهن وڏو ٿيم ته تو مون کي ڳوٺ جي مدرسي ۾ ويهاريو. تنهنجي وڏي ۾ وڏي آس اها هئي ته الله بادشاه منهنجو سينو کولي ڇڏي ۽ مان قرآن حفظ ڪري وٺان ۽ رب تعاليٰ منهنجو آواز مٺو ڪري ۽ آءٌ هر گهڙي تنهنجي اڳيان ويهي قرآن مجيد تلاوت ڪريان. تنهنجي دعا قبول ٿي، مان قرآن جو حافظ ٿي ويم ۽ اهڙيءَ طرح تنهنجي دل جي آس جو هڪڙو حصو پورو ٿيو.“

”پياري امڙ! تنهنجو ابهم نينگر، تنهنجو جوان جگر گوش اڄ تنهنجي تعليم ۽ تربيت جي تمام وڏي محنت جو ڦل تنهنجي حضور ۾ پيش ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن آواز جي حسن جي انهيءَ ۾ ڪا ڪسر رهيل آهي ته سوز جي حسن جي نعمت ڪان هن کي ضرور نوازيو ويو آهي.“

سيد قطب شهيد رحمت الله عليه جو والد صاحب به اهل الله ۽ خدا جو درويش ٻانهو هو. سندس پيشو ڪرمت هو. سيد قطب پنهنجي ڪتاب ”مشاهدالقيامت في القرآن“ جو انتساب پنهنجي والد صاحب جي نالي ڪيو آهي. انهيءَ انتساب ۾ هو پنهنجي والد جي خدا خوفي طرف اشارو ڪندي لکي ٿو:

”بزرگ ابوي صاحب! هن ڪتاب جي محنت اوهانجي حضور ۾ پيش ڪريان ٿو. مان اڃا معصوم ئي هئس ته اوهان منهنجي دل ۽ دماغ جي پٽيءَ تي آخرت جو خوف نقش ڪري ڇڏيو. اوهان مون کي ڪڏهن به ڇڙٻ نه ڏني هئي. روز قيامت جي حساب ڪتاب جو خوف مونکي اوهانجي سڄي چمار ۾ نظر ايندو هو. هردم ۽ هر گهڙي اوهانجي دل و دماغ ۽ اوهانجي زبان تي انهيءَ جو ذڪر موجود هوندو هو. اوهان کان جڏهن ڪو ماڻهو پنهنجو حق وٺندي اره زورائي ڪندو هو ته اوهان صبر کان ڪم وٺندا هئا. ۽ جڏهن اوهان ڪنهن کان پنهنجو حق وٺندا هئا ته نرمي ۽ شرافت سان پيش ايندا هئا. پنهنجي انهيءَ روئي جو اوهان اهو سبب ٻڌائيندا هئا ته اصلي حساب ڪتاب قيامت جي ڏينهن ٿيندو. اوهان سان ڪير مندائي ڪندو هو ته اوهان انهيءَ کي معاف ڪري ڇڏيندا هئا. جيتوڻيڪ اوهان ۾ جواب ڏيڻ جي پوري طاقت موجود هوندي هئي، ڇو ته اوهان انهيءَ عمل کي قيامت لاءِ توشو ڪري سمجهندا هئا. ڪيترائي ڀيرا اوهان پنهنجي ضرورت ۾ ڪم ايندڙ شيون ٻين کي ڏيئي ڇڏيندا هئا، حالانڪ اوهان انهن شين جا پاڻ سخت گهرجائو هوندا هئا، ليڪن اوهان چوندا هئا ته مان آخرت جو سامان گڏ ڪري رهيو آهيان.

اوهانجي صورت منهنجي تصور ۾ چٽيل آهي، رات جي ماني کائي جڏهن اسين واندا ٿيندا هئاسين ته اوهين قرآن مجيد جي تلاوت شروع ڪندا هئا. اسين ننڍا ننڍا ٻار به اوهان سان گڏجي ڪجهه ڪجهه آيتون تلاوت ڪرڻ لڳندا هئاسين جيڪي اسان کي پوريءَ ريت ياد نه هونديون هيون.“

## سيد جي تعليمي زندگي

سيد جي ابتدائي تعليم ڳوٺ جي هڪ سادي ۽ ننڍي

مدرسي ۾ ٿي. هن پنهنجي والده محترمه جي دلي آس پٽاندڙ ننڍپڻ ۾ ئي قرآن مجيد حفظ ڪري ورتو. انهيءَ زماني ۾ مصر جي ديندار گهراڻن ۾ قرآن مجيد حفظ ڪرڻ جو عام رواج هو. خاص طرح جيڪي خاندان پنهنجن ٻارن کي "ازهر" جي تعليم ڏيارڻ جو شوق رکندا هئا، اهي لازمي طور تي ٻارن کي قرآن مجيد حفظ ڪرائيندا هئا. سيد جي والدين کي پنهنجي هن بختاور ۽ سلڇڻي ٻار کي اعليٰ تعليم ڏيارڻ جو ڏاڍو اونو هو. ڏسو، قدرت جي طرفان اهڙو اتفاق ٿيو جو سيد جا والدين پنهنجو ڳوٺ ڇڏي قاهره جي هڪ ڀرواري "حلوان" ۾ لڏي پلاڻي اچي ويٺا، ۽ اهڙي طرح سيد لاءِ الله تعاليٰ تعليم جي ترقي ۽ اوج جون سڀ راهون هموار ڪري ڇڏيون. سيد قاهره جي ثانوي (Secondary) مدرسي "تجهيزية دارالعلوم" ۾ داخل ٿي ويو. هن مدرسي ۾ انهن شاگردن کي داخلا ڏني ويندي هئي جيڪي هتان تعليم پرائي "دارالعلوم" (موجوده قاهره يونيورسٽي) ۾ پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ چاهيندا هئا. هن دور ۾ جهڙيءَ ريت دين ۽ شريعت جي اعليٰ تعليم لاءِ ازهر يونيورسٽي هئي اهڙي ريت دارالعلوم جديد علم و فن جي اعليٰ تعليم جو مرڪز هو. سيد "تجهيزية دارالعلوم" مان فارغ ٿيندي ئي ١٩٢٩ع ۾ دارالعلوم قاهره ۾ داخلا ورتي، ۽ هتان ١٩٣٣ع ۾ بي- اي ايڊيوڪيشن جي ڊگري حاصل ڪئي، ۽ کين سندن خداداد قابليت جي ڪري انهيءَ ئي ڪاليج ۾ پروفيسر ڪري رکيو ويو.

## سرڪاري نوڪري ۽ آمريڪا جو سفر

ڪجهه وقت، تائين دارالعلوم قاهره ۾ پنهنجي صلاحيتن جا جوهر ڏيکاريندا رهيا. پوءِ کين وزارت تعليم ۾ انسپيڪٽر آف اسڪولز جو عهدو ڏنو ويو. مصر ۾ هيءُ عهدو وڏي عزت ۽ فخر جو سبب ڄاتو ويندو آهي. "تاريخ التشريع الاسلامي"

جو ليکڪ علامہ محمد الخضري بڪ جهڙو فقيه ۽ تاريخدان بہ هن عهدي تي فائز رهي چڪو آهي. انهيءَ وچہ سيد کي وزارت تعليم طرفان جديد طريقي جي تعليم ۽ تربيت جي اڀياس لاءِ آمريڪا اماڻيو ويو. پاڻ آمريڪا ۾ ٻہ سال ترسيا. سيد صاحب انهيءَ دوران آمريڪا جي جدا جدا ڪاليجن ۾ ٿوري ٿوري وقت لاءِ قيام فرمايو. واشنگٽن جي ولسن ٽيچرس ڪاليج، گريلي ڪولوراڊ جي ٽيچرس ڪاليج ۽ ڪيلي فورنيا ۾ استان فورڊ يونيورسٽي ۾ هو ترسيا. انهيءَ کان سواءِ نيو يارڪ، شڪاگو، سان فرانسسڪو، لاس اينجلز ۽ ٻين شهرن ۾ بہ سيد صاحب جو وڃڻ ٿيو. آمريڪا کان واپس ٿيندي سيد صاحب انگلستان، اٽلي ۽ سوئٽزرلينڊ ۾ بہ ڪجهہ هفتا گذاريا. آمريڪا جو دورو سيد صاحب لاءِ وڏي خير ۽ برڪت جو سبب بڻيو. ڇو تہ سيد صاحب مادي زندگي جي بربادين کي پنهنجي اکين سان پاڻ ڏٺو، ۽ اهڙيءَ طرح کين اسلام جي سچائي ۽ صداقت تي وڌيڪ اطمينان ٿيو، ۽ هو انهيءَ يقين سان واپس ٿيو تہ انسانيت جي اصل ڪاميابي صرف اسلام ۾ آهي.

## اخوان المسلمون ۾ شامل ٿيڻ

آمريڪا کان واپس ٿيندي ئي سيد صاحب اخوان المسلمون جي طرف ڌيان ڏنو، انهيءَ جي دعوت جو اڀياس ڪيائين ۽ نيٺ ١٩٤٥ع ۾ هو اخوان ۾ شامل ٿي ويو(١). هيءَ اهو وقت هو جڏهن ٻي عالمگير جنگ ختم ٿي چڪي هئي ۽ اخوان المسلمون عوامي پئماني تي سياسي مسئلن ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو هو. جنگ جي دوران انگريزن مصر کي آزاد ڪرڻ جو جيڪو

(١) حوالو ڏسو "الشهيد سيد قطب" صفحہ ٢٧ مضمون يوسف العظم.

وعدو ڪيو هو، اخوان المسلمون انهيءَ ڪي جلد از جلد پوري ڪرڻ لاءِ پورو زور لڳايو هو. انهيءَ مان هڪڙي طرف اخوان المسلمون جي مقبوليت ۾ اضافو ٿي ويو هو ۽ ٻئي طرف انگريز سامراج ۽ بادشاهي حڪومت، اندرئي اندر پاڻ ۾ سازش ڪري اخوان المسلمون جي راه ۾ نيون نيون مصيبتون ۽ مشڪلاتون پيدا ڪري ڇڏيون هيون. اخوان جي مقبوليت جي حالت اها هئي جو ٻن سالن جي اندر اندر ان جي صرف ڪارڪنن جو تعداد پنجويهن لکن تائين پهچي ويو هو، ۽ عام ميمبرن ۽ حامين جو تعداد انهيءَ کان ٻه ڀيڻو (١) هو.

١٢- فيبروري ١٩٤٩ع ۾ اخوان المسلمون جي مرشد عام استاذ حسن البنا رحه کي شهيد ڪيو ويو ۽ اخوان المسلمون کي خلاف قانون قرار ڏنو ويو. آزمائش جو هيءُ دور مصر ۾ فوجي انقلاب جي برپا ٿيڻ تائين جاري رهيو. جولاءِ ١٩٥٢ع ۾ فوجي انقلاب آيو جنهن جي ڪري بي شڪ اخوان المسلمون جي مٿان آزمائش جو هڪ دور ختم ٿيو پر گڏوگڏ مصيبتن ۽ مشڪلاتن جو ٻه هڪ نئون دور شروع ٿيو.

انهيءَ آزمائش کان پوءِ جن ماڻهن کي مٿانهين اهميت حاصل ٿي انهن ۾ هڪ حسن الهضيبي هو جنهن کي بعد ۾ اخوان جو مرشد عام چونڊيو ويو. ٻيو عبدالقادر عوده شهيد هو، جيڪو جماعت جو جنرل سيڪريٽري مقرر ٿيو ۽ ٽيون جناب سيد قطب شهيد هو جنهن علم و فڪر جي ميدان ۾ جماعت جون عظيم الشان خدمتون سرانجام ڏنيون.

١٩٥٢ع جي وچ ڌاري اخوان المسلمون جي تحريڪ

---

(١) حوالو ڏسو. "الاخوان المسلمون والمجتمع المصري" ليکڪ محمد شوقي زڪي ص ٢١.

ڪيهر بحال ٿي. شاه فاروق جو ظالمانہ دور ختم ٿيو، اخوان
جي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن کي جيلن مان ٻاهر ڪڍيو ويو ۽
حسن الهضيبي جي اڳواڻيءَ ۾ تحريڪ جو قافلو نئون ولولن ۽
جذبن سان روان دوان ٿيو. استاذ سيد قطب کي اخوان جي
مڪتب الارشاد (انتظامي ڪاميٽي Executive Committee)
جو ميمبر چونڊيو ويو. جماعت جي مرڪزي دفتر ۾ کين تحريڪ
جي دعوت جي واڌاري جو انچارج مقرر ڪيو ويو. ۱۹۵۲ع
کان ڀرپائين تہ هو جماعت جو هڪ عام رڪن هو پر هينئر
سندس گهاٽائو اڳواڻن ۾ ٿيڻ لڳو ۽ هن پنهنجي زندگي دل و جان
سان دعوت ۽ جهاد لاءِ وقف ڪري ڇڏي ۽ جدا جدا طريقن
۽ مختلف نمونن سان هن تحريڪ جي خدمت ڪئي. مارچ
۱۹۵۳ع ۾ مصر جي سماجي ڀلائي جي اداري سيد قطب کي
سماجي ڀلائي جي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ دمشق موڪليو.
سيد قطب انهيءَ ڪانفرنس ۾ ڪيترائي ليڪچر ڏنا. جن
۾ سڀ کان زياده تعريف جوڳو ليڪچر هو ”التربية الخلقية
كوسيلة التحقيق التكافل الاجتماعي“ اخلاقي تربيت معاشري جي
اقتصادي حالت کي بهتر بنائڻ جو هڪ ذريعو آهي.

ڪانفرنس کان فارغ ٿي سيد موصوف اردن جي زيارت
لاءِ روانو ٿيو. ليڪن اردن جي آفيسرن سيد صاحب کي سرحد
تي ئي روڪي ڇڏيو ۽ کين اردن ۾ داخل ٿيڻ نہ ڏنائون.
اردني آفيسرن اهو قدم گلپ پاشا جي حڪم مطابق کنيو هو
جيڪو انهن ڏينهن ۾ اردن جي سياه و سفيد جو مالڪ هو.
ڊسمبر ۱۹۵۳ ۾ سيد قطب کي اخوان المسلمون جي ”مڪتب الارشاد“
طرفان بيت المقدس ۾ ٿيندڙ اسلامي ڪانفرنس ۾ امائيو ويو. هن
دفعي جيئن تہ سيد قطب عالم اسلام جي وفدن جي همراهيءَ
۾ اردن ۾ داخل ٿيو هو، تنهنڪري اردن جي آفيسرن سيد

قطب لاءِ ڪابہ روڪ ٽوڪ ڪانہ ڪئي نہ تہ سيد قطب جي پرجوش ..ڪالمن تي ڇپجي ۽ شا ڪي اهڙا خار هئا جو انهيءَ ڪري سيد قطب جو اردن ۾ قدر رکڻ بہ آسان نہ هو. جولاءِ ١٩٥٤ع ۾ اخوان جي ”مجلس دعوت اسلامي“ سيد قطب کي اخبار ”اخوان المسلمون“ جو رئيس التحرير (Chief Editor) مقرر ڪيو. سيد قطب صرف ٻن مهينن تائين انهيءَ اخبار جي ايڊيٽريءَ جو فرض انجام ڏنو. ١٠- سيپٽمبر ١٩٥٦ع ۾ هيءَ اخبار ڪرنل ناصر جي حڪم مطابق بند ڪئي ويئي ڇو تہ هن اخبار اخوان المسلمون جي پاليسي هيٺ انهيءَ اينگلو مصري معاهدي جي مخالفت ڪئي هئي جيڪو ٧- جولاءِ ١٩٥٦ع ۾ جمال عبدالناصر ۽ انگريزن جي وچ ۾ ٿيو هو. انهيءَ پيڪٽ کان پوءِ اخوان ۽ ناصر جي وچ ۾ ڪشمڪش جو آغاز ٿي ويو هو جنهن جي نتيجي ۾ اخوان جي مٿان قهر ۽ مصيبت جا ڦهاڙ ٽٽي پيا. هڪ ڪوڙي سازش جو الزام هڻي مصري حڪومت اخوان المسلمون کي غير قانوني قرار ڏيئي ڇڏيو. اخوان جي اڳواڻن کي گرفتار ڪيو ويو ۽ انهن کي موت جون سزائون ڏنيون ويون (١). هزارها ڪارڪنن کي جيلن ۾ بند ڪيو ويو. اهڙي قيامت اچي ٽٽي جو هر انهيءَ شخص جي آبرو ۽ عزت

---

(١) جن ماڻهن کي ٧- نومبر ١٩٥٤ تي موت جي سزا ڏني ويئي انهن شهيدن جا نالا هي آهن (١) عبدالقادر عوده (٢) محمد فرغلي (٣) يوسف طلعت (٤) ابراهيم الطيب (٥) هنداوي دوير (٦) محمود عبداللطيف.

لاٿي ويئي جنهن جو اخوان المسلمون سان ڪنهن نه ڪنهن قسم جو ڪو لڳ لاڳاپو هو. (١)

## آزمائشن جي شروعات

انهن گرفتار ٿيل ماڻهن ۾ سيد قطب به شامل هو. انهن کي مصر جي جدا جدا بندي خانن ۾ بند ڪيو ويو. ڪڏهن قلعي جي جيل ۾ ڪڏهن فوجي جيل ۾ ۽ ڪڏهن ”ابوزعبل“ جي لڳ ڪانداريندڙ جيل ۾.

اسلام جي هن مجاهد کي گرفتاري وقت ۽ جيل ۾ جيڪي ايذاءَ ۽ تڪليفون ڏنيون ويون انهن جو داستان هيانءَ ڪنبائيندڙ آهي. شام جي هفتيوار اخبار ”الشهاب“ انهيءَ جو جيڪو احوال ڇاپيو هو انهيءَ جو تت هن ريت آهي:

”جڏهن فوجي آفيسر سيد قطب کي جهلڻ لاءِ سندس گهر ۾ گهڙيا ته هو بخار ۾ بت پيو هو. پر انهي ويچاريءَ حالت ۾ ئي سندس مبارڪ هٿن ۾ زنجير پهرايا ويا، ۽ جيل تائين پيرين پيادي وٺي ويا. بخار جي سخت تڪليف جي ڪري سيد رستي ۾ بي هوش ٿي پٽ تي ڪري ٿي پيو ۽ جڏهن هوش ۾ ٿي آيو ته سندس زبان تي الله اڪبر و لله الحمد (هيءَ اخوان جو نعرو هو) جي تسبيح جاري ٿي پئي وئي. جڏهن سيد کي سجن حربي (فوجي جيل) جي اندر وٺي ويا ته جيل جي دروازي تي سندس ملاقات جيل جي ڪمانڊر حمزه بسيوني (٢) ۽

---

(١) مصر جي مشهور اخبار ”المصري“ جي ايڊيٽر احمد ابوالفتح جو بيان آهي، ته مهيني ڏيڍ ۾ پنجاهه هزار ماڻهن کي گرفتار ڪيو ويو. ڏسو ڪتاب ”جمال عبدالناصر“ ليکڪ احمد ابوالفتح صفحه ٢٠٥.

(٢) ياد رهي ته حمزه بسيوني کي جون ١٩٦٧ع جي عرب اسرائيل جنگ ۾ عربن سان غداري ڪرڻ جي ڏوهه ۾ گرفتار ڪيو ويو آهي.

سي آءِ ڊي جي آفيسرن سان ٿي. سيد صاحب جيئن ئي جيل اندر پير پاتو ته پهريائين مٿيان رت پٽاندڙ جيل جا ڪمدار مٿانئس ڇٽي پيا ۽ ٻن ڪلاڪن تائين هن سخت بيمار مجاهد کي ماريندا ڪٽيندا رهيا. انهيءَ مان به انهن جو ڏؤ نه ٿيو ته سڪيا ورتل هڪ بگهڙ جهڙي ڪتي کي ڇڏي ڪري سيد مٿان حملو ڪرايو ويو. خونخوار جانور سيد جي ران کي چڪ پائي هيڏانهن هوڏانهن ڇڪيندو رهيو. انهيءَ دل آزار ڇڙواڻي کان پوءِ سيد کي هڪ ننڍڙي ڪوٺيءَ ۾ نيو ويو ۽ هن کان پورن ستن ڪلاڪن تائين پڇا ڳاڇا ڪندا رهيا. سيد قطب جي بدن ۾ جسماني طرح توڙي ڪابه سگهه باقي نه رهي هئي، مگر دليري ۽ اطمينان ۽ صبر جي طاقت کيس هڪ فولادي چٽ بڻائي ڇڏيو هو. جيتوڻيڪ سيد صاحب کي ايذاءُ ڏيڻ لاءِ هنن وسئون ڪونه گهٽايو هو ۽ نت نوان طريقا پڻ اختيار ڪيائون، ليڪن هن هردم الله اڪبر و لله الحمد جي مٺي لات ٿي لنوي ۽ بهادريءَ سان آيل مصيبت سان پڻ منهن ڏنو. رات جو هڪ ڪاريءَ ڪوٺيءَ ۾ هن کي واڙي ڇڏيندا هئا ۽ صبح جو روزانو بنا ساهيءَ جي کيس پيريڊ ڪرائيندا هئا. انهن لڳاتار لڳ ڪاندارينڊڙ ايذائن جي ڪري سيد صاحب کي ڪيترن ئي مرضن اچي وڪوڙيو. (۱) ۳- مئي ۱۹۵۵ع جو سيد صاحب کي فوجي اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. انهيءَ وقت سيد صاحب کي، سيني

---

(۱) ايستائين هفتيوار "الشهاب" جو حوالو پورو ٿيو. انهن ڏينهن ۾ "الشهاب" اخبار اخوان المسلمون جي انتظام هيٺ شام مان نڪرندي هئي ۽ مصر جي جيلن ۾ قيدين سان ٿيندڙ انسان سوز ظلمن جون خبرون دنيا تائين پڻ پهچائيندي هئي.

جا مرض، دل جي ڪمزوري، سندن جي سور ۽ اهڙي قسم جون ٻيون بيماريون (۱) به لڳي چڪيون هيون.

سيد صاحب جو هڪ شاگرد يوسف العظم لکي ٿو "سيد قطب صاحب کي تمام گهڻا ايذاءَ ۽ تڪليفون ڏنيون ويون. ڪين باهه سان ڏنڀ ڏنا ويا، پوليس جي ڪتن کي ڇڇ ڪري سندس پوٺيون ڦاڙيون ويندڙون هيون، سندس جسم مٿان هڪ ساهيءَ ڪڏهن گرم ۽ ڪڏهن ٿڌو پاڻي هاريو ويندو هو. دل ڏکوئيندڙ لفظ ڪڍي ۽ اشارا ڏيئي سندس مان لاٿو ويندو هو........ ليڪن اهي سڀ تڪليفون سيد صاحب جي ايمان ۽ بهادريءَ ۾ ڪو فرق نه آڻي سگهيون. اٿلندو هن ۾ وڌيڪ توڪل پيدا ٿيندي ويئي ۽ حق جي راهه ۾ هو اڳي کان وڌيڪ مضبوط ٿي چڪو هو."

## بلند ڪردار جو هڪ مثال

۱۳- جولاءِ ۱۹۵۵ع جو مصر جي "عوامي عدالت" (محكمة الشعب) سيد قطب کي پندرهن ورهيه پورهئي سان جيل جي سزا ڏنائي. "عوامي عدالت" اهو فيصلو سيد صاحب جي غير حاضريءَ ۾ ڏنايو. ڇو ته سيد صاحب ايترو ته ڪمزور ٿي چڪو هو جو عدالت ۾ پهچي نه ٿي سگهيو. انهيءَ سزا جو اڃا هڪ ورهيه پورو ٿيو هو ته مصر جي صدر جمال عبدالناصر جو هڪ نمائندو جيل ۾ اچي سيد صاحب سان مليو. هن سيد صاحب کي دام ۾ ڦاسائڻ لاءِ سرڪاري آڇ هنن لفظن ۾ پيش ڪئي:

"اوهان جيڪڏهن ٿورن لفظن ۾ معافي نامو لکي ڏيو، جنهن کي اخبارن ۾ شائع ڪري سگهجي ته پوءِ اوهان کي

---

(۱) الشهيد سيد قطب ص ۳۰.

آزاد ڪيو ويندو ۽ جيل جي ايذائن کان جند ڇڏائي پنهنجي گهر تمام سکي زندگي گذاري سگهندو."

انهيءَ فريبي آڇ جي جواب ۾ هن مؤمن مرد جيڪو جواب ڏنو انهيءَ کي تاريخ جا ورق ڪڏهن به ڪين لڪائي سگهندا، سيد صاحب فرمايو:

"مونکي انهن ماڻهن تي ڏاڍو عجب ٿو لڳي جيڪي مظلوم کي چون ٿا ته ظالم کان معافي گهر. پنهنجي پروردگار جو قسم جيڪڏهن معافي وٺڻ لاءِ چيل ڪجهه لفظ مونکي ڪٿي ڦاهي جي ڦندي کان ڇوٽڪارو ڏيارين، تڏهن به آءٌ انهن کي اچارڻ لاءِ تيار نه ٿيندس، ۽ آءٌ پنهنجي رب جي سرڪار ۾ انهيءَ حال ۾ پيش ٿيڻ کي وڌيڪ پسند ڪندس جو آءٌ انهيءَ کان خوش هجان ۽ هو مون کان خوش هجي." (۱)

جيل ۾ جڏهين به انهيءَ سرڪاري آڇ جي باري ۾ ڳالهه ٻولهه نڪرندي هئي يا معافي وٺڻ لاءِ ماڻهو مشورو ڏيندا هئا ته هو سدائين ائين ئي چوندا هئا:

"جيڪڏهن مون کي قيد ڪرڻ حق آهي ته پوءِ آءٌ انهيءَ حق جي فيصلي کان راضي آهيان، ۽ جيڪڏهن مون کي باطل گرفتار ڪيو آهي ته آءٌ باطل کان رحم جي ڀن پنڻ لاءِ هرگز تيار نه آهيان." (۲)

عوامي عدالت (محڪمة الشعب) جي ڪارروائي حڪومت هڪ ڪتابي صورت ۾ شائع ڪرائي آهي. انهيءَ ڪارروائي پڙهڻ مان به اهو پتو پوي ٿو ته هڪ دفعي سيد قطب کي حڪومت جي طرفان تعليم جي وزارت جي آڇ ڪئي ويئي

---

(۱) الشهيد سيد قطب ص ۰د، ۱د

(۲) حوالو روزانه اخبار "النهار" بيروت شمارو ۱۱ سپتمبر ۱۹۶۶ مضمون احمد شومان.

هئي. ليڪن هن الله جي ٻانهي اهو چئي پنهنجي مجبوري ظاهر ڪئي تہ منهنجي لاءِ انهيءَ وقت تائين وزارت سنڀالڻ اجائي آهي جيستائين مصر جو سڄو تعليمي ڍانچو اسلامي سانچي ۾ تيار ٿيل نہ هوندو.

## آزادي

سال ۱۹٦۴ع جي وچ تائين سيد قطب کي مصر جي جدا جدا جيل خانن ۾ قيد ڪيو ويو هو. مھڙين ٽن سالن دوران سيد قطب کي جيلن ۾ ايترا تہ عذاب ۽ اذيتون ڏنيون ويون جو اهي بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهن. ليڪن انهيءَ کان پوءِ ڏاڍ ۽ ظلم کي هلڪو ڪيو ويو هو، ۽ سندس عزيزن ۽ مائٽن کي ملاقات ڪرڻ جي بہ اجازت ڏني ويئي هئي ۽ خود سيد صاحب کي جيل جي اندر پنهنجي علمي ڪم ڪار ڪرڻ جي ٿوري گهڻي سهوليت ڏني ويئي هئي. انهيءَ ٿوري سهوليت مان بہ سيد صاحب وڏو فائدو ورتو ۽ هن پنهنجي جڳ مشهور تفسير ”في ظلال القرآن“ کي مڪمل ڪرڻ ڏانهن ڌيان ڏنو. ۱۹٦۴ع جي وچ ڌاري جڏهين هو پنهنجي سزا جا ڏهہ سال پورا ڪري چڪو هو ۽ عام طرح پندرهن سال سزا ڪاٽڻ وارو قيدي ۱۰ - ۱۱ سال سزا ڪاٽي آزاد ٿي ويندو آهي، عراق جي صدر مرحوم عبدالسلام عارف قاهره جو دورو ڪيو ۽ صدر ناصر کي سيد قطب کي آزاد ڪرڻ جي درخواست ڪئي. جيئن تہ صدر ناصر، چاهيو پئي تہ منهنجو عبدالسلام عارف (مرحوم) سان وڏيڪ پريت جو پير وڌي، سو هن انهيءَ درخواست جي موٽ ۾ سيد قطب کي آزاد ڪيو. (۱) مگر انهيءَ آزاديءَ

---

(۱) ياد رهي تہ اها ڳالهہ مصر ۽ ڪويت جي معتبر ماڻهن بيان ڪئي آهي باقي انهيءَ جو ڪنهن سرڪاري دستاويز يا اخبار ۾ ڪو احوال ڪونہ آيو آهي.

جي ڪري ڪو فرق پيدا نہ ٿيو ڇو تہ سيد صاحب جي هر وقت پوليس نگراني ڪندي رهندي هئي ۽ هن کي آزاد گهمڻ ڦرڻ جي اجازت ڪا نہ هئي.

## ٻيهر گرفتاري ۽ سزا

انهيءَ پابند آزاديءَ جو هڪ سال بہ نہ گذريو هو تہ سيد قطب کي ٻيهر گرفتار ڪيو ويو. مٿانئس الزام اهو رکيو ويو تہ هو طاقت ذريعي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ پئي چاهي. هن ڀيري نہ صرف سيد قطب کي پر ظالمن سندس ڀاءُ محمد قطب ۽ ڀينرن حميده ۽ امينہ قطب کي بہ جيل ۾ موڪليو. انهيءَ کان سواءِ ٻين بہ ڪيترن ماڻهن کي گرفتار ڪيو ويو. اخبار ڊيلي ٽيلي گراف جي مطابق گرفتار ٿيل ماڻهن جو تعداد ويهن هزارن کان بہ وڌي ويو هو. (۱) انهن ۾ اٽڪل ست سئو عورتون شامل هيون. انهيءَ وٺ پڪڙ جي شروعات تڏهن ٿي هئي جڏهن آگسٽ ۱۹٦۵ع ۾ صدر ناصر روس جو دورو ڪيو هو. ماسڪو ۾ هڪ بيان ڏيندي هن چيو هو تہ ”اخوان المسلمون مون کي قتل ڪرڻ جي سازش تيار ڪئي آهي جيڪا ظاهر ٿي پئي آهي. پهريائين مان انهن کي معاف ڪيو هو، ليڪن هينئر معاف ڪونہ ڪندس.“

انهيءَ اعلان کان هڪ سال پهريائين ۲۴ مارچ ۱۹٦۴ع تي مصر ۾ هڪ نئون قانون نمبر ۱۱۹ سال ۱۹٦۴ع جاري ڪيو ويو هو جنهن ۾ صدر کي هي اختيار ڏنا ويا هئا.

(۱) هو جنهن کي چاهي ڪيس هلائڻ کان سواءِ گرفتار ڪري سگهي ٿو.

(۲) جائداد کي ضبط ڪري وڏيڪ سرڪاري ڪارروائي ڪري سگهي ٿو.

---

(۱) ڊيلي ٽيلي گراف ۱۱- آڪٽوبر ۱۹٦۵

(٣) صدر جي اهڙين ڪاررواين جي خلاف نه ته ڪنهن عدالت جو در کڙڪائي سگهبو ۽ نه اپيل ڪري سگهبي.

هوڏانهن صدر ناصر جي "اعلان ماسڪو" کان پوءِ وڏي پئماني تي گرفتارين جو سلسلو شروع ٿي ويو ۽ جيل جي اندر بي گناهه قيدين کي ايذاءَ ۽ تڪليفون پهچائڻ لاءِ اهي ظلم ڪيا ويا، جن کي بيان ڪرڻ سان انسانيت جو ڪنڌ شرم کان جهڪي وڃي ٿو. ڪجهه وقت کان پوءِ خاص فوجي عدالتن ۾ انهن خلاف ڪيس داخل ڪيا ويا. پهريائين اعلان ڪيو ويو هو ته عدالت جي ڪارروائي ٽيلي ويزن تي ڏيکاري ويندي، ليڪن جڏهن مجاهد قيدين ڪوڙين تهمتن جي مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ انهن پنهنجي مٿان ٿيندڙ ظلم ۽ تشدد جي داستان کي بيان ڪرڻ شروع ڪيو ته جلدئي ٽيلي ويزن تان ڪارروائي بند ڪئي ويئي ۽ وڏيڪ ڪارروائي بند ڪمري ۾ هلڻ لڳي. قيدين جي پيروي لاءِ ڪوبه وڪيل ڪونه هو. مصر کان ٻاهر ٻين ملڪن جي ڪيترن وڪيلن قيدين جي پيروي ڪرڻ پئي چاهي پر انهن کي اهڙي اجازت ڪا نه ڏني ويئي. فرانس بار ايسوسي ايشن جي اڳوڻي صدر وليم ٿارپ (William Tharp) ۽ هيگ جي نامور وڪيل اي-جي-ايم وينڊال (A.J.M Vandal) ۽ مراڪش جي ڪيترن وڪيلن عدالت جي قانوني پيروي ڪرڻ لاءِ باقاعدي اجازت گهري ليڪن انهيءَ کي رد ڪيو ويو. سوڊان جا ٻه وڪيل پنهنجو پاڻ قاهره پهتا ۽ پاڻ کي اتان جي بار ايسوسي ايشن ۾ رجسٽر ڪرائي اخوان جي پيروي لاءِ عدالت پهتا ليڪن پوليس کين ٽپالها ڏيئي ٻاهر هڪالي ڇڏيو. جنوري ۽ فيبروري ١٩٦٦ع ۾ ٽربيونل جي آڏو جيڪا ڪارروائي هلي انهيءَ ۾ قيدين شڪايت ڪئي ته زبردستي ڏوهه قبول ڪرائڻ (Confessions) لاءِ انهن کي مار ڪٽ

ڪري، جسماني تڪليفون (Torture) پهچايون ويون آهن. خود سيد قطب ۽ جيڪو انهيءَ مقدمي جو مکيه ملزم هو تنهن پڻ اهو ساڳيو الزام لڳايو. ٽربيونل جي صدر امالڪ سيد قطب جو وات بند ڪرايو ۽ سندس شاهدي ٻڌڻ کان انڪار ڪيو. انهن دل ڏاريندڙ واقعن جي سچائيءَ جي پٺڀرائي لنڊن ۾ وڪيلن جي غير جانبدار عالمي اداري (Amnesty International) جي انهيءَ رپورٽ مان ٿئي ٿي جيڪا لنڊن جي ميمبر پارليامينٽ مسٽر پيٽر آرڪر (Peter Archer) مصر جي دوري ڪرڻ کان پوءِ پيش ڪئي هئي. مسٽر آرڪر انهن واقعن ۽ سچائين کي بيان ڪرڻ کان پوءِ لکيو آهي،

”ملزمن جي ڏوهي هجڻ يا نه هجڻ جي باري ۾ ڪنهن راءِ ڏيڻ کان پاسو ڪندي ايمنيسٽي انٽرنيشنل وڏي افسوس سان هن ڳالهه جو اظهار ڪري ٿي ته مقدمن جي ڪارروائي ۽ حقيقتن کي آڏو رکي ڏسجي ٿو ته ملزمن جي هن الزام جي پٺڀرائي ٿئي ٿي ته انهن کي جسماني ايذاءَ ۽ تڪليفون پهچايون ويون آهن. انهيءَ صورت ۾ مصري حڪومت جي غير جانبداري ۽ انصاف تي پوريءَ طرح شڪ پيدا ٿئي ٿو. تنهنڪري ايمنيسٽي انٽرنيشنل مصري حڪومت کان مطالبو ٿي ڪري ته هو ڏوهارين جي بنيادي انساني حقن جو احترام ڪري ۽ انهن کي انصاف سان هن ڳالهه جو پورو پورو موقعو ڏئي ته هو قانوني صفائي پيش ڪري سگهن ته جيئن حڪومت جي عالمي ساک ۾ واڌارو اچي.“ (١)

---

(١) حوالو ايمنيسٽي انٽرنيشنل، فليٽ اسٽريٽ لنڊن طرفان جاري ڪيل رپورٽ بمطابق ١٥- اپريل ١٩٦٦ع

## سورهيہ سوريءَ سيج چڙهيا

نيٺ ظلم پنهنجي چوٽ ڪئي. آگسٽ ١٩٦٦ع جو عالم اسلام جي محبوب اڳواڻ ۽ تحريڪ اسلامي جي هيرو سيد قطب ۽ سندس ٻن ساٿين کي فوجي ٽربيونل موت جي سزا ٻڌائي. انهيءَ ناحق سزا جي خلاف سڄي دنيا ۾ زبردست آواز بلند ٿيو. ديني اڳواڻن، سياسي شخصيتن، مذهبي اڳواڻن، سماجي تنظيمن ۽ پوري عالمي پريس طرفان انهيءَ سزا کي تبديل ڪرڻ لاءِ زور ڏنو ويو. ليڪن حڪومت جي ڪن تي جونءِ ٻه نہ چري........ ۽ نيٺ ٢٥- آگسٽ ١٩٦٦ع جي صبح جو انهن ڦهري سزائن تي پوريءَ طرح عمل ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح هي پاڪ روح جيڪو مصر ۽ عرب جي ڌرين ۽ اسلام جي دشمنن جي اکين ۾ ڪنڊو هو، پنهنجي رب جي حضور ۾ ”راضيا مرضيا“ وڃي حاضر ٿيو.

بقول شاعر،

هرگز نميرد آنکہ دلش زنده شد بعشق
ثبت است برجريدهٔ عالم دوام ما.

## سيد قطب علم ۽ ادب جي ميدان ۾

استاذ سيد قطب شهيد مصري معاشري ۾ هڪ اديب بي نظير جي حيثيت ۾ اڀريو. ملڪ جي سياست ۽ عام ماحول تي هن جيڪا جاندار تنقيد ڪئي، انهيءَ ۾ هن پنهنجو نالو ڪڍيو ۽ نيٺ اسلام جي عظيم مفڪر ۽ داعي ۽ مفسر قرآن جي حيثيت حاصل ڪري شهادت جو مبارڪ چوغو پائي هن فاني جهان کي سلام چيو.

اخوان المسلمون ۾ شامل ٿيڻ کان اڳ سيد جي ذهن ۽ فڪر ڪيترائي سفر ڪيا.

هن پنهنجي پياري ٻچمار جي شروعات ٻارن لاءِ تاريخي ۽ اسلامي لٽريچر لکڻ سان ڪئي ۽ هن پنهنجي هڪ قلمي رفيق عبدالحميد جوده السحار سان گڏجي پيغمبرن سڳورن جي قصن ۽ آڪاڻين بابت هڪ ڪتابي سلسلو شروع ڪيو. انهيءَ سلسلي ڪي شهيد قطب آڪاڻي جي ڏاڍي وڻندڙ ۽ من موهيندڙ انداز ۾ پيش ڪيو آهي. خدا جي نيڪ ٻانهن جي واقعن ۽ احوالن کي بيان ڪري سيد قطب، ٻارن ۾ سهڻي ڪردار ۽ بلند اخلاق پيدا ڪرڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪئي آهي. ائين ڪرڻ ۾ هن جي آڏو اهو مقصد هو ته نوجوان نسل جڏهن پنهنجي زندگيءَ جي اصل ميدان ۾ پير پائي ته هن جي آڏو انسانيت ۽ اخلاق جو اهو نمونو هجي جيڪو الله سائين جي پيارن پيغمبرن ۽ نبي سڳورن پيش ڪيو آهي. ادب جي انهيءَ ميدان ۾ مصر جي ٻين اديبن به پنهنجي قلم جا جوهر ڏيکاريا آهن جهڙوڪ ڪامل ڪيلاني مرحوم کي ته سچي ٻچمار "ٻارن جو ليکڪ" ٿي سڏيو ويو. ليڪن سيد قطب جي لکڻي ۾ جيڪا سلاست، رواني، سادگي ۽ مٺاج آهي، انهيءَ ۾ هو پنهنجو مٽ پاڻ آهي. انهيءَ دور ۾ سيد صاحب ٻارن لاءِ اسلامي ۽ وطني گيت به لکيا ۽ قلم جا جڏهن وڌيڪ جوهر کلڻ لڳا ته بيان ڪرڻ جا انداز به بدلجي ويا. جڏهن قوه جواني سيد مٿان پنهنجا پير پکيڙيا ته سندن پهريون افسانو "اشواڪ" (ڪنڊا) ادب جي ميدان ۾ نروار ٿيو. انهيءَ افساني ۾ هن هڪ اهڙي سچي پيار جو داستان بيان ڪيو آهي جنهن جي پڇاڙي نراسائي تي ٿئي ٿي. انهيءَ افساني کي پڙهندي هر ماڻهو پنهنجي دل ۾ ائين محسوس ڪندو ته هو هڪ اهڙي ڪردار سان همسفر آهي جنهن جو اخلاق ڏاڍو پيارو آهي. جيڪو پاڪ

دل جو مالڪ آهي. سيد صاحب افسانيءَ جو انتساب ڏيندي لکيو آهي:

”انهيءَ جي ناليءَ جنهن مون سان ڏونگرن ۽ ڏولاون ۾ گڏجي سفر ڪيو. منهنجا پير پٽي تي پيا ۽ هن کي به ڦلوڪٽا نڪتا. مون سان به پنهنجي نصيب ساٿ نه ڏنو ۽ هو به پنهنجي بخت کي واڪا ڪندي رهي. پوءِ هوءَ جدا رستي جي راهي ٿي ۽ مان ٻئي پيچري جو رخ رکيو. انهيءَ حالت ۾ جو سوز ۽ ساز جي واديءَ ۾ اسين ٻئي زخمن سان چور ٿي چڪا هئاسين. نه هن جي سرير کي سڪون نصيب ٿيو ۽ نه مون کي سک جون ساعتون نصيب ٿيون.“

”اشواڪ“ کان پوءِ سيد قطب افسانوي انداز جا ٻه ٻيا ڪتاب هڪ ”طفل من القريه“ (ڳوٺ جو ٻار) ۽ ٻيو ”المدينة المسحوره“ (منتر پڙهيل شهر) لکيا. پهرئين ڪتاب ۾ سيد قطب داستان جي رنگ ۾ پنهنجي ٻالپڻيءَ ۽ ڳوٺائيءَ زندگيءَ جي ماحول جو نقشو چٽيو آهي. هن ڳوٺاڻي زندگيءَ جي سادگي ۽ پاڪائي، ڏيوماليائي آڪاڻين، بيمارين، جهالت، سخاوت، رواداري ۽ غيرت مطلب ته هرهڪ ڳالهه کي تمام وڻندڙ انداز ۾ بيان ڪيو آهي. جنهن زماني ۾ سيد قطب اهو ڪتاب لکيو هو، ته انهيءَ وقت هو مصر جي ناميازي اديب طٰهٰ حسين جي سڌي اثر ۾ هو. طٰهٰ حسين جي لکڻي جو سيد قطب تي ايترو ته اثر چڙهيل هو جو هن پنهنجو اهو ڪتاب هوبهو طٰهٰ حسين جي ڪتاب ”الايام“ جي رنگ ۾ لکيو. انهيءَ ڪتاب جو انتساب به طٰهٰ حسين جي ناليءَ ڪندي هن لکيو:

”اميد آهي ته هن آڪاڻيءَ کي به هو ”الايام“ جي چند ايام جي حيثيت ۾ قبول ڪندو.“ باقي سندس ٻيو ڪتاب ”المدينة المسحوره“ صرف هڪ ادبي داستان آهي جنهن ۾

پراڻي دور جي شاهي محلاتن جو نقشو چٽيو ويو آهي. سيد صاحب پنهنجي زندگيءَ ۾ صرف اهي ٽي افسانا لکيا.

انهيءَ دور جو ٻيو بي نظير ڪتاب ”الاطياف الاربعة“ آهي. اهو ڪتاب چئني ڀينءُ ڀائرن سيد قطب، محمد قطب، حميده قطب ۽ امينه قطب گڏجي لکيو آهي. انهيءَ ڪتاب ۾ هرهڪ، هڪ انسان دوست ليکڪ جي حيثيت ۾ انساني زندگي جي وارداتن کي بيان ڪيو آهي. انسان جي خدمت، انسان سان محبت ۽ انسانيت لاءِ قربانيءَ جو جذبو چئني نامور ليکڪن ۾ موجود نظر اچي ٿو.

سيد صاحب کي شاگرديءَ جي زماني کان وٺي شعر، ادب ۽ صحافت سان دلچسپي پئدا ٿي ويئي هئي. دارالعلوم قاهره ۾ سيد صاحب جيڪو وقت تعليم حاصل ڪرڻ ۽ پوءِ پروفيسر جي حيثيت ۾ گذاريو، انهيءَ دور ۾ هن جي ادبي چاه ۽ قابليت کي شاندار ڪاميابي حاصل ٿي. انهيءَ دوران سيد صاحب قاهره جي ٻرڪ ادبين ۽ صحافين سان دوستيءَ جو رستو پئدا ڪري ورتو هو. پهريائين هن طٰه حسين جي شخصيت جو وڏو اثر قبول ڪيو، تان جو سندس خانگي سيڪريٽري به ٿي رهيو ۽ پوءِ عباس محمود العقاد جي علمي ۽ ادبي مجلس کي اچي رونق بخشيائين. مصطفيٰ صادق الرافعي ۽ طٰه حسين ۽ عقاد جي پاڻ ۾ چڱي ادبي اڻ بڻت مڙيئي پئي رهندي هئي. مصطفيٰ صادق الرافعي ويهين صدي جو جاحظ هو. هن جي تحرير جي پرواز ۾ قرآني ادب جي چاشني هوندي هئي. قرآن مجيد جي بلاغت ۽ ڪمال ۽ قرآن حڪيم جي ادب ۽ معنيٰ جو جيڪو مقام آهي، انهيءَ کي رافعي جنهن قدرت، قابليت ۽ ندرت سان پياري عربيءَ ۾ بيان ڪيو آهي، انهيءَ جي ڪري جيڪڏهن ڪيس قرآن جو اديب ڪوٺيو وڃي ته ڪو واڌارو نه ٿيندو. طٰه حسين ۽ عقاد

هن جي پيٽ ۾ گھٽ نظر اچن ٿا. زافعي ۽ عقاد جي علمي کشمڪش ۾ سيد قطب، عقاد جو دفاع ڪندو رهيو. جيتوڻيڪ اهو دفاع ڪامياب ڪونه هو، ليڪن انهيءَ مان سيد قطب کي اهو فائدو ضرور ٿيو ته انهيءَ جي ادب جو قرآن مجيد جي آفاقي ادب سان پيارو تعلق قائم ٿي ويو. سيد قطب پنهنجي ادبي ذوق کي پوري ڪرڻ، علم جي گهرائي حاصل ڪرڻ، ۽ تحرير ۾ ڪمال پيدا ڪرڻ جي ڳولا ۾ قرآن مجيد جو گهرو ابياس ڪيو ۽ انهيءَ ڪوشش جي دوران الله تبارڪ و تعاليٰ متانئس پنهنجي حڪمت ۽ هدايت جا دروازا کولي ڇڏيا. اهو سيد صاحب جي دل جي صفائي، سچائي، اخلاص ۽ پاڪيزگيءَ جو ڪرشمو آهي جو قرآن مجيد جي بحر مان هن اڻ ڳڻيا هيرا ۽ جواهر چونڊيا ۽ هدايت جي ابدي نور سان به اڏجي ويو.

جميع العلم في القرآن لكن،
تقاصر عنه افهام الرجال.

قرآن جو غواص بڻجي جڏهن سيد صاحب هڪ نئون ذوق ۽ نئون ذهن حاصل ڪري دنيا آڏو نروار ٿيو ته سندس مبارڪ قلم جي سلوڻي تحرير جي نتيجي ۾ جن جواهر پارن دنيا جي ادبي سينگار ۾ اچي واڌارو ڪيو، اهي هي آهن.

(١) مشاهد القيامة في القرآن :-

هن ڪتاب ۾ سيد قطب قيامت جو نقشو پيش ڪيو آهي. قيامت بابت بيان ڪيل منظر قرآن مجيد جي ١١٤ سورتن مان ٨٠ سورتن ۾ ١٥٠ جاين تي بيان ڪيا ويا آهن. سيد قطب انهن ئي مناظر کي پنهنجي ڪتاب ۾ بيان ڪيو آهي. هو صاحب پاڻ ٻڌائي ٿو :-

”هن ڪتاب ۾ مان جيڪا شئي بيان ڪئي آهي انهيءَ

ڪي مان ”مناظر“ ڪري ڪوٺيو آهي. ڇو ته منظر ۾ تصوير، حرڪت ۽ تاثير جا سڀ ئي رخ شامل هوندا آهن.“
انهيءَ لحاظ کان مانواري ليکڪ آخرت جي ”مناظر“ جو جن لفظن ۾ نقشو چٽيو آهي، ۽ جنهن حيرت انگيز ۽ اثرائتي تحرير ۾ انهن واقعن کي بيان ڪيو آهي، انهيءَ جي تعريف لفظن ۾ بيان ڪري نه ٿي سگهجي. پڙهندڙ جڏهن ڪتاب پڙهي ٿو ته صرف مٺي ٻولي ئي هن جي دل کي بهار بهار نه ٿي ڪري، پر جنت متعلق آيتون پڙهندي جنت جي لذت ۽ راحت جو به پورو پورو لطف محسوس ڪري ٿو ۽ دوزخ متعلق آيتون پڙهندي، دوزخ جي قهر ۽ عذاب جي سختيءَ جو به پورو پورو اندازو لڳائي سگهي ٿو. هي ڪتاب نه صرف اسلام جي تبليغ جي خيال کان پنهنجو مٽ پاڻ آهي پر ادب ۽ فن جو شاهڪار پڻ. سيد صاحب پنهنجي ڪمال ادبي خوبين، علم ۽ ذهانت جي دولت سان جهنجهيل قلم جي ذريعي هن ڪتاب کي لازوال، صحيفو بنائي ڇڏيو آهي.
(٢) التصوير الفني في القرآن:-
هي ٢٠٠ صفحن جو ڪتاب آهي. سيد قطب جڏهن قرآن جي موضوع تي قلم کڻندو آهي ته سندس تحرير ۾ حد درجي جي پختائي، زبردست پروسو ۽ علمي گهرائي هوندي آهي. اصل ۾ چوڻ ئي ائين کپي ته سندس اصل موضوع قرآن آهي. التصوير الفني ۾ هن قرآن جي لافاني ادبي قدر ۽ ڪمال کي بيان ڪرڻ لاءِ وڏي محنت ڪئي آهي. هن انهيءَ ڪتاب ۾ قرآن مجيد جي هيٺين ڳالهين کي تمام خوبي ۽ تفصيل سان بيان ڪيو آهي.
قرآن جي جادو بياني، جادو بياني جو اصل مرڪز، قرآن کي ڪيئن سمجهيو ويو، فني لحاظ کان قرآن مجيد ۾ واقعن جو نقشو ڪيئن چٽيو ويو آهي، اهڙو تخيل جيڪو محسوس

ٿيندڙ هجي، فني لحاظ کان ڪلام جو نظم، قرآن جا قصا، قصن
جو غرض ۽ مقصد، قصي بيان ڪرڻ ۾ فن ۽ دين جو ڳانڍاپو
قصي جون فني خوبيون، قصي ۾ واقعن کي بيان ڪرڻ وارو
انداز، قرآن جا انساني نمونا، وجدان جو منطق ۽ قرآن جي
دعوت جو طريقو.

المجمع العلمي ( Arabic Academy ) طرفان جيڪو
تبصرو انهيءَ ڪتاب متعلق ڪيو ويو هو، انهيءَ ۾ اهو صاف
مڃيو ويو ته انهيءَ موضوع تي انهيءَ قسم جو ڪتاب ايڏي
گهرائي سان اڳواٽ زمين جي تختي تي پڌرو ڪونه ٿيو آهي.

اهي ٻئي ڪتاب مصر جي مشهور اداري "دارالمعارف"
شايع ڪرايا آهن. انهن ڪتابن کي علمي ۽ ادبي دنيا ۾ ڏاڍي
مقبوليت حاصل ٿي. مراڪش جي جڳ مشهور عالم ۽ اديب
علال الفاسي مرحوم جي لفظن ۾ "هي ٻئي ڪتاب هن ڳالهه
جو پتو ڏين ٿا ته انهن جي مصنف جو عربي زبان ۽ ادب ۾
نهايت مٿاهون مرتبو آهي ۽ هن ۾ قرآن مجيد جي آفاقي معجزي
واري تحرير ۽ انداز کي سمجهڻ جي وڏي خوبي موجود آهي."

انهي ٿي دور ۾ ادب ۽ تنقيد جي موضوع تي ٻه سندس
ٻه ڪامياب ڪتاب منظر عام تي آيا.

النقد الادبي = اصوله و مناهجه

(ادبي تنقيد جا اصول ۽ طريقا)

۽ طٰهٰ حسين جي ڪتاب "مستقبل الثقافة" تي تنقيد.

عربي ادب جو طالب علم انهن ٻنهي ڪتابن کان بي نياز
ٿي عربي ادب جي نون لاڙن جي پوري ڄاڻ ۽ گهرائي حاصل
ڪري نه ٿو سگهي. ماٺوارو ليکڪ "نقاد" جي غرض ۽ مقصد
تي روشني وجهندي لکي ٿو:

"نقاد جو اصل ڪم فن جي لحاظ کان ادبي ڪم

جي اصلاح ڪرڻ آهي. نقاد هن ڳالهه جي صفائي ڪندو آهي ته جنهن ادبي ڪوشش جي هو ڇنڊڇاڻ ڪري رهيو آهي، مضمون جي لحاظ کان انهيءَ جو ملهه ۽ وزن ڇا آهي؟ ۽ اظهار، بيان احساس ۽ وجدان جي لحاظ کان انهيءَ جو ڪهڙو معيار آهي؟ ادبي دنيا ۾ هن جو ڪهڙو مقام آهي؟ ادبي ذخيري ۾ هن ڪهڙو واڌارو ڪيو آهي؟ اديب ماحول کي ڪيتري حد تائين متاثر ڪيو آهي ۽ هن خود ماحول جو ڪيترو اثر قبول ڪيو آهي ۽ اديب جي وجدان ۽ بيان جون ڪهڙيون خوبيون آهن؟ اهي نفسياتي ۽ ٻاهريان ڪهڙا سبب آهن جيڪي اديب کي تربيت ۽ سوچ ڏيڻ ۾ حصو وٺي رهيا آهن."

## صحافت جي واديءَ ۾

سيد صاحب انهيءَ دور ۾ جيتوڻيڪ ادبي دنيا جي ماحول کي گرمي پهچائي رهيو هو ليڪن هنجي همدرد ۽ حساس طبيعت دنيا جي ماحول جي هر لهر جو اثرقبول ڪري رهي هئي. هي اهو زمانو هو جڏهن مصر جي سيني تي انگريز سامراج مڱ ڏري رهيو هو. هڪ طرف انگريزن ۽ پاشائن قرامت لائي ڏني هئي ۽ ٻئي طرف ڪڙمي، مزدور ۽ عام ماڻهو ظلم جي چڪيءَ جي ٻن پڙن ۾ پيسجي رهيا هئا. اهي سڀ ڳالهيون سيد جي دل ۽ دماغ تي برابر اثر وجهي رهيون هيون. نيٺ انهن حالتن جي نتيجي ۾ سيد صاحب هڪ ماهنامي "العالم العربي" جي ايڊيٽري جي ذمہ داري سنڀالي ۽ پوءِ "الفڪرالجديد" جي نالي سان پنهنجو ماهنامو جاري ڪيائين، جنهن جي مالي مدد مصر جي هڪ نيڪ دل ڪتابن جي دوڪاندار محمد حلمي المنيادي ڪئي. انهيءَ ئي رسالي ۾ (۱) لڳاتار مصر

---

(۱) واضح رهي ته سيد صاحب اڳتي هلي اشتراڪيت ۽ سوشلزم جي زبردست مخالفت ڪئي. جنهن جو ثبوت پڙهندڙن کي خود هن ڪتاب ۾ ملندو. (سنڌي مترجم)

جي جاگيرداري نظام ۽ پاشائن جي اره زورائين تي زوردار حملا ڪيا ۽ سرمائي دارن جي ڏاڍ کي چئلينج ڏني. جيتوڻيڪ انهيءَ وقت جاگيرداري نظام پنهنجي اوج تي هو. پاشائن جو ٽولو ڏاڍو مضبوط هو ۽ سرمائيدار ملڪ جون واڳون سنڀاليو ويٺا هئا. رسالي ”الفڪرالجديد“ ۾ سيد قطب دولت جيذخيره اندوزي ۽ اجاره داري کي قرآن مجيد جي آيتن جي روشنيءَ ۾ ناجائز ثابت ڪندو هو، ۽ قرآن مجيد جي معاشي نظام جي طرف دعوت ڏيندو هو. انهيءَ رسالي جو اصل مقصد عدل ۽ انصاف کي قائم ڪرڻ، غريبن ۽ مسڪينن جي واهر ڪرڻ ۽ زيردستن کي زبردستن جي ڏاڍاين کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ هو.

## آمريڪا جو سفر ۽ ان جا نتيجا

انهيءَ زماني ۾ ئي سيد صاحب کي آمريڪا وڃڻ جو موقعو مليو. مغرب جي تهذيب ۾ انهيءَ وقت جيڪا ڪمال درجي جي بدڪاري اچي ويئي هئي ۽ جهڙيءَ طرح اتي عيش آرام جو گندو ماحول هو ۽ جنهن طرح سان پئسي کي پوڄيو پئي ويو، انهن حالتن کي سيد صاحب پنهنجي اکين سان پاڻ ڏٺو. هن اهو به ڏٺو ته مغرب جو جمهوري نظام صرف ظاهري ۽ هٿرادو آهي. جنهن ۾ رنگ، نسل ۽ زبان جي ڪري انسان ذات ۾ ٽولا ٽولا پيدا ڪيا ٿي ويا ۽ اڇي چمڙي وارو ڪاري چمڙيءَ سان هر قسم جي تعدي ۽ ظلم ڪري رهيو هو. اهي واقعا ڏسي سيد صاحب ڇاڻي ورتو ته جنهن مغربي تهذيب جي جمهوريت جي پوري دنيا ۾ واڇون کولي واڪاڻ ڪئي ويندي آهي، اها انسانيت کان ڪوهين پري آهي. ۽ اسلام ئي

صرف هو آفاقي ۽ سچو دين آهي جيڪو انسانيت، کي ڏکن ۽ ڏوجهرن کان ڇوٽڪارو ڏياري سگهي ٿو. هو جڏهين آمريڪا کان واپس موٽيو ته هنجي دل ۾ نسلي نفرت، خالي خولي جمهوري نظام، ۽ حريت ۽ انصاف جي ڪوڙن دعويدارن جي خلاف نفرت جا ٻنا ڀڙڪي رهيا هئا. ٻئي طرف هن جي سيني ۾ اسلام جي قيمت ۽ قدر پاڻ اڳي کان اڳرو ٿيو، ۽ اسلامي نظرئي ۽ تعليم سان سندس چاهه ۾ واڌارو ٿيو. آمريڪا کان واپسيءَ تي هن آمريڪا جي دوري جا احوال هڪ ڪتاب "امريڪا التي رأيت" (آمريڪا، جنهن کي مان پاڻ ڏٺو) ۾ قلمبند ڪيا. آمريڪا جي سفر سيد صاحب جي زندگيءَ ۾ هڪ زبردست انقلاب پيدا ڪيو. انهيءَ دوري کان پوءِ هن پنهنجو پاڻ کي اسلام جي مطالعي لاءِ پوريءَ طرح وقف ڪري ڇڏيو، ۽ اسلام جي اصل چشمي (قرآن) مان پنهنجي اڃ لاهڻ لڳو. سندس مطالعي ۽ حق جي ڳولا جو اهو حال هو جو هو مطالعي لاءِ روزانو ڏهن ڪلاڪن کان وڌيڪ وقت صرف ڪندو هو. انهيءَ ئي حق جي راه جي سفر ۾ هن جا مصر جي اسلامي تحريڪ اخوان المسلمون سان پختا پيچ پئجي ويا، ۽ اهڙيءَ طرح ذهني انقلاب جو جيڪو سفر "مشاهد القيامة في القرآن" جي ڪتاب سان شروع ٿيو هو اهو "اخوان المسلمون" جي زبردست اسلامي تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ سان پورو ٿيو. هن پنهنجو جڳ مشهور ڪتاب "العدالة الاجتماعية في الاسلام" (اسلام جو اجتماعي عدل) انهيءَ ئي دور ۾ لکيو هو.

## "العدالة الاجتماعية" جو تعارف

هي ڪتاب پهريون دفعو ١٩٤٨ع ۾ ڇپجي ٿيو هو. هن وقت تائين انهيءَ انقلابي ڪتاب جا ست ڇاپا نڪري چڪا

آهن. هر ڇاپي ۾ سيد صاحب پنهنجي تازي مطالعي جي بنياد تي ڪمي بيشي ڪندو رهيو.

هن ڪتاب جي ستين باب ۾ سيد صاحب حضرت معاويه رضي الله عنه ۽ بنواميه جي باري ۾ جنهن نظريي کي بيان ڪيو هو، انهيءَ کي ستين ڇاپي ۾ بالڪل بدلائي ڇڏيو هو، ۽ انهيءَ ۾ ڪابه اعتراض جوڳي ڳالهه باقي ڪين ڇڏي هئي. هن اها تبديلي انهيءَ وقت ڪئي هئي جڏهين هو لوهي شيخن جي پٺيان هو، پر اڻ ڏٺ مجبورين جي ڪري ڪتاب شايع نه ٿي سگهيو هو، ۽ اهڙيءَ طرح آيل تبديلي سان ڪتاب جو ستون ڇاپو سندس شهادت کان پوءِ پڌرو ٿيو هو. هن ڪتاب جو وڏي پئماني تي عرب ملڪن ۾ مطالعو ڪيو پيو وڃي. هن ڪتاب جو انگريزي ترجمو پڻ "سوشل جسٽس اِن اسلام" (Social Justice in Islam) جي نالي سان امريڪن ڪائونسل آف لرنڊ سوسائٽيز واشنگٽن (American Council of Learned-Societies Washington) جي سائي هيٺ ۱۹۵۳ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي. فارسي، ترڪي، انڊونيشي ۽ اردو ۾ به هي ڪتاب ترجمو ٿي شايع ٿي چڪو آهي (۱)

اردو ۾ اهو ڪتاب "اسلام کا عدل اجتماعي" جي نالي سان اسلامڪ پبلي ڪيشنز لاهور شايع ڪيو آهي. هي ترجمو اسانجي فاضل دوست ڊاڪٽر محمد نجات الله صديقي (يارت) ڪيو آهي.

## تفسير في ظلال القرآن

سيد قطب جو سڀ کان وڏيڪ عظيم الشان ڪارنامو

---

(۱) محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي جي سائي هيٺ انشاالله اهو ڪتاب سنڌيءَ ۾ به پڌرو ٿيڻ وارو آهي.

سندس تفسير "في ظلال القرآن" آهي. جيڪو اٺن جلدن ۾ ڇپجي چڪو آهي. دنيا جي ٻين زبانن ۾ به انهي سدا حيات تفسير جا ترجما ٿي رهيا آهن. فارسي زبان ۾ انهيءَ تفسير جا ڏهه سيپارا "در سايهء قرآن" جي نالي سان ڇپجي چڪا آهن. انهيءَ مبارڪ ڪم ۾ سيد صاحب ١٩٥٤ع ۾ جيل وڃڻ کان اڳ هٿ وڌو هو ۽ پڇاڙي جيل جي اندر ڪٽي هٿائين. عام اصطلاحي معنيٰ ۾ هي تفسير نه آهي ۽ نه ٻين تفسيرن واري انداز ۾ لکيو ويو آهي. اصل ۾ قرآن مجيد ۾ گهري غور ۽ فڪر جي نتيجي ۾ جيڪو رنگ سيد صاحب جي دل ۽ دماغ تي چڙهيو، هي تفسير انهيءَ جو نچوڙ آهي. ليڪن انهيءَ صبغة الله (الله جي رنگ) کي سيد صاحب اهڙي ته پياري نموني ۾ پيش ڪيو آهي، جو قرآن جي هڪ هڪ آيت سڄوري انڌر انسان لاءِ دعوت، سڌاري، تنبيه، تذڪير-نور ۽ عرفان جا جيڪي سمنڊ ڇوليون هڻي رهيا آهن انهن جو ٻاڇو ڪاغذ تي ڇنڊجي ويو آهي. تفسير في ظلال القرآن (قرآن جي ڇانءِ ۾) جون ڇهه وڏيون خوبيون آهن:

(١) اهڙي بلند ادبي انداز ۾ لکيو ويو آهي، جنهن ۾ سيد قطب اڪثر قديم مفسرن ۽ محدثن کان اڳرو نظر اچي ٿو.

(٢) سيد صاحب سيني چاتل سچاتل تفسيرن مان سند ورتي آهي ۽ اتان حاصل ڪيل معلومات کي پنهنجي تفسير ۾ اهڙي ته قابليت سان پوئي ڇڏيو آهي جو هي تفسير نه صرف ادبي مضمونن جو گلدستو آهي پر معلومات جي اها کاڻ به بڻجي وئي آهي جيڪا هيرن ۽ جواهرن سان ٽمٽار هجي.

(٣) اسرائيلي روايتن کان هي تفسير بلڪل خالي آهي.

(٤) عام عربي تفسير جيڪي معتزلن، خارجين، اشعرين، ماتريدين ۽ فقه جي ٻين ڪيترن جماعتن جي اختلافن ۽ جهيڙن ۾ گنجريل نظر ايندا آهن هي تفسير انهن کان بہ آجو آهي.

(٥) سيد صاحب هرهڪ بحث کي نهايت گهرائي ۽ تفصيل سان اهڙيءَ طرح تہ نباهيو آهي جو انهيءَ جي بنافيض وٺڻ ڪانپوءِ ڪنهن ٻئي ڪتاب مان مدد حاصل ڪرڻ جي ضرورت نہ ٿي رهي.

(٦) سچي تفسير ۾ هڪ اهڙو شفاف ۽ پاڪ روح تجلا ڏيندي نظر اچي ٿو جيڪو يقين ۽ پروسي جي دولت، ايمان ۽ عقيدي جي مضبوطي، صبر ۽ بلندي جي نعمت سان اڏيل آهي. انهيءَ ڳالهہ تفسير کي هڪ جاندار زندگي ۽ پنهنجي منزل طرف تيزيءَ سان وڌندڙ اسلامي تحريڪ واسطي هڪ هدايت واري ڪتاب جي شڪل بخشي ڇڏي آهي. اهوئي ڪارڻ آهي جو سچي دنيا جي برک عالمن انهيءَ تفسير جي وڏي تعريف ۽ واکاڻ ڪئي آهي ۽ جيتوڻيڪ اهو ڪتاب پوري جو پورو ڇپجي چڪو آهي ۽ هرهنڌ ڪتب خانن تان ملي رهيو آهي، ليڪن انهيءَ جي زبردست علمي اهميت جي ڪري انهيءَ کي عرب ملڪن جون اخبارون ۽ رسالا قسطن ۾ برابر ڇاپي رهيا آهن.

## سڀ تصنيفون هڪ نظر ۾

سيد صاحب جي سمورن ڪتابن جو تعداد ٻاويهہ آهي. انهن جي مڪمل فهرست هي آهي.

١- في ظلال القرآن ( قرآن جي ڇانوَ ۾ ).
٢- العدل الاجتماعية في الاسلام ( اسلام جو اجتماعي عدل )

٣- مشاهدالقيامة في القرآن ( قرآن ۾ قيامت جا منظر )
٤- التصوير الفني في القرآن ( قرآن جا فني پهلو )
٥- معركة الاسلام والرأسمالية ( اسلام ۽ سرمائيداري جي ڪشمڪش )
٦- السلام العالمي والاسلام (١) (عالمي امن ۽ اسلام )
٧- دراسات الاسلاميته ( اسلامي مقالا )
٨- النقد الادبي : اصوله و مناهجه ( ادبي تنقيد جا اصول ۽ طريقا )
٩- نقد ڪتاب مستقبل الثقافة ( مستقبلة الثقافة تي تنقيدي نظر )
١٠- ڪتب و شخصيات ( ڪتاب ۽ شخصيتون )
١١- نحومجتمع الاسلامي ( اسلامي معاشري جون خوبيون )
١٢- امريڪا التي رأيت ( آمريڪا، جنهن کي مون ڏٺو )
١٣- اشواڪ ( ڪنڊا )
١٤- طفل من القرية ( ڳوٺاڻو ٻار )
١٥- المدينة المسحورة ( منڊيل شهر )
١٦- الاطياف لاربعة ( چئن ڀينرن پائرن جي فڪر ۽ خيال جو گلدستو )
١٧- القصص الدينية ( نبين جا قصا ) هي ڪتاب جوده السحار سان گڏجي لکيو ويو.
١٨- قافلة الرقيق ( شعرن جو مجموعو )

---

(١) " السلام العالمي و الاسلام " پنهنجي موضوع تي هڪ نهايت بي مثال ۽ لاجواب ڪتاب آهي. مراڪش جي عظيم مجاهد علال الفاسي انهيءَ ڪتاب جي تعريف هنن لفظن ۾ ڪئي آهي " ڪاش اهو ڪتاب منهنجو هجي ها " حوالو روزانه اخبار " روزنامہ العام " مراڪش ٢- سپتمبر ١٩٦٦ع.

١٩- حلم الفجر ( شعرن جو مجموعو
٢٠- الشاطئ المجهول ( شعرن جو مجموعو )
٢١- مهمة الشاعر في الحياة ( زندگيءَ ۾ شاعر جو اصل وظيفو )
٢٢- معالم في الطريق ( منزل جو نشان )

## شعر ۽ سخن سان دلچسپي

سيد صاحب جي ذهين طبيعت شعر ۽ سخن جي دنيا ۾ به پنهنجا جلوا ڏيکاريا آهن. سندس شاعري جا ٽي مجموعا ڇپجي چڪا آهن. شعر ۽ سخن سان، سندن چاهت ادبي زندگيءَ جي شروعات ۾ئي ٿي ويئي هئي. نامور استادن جي صحبت ۾ رهڻ ڪري سيد صاحب ۾ شاعري لاءِ وڏو ذوق پيدا ٿيو. سندس شاعريءَ ۾ مڙني صنفن جا سخن لين ٿا. باقي مدح خواني ۽ قصيده گوئي کان هن پاڻ کي مڙيئي پاسيرو رکيو آهي. ڇو ته اها صنف سيد صاحب جي بي باڪ طبيعت ۽ پاڪ فطرت سان ميل ڪٿيندڙ نه هئي. سيد صاحب کي شروع کان رياڪاري ۽ چاپلوسي کان نفرت هئي. سندس شعرن جو سڀ کان پهريون مجموعو، قافلة الرقيق ( غلامن جو ڪاروان ) آهي. هو پنهنجي انهيءَ مجموعي کي زياده ڪونه پائيندو هو. پوين ڏينهن ۾ هو پنهنجي انهيءَ مجموعي کي پنهنجي "جهالت جي دور" جي يادگار ڪري ڪوٺيندو هو. سيد صاحب جي اها تمنا هئي ته جيڪڏهن شعرن جي انهيءَ ڪتاب جا سمورا نسخا هٿ لڳي وڃن ته جيڪر انهن ۾ تخيل، موضوع ۽ مقصد ۽ مطلب جي لحاظ کان روحاني تبديلي آڻي ڇڏيان. سيد صاحب پنهنجي عزيز زندگي جي آخري ڏهاڙن ۾ جيڪو آخري نظم جهونگاريو، اهو ڏاڍو اثرائتو ۽ روح پرور آهي. انهي چندن هار جا ڪجهه موتي اجهو هن ريت آهن.

اخي انت حر ورۡ القيود    اخي انت حر تبلك السدود
اذا كنت بالله مستعصما    فما ذا يضيرکۡ کيدا العبيد.

اي منهنجا همدم! تون طوقن ۽ زنجيرن ۾ جڪڙيل هوندي به آزاد آهين.

اي منهنجا دمساز! جيتوڻيڪ تنهنجي راه ۾ روڙا آهن تڏهن به آزاد آهين.

جيڪڏهن تنهنجو پنهنجي ڌڻي تي ڀروسو آهي ته پوءِ انهن انسانن جون اٽڪلون تنهنجو وار به ونگو نه ڪري سگهنديون، جن جي فطرت وڪاميل آهي.

---

اخي ستبيد جيوش الظلام    ويشرق في الكون فجر جديد
فاطلق لروحک اشراقها    ترالفجر يرمقنا من بعيد.

منهنجا ڀاءُ! اونداهن لشڪرن جو نانءُ نشان ميسارجي ويندو، ۽ هن ڌرتيءَ مٿان هڪ نئون سج ايري رهندو.

تون پنهنجي روح کي باغ بهار رکـ.

هوڏانهن پري بهار! صبح جي اچڻ اسانکي اشارا ڏيئي رهي آهي.

---

اخي قد سرت من يديک الدماءُ    ابت ان تشل بقيد الاماءُ
سترفع قربانها للسماءِ    مخضبة بوسام الخلود.

منهنجا پيارا! تنهنجي هٿن مان رت ٿينديون ڪري وهڻ لڳو، ليڪن ڪمترين مخلوق جي زنجيرن ۾ جڪڙيل هئڻ جي باوجود به تنهنجي هٿن شل ٿيڻ کان انڪار ڪيو. تنهنجي انهن هٿن جي قرباني آسمان ڏانهن پرواز ڪري ويندي (منظور ٿيندي).

انهيءَ حالت ۾ جو تنهنجا رت ۾ رڱيل هٿڙا لازوال رنگـ ۾ رڱجي ويندا.

اخي ان ذرفت علي الدموع　　وبللت قبري بهامن خشوع
فاوقد لهم من رفاقي المشوع　　وسيرو ابهانحو مجد تليد

او ساٿي ! جيڪڏهن منهنجي مٿان اچي ڳوڙها ڳاڙين ۽ منهنجي قبر ڪي انهن بوندن سان پجائي ڇڏين ته پوءِ منهنجي هڏين جي جوت مان انهي ڪاري ٻاٽ ۾ بسر ڪندڙ رهواسين لاءِ شمع روشن ڪجانءِ. اهڙيءَ ريت جو اهي چراغ هميشه هميشه لاءِ منزل جي نشان جو ڪم ڏين.

اخي ان امت دون اصحابنا　　فروضات ربي اعدت لنا
و اطيارها رفرت حولنا　　فطوبي لنا في ديار الخلود

منهنجا پرين ! جيڪڏهن آءٌ موت جي سڏ تي دوستن کي ڇڏي هليو به وڃان ته ڪو به ڇيهو نه آهي.
منهنجي پالڻهار جا باغ اسان لاءِ آسائتا آهن. انهن جون بهاريون اسانجي چوڌاري واس هٽي رهيون آهن. قدرت جي انهيءَ ابدي جهان ۾ اسين خوش آهيون.

اخي انني ماسئمت الكفاح　　ولا انا القيت عنّي السلاح
وان طوقتني جيوش الظلام　　فاني علي ثقة بالصباح

منهنجا سڄڻ ! عشق جي بازيءَ ۾ منهنجي دل ڪي ڪڏهن جهبو نه آيو آهي، ۽ مان هٿيار بند ڪونه ڦٽا ڪيا آهن.
جيڪڏهن اونداها لشڪر مونکي چئني طرفن کان گهيري ۾ آڻين تڏهن به مونکي صبح صادق ٿيڻ تي پڪو يقين آهي.

فان انا مت فاني شهيد　　و انت ستمضي بنصر جديد
قد اختارنا الله في دعوته　　و انا ستمضي علي سنته

جيڪڏهن انهيءَ راه ۾ مان پنهنجي جان ڏيان ته مونکي شهادت جو درجو نصيب ٿيندو، ۽ انشاءالله تنهنجا قدم نئين ڪاميابي چمندا. الله‌تعاليٰ پنهنجي دعوت لاءِ اسانجو ناتو پڪي ۾ وڌو آهي بيشڪ اسين الله جي سنت تي پنهنجي وک وڌائيندا ويندا سين.

---

فمنا الذين قضوا نحبهم  و منا الحفيظ علي ذمته

اسان مان ڪجهه ماڻهو ته پنهنجو فرض نڀائي ويا، ۽ ڪجهه اجا پنهنجي وچن ۽ واعدي تي مضبوطيءَ سان چميا بيٺا آهن.

ساُفدي واكن لرب ودين  وامضي علي سنتي في يقين

فاما الي النصر فوق الانام  و اما الي الله في الخالدين

مان به پنهنجو پاڻ کي نڇاور ڪري ڇڏيندس.

ليڪن صرف پنهنجي پروردگار ۽ سچي دين واسطي، ۽ آءٌ پوري يقين ۽ پروسي سان پنهنجي راه جو راهي ٿيندس، ايستائين جو يا ته هن دنيا ۾ ڪاميابي منهنجا قدم چمي يا مان پنهنجي پروردگار جي حضور ۾ حاضر ٿي ابدي زندگي حاصل ڪرڻ وارن سان وڃي شامل ٿيان.

## معالم في الطريق

"معالم في الطريق" سيد صاحب سڀ کان آخر ۾ لکيو. هن ڪتاب ۾ سيد صاحب پنهنجي نين لکڻين کان سواءِ پراڻين لکڻين کي به گهٽائي وڌائي شامل ڪيو آهي. انهيءَ ڪتاب کي اسان "جاده و منزل" جي نالي سان اردودان صاحبن جي خدمت ۾ پيش ڪري رهيا آهيون. (۱) هي اهو ئي ڪتاب آهي جنهن

---

(۱) الله‌تعاليٰ جي خاص فضل ۽ ڪرم سان محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي هن امر ڪتاب کي سنڌي زبان جي ويس پهرائڻ جو شرف حاصل ڪري رهي آهي.

سيد قطب کي سوري جي سيج تائين پهچايو. جيستائين سيد قطب جي انقلابي شخصيت ۽ اسلامي تحريڪ لاءِ سندس جوش ۽ جذبي جو واسطو آهي ته بيشڪ هو پنهنجي دور جي چوندي، چند خدا جي مجاهدن مان هڪ آهي. جڏهن مصر ۾ فوجي انقلاب برپا ٿيو هو، انهيءَ ۾ سيد قطب جيڪو ڪردار ادا ڪيو هو انهيءَ کي ڏسندي مصر جي ڪجهه ليکڪن سيد قطب کي "انقلاب مصر جو ميرابو" جو لقب ڏنو هو. "ميرابو" مان انهن جو اشارو انهيءَ فرانس جي ليکڪ طرف آهي جنهن فرانس ۾ جاگيرداري ۽ اره زوراٽي خلاف عوام کي پٺي ڀڙڪايو سيد قطب جي ڪتاب "معرڪةالاسلام والراسمالية" ۾ انهيءَ انقلابي روح جي جهلڪ چڱيءَ ريت ڏسي سگهجي ٿي، ۽ هي ڪتاب انهيءَ وقت لکيو ويو هو جڏهن انهن وڏن وڏن گرگن کي ڪير سڃاڻندو به نه هو جن هن وقت اشتراڪيت ۽ مساوات وغيره جي نالي ۾ نفرت جي ڌماچوڪڙي هڻي ڏني آهي.
سيد صاحب "معالم في الطريق" ۾ اسلامي نظرئي ۽ اسلامي تنظيم جو اصل نقشو چٽيو آهي. هن ڪتاب جي سڄي اسڪيم ۾ سيد قطب جنهن ڳالهه تي سڀ کان وڌيڪ زور ڏنو آهي، انهيءَ جو اصل مول متو هي بيان ڪيو ويو آهي ته جهڙيءَ ريت اسلام جي شروع واري دور ۾، اسلامي معاشري پنهنجي پيرن تي بيهي، زبردست ترقي ۽ ڪاميابي ماڻي، وري اهڙي اسلامي معاشري قائم ڪرڻ لاءِ انهن ئي ساڳين اصولن ۽ طريقن تي عمل ڪرڻ تمام ضروري آهي. سيد صاحب جو چئي وڌيڪ چوڻ اهو به آهي ته وري اهڙي ڪاميابي تڏهن حاصل ٿي سگهي ٿي جڏهن انهيءَ اسلامي معاشري کي دنيا ۾ موجود جاهل معاشرن جي اثر کان بالڪل پاڪ رکيو وڃي.

## فرد قرار داد جرم (Charge Sheet)

پر ڏسو ! سيد قطب جي انهيءَ صحيح اسلامي دعوت جو مطلب مصر جي حڪمرانن اهو ورتو تہ هو ماڻهن کي وقت جي حڪومت خلاف ڀڙڪائي رهيو آهي. ڳالهہ ڀري نہ آهي، سيد صاحب جن بہ خيالن کي بيان فرمايو آهي، پڙهندڙن کي ڪتاب جي اڀياس ڪان پوءِ، انهن جي سچي سڌ پئجي ويندي. تنهن ڪري هتي ڪتاب جي مضمونن کي ورجائڻ جي ڪا ضرورت نہ آهي.

باقي ڪتاب جي مختلف حوالن سان جيڪا فرد جرم (Charge Sheet) تيار ڪئي وئي آهي، انهي کي هوبهو نقل ٿو ڪجي. اها فرد جرم هٿيار بند فوجن جي ميگزين (مجلة القوات المسلحة) جي نمبر ۴۴٦ آڪٽوبر ١- سال ١٩٦٥ع ۾ شائع ٿي آهي ۽ هي اهوئي وقت هو جڏهن سيد قطب جي خلاف فوجي ٽربيونل ۾ ڪيس هلي رهيو هو. انهيءَ ميگزين ۾ ڀرپائين تہ سيد قطب کي باغي ۽ غدار ڪوٺيو ويو آهي، ۽ مٿانئس الزام اهو مڙهيو ويو آهي تہ مصر جي اندر هو وڏي پئماني تي گڙ ٻڙ ڪرڻ چاهي پيو ۽ مصر جي حڪمرانن، ايڪٽرن ۽ ايڪٽريائين جي مارائڻ جي اسڪيم تيار ڪري رهيو هو. ليڪن بعد ۾ انهيءَ ميگزين، ڏوهن کي ثابت ڪرڻ لاءِ ”معالم في الطريق“ جي عبارتن کي پنهنجي دليل ۾ پيش ڪيو آهي. انهيءَ ۾ لکيو ويو آهي تہ ”مصنف (سيد قطب) جي اها دعويٰ آهي تہ مغرب ۾ جمهوريت جو قريب قريب ڏيوالو نڪري چڪو آهي. تنهن ڪري هن ۾ باقي اهڙي ڪا جوت ڪا نہ رهي آهي، جيڪا انسانيت جي خدمت ۾ پيش ڪري سگهجي. مارڪسزم جي باري ۾ هن جو رايو اهو آهي تہ اوڀرندي ڪيمپ جو اهو نظريو بہ هينئر شڪست کائي

رهيو آهي. انسان جي فطرت ۽ انجي ضرورتن سان انهيءَ جي
ڪشمڪش هلي رهي آهي. اهو نظريو صرف لتاڙيل ۽ زبون
ماحول جي اندر اوسر وٺي سگهي ٿو. انهيءَ کان بعد ايڪ
پنهنجو هي فيصلو ڏئي ٿو ته هينئر انسانيت کي نئين اڳواڻي
جي ضرورت آهي. جيڪا مادي تهذيب کي انسانيت جو شرف
ڏيئي، انهيءَ کان به وڌيڪ شاندار ۽ مضبوط بڻائي جيترو ڪم
اڳواٽ يورپ جي تيز ذهن ڪيو آهي. هو چئي ٿو: "هينئر
يورپ جي علمي تحريڪ به پنهنجو ڏونڪو وڄائي چڪي آهي.
انهيءَ ارڙهين ۽ اڻويهين صديءَ ۾ پنهنجي چوٽي ڪئي آهي.
هينئر انهيءَ وٽ به زندگيءَ جي جوت ڪا نه رهي آهي. اهوئي
حال وطني ۽ قومي نظرين جو آهي. انهيءَ حالت ۾ مسلمان
مات جي وجود کي طاقت وٺائڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو نه
رهيو آهي. ابهڙن خيالن پيش ڪرڻ کان پوءِ ليکڪ (سيد قطب)
هي دعويٰ ٿو ڪري ته اڄ جهالت جي سيلاب دنيا کي ٻوڙي
ڇڏيو آهي. انهيءَ جهالت دنيا ۾ الله جي اقتدار ۽ الله جي
حاڪميت، جيڪا الله جي خاص صفت آهي، تنهن تي ناجائز
قبضو ڪيو آهي."

فوجي گزيٽ ۾ سيد قطب تي وڌيڪ الزام هن ريت هنيو ويو آهي:

"معالم في الطريق جو ليکڪ قرآن کي عقيدي جو
سرچشمو قرار ڏئي ٿو ۽ لکي ٿو ته اسانجو فرض آهي ته اسين
جاهل معاشري جي قبضي کان ڇوٽڪارو حاصل ڪريون. نه انهيءَ
سان ڪنهن ناهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون ۽ نه ان سان
وفاداري جهڙي ڪا روش هلون. اسانجي اصل مشن اها آهي ته
جاهل نظام کي پاڙون پٽي ڇڏيون. تنهن ڪري اسان کي
پنهنجي اصولن ۽ نظرين ۾ ذري برابر به ڪا تبديلي نه آڻڻ
گهرجي ۽ نه جاهل نظام سان ڪهڙي به وقت سودي بازي

ڪرڻ لاءِ صرف سوچيو ٻه وڃي. انهيءَ مهم کي پوري ڪرڻ لاءِ اسان کي وڏيون ڳريون قربانيون ڏيڻيون پونديون."

"انهيءَ فيصلي کان پوءِ ليکڪ (سيد قطب) ڪيترا طريقا بيان ڪري ٿو جي عام ڪوٺ ٿو ڏئي ته انهيءَ انساني اقتدار جي خلاف انقلاب برپا ڪريو، جنهن الله تبارڪ و تعاليٰ جي خاص صفت مٿان ناجائز قبضو ڪيو آهي. هن جو بيان آهي ته محمد (صلي الله عليه و سلم) به عرب قوميت جي تحريڪ کي قائم ڪري عربن کي پنهنجي چوڌاري گڏ ڪري پئي سگهيو ۽ عربن جي ڪسيل علائقن کي سامراجي سلطنتن (رومن ۽ پرشين امپائر) کان آزاد ڪرائڻ لاءِ انهن ۾ قومي جذبو ڀڙڪائي ٿي سگهيو، ليڪن اهو رستو صحيح ڪونه هو ته دنيا رومي ۽ فارسي طاغوتن جي چڪ مان نڪري عربي طاغوت جي چنبي ۾ گرفتار ٿي وڃي."

"طاغوت جو مطلب هر اهو معبود آهي جيڪو الله کان سواءِ هجي. طاغوت جو لفظ بت خانن لاءِ به استعمال ۾ ايندو هو. انهيءَ سمجهاڻي مطابق طاغوت "گمراهي جي ابن" ۽ خدا جي اقتدار تي قبضي حاصل ڪرڻ وارن لاءِ استعمال ڪيو ويو."

"مصنف (سيد قطب رحه) جو بيان آهي ته رسول الله (صلي الله عليه و سلم) اسلام جو پيغام کڻي آيو هو. انهي وقت عربي معاشري جي حالت ڏاڍي بڇڙي ٿي چڪي هئي. دولت جي ورهاست ۽ عدل ۽ انصاف جو نظام ڏانوان ڏول ٿي چڪو هو. تمام ٿورا دولت مند، مال ۽ ڌن تي قبضو ڄمايون ويٺا هئا ۽ وياج جي ڪاروبار تي ڏينهون ڏينهن وڏيڪ شاهوڪار ٿيندا پئي ويا. باقي ملڪ جي ماڻهن وٽ بک ۽ سڃائي کانسواءِ ڪجهه به ڪين هو. انهيءَ تي ليکڪ هي ڳالهه بيان ڪري

ٿو ته معاشري جي اهڙي خراب صورت ڪي صرف الله تبارڪ و تعاليٰ جي طرفان عطا ڪيل انصاف واري نظام ذريعي بهتر ڪري سگهجي ٿو. ڇو ته پروردگار عالم جي در ڪانسواءِ انهن دردن جو دارون ٻئي ڪنهن به در ڪينهي. هو وڌيڪ چئي ٿو ته معاشرو اهڙو قائم ٿيڻ گهرجي جيڪو دولت جي ورهاست بابت الله تعاليٰ جي فيصلن کي پنهنجي دل جي خوشيءَ سان قبول ڪري ڇو ته انهن ۾ انصاف آهي. انهيءَ صورت ۾ جيڪڏهن اسلام پنهنجي دعوت جي شروعات قومي نعري يا ڳنڍيل تحريڪ جي بنياد تي ڪري ها ته خالص خداوندي نظام قائم نه ٿي سگهي ها."

فوجي گزيٽ ۾ سيد قطب تي وڌيڪ هي الزام آهي ته:

"ليڪ جو هي نظريو آهي ته عام ماڻهن جو عقيدو اهڙو مضبوط هجي، جو انجي بنياد تي هڪ زبردست جاندار معاشرو تمام ٿوريءَ ويرم اندر اڀري اچي. هڪ ٻي جاءِ تي هو لکي ٿو ته جنهن جهالت سان رسول الله (صلي الله عليه وسلم) جو واسطو پيو هو اهو هڪ "ڏلهو نظريو" نه هو پر هڪ تازو توانو معاشرو هو ۽ انسانن جي گردن انهيءَ معاشري جي ليڊرشپ جي آڏو جهڪيل هئي. تنهن ڪري سچي زندگي صرف الله تعاليٰ جي واسطي هئڻ گهرجي ۽ انسان پنهنجي زندگيءَ جي ڪنهن به معاملي ۾ ڪهڙي به ريت پنهنجي خود مختياري سان ڪوبه فيصلو نه ڪن. انهي کان سواءِ، جاهل معاشري جي جاءِ هڪ طاقت ور ۽ تندرست معاشري کي والارڻ گهرجي، جيڪو پنهنجي مزاج ۽ اصول جي لحاظ کان جاهل معاشري کان جدا، ۽ پنهنجي پيرن تي بيٺل هجي. نه صرف ايترو پر ان جي ان سان ڪا مشابهت به نه هجي ۽ انهي نئين معاشري جون واڳون هڪ نئين ليڊرشپ جي هٿ ۾ هجن. رسول الله

صلي الله عليه وسلم جن جيستائين هن دنيا کي رونق بخشي ته اها اڳواڻي صرف سندن ئي ذات مبارڪ لاءِ خاص هئي ۽ پاڻ سڳورن کان پوءِ هر اهو ماڻهو اهو بار پنهنجي ڪلهن تي کڻي سگهي ٿو جيڪو انسان ذات کي الله جي الوهيت، حاڪميت، اقتدار ۽ شريعت جي آستاني تي، وڃي جهڪائي. جيڪو ماڻهو هن ڳالهه جي شاهدي ڏئي ته الله کانسواءِ ڪو به ڪارساز نه آهي ۽ محمد (صلي الله عليه وسلم) الله جو رسول آهي، اهو جهالت واري جاندار معاشري کان پنهنجا سڀ لڳ لاڳاپا ٽوڙي دل ۽ دماغ جي صفائي سان اسلامي معاشري اندر پير پائي، اهڙي طرح هو جاهل ليڊرشپ کان به پنهنجو ناتو ٽوڙي پوءِ اها جادوگرن، جوڳين، ڪاهنن، ڏيڻ پڙهندڙن يا نجومين جي مذهبي ليڊرشپ هجي، جهڙي طرح مڪي جي قريش کي حاصل هئي. مسلمان معاشرو پڌري پٽ هڪ کليل معاشرو هوندو آهي. انهيءَ ۾ هر نسل، قوم ۽ هر رنگ ۽ زبان جا ماڻهو شامل ٿي سگهن ٿا. تنهن ڪري ”اسلامي تهذيب“ ڪڏهن به صرف ”عربي تهذيب“ يا ”قومي تهذيب“ نه هئي پر اها هميشه اسلامي ۽ نظرئي واري تهذيب هئي.“

فوجي ٽولي سيد قطب کي هن جرم ۾ به ڏوهي ٺهرايو ته:

”ليڪ هي به تسليم ٿو ڪري ته الله تعاليٰ پنهنجي رسول کي حڪم ڏنو آهي ته جيڪو لڙائي ڪرڻ لاءِ سنبري اچي انهيءَ سان لڙائي ڪريو ۽ جيڪو جنگ کان هٿ ڪڍي وڃي ته اوهان به جنگ بند ڪردو پر انهيءَ سان گڏوگڏ ليکڪ هن ڳالهه جي به پرچار ڪري ٿو ته اسلام صرف پنهنجي بچاءَ ۾ جهاد نه ڪيو آهي، پر اسلام پهرئين ئي ڏينهن کان هن اصول جي تعليم ڏني آهي ته مڙني نظامن ۽ حڪومتن کي پاڙئون پٽيو وڃي جيڪي انسان مٿان انسان جي حڪومت قائم

کن ٿا. اسلام جي غالب اچڻ کان پوءِ ماڻهن کي هن ڳالهه جي آزادي نه ملندي ته هو پنهنجي مرضيءَ سان دين بدلائيندا وتن."

سيد قطب کي هن الزام ۾ به ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو ته:

"ليڪ قرآن جي آيتن جي روشنيءَ ۾ ثابت ڪيو آهي ته اسلامي معاشري کي قائم ڪرڻ جي راهه ۾ ڪي دنيوي رڪاوٽون آڏو اچن ته انهن کي طاقت جي ذريعي هٽائڻ ضروري آهي. ليڪ اها هڪ گهوبي هنئي آهي. قرآن جي جن آيتن جي هن مدد ورتي آهي، اهي خدا جي راهه ۾ جنگ ڪرڻ جي دعوت ڏين ٿيون نه قتل ۽ خونريزي لاءِ. ليڪن تڏهن به ليڪ ور ور ڪري ڪيترين جڳهين تي "طاقت" جو لفظ استعمال ڪيو آهي ۽ هو هر پيري انهيءَ جو هي مطلب بيان ڪري ٿو، "رڪاوٽن کي دور ڪرڻ."

"موجوده وقت ۾ چالو نظام جو خاتمو" "باطل قانونن جي پڄائي." هو چوي ٿو ته جيڪڏهن الله تعاليٰ هڪ خاص وقت تائين مسلمانن کي جهاد ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو هو ته اها پروگرام جي ضرورت هئي، قطعي حڪم نه هو. ليڪ هر حڪمران کي "خدا جو شريڪ" ڪوٺي ٿو ۽ انسان جي انفرادي حقن جي زبردست پٺڀرائي ڪري ٿو. (انهيءَ باري ۾ ليڪ العدالة الاجتماعية ۾ تفصيل سان بحث ڪيو آهي.")

"ٻئي طرف ليڪ هي ڳالهه بيان ڪري ٿو ته اهو معاشرو جنهن ۾ عوام جي عام زندگي، مشوري ۽ چونڊ جي بنياد تي قائم ٿيل هجي ته اهو سڌريل ۽ مهذب معاشرو آهي، ليڪن جنهن معاشري جو بنياد ماڻهن جي آزاد مشوري تي ٻڌل نه هجي ته اهو معاشرو ٻئي پيل آهي، يا اسلامي اصطلاح ۾ اهو جاهل معاشرو آهي."

هي آهي اها فرد جرم ( Charge Sheet ) جيڪا سيد قطب شهيد تي لڳائي ويئي آهي ۽ انهي ڪي "معالم في الطريق" مان ڳڻ ڪيو ويو آهي ۽ انهيءَ مان هن ڳالهه جي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي ته انهيءَ ڪتاب ۾ سيد قطب انقلاب جي اسڪيم پيش ڪئي آهي ۽ پنهنجي ڀيڻ، ڀائرن ۽ دوستن جي مدد سان هن انهيءَ اسڪيم تي عمل ڪرڻ ٿي چاهيو.

## سيد قطب شهيد ۽ سيد ابوالاعليٰ مودودي

مصر جي ماهنامي "الڪاتب" جيڪو مصر جي ڪميونسٽن جو پرچارڪ آهي، تنهن سيد قطب ۽ سندس دوستن خلاف فوجي ڪيس هلندي هڪ تفصيلي مضمون شايع ڪيو هو.

انهيءَ مضمون جو عنوان آهي:

"اخوان المسلمون جي تشدد وارن نظرين جو اصل مرڪز." مضمون جي شروعات ۾ چيو ويو آهي:

"فوجي ٽربيونل انهيءَ ڳالهه تي به بحث ڪيو آهي ته "المعالم في الطريق" ڪهڙي فڪر جي اثر هيٺ لکيو ويو آهي. هڪ موقعي تي ٽربيونل جي صدر سيد قطب کان سوال ڪيو ته:

"ڇا تو هي خيال ابوالاعليٰ مودودي جي ڪتابن تان نقل نه ڪيا آهن؟".

سيد قطب وراڻيو:

"مان مولانا مودودي جي ڪتابن مان مدد ورتي آهي."

عدالت جي طرف کان وري هي سوال ڪيو ويو:

"تنهنجي دعوت ۽ ابوالاعليٰ مودودي جي دعوت ۾ ڪهڙو فرق آهي؟"

سيد قطب وراڻيو:

”کو بہ فرق نہ آهي.“

انهيءَ کان بعد مضمون لکندڙ جيڪو مصر جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو خاص ميمبر آهي لکي ٿو تہ ”اسلامي اتحاد جو نظريو برطانوي بيلڪي راڄ ۽ آمريڪي سامراج جو گھڙيل آهي ۽ انهيءَ کي ۱۹۴۷ع کان وٺي اشتراڪيت جي خلاف استعمال ڪيو پيو وڃي. انهيءَ نظرئي جي ”جنم ڀومي“ پاڪستان آهي. پاڪستان ۾ ئي پيدا ٿي اهو نظريو وڌيو ويجهيو آهي. مودودي انهيءَ ئي ملڪ ۾ رهي ٿو. سعيد رمضان (اخوان جو اڳواڻ) بہ ڪيترن سالن تائين پاڪستان ۾ رهيو آهي. تنهن ڪري اها ڪا اچرج جهڙي ڳالهہ نہ آهي تہ اخوان المسلمون جي تحريڪ کي سينٽو جي طرفان مالي مدد ڏني ويئي آهي ۽ هيءَ بہ ڪا نرالي ڳالهہ نہ آهي تہ سامراج ٽئين سنڌين ٿي وڙي هٿ ٺوڪيو هٿيار استعمال ڪري رهيو آهي. يعني مذهب جو استحصال ۽ ”اسلامي فوجي معاهدي“ جو بنياد وجهڻ. انهن مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ سامراج جو اصل سهارو انهن ملڪن جون دقيانوسي نظرين واريون طاقتون آهن ۽ اهي ٻاڻ ۾ گڏجي سڏجي وطن پرستن ۽ اشتراڪي طاقتن کي ختم ڪرڻ چاهين ٿيون.“

انهيءَ پٺاڙ کان پوءِ مضمون لکندڙ اها دعويٰ ڪئي آهي تہ سيد قطب، مولانا مودودي جي فڪر ۽ نظرئي جي چوري ڪئي آهي ۽ اهڙي فڪر کي پنهنجي ڪتاب ”معالم في الطريق“ ۾ سمايو آهي. مضمون نگار پنهنجي انهيءَ دعويٰ کي ثابت ڪرڻ لاءِ پهريائين سيد ابوالاعليٰ مودودي ۽ جماعت اسلامي جي تاريخ بيان ڪئي آهي ۽ انهي کان پوءِ سيد قطب شهيد ۽ سيد ابوالاعليٰ جي نظرئي ۽ فڪر جي ڀاڻ ۾ پيٽ ڪئي آهي. هو لکي ٿو تہ سيد قطب پنهنجي ڪتاب ۾ ”حاڪميت“

۽ ”جهالت“ ۽ اهڙي قسم جا جيڪي ٻيا اصطلاح استعمال ۾ آندا آهن، اهي مولانا مودودي جي فڪر تان ورتا ويا آهن، جن کي مولانا مودودي تمام گهڻي عرصي کان استعمال ۾ ئي ڪندو آيو آهي. تنهن ڪري مضمون نگار انهيءَ جي ثابتيءَ ۾ مولانا مودودي جي ڪيترن ڪتابن جهڙوڪ ”اسلامي قانون“، ”دعوت اسلامي اور اس ڪي مطالبات“، ”اسلامي تحريڪ ڪي اخلاقي بنياد ين“، ”مسلمانون ڪا ماضي، حال اور مستقبل“، ”اسلام ڪا نظام حيات“ وغيره مان ڊگها ڊگها حوالا پيش ڪيا آهن. اهڙي ريت اهو به چيو ويو آهي ته ”عورت“ ۽ ”پردي“ ۽ ”ذاتي ملڪيت“ جي باري ۾ سيد قطب جا جيڪي نظريا آهن اهي به مولانا مودودي جي فڪر جو عڪس آهن. وڌيڪ لکي ٿو ته عورت جي باري ۾ جيڪو نظريو مولانا مودودي جو آهي، انهي آڌار تي سيد قطب قاهره جي ايڪٽرن ۽ ايڪٽريائين کي ختم ڪرڻ چاهي پيو. مضمون جي ليکڪ سڄي بحث کان پوءِ پڇاڙيءَ ۾ هي نتيجو ڪڍيو آهي ته سيد قطب جو ڪتاب ”معالم في الطريق“ در حقيقت مولانا مودودي جي لکڻين جي شرح ۽ تفسير آهي ۽ چيو آهي ته ”معالم في الطريق جو هڪ لفظ به اهڙو نه آهي جنهن جو بنياد مولانا مودودي جي لکڻين ۾ نه هجي. فرق صرف ايترو آهي ته مودودي سچار آهي ۽ سيد قطب ور وڪڙ کانئي ڳالهه ڪري ٿو.“

بهرحال هيءُ ڪتاب پڙهندڙن جي هٿن ۾ آهي. باقي رهي اها ڳالهه ته سيد قطب ۽ سيد مودودي جي نظرين ۽ سوچ ۾ هڪجهڙائي آهي ته انهيءَ ۾ ڪهڙو اچرج آهي؟ جو ته جيڪو به شخص صاف دماغ، خلوص ۽ دل جي روشنيءَ سان قرآن ۽ حديث جي بي انت بحر جي غواصي ڪندو ته منجهس بلڪل هيرن

۾ جواهرن سان ائين ٽمٽار ٿي ويندو جهڙيءَ ريت سلف صالحين اها منزل ماڻي هئي. يا جهڙي ريت اڄ سيد مودودي، سيد قطب شهيد ۽ ٻيا حق جا ڳولائو انهيءَ سچي راهہ جو ڏس ڏيئي رهيا آهن.

و آخر دعوانا ان الحمد للّٰہ رب العالمين!

خليل احمد حامدي - اڇره لاهور
١- مارچ ١٩٦٨ع



بسم الله الرحمن الرحيم

إِنَّ الَّذِينَ قَالُوا رَبُّنَا اللّٰهُ ثُمَّ اسْتَقَامُوا تَتَنَزَّلُ عَلَيْهِمُ الْمَلَائِكَةُ أَلَّا تَخَافُوا وَلَا تَحْزَنُوا وَأَبْشِرُوا بِالْجَنَّةِ الَّتِي كُنْتُمْ تُوعَدُونَ (٣٠) نَحْنُ أَوْلِيَاؤُكُمْ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَفِي الْآخِرَةِ وَلَكُمْ فِيهَا مَا تَشْتَهِي أَنْفُسُكُمْ وَلَكُمْ فِيهَا مَا تَدَّعُونَ (٣١) نُزُلًا مِّنْ غَفُورٍ رَّحِيمٍ (٣٢) (حٰم السجده: ٣٠ کان ٣٢)

ترجمو:- ” جن ماڻهن چيو ته الله اسانجو پالڻهار آهي. ۽ پوءِ هو انهيءَ تي ڄميا رهيا، (ته پوءِ) پڪ ئي پڪ انهن تي فرشتا نازل ٿيندا آهن (۽ انهن کي چوندا آهن) ته ڊڄو نه ڪڙهو، ۽ جنت جي انهيءَ بشارت کان خوش ٿي وڃو، جنهن جو اوهان سان واعدو ڪيو ويو آهي. اسين دنيا جي هن زندگيءَ ۾ به اوهان سان گڏ آهيون ۽ آخرت ۾ به، اتي اوهان جيڪي ڪجهه چاهيندؤ اوهان کي ملندو، ۽ هر اها شئي جنهن لاءِ توهان چاهت ڏيکاريندؤ اها توهانجي هوندي، هي نعمتون انهيءَ هستيءَ جي طرفان آهن جيڪو غفور رحيم آهي.“

چون می گویم مسلمانم بلرزم
که دانم مشکلاتِ لا إلٰه را

(اقبال رحه)

ميں ظلمتِ شب ميں لي کي نکلون گا اپني درمانده کاروان کو
شر رفشان هوگي آه ميري، نفس ميرا شعله بار هوگا.
(اقبال رحه)

يه شهادت گهه الفت ميں قدم رکهنا هے
لوگ آسان سمجهتي هيں مسلمان هونا

(اقبال رحه)

بسم الله الرحمٰن الرحيم

مصنف جا پيش لفظ

# انسان ذات جي ويچاري حالت

اج انسانيت دوزخ جي ڪنڌيءَ تي اچي بيٺي آهي، انهيءَ جو اهو سبب نه آهي ته زبردست تباهي متانئس لامارا ڏيئي رهي آهي، ڇو ته اهو خطرو صرف هڪ ظاهري ڳالهه آهي، اصل مرض صرف اهو نه آهي. ڏٺو وڃي ته انسانيت جي انهيءَ ويچاري حالت جو اصل ڪارڻ اهو آهي ته سندس اڳوائي جوت بخشيندڙ انهن نظرين جي هٿ ۾ نه رهي آهي، جن جي ياچي ۾ انسانيت نه صرف پنهنجو شرف حاصل ڪري ٿي پر ترقيءَ جي منزل به مائي ٿي. اج خود مغربي تهذيب نه پنهنجي روحاني دولت جو جهڙيءَ ريت ڏيوالو ڪڍيو آهي، اهو خود اهل مغرب جي مثان به چڱيءَ ريت ظاهر ٿي چڪو آهي. جنهن جي نتيجي ۾ اج هنن وٽ انسانيت جي رهنمائي لاءِ ڪوبه تعريف جوڳو اصول ۽ نظريو نه رهيو آهي. نه صرف ايترو پر مغربي تهذيب جو معاشرو روحانيت کان ايترو دور نڪري چڪو آهي، جو هن وٽ پنهنجي وجود کي جائز ثابت ڪرڻ لاءِ به ڪو دليل ۽ بنياد نه رهيو آهي جنهن مان پيو ڪجهه نه ته هو صرف پنهنجي ضمير کي ئي مطمئن ڪري سگهي ها. مغرب ۾ جمهوريت سنڌ تي چڪي آهي، جنهن جي نتيجي ۾ مغرب مشرقي نظرين ۽ فڪر ۽ زندگيءَ جي نظام جي سامهون ڪر ڪڍي ڪانه ٿي سگهي، جيڪي سو انهيءَ جي آڏو پيچ لتڪائي رهي آهي. جنهن جو هڪ زنده مثال اهو آهي ته سوشلزم جي آڙ ۾ مغربي تهذيب اوپرندي ڪئمپ جي اقتصادي نظرين جو وڏو اثر قبول ڪندي پئي وڃي.

ٻئي طرف خود مشرقي ڪئمپ جو حال به ڏاڍو ڪوئرو آهي. مشرق جي اجتماعي نظرين تي نظر ڦيرائجي ته انهن ۾ مارڪسزم مڙيوئي اڳيرو آهي. شروع شروع ۾ هن نظرئي مشرقي دنيا ۾ خود مغرب جي هڪ وڏي تعداد کي ڏاڍو متاثر ڪيو. انهيءَ ڪاميابي جو صرف اهو سبب هو ته مارڪسزم صرف هڪ نظريوئي نه هو پر انهيءَ هڪ عقيدي جي دعويٰ به پئي ڪئي. پر هينئر هڪ فڪر جي لحاظ کان مارڪسزم جي به ميس مري چڪي آهي ۽ جيڪڏهن هينئر اهو چيو پيو وڃي ته مارڪسزم هڪ اهڙي رياست جو نظام بڻجي چڪي آهي، جنهن جو مارڪسزم سان ڪو به واسطو نه آهي، ته انهيءَ ۾ ڪو به وڌاءُ نه آهي. مجموعي لحاظ کان هي نظريو انساني فطرت جو ضد ثابت ٿيو آهي. ڇو ته انهيءَ جي اصولن جو انسان جي فطرت ۽ انجي ضرورتن سان ٽڪر پئي رهيو آهي. هي نظريو صرف لٿاڙيل ۽ زبون ماحول ۾ ئي ترقي حاصل ڪري سگهي ٿو. يا انهيءَ لاءِ وري اهو ماحول سازگار ٿي سگهي ٿو جيڪو هڪ ڊگهي عرصي تائين ڊڪٽيٽر شپ هيٺان دٻجي دٻجي انهيءَ سان هري مري ويو هجي. ليڪن هينئر ته انهيءَ قسم جي پيڙيل ۽ چٿيل ماحول ۾ به انهيءَ جو مادي پرستي وارو اقتصادي تجربو ناڪام ٿي رهيو آهي. هونءَ ڏٺو وڃي ته صرف اهو ئي هڪ سبب آهي جنهن تي انهيءَ نظرئي جي پوري عمارت اڏيل آهي ۽ جنهن تي ڪيس ناز حاصل آهي. جيتوڻيڪ روس اشتراڪي نظرئي اختيار ڪرڻ وارن ملڪن جو مهاڏو آهي ليڪن انهيءَ جي اناج جي پيداوار ڏينهون ڏينهن گهٽ ٿيندي پئي وڃي. حالانڪ زار جي دور ۾ به روس واڌارو اناج پيدا ڪندو پئي رهيو. پر هينئر هو پنهنجي لاءِ ٻين ملڪن کان اناج حاصل ڪري رهيو آهي ۽ گرهه حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي سون جي

محفوظ ذخيرن کي وڪڻڻ لاءِ به مجبور ٿي ويو آهي. انهيءَ
جو ڪارڻ اهو آهي ته روس جي ”گڏيل ڪڙمت“ وارو متو
ناڪام ٿي چڪو آهي. پر چوڻ ٿي ائين گهرجي ته اهو نظام
جيڪو انسان جي فطرت خلاف آهي انهيءَ کي پنهنجي هٿان
پاڻ شڪست نصيب ٿي رهي آهي.

## نئين اڳواڻيءَ جي ضرورت

انهن حالتن جي روشنيءَ ۾ هن ڳالهه کي مڃڻ کان سواءِ
ٻي ڪا واٽ نه آهي ته هينئر انسانيت هڪ نئين اڳواڻي جي
محتاج آهي. هن وقت تائين انسانيت جي اڳواڻيءَ جون واڳون
مغرب جي هٿن ۾ هيون، پر هاڻي انهيءَ اڳواڻي کي زوال نصيب
ٿي رهيو آهي ۽ جيئن ته آءٌ مٿي عرض ڪري چڪو آهيان
ته انهيءَ اڳواڻي جي زوال جو سبب اهو نه آهي ته مغربي تهذيب
مادي لحاظ کان سڃي ٿي چڪي آهي، يا اقتصادي ۽ فوجي
لحاظ کان ڏتڙجي وئي آهي. پر انهيءَ جو اصل ڪارڻ اهو آهي
ته مغرب جي انسان جو پلاند زندگيءَ کي جوت بخشيندڙ انهن
نظرين کان خالي ٿي چڪو آهي جنهن جي سهاري تي هن پنهنجي
سر مٿان اڳواڻي جو تاج پهريو هو. اهو ئي ڪارڻ آهي جو زمين
جي سيني تي هن جو سڄو رول ختم ٿي چڪو آهي ۽ هينئر
هڪ اهڙي اڳواڻي جي سخت ضرورت محسوس ڪئي پئي وڃي
جيڪا هڪ طرف انهيءَ مادي ترقي جي حفاظت به ڪري ۽
اڃا پاڻ انهيءَ ۾ واڌارو آڻي جيڪا يورپ جي زبردست قابل
۽ تخليقي هوشياري جي نتيجي ۾ حاصل ٿي آهي ۽ ٻئي طرف
انسان ذات کي اهڙي ڪامل، مڪمل ۽ پلارن نظرين سان سينگاري
ڇڏي جن کان انسان جو علم اڄ سوڌو واقفيت حاصل ڪري
نه سگهيو آهي ۽ گڏوگڏ انسانيت کي اهڙي سونهين دڳ لائي
سگهي جيڪو انسان جي فطرت سان ٺهڪي اچي ۽ انهيءَ جو

مضبوط بنياد سچائي ۽ حقيقت تي قائم هجي ........ اهو زندگي بخشيندڙ قدر ۽ اڻ لڀ نظام حيات صرف اسلام جي دامن ۾ آهي. اسلام کان سواءِ ڪنهن ٻئي هنڌ انهيءَ آب حيات جي ڳولا اجائي آهي.

"علمي ترقي جي تحريڪ" به پنهنجو ڏونڪو وڄائي چڪي آهي. انهيءَ تحريڪ جي شروعات سورهين صدي عيسوي ۾ علمي بيداري پيدا ٿيڻ سان ٿي چڪي هئي. ارڙهين ۽ اڻويهين صديءَ ۾ اها تحريڪ ڪمال حاصل ڪري چڪي هئي، مگر هيٺئر انهيءَ وٽ به زندگيءَ جي دردن جو ڪو دارون ڪونه رهيو آهي.

انهن مڙني وطني ۽ قومي نظرين جو به هيٺئر دامن خالي ٿي چڪو آهي، جن مٿي بيان ڪيل نظرين جي اثر هيٺ انهيءَ دور ۾ منهن ڪڍيو هو. اهي هاڻي ڪابه چال هلي نه ٿا سگهن. مطلب ته هڪ هڪ ڪري انهن سڀني اجتماعي ۽ انفرادي نظرين پنهنجي ناڪاميءَ جو اعلان وڏي واڪ ڪري ڇڏيو آهي.

## اسلام - انسانيت جو آڌار

انهيءَ نهايت نازڪ، وايون ٻتال ڪندڙ ۽ آئيءَ ويل ۾ تاريخ جي اسٽيج تي هيٺئر اسلام ۽ مسلمان ملت جو وارو ورڻو آهي. اسلام موجوده سائنسي ترقي جو مخالف نه آهي. اتلندو هو ته اهڙي ترقي لازمي فرض قرار ڏئي ٿو. زمين تي خدا جي خليفي هجڻ جو بار سندس ڪلهن تي رکندي، ٻهرئين ئي ڏينهن کيس ٻڌايو ويو هو ته دنيا اندر رهي مادي ترقي ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻڻ ان جو ٻهريون فرض آهي. تان جو انهيءَ کان به اڳتي وڌي ڪجهه پابنديون لڳائي اسلام مادي ترقي ڪرڻ واري عمل کي خدا جي عبادت جو درجو ڏئي ٿو، ۽ انهيءَ لاءِ اها پڻ تعليم ڏئي ٿو ته جيئن ته انساني زندگي کي سک نصيب ڪرڻ

لاءِ مادي ترقي ضروري آهي تنهن ڪري انهيءَ ڏس ۾ پير پوئتي نہ پون گهرجي، الله تبارڪ و تعاليٰ جو ارشاد آهي:

وَ اِذ قال ربڪ لِلملائڪة انّي جاعلٌ في الارض خليفة.
( بقره : ٣٠ )

ترجمو:- ۽ ياد ڪريو جڏهن تنهنجي رب فرشتن کي چيو تہ: آءٌ زمين ۾ هڪ خليفو پيدا ڪرڻ وارو آهيان.

هڪ ٻئي هنڌ ارشاد آهي:

وما خلقت الجن والانس الا ليعبدون

ترجمو:- ۽ مان جنن ۽ انسانن کي پيدا نہ ڪيو آهي مگر انهيءَ لاءِ تہ هو منهنجي بندگي ڪن.

الله تعاليٰ جنهن مقصد لاءِ مسلمان امت کي کڙو ڪيو آهي هينئر اهو وقت مٿان اچي بيٺو آهي، تہ مسلمان امت پنهنجي انهيءَ مقصد ۽ وجود کي پورو ڪري ڏيکاري. انهيءَ باري ۾ پروردگار عالم فرمائي ٿو:

ڪنتم خير امة اخرجت للناس تأمرون
بالمعروف و تنهون عن المنكر وتؤمنون بالله
( آلِ عمران : ١١٠ )

ترجمو:- توهان دنيا ۾ سڀ کان ڀلي جماعت آهيو، جنهن کي ماڻهن جي هدايت لاءِ ميدان ۾ لاٿو ويو آهي، توهان نيڪي جو حڪم ڏيندا آهيو، بدي کان روڪيندا آهيو ۽ توهانجو الله تي ايمان آهي.

هڪ ٻي جڳهہ تي خدا جو حڪم آهي:

و كذالك جعلنا كم امة وسطا لتكونو شهداء
علي الناس ويكون الرسول عليكم شهيداً
( بقرة : ١٤٣ )

ترجمو :- ۽ اهڙيءَ طرح اسان توهانکي هڪ وچين امت بڻايو آهي ته جيئن توهان دنيا جي ماڻهن تي شاهد هجو ۽ رسول توهان تي شاهد هجي.

## اسلام پنهنجو رول ڪيئن ادا ڪري سگهي ٿو

اسلام پنهنجو رول انهيءَ وقت تائين ادا ڪري نه ٿو سگهي جيستائين هو هڪ معاشري جي صورت ۾ زمين جي سيني تي موجود نه هوندو. ٻين لفظن ۾ اسلام انهيءَ وقت پنهنجو صحيح رول ادا ڪري سگهندو، جڏهن هن جي پوئلڳن جي هڪ باقاعدي امت ۽ قوم موجود هوندي. دنيا ڪهڙي به دور ۾، خاص طرح هن دور ۾ ڪڏهن به اهڙي خالي خولي نظرئي ڏانهن ڌيان ڪونه ڏيو آهي جنهن جي بنياد تي ڪا جيئري جاڳندي سوسائٽي تعمير ٿيل نه هجي. انهيءَ لحاظ کان اسين، هي ڳالهه چئي سگهون ٿا ته ڪيترين صدين کان مسلمان امت جو "وجود" دنيا جي نظرن کان غائب ٿي چڪو آهي. ڇو ته مسلمان مات، ڪنهن ملڪ جو نالو نه آهي، جتي اسلام پئي موجود رهيو آهي ۽ نه ڪنهن اهڙي "قوم" جو نالو آهي، جنهن جي ابن ڏاڏن ڪنهن زماني ۾ اسلامي نظام جي حڪمرانيءَ هيٺ پنهنجيون زندگيون بسر ڪيون هيون. پر ان جي خلاف مسلمان ملت انهيءَ انساني جماعت جو نالو آهي، جنهن جا طور طريقا، عادتون ۽ اطوار، فڪر ۽ نظريا، قانون ۽ قاعدا، قدر ۽ ڪسوٽي، اقرار ۽ انڪار غرض ته سڀ اصول صرف ۽ صرف اسلامي نظام جي هدايت واري سرچشمي مان فيض حاصل ڪن ٿا.

ياد رهي ته انهن خوبين، وصفن ۽ امتياز جي مالڪ هوندي مسلمان ملت دنيا ۾ پنهنجي شان سان موجود رهي آهي. ليڪن جنهن ڏينهن کان روءِ زمين تي خداوندي شريعت ۽ الاهي اقتدار کي قائم ڪرڻ واري فرض کان گوشو ڪيو ويو

آهي ، انهيءَ ڏينهن کان اها مثالي ۽ شاندار مسلمان ملت روءِ زمين تي گهولي کانئ تي ليي، ليڪن اڄ جيڪڏهن اسلام کي وري پنهنجو رول ادا ڪرڻو آهي جنهن لاءِ انسانيت واجهه وجهي رهي آهي تہ پوءِ، اهو بالڪل لازمي آهي تہ پهريائين مسلمان ملت جي وجود کي بحال ڪري، وري انهيءَ مسلمان ملت کي اڳوڻي شان سان نئين سر زنده ڪيو وڃي، جيڪا ڪيترن نسلن جي بار هيٺان دبي پيئي آهي، جيڪا غلط نظرين جي ڏوڙ ۾ لٽجي ويئي آهي، جيڪا هٿ ٺوڪين نظرين ۽ روايتن جي اندر دفن ٿي ويئي آهي، ۽ جيڪا انهن باطل قانونن ۽ دستورن جي ڍيرن هيٺان ڇپيائجي ويئي آهي جنهن جو اسلام ۽ اسلامي نظام سان ڪو پري جو بہ واسطو نہ آهي. مگر انهن سيني حقيقتن جي باوجود، اها "مسلم ملت" انهيءَ خوش فهمي ۾ مبتلا آهي تہ انهيءَ جو وجود قائم ۽ دائم آهي ۽ نام نهاد "عالم اسلامي" سندس مرڪز آهي.

مان هن ڳالهہ کان بہ بيخبر نہ آهيان تہ دين کي ازسرِ نو زنده ڪري بحال رکڻ جي ڪوشش ۽ اڳواڻي حاصل ڪرڻ واري ڪوشش جي وچ ۾ وڏي وٿي موجود آهي. هوڏانهن مسلمان ملت جو اهو حال آهي جو هوءَ پنهنجي اصل "وجود" کي تمام گهڻي عرصي کان وساريو ويٺي آهي، ۽ تاريخ جي اسٽيج تان هو ڪافي زماني کان رخصت ٿي چڪي آهي. غير حاضري جي انهي وڏي عرصي دوران انسانيت جي اڳواڻيءَ جي تاج تي مختلف نظرين، روايتن، قانونن ۽ قومن پئي قبضو ڪيو آهي. هي اهو دور هو جنهن ۾ يورپ جي خداداد ذهن، سائنس، ڪلچر قانون ۽ مادي پيداوار جي ميدان ۾ اهي حيرت انگيز ڪارناما انجام ڏيئي ڏيکاريا آهن، جن جي نتيجي ۾ هينئر انسانيت مادي ۽ سائنسي ترقيءَ ۾ پنهنجي آخري ڪمال کي ڇهي رهي آهي. تنهن

ڪري انهن ڪاميابين يا ڪاميابين جي موجدن سان آسانيءَ سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي نہ ٿو سگهجي. خاص طرح انهيءَ حالت ۾ جڏهن زمين جو اهو حصو جنهن کي ”اسلامي دنيا“ جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو، انهن سائنسي ايجادن کان قريب قريب خالي آهي ........... ليڪن انهن تمام حقيقتن جي باوجود اسلام جي تحريڪ کي از سر نو زنده ڪرڻ تمام ضروري آهي. اسلامي تحريڪ کي ٻيهر بيدار ڪرڻ واري شروعاتي ڪوشش ۽ ”انسانيت جي امامت“ حاصل ڪرڻ واري ڪوشش جي وچ ۾ ڪٿي ڪيترو نہ ڏگهو فاصلو ڇو نہ هجي، ۽ انهيءَ راه ۾ ڪٿي ڪيترا نہ ڏونگر ۽ ڏاگهہ هجن تڏهن بہ اسلامي تحريڪ کي از سر نو زنده ڪرڻ واري ڪم کي نظر انداز ڪري نہ ٿو سگهجي. اهو تہ انهي راه جو پهريون ڏاڪو آهي جنهن کان سواءِ قافلو اڳتي روان دوان نہ ٿي سگهندو.

## دنيا جي امامت لاءِ ڪهڙي لازمي صلاحيت هئڻ گهرجي

اسانکي پنهنجي دل ۽ دماغ جي صفائي سان هي ڳالهہ پوريءَ ربت تڪي توري معلوم ڪرڻ گهرجي تہ مسلمان ملت دنيا جي امامت حاصل ڪرڻ جو فرض انجام ڏيئي سگهي ٿي. اهو انهيءَ ڪري ضروري آهي تہ جيئن اسين اسلامي تحريڪ کي وري زنده ڪرڻ واري فرض ادا ڪرڻ جي لاءِ اڳواٽ ئي انهن صلاحيتن جي تفصيل ڄاڻڻ ۽ سڃاڻپ حاصل ڪرڻ ۾ ڪنهن غلطي جو شڪار نہ ٿي وڃون.

”مسلمان ملت“ اڄ هن ڳالهہ تي نہ قدرت رکي ٿي ۽ نہ هن لاءِ اها ڳالهہ گهربل آهي تہ هو انسانيت جي آڏو سائنسي ۽ مادي ايجادن جي ميدان ۾ اهڙا حيرت انگيز ڪارناما ۽ ڪرامتون انجام ڏئي جو انهن کي ڏسي ماڻهو هن جي پيرين

ہوڻ لڳن، ۽ اهڙيءَ طرح هو پنهنجي انهيءَ مادي ترقيءَ جي معرفت هڪ دفعو وري دنيا جي اڳواڻي جون واڳون پنهنجي ڪنٽرول ۾ آڻي. يورپ جو خداداد ذهن انهيءَ ڊوڙ ۾ گهڻو اڳڀرو ٿي چڪو آهي، ۽ اتڪل روءِ ايندڙ ڪجهه صدين تائين هن ٻانهه جي ڪاٻه اميد رکي نه ٿي سگهجي ته يورپ جي مادي ترقي جي برابر ترقي حاصل ڪري سگهبي يا انهيءَ کان وڌيڪ ڪاميابي ٿي سگهي ٿي.

تنهن ڪري اسان کي ڪنهن ٻي صلاحيت جي ضرورت آهي. اهڙي صلاحيت جنهن کان موجوده تهذيب جي جهولي خالي آهي. پر انهيءَ جو اهو مطلب هرگز نه آهي ته مادي ترقي واري ڪم کي بالڪل نظرانداز ڪيو وڃي. جيڪي سو انهيءَ معاملي ۾ به پوري جدوجهد ۽ سخت محنت سان ڪم ڪرڻ ضروري آهي، ليڪن هي نظريو آڏو رکي اهو ڪم انجام نه ڏنو آهي ته موجوده حالت ۾ دنيا جي امامت حاصل ڪرڻ لاءِ صرف اهوئي هڪ طريقو رهجي ويو آهي. پر هي خيال رکي انهيءَ ڪم ڏانهن ڌيان ڏنو آهي ته اها مادي ترقي اسانجي وجود کي باقي رکڻ لاءِ هڪ اڻ ٽر شرط آهي، ۽ خود اسلام جيڪو انسان کي زمين جي خلافت جو وارث قرار ڏئي ٿو ۽ ڪجهه خاص شرطن هيٺ خلافت واري ذميداري کي خدا جي عبادت ۽ انسان جي پيدا ڪرڻ جو اصل مقصد سمجهي ٿو اهو خود انسان لاءِ مادي ترقي کي لازم چائي ٿو.

”انسانيت“ جي اڳواڻي حاصل ڪرڻ لاءِ مادي ترقي کان سواءِ ڪا ٻي صلاحيت گهربل آهي ۽ اها صلاحيت صرف اهو عقيدو ۽ زندگيءَ جو نظام ٿي سگهي ٿو جيڪو انسانيت کي هڪ طرف هي موقعو ڏئي ته هو ٿيل زبردست سائنسي ترقي کي محفوظ ڪري، ۽ ٻئي طرف اهو عقيدو انسان جي

فطري ضرورتن ۽ مسئلن کي هڪ نئين سوچ مطابق اهڙي تہ شاندار نموني حل ڪري آساني پيدا ڪري، جهڙي ريت موجوده مادي ذهن زبردست سائنسي ترقي ڪئي آهي، ۽ انهي ڪان اڳتي وڌي اهو عقيدو ۽ زندگيءَ جو نظام عملي طرح هڪ جاندار انساني معاشري جي شڪل اختيار ڪري، يا ٻين لفظن ۾ اهو معاشرو مسلمان ”ملت“ جو نمائندو هجي.

## موجوده دور جي جهالت

موجوده انساني زندگي جا قانون ۽ قاعدا جن غلط بنيادن تي تعمير ڪيا ويا آهن انهن ڪي ڏسجي ٿو تہ صاف معلوم ٿئي ٿو تہ اڄ سڄي دنيا ”جهالت“ جي ڪاري ڪن ۾ وڪوڙي پئي آهي. انهيءَ ”جهالت“ جو رعب تاب بہ اهڙو آهي جو حيرت‌انگيز مادي سهوليتون، عيش آرام ۽ آسائشون ۽ زبردست ايجادون بہ هن جي بڇڙائي کي گهٽ يا هلڪو ڪري ڪونہ ٿيون سگهن. انهيءَ جهالت جي محلن جو بنياد ئي هن ڳالهہ تي قائم ڪيو ويو آهي تہ پرور دگار عالم جي اقتدار اعليٰ تي قبضو ڪري الله تعاليٰ جي حاڪميت کان بغاوت ڪئي وڃي، جيڪا رب تعاليٰ جي خاص صفت آهي، جنهن جي نتيجي ۾ انهيءَ جهالت ”حاڪميت“ جون واڳون انسان جي حوالي ڪري ڇڏيون آهن ۽ ڪجهہ ماڻهن کي ٻين ماڻهن مٿان ” ارباباً من دون‌الله “ جو درجو بخشي ڇڏيو آهي. انهيءَ جهالت اهو ڪم ڪنهن سادي سودي طريقي سان نہ ڪيو آهي جهڙي طرح قديم جهالت جي زماني ۾ اهو ڪم پنهنجي ڀرئين مرحلي ۾ هو. اهو ڪم وڏي ٺٺ ٺانگر ۽ انهيءَ دعويٰ سان ڪيو آهي تہ پنهنجو پاڻ صرف انسانن کي ئي اهو حق حاصل آهي تہ هو پنهنجي اصولن ۽ فڪرن کي پاڻ جنم ڏين، شريعت ۽ قانون جوڙين ۽ زندگيءَ جي جدا جدا راهن لاءِ جيڪو طريقو چاهين اختيار ڪن، ۽ انهيءَ سلسلي

۾ هو هن ڳالهه جي ڪابه غرض نه ٿا رکن ته اهو معلوم ڪن ته الله تبارڪ و تعاليٰ انساني زندگيءَ جي رهنمائي لاءِ ڪهڙو نظام ۽ دستور ڏنو آهي، ڪهڙي هدايت نازل ڪئي آهي ۽ ڪيئن نازل ڪئي آهي. انهيءَ باغي انساني اقتدار ۽ حڪمراني واري چڙ واڳ نظرئي کي اختيار ڪرڻ جي نتيجي ۾ الله جل جلاله جي مخلوق ظلم ۽ ستم جي چڪيءَ ۾ پيسجي رهي آهي جنهن جي ڪري اشتراڪي نظامن جي اوٽ ۾ انسانيت کي جهڙيءَ ريت ذليل ڪيو پيو وڃي، يا سرمائيدار نظامن جي حدن اندر ڏن جي پوڄا ۽ بدڪاريءَ جي ڍونڍ انسانن، قومن سان جيڪي لٽ ڪاندارينڊز ڪلور ڪيا آهن، دراصل اهي سڀ انهيءَ بغاوت جو نتيجو آهن، جيڪا هن زمين جي تختي تي خدا جي مقابلي ۾ اختيار ڪئي وئي آهي. الله تعاليٰ انسان کي جيڪو شرف ۽ شان عطا ڪيو آهي، انسان انهيءَ کي پنهنجي پيرن سان پاڻ لتاڙي هيٺر تباهيءَ جو منهن ڏسي رهيو آهي.

## اسلام ۽ جهالت جو بنيادي اختلاف

انهيءَ باري ۾ صرف اسلام جو نظام ئي نرالي خوبين جو علمبردار آهي. اسلامي "نظام حيات" کان سواءِ اوهان جنهن به نظام کي چاهيندؤ ته اوهان ڏسندؤ ته انهيءَ ۾ هڪ انسان ٻئي انسان جي آڏو ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ عبادت ڪندو پيو نظر ايندو. ان جي خلاف صرف اسلام ئي هڪ اهڙو زندگيءَ جو نظام آهي، جنهن ۾ انسان پاڻ جهڙن انسانن جي بندگيءَ کان جند ڇڏائي صرف اڪيلي خدا جي بندگي ۽ پوڄا لاءِ خاص ٿي وڃي ٿو، صرف رب جي حضور مان هدايت ۽ نيڪيءَ جو نور حاصل ڪري ٿو ۽ صرف انهيءَ پالڻهار جي آڏو پنهنجو ڪنڌ نمائي ٿو.

اهو ئي نقطو آهي جتي اسلام ۽ جهالت جي زندگيءَ جي

راهن جا پيچرا جدا جدا ٿي وڃن ٿا. هي آهي اهو نئون ۽ نرالو زندگيءَ جو تصور جنهن کي اڄ اسين انسانيت جي خدمت ۾ پيش ڪري سگهون ٿا. اهو تصور انساني زندگي جي مڙني عملي طريقن کي سونهين واٽ ڏيکاري سگهي ٿو، اهوئي اهو اڻ کٽ خزانو آهي جنهن کان انسانيت جو دامن خالي آهي. انهيءَ ڪري ته هن سلسلي ۾ مغربي تهذيب سنڌ ٿي چڪي آهي........ ۽ يورپ جون حيرت انگيز سائنسي کوجنائون به پوءِ ڪٿي مغربي يورپ هجي يا مشرقي انهيءَ آملهه مائڪن جي کاڻ کي ڳولڻ ۾ ناڪام ويون آهن.

هيءَ ڳالهه اسين پوري دعويٰ سان چئون ٿا ته اسين هڪ اهڙي "نظام حيات" (Code of Life) جا داعي آهيون جيڪو هر لحاظ کان ڪامل، مڪمل، نرالو ۽ ممتاز آهي. سڄي انسان ذات انهيءَ اڻ کٽ خزاني جي فيض کان محروم آهي. پين مادي صنعتي کوجنائن وانگر انهيءَ دولت کي تلاش ڪرڻ جي سگهه ڪنهن ۾ به نه آهي. ليڪن جيئن اسان اڳوات عرض ڪيو آهي ته انهيءَ خدائي فيض جا گڻ انهيءَ وقت تائين به پڌرا ٿي نه ٿا سگهن جيستائين انهيءَ کي عملي زندگيءَ جي سانچي ۾ نه وڌو ويندو. تنهن ڪري اهو ضروري آهي ته هڪ امت پيدا ٿئي جيڪا باقاعدي عمل ڪري انهيءَ اسلامي معاشري جو جيئرو جاڳندو نمونو دنيا جي آڏو پيش ڪري. اهو مقصد تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن ڪنهن به اسلامي ملڪ ۾ اسلامي تحريڪ کي زنده ڪرڻ واري ڪم کي جوش ۽ جذبي سان شروع ڪيو وڃي. دين جي احياءَ لاءِ اها ڪوشش ڪرڻ انهيءَ ڪري اڻ ٽر آهي جو هاڻي نه سهي ليڪن زبردست ۽ لڳاتار محنت جي نتيجي ۾ اهو ڏينهن ضرور ايندو جڏهن

انسانيت جي امامت تي قبضو انهيءَ ئي تحريڪ کي حاصل
ٿي ويندو.

## دين جي احياء جو ڪم ڪيئن ٿيڻ گهرجي

هينئر سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته اسلام کي وري اُڀوٽي
اوج تي پهچائڻ لاءِ مهم جي شروعات ڪيئن ڪئي وڃي؟ انهيءَ
جو مختصر جواب اهو آهي ته جلد بلند ارادي ۽ حوصلي وارن
ماڻهن جي هڪ اهڙي جماعت وجود ۾ اچي جيڪا انهيءَ عظيم
فرض کي سر انجام ڏيڻ جو بار پنهنجن ڪلهن تي کڻي ۽ پوءِ
لڳاتار پنهنجي منزل طرف تيز تيز ڳامون هڻندي وڌندي رهي
۽ جهالت جي انهيءَ بي انت سمنڊ جي سيني کي چيريندي
پنهنجو رستو ٺاهيندي اڳتي هلندي رهي جنهن جي آويڙن سڄي
دنيا کي وڪوڙي ڇڏيو آهي. پنهنجي سفر جي دوران انهيءَ
جماعت کي انهيءَ جهالت جي طوفان جي اثر کان پاڻ کي
پاسيرو به رکڻو آهي ۽ هڪ طرح سان واسطو به رکڻو آهي.
ننڍين حوصلي واري انهيءَ جماعت کي جنهن منزل تائين پهچڻو
آهي انهيءَ لاءِ ضروري آهي ته ڪيس پنهنجي راه جي نشانن ۽
منزل جي پوري ڄاڻ هجي، جيئن انهن کي ڏسي هو پنهنجي
مهم جي مزاج ۽ طبيعت، پنهنجي فرض جي حقيقت ۽ اهميت،
پنهنجي مقصد جي تڙپ ۽ انهيءَ وڏي مسافري جي پورڻين ٿي
نشان کي سڃاڻي سگهي. نه صرف ايترو پر انهيءَ جماعت کي
هن ڳالهه جو شعور به هئڻ گهرجي ته انهي عالمگير جهالت جي
مقابلي ۾ هن جو ڪهڙو رويو ۽ نظريو آهي؟ ڪهڙن ڪهڙن
اصولن جي آڌار تي هوءَ پين ماڻهن کي پاڻ سان شامل ڪري
۽ ڪهڙن سببن جي ڪري انهن کان جدا ٿي وڃي. انهيءَ
کي اها ڄاڻ به هجي ته خود منهن ۾ ڪهڙيون خوبيون ۽ صلاحيتون ڪهڙيون
آهن ۽ چوطرف موجود جهالت ڪهڙن، خوبين، عادتن ۽ خصلتن

سان هٿيار بند ٿي بيٺي آهي؟ ڪيس اها به سڌ هئڻ گهرجي ته هو جاهل دنيا کي اسلام جو پيغام ڪهڙيءَ ريت ڏئي ۽ انهيءَ سان ڪهڙين ڳالهين ۽ مسئلن تي بحث ڪيو وڃي؟ ۽ پوءِ ڪيس هن ڳالهه جو به علم هئڻ گهرجي ته هوءَ انهن سيني مسئلن ۽ سوالن کي حل ڪرڻ لاءِ ڪيئن ۽ ڪٿان رهنمائي حاصل ڪري؟

واضح هئڻ گهرجي ته انهيءَ حق جي راهه جي نشانن ۽ منزلن جي سڃاڻپ اسلامي عقيدي جي اصلي، بنياد جي روشنيءَ ۾ حاصل ڪئي ويندي. انهيءَ اصلي بنياد مان اسانجو مطلب قرآن حڪيم آهي ۽ قرآن حڪيم جي بنيادي تعليم جي نور مان روشني حاصل ڪري انهيءَ راهه جي منزلن ۽ نشانن جو پتو لڳائي سگهبو. يا وري اهو تصور انهيءَ باري ۾ رهنمائي ڪندو جيڪو قرآن حڪيم صحابهٔ ڪرام جي انهيءَ سڳوري جماعت جي دلين تي نقش ڪري ڇڏيو هو. الله تعاليٰ انهيءَ بي مثال جماعت جي ذريعي زمين جي سيني تي پنهنجي حڪمت ۽ قدرت جا اهڙا ڪرشما ڏيکاريا جو انسان دنگ رهجي ويو، ۽ هڪ دفعي ته انهي چوندبل جماعت انساني تاريخ جو وهڪرو ڦيرائي انهيءَ طرف ڪري ڇڏيو، جنهن کي الله تبارڪ و تعاليٰ قبوليت جو شرف بخشي پسند فرمايو هو.

## منتظر حقيقت

مان هي ڪتاب انهيءَ جماعت لاءِ لکيو آهي جيڪا اڄ انساني تاريخ جي وهڪري کي وري سونهين ڏيڻ لاءِ لائيندي. انهيءَ جماعت کي آءٌ ”منتظر حقيقت“ ڪري ڄاڻيندو آهيان. هن ڪتاب جا چار باب منهنجي تفسير ”في ظلال القرآن“ تان ورتا ويا آهن. جن ۾ موضوع جي خيال کان مان ڪجهه گهٽ وڌائي ڪئي آهي. هن مقدمي کان سواءِ مان اٺ باب

مختلف وقتن ۾ قلمبند ڪيا آهن. قرآن حڪيم جي پيش ڪيل ربّاني "نظريہ حيات" ۾ غور ۽ فڪر جي دوران مختلف وقتن تي منهنجي آڏو جيڪي حقيقتون ظاهر ٿيون آهن انهن کي مان قلمبند ڪري ڇڏيو آهي. جيتوڻيڪ منهنجا اهي خيال اوهان کي ڇڙوڇڙ ۽ ڪنڊرڙل نظر ايندا، مگر هڪڙي ڳالهہ انهن سڀني ۾ موجود ملندي ۽ اها هيءَ تہ اهي خيال "معالم في الطريق" (منزل جا نشان) هوندا. ظاهر آهي تہ هر رستي جا ڏس پنڌ ائين ئي هوندا آهن. بهرحال اهي گذارشون "معالم في الطريق" جي پهرين قسط آهن، ۽ اميد آهي تہ جهڙيءَ ريت الله تعاليٰ مونکي هن ڪتاب پيش ڪرڻ جي توفيق ڏني آهي، انهيءَ موضوع تي چند ٻين مجموعن جي پيش ڪرڻ جي توفيق بہ نصيب ٿيندي. (۱)

---

(۱) واضح رهي تہ سيد صاحب پنهنجي انهيءَ پاڪ ارادي جو تعبير ڏسي نہ سگهيو. سوريءَ جي سڏ تي لبيڪ چئي هو هميشه لاءِ امر بڻجي ويو اهڙيءَ ريت "معالم في الطريق" هن شهيد جي آخري تصنيف ثابت ٿي.

# پهريون باب

## لاثاني نسل
## جنهن کي قرآن تيار ڪيو

پاڻ مسلمان سڏائيندڙن کي اسلامي تاريخ جو هڪ اهم باب خاص طرح آڏو رکڻ گهرجي. ڇو ته اهو باب اسلام جي دعوت ڏيڻ واري طريقي تي ڏاڍو گهرو ۽ بنيادي اثر وجهي ٿو. تنهن ڪري اهو ضروري آهي ته اسلامي حڪومت جا علمبردار پوءِ ڪٿي هنن جو ڪهڙي به ملڪ ۽ زماني سان تعلق هجي، انهن لاءِ اهو لازمي آهي ته تاريخ جي انهيءَ موڙ کان پليءَ پٽ سونهان هجن. ڇو ته انهيءَ باب جي اڀياس مان اها ڳالهه معلوم ٿئي ٿي ته قرآن جي دعوت هڪ زماني ۾ اهڙو انساني نسل تيار ڪيو هو جنهن جهڙو مثال پوري اسلامي تاريخ ته ڇا........ سڄي انساني تاريخ ۾ اڻ لڀ آهي. منهنجو انهيءَ مان مطلب حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جا صحابي سڳورا آهن. انهيءَ نسل کان پوءِ تاريخ جي سيني تي اسلامي دعوت جي نتيجي ۾ انهيءَ قسم ۽ ڪردار جي جماعت وري پيدا ڪين ٿي آهي. جيتوڻيڪ تاريخ جي هر دور ۾ انهي ڪردار وارا ماڻهو ته برابر ملن ٿا، ليڪن اهين ڪڏهن به نه ٿيو آهي ته زمين جي ڪهڙي ٿي ٽڪر ۾ جهجهي انداز ۾ انهيءَ نموني ۽ ڪردار جا ماڻهو اچي گڏ ٿيا هجن. جهڙيءَ ريت

اسلام جي شروع واري دور ۾ اچي ڳئي نيا هئا. هيءَ هڪ پڌري حقيقت آهي جنهن جي شاهدي تاريخ جا ورق ڏيئي رهيا آهن. ڏٺو وڃي ته انهيءَ حقيقت جي گهرائيءَ ۾ هڪ راز سمايل آهي. اسانکي انهيءَ پڌري حقيقت جون اکيون ڦاڙي اڀياس ڪرڻو آهي ته جيئن انهي راز تائين رسائي حاصل ڪري سگهون.

## صحابي سڳورن کان پوءِ اهڙي لاثاني جماعت وجود ۾ ڇو نه آئي؟

اسلام جي دعوت ۽ هدايت جنهن پاڪ ڪتاب ۾ موجود آهي اجهو اسانجي هٿن ۾ آهي. انهيءَ ڪتاب کي ڪٿي پيش ڪرڻ واري هستي ........ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي تعليم حديث مبارڪ ۽ پاڪ سيرت اڄ به اسانجي نگاهن جي آڏو اٿين موجود آهي، جيئن انهيءَ پهرين اسلامي جماعت جي نگاهن جي آڏو هئي. جنهن جهڙو تجلو وري انساني اک پسي ڪانه سگهي. فرق صرف ايترو آهي ته انهيءَ وقت رسول الله صلي الله عليه وسلم پنهنجي سِر پاڻ انهيءَ سڳوريءَ جماعت جي اڳوائي ڪري رهيا هئا ۽ هاڻي هينئر اها صورت نه آهي. ليڪن ڇا انهي ئي سبب ڪري وري اهڙي تنظيم وجود ۾ اچي ڪانه ٿي سگهي ۽ جيڪڏهن رسول الله صلي الله عليه وسلم جي مبارڪ وجود جو اسلام جي دعوت ڏيئي انهيءَ کي ڪامياب ڪرڻ تائين موجود رهڻ اڻ آر هجي ها ته الله تعاليٰ اسلام کي هرگز عالمگير دعوت ۽ سڄي انسان ذات جو دين مقرر نه ڪري ها ۽ نه انهيءَ کي ماڻهن لاءِ آخري پيغام جو درجو ڏئي ها ۽ نه اهو فرمايو وڃي ها ته قيامت جي ڏينهن تائين انسان ذات کي جيڪي به ڏک ڏولاوا ۽ مسئلا پيش ايندا، انهن مڙني دردن جو دارون صرف اسلام وٽ ئي موجود هوندو. پاڻ رهي ته قرآن حڪيم جي حفاظت جو ذمو

الله تبارڪ و تعاليٰ پاڻ ڪئڻ فرمايو آهي. انهيءَ ڪري ته اهو عليم ۽ خبير ڄاڻي ٿو ته اسلام رسول الله ﷺ کان پوءِ به برپا ٿي سگهي ٿو ۽ پنهنجي برڪتن سان انسانن کي آسائتو ڪري سگهي ٿو. جيئن جو اسلام جي دعوت ڏيندي جڏهن ٢٣ ورهيه گذري ويا ۽ اسلامي تحريڪ پنهنجو اوج ۽ ڪمال حاصل ڪيو ته الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي پيغمبر ﷺ کي پنهنجي حضور ۾ رحمت جي ڀاڪي ۾ گهرائي ورتو ۽ پاڻ ڪريم جن کان پوءِ پروردگار عالم انهيءَ دين کي رهندڙ دنيا تائين جاري ۽ نافذ ڪري ڇڏيو. تنهن ڪري رسول الله ﷺ جي برقعي متاڻ سبب ائين نه ٿو چئي سگهجي ته اهڙي مثالي جماعت وري پيدا ٿي نه ٿي سگهي.

## مثالي جماعت جي وري پيدا نه ٿيڻ جو پهريون سبب

ته پوءِ اسانکي ڪنهن ٻئي سبب جي تلاش ڪرڻ گهرجي انهيءَ سلسلي ۾ اسانکي آب حيات جي انهيءَ چشمي ڏانهن واجهه. وجهڻو پوندو جنهن مان پهرئين اسلامي نسل اسلام جو فهم ۽ شعور حاصل ڪيو. شايد انهيءَ ۾ ڪو ڦيرو اچي ويو هجي. انهيءَ طريقي جي به جاچ ڪئي وڃي جنهن مطابق انهيءَ نسل تربيت حاصل ڪئي هئي، ٿي سگهي ٿو انهيءَ ۾ ڪا تبديلي اچي وئي هجي ..........۔

واضح رهي ته جنهن پاڪ ۽ پوتر چشمي مان صحابهؓ ڪرام جي اوچي شان واري جماعت سڳوري پنهنجي اڃ اجهائي هئي ...... اهو صرف قرآن هو. رسول الله ﷺ جون حديثون ۽ تعليم انهيءَ چشمي مان ڦٽندڙ نار هئا. جيئن جو ام المؤمنين حضرت عائشه رضي الله تعاليٰ عنه کان هي پڇيو ويو ته حضور ﷺ جو اخلاق مبارڪ ڪهڙو هو؟ ته بيبي صاحبه وراڻيو هو.

"ڪان خلقه القرآن"

( پاڻ ڪريم جو اخلاق قرآن جو زنده نمونو هو )
مطلب ته قرآن مجيد ئي اهو واحد سرچشمو هو جنهن مان صحابهٔ ڪرام ڍاپندا هئا. اهو ئي اهو سانچو هو، جنهن ۾ انهن جون زندگيون گهڙجي تيار ٿيون هيون. انهيءَ مان ئي هو هر طرح جو فيض حاصل ڪندا هئا. انهن هدايت حاصل ڪرڻ لاءِ صرف قرآن کي انهيءَ ڪري ڪافي نه سمجهيو هو ته انهيءَ وقت دنيا ۾ ڪنهن بي تهذيب ۽ تمدن ۽ ثقافت جا آثار موجود نه هئا. يا علمي تحقيقون ۽ سائنسي ڪمال موجود ڪونه هئا. حقيقت هي آهي ته اهي سڀ شيون اڪيچار شڪلين ۾ موجود هيون. مثال طور رومي تهذيب موجود هئي، رومي علم ۽ حڪمت ۽ رومي قانون ۽ نظام جو ڏونڪو وڄي رهيو هو جيڪو اڄ به يورپ جي تهذيب جي پيڙه آهي يا گهٽ ۾ گهٽ موجوده يورپ انهيءَ جو ترقي ڪيل روپ آهي. يوناني تهذيب جو ڇڏيل ورثو به منطق ۽ فلسفي ۽ ادب ۽ فن جي رنگ ۾ موجود هو جيڪو اڄ به مغربي تهذيب جي فڪر ۽ نظر جو مرڪز آهي. عجمي تهذيب ۽ تمدن، عجمي آرٽ، سند س شاعري انهيءَ جي روايتي ادب ۽ عقيدن ۽ حڪومت جي چرخن جو چؤطرف چوپول هو. پيون به ڪيتريون تهذيبون ”جزيرةالعرب“ جي اوس پاس ۽ پريرو موجود هيون. مثال طور هندي تهذيب ۽ چيني تهذيب، رومي ۽ عجمي پنهي تهذيبن جا وهڪرا جزيرةالعرب جي لڳ ڏکڻ ۽ اتر ۾ موجون هڻي رهيا هئا. انهيءَ کان سواءِ يهودي ۽ عيسائي قومون خود جزيرةالعرب جي دل ۾ آباد هيون. تنهن ڪري اسين محسوس ٿا ڪريون ته اسلام جو پهريون مبارڪ نسل يعني صحابي سڳورن دين جي سمجهه حاصل ڪرڻ خاطر صرف قرآن مجيد جي نور مان پنهنجين زندگين کي منور ڪرڻ کي ڪافي ۽ شافي ڄاتو. هتي اهو انهيءَ ڪري نه ڪيو

نہ ڪو هو تهذيب ۽ تمدن ڪان ڪورا هئا يا هنن ڪي علم ۽ فڪر جي ڄاڻ ڪانہ هئي. پر هنن قرآن مجيد کي هڪ سوچيل سمجهيل نظرئي ۽ اڳواٽ سوچيل رٿ پٽاندڙ ڪافي سمجهيو هو. انهيءَ ڳالهہ جو دليل خود پيغمبر ﷺ جي هڪ عمل مان ملي ٿو. پاڻ ڪريم جن هڪڙي گهڙي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي هٿن ۾ تورات جا چند ورق ڏٺا پاڻ اهو ڏسي ناراض ٿيا ۽ فرمايائون:

” وانہ‘ والله لو ڪان موسيٰ حيابين اظهر ڪم ماحل لہ الاان يتبعني “

يعني:- خدا جو قسم جيڪڏهن موسيٰ بہ توهان وٽ موجود هجي ها تہ منهنجي ئي اطاعت ڪري ها. (راوي حضرت جابر - حافظ ابو يعليٰ انهيءَ روايت کي حماد ۽ شعبي جي سند سان روايت ڪيو آهي).

انهيءَ واقعي مان صاف ظاهر آهي تہ رسول الله ﷺ چاهي واٽي اسلام جي انهيءَ اول نسل کي جيڪو پنهنجي تربيت جي ابتدائي دور مان گذري رهيو هو. سختيءَ سان اها هدايت ڪئي تہ هو صرف هڪڙي ئي چشمي مان فيض حاصل ڪري ...... ۽ اهو هو قرآن حڪيم پاڻ ڪريم جن جي اصل مرضي اها هئي تہ صحابہ جي دلين جون دريون صرف قرآن مجيد لاءِ کليل هجن ۽ انهيءَ جي پڌايل راه مطابق پنهنجي زندگيءَ کي مڪمل طرح سنوارين. اهو ئي سبب آهي جو جڏهن پاڻ ڪريم جن حضرت عمر رضي الله عنه کي ڏٺو تہ هو قرآن کان سواءِ ڪنهن ٻي شيءِ ڏانهن ڌيان ڌري رهيو آهي، تہ سندن منهن مبارڪ ڪاوڙ وچان ڳاڙهو ٿي ويو. ڏٺو وڃي تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن هڪ اهڙو نرالو ۽ بي مثال نسل تيار ڪرڻ چاهين پيا جنهن جي دل ۽ دماغ بالڪل اڇو اجرو ۽ پاڪ هجي. جنهن جو احساس ۽ شعور صاف هجي ۽ جنهن جي تعمير ۾ قرآن جي ڏسيل مسالي ڪان سواءِ ٻيو ڪوبہ سامان استعمال ٿيل نہ هجي.

انهي نسل يا جمعيت کي انساني تاريخ جي نرالي ۽ بي مثال تنظيم سمجهيو ويو آهي. انهيءَ جو سبب اهو آهي ته دين جي سمجهه صرف هڪڙي ئي ذريعي مان حاصل ڪئي. مگر پوءِ جيڪي دور آيا انهن ۾ اها صورت پيدا ٿي ته انهي پاڪ ۽ صاف چشمي ۾ ٻين چشمن جو گند سند به اچي شامل ٿيو. تنهن ڪري ايندڙ نسلن جنهن چشمي تي پنهنجو دارو مدار رکيو انهيءَ جو اهو حال هو جو انهيءَ ۾ قصن، ڪهاڻين روايتن، يوناني فلسفي ۽ منطق، پراڻن عجمي آکاڻين ۽ قصن، اسرائيلي روايتن، مسيحي فلسفي ۽ ٻين مذهبن جا رهيل کهيل عقيدا ۽ اثر به اچي ٻيتجي چڪا هئا. جنهن جي نتيجي ۾ قرآن حڪيم جي اصل مطلب ۽ سمجهاڻيءَ تي انهن مڙني نظرين جو اولڙو پيو. علم الڪلام تي اثر پيو ۽ فقه ۽ اصول فقه جي دائري اندر به اهي وهڪرا ٽپي پيا. پهرئين نسل کان پوءِ جيترا نسل ايندا ويا انهن انهيءَ گڏ سڏ چشمي ڏانهن پيڙو پئي رکيو. جنهن جو نتيجو وچي اهو ظاهر ٿيو ته صحابهءِ ڪرام جهڙي ڪامل ۽ خالص ڪردار ۽ صورت واري جماعت وري زمين تي ڪا نه ظاهر ٿي. ۽ اسين هي ڳالهه ڪنهن شڪ ۽ شبهي کان سواءِ چئون ٿا ته پوءِ پيدا ٿيندڙ نسلن ۽ پهرئين مبارڪ نسل جي وچ ۾ جيڪو پڌرو فرق نظر اچي ٿو انهيءَ جو اصلي ڪارڻ اهوئي آهي ته بعد ۾ اسلام جي پهرئين نور ۽ هدايت واري آب حيات ۾ ڌارين نظرين ۽ اڪيچار فڪرن جي ميرن ميرن چشمن اچي پالوٽ ڪاڏي، جن مان ڪجهه بابت اسان مٿي اشارو ڏيئي آيا آهيون.

### ٻيو سبب

انهيءَ اول لاثاني نسل ۽ ٻين نسلن ۾ جيڪو فرق

پيدا ٿيو آهي. انهيءَ جو پيو بہ هڪ بنيادي سبب موجود پئي رهيو آهي.

صحابهؓ ڪرام قرآن مان فيض حاصل ڪرڻ جو جيڪو طريقو اختيار ڪيو هو بعد جي زماني ۾ انهيءَ ۾ بہ تبديلي اچي ويئي. صحابهؓ ڪرام قرآن جي تلاوت ۽ انهيءَ ۾ غور و فڪر انهي غرض لاءِ نہ ڪندا هئا تہ هو پنهنجي معلومات (General Knowledge) وڌائين، يا ادبي ذوق پورو ڪن يا پنهنجي دماغ لاءِ تفريح جو سامان ميڙين. انهن صاحبن مان ڪو بہ ماڻهو انهيءَ مطلب لاءِ قرآن ڪونہ سگهندو هو تہ منهنجي علمي ڄاڻ تمام وڌي وڃي، قانوني ۽ عقلي جي رمزن جي سڃاڻپ ۾ اڳي کان اڳرو ٿيان يا ڪنهن بہ لحاظ کان پنهنجي علم جي رهيل ڪسر کي پورو ڪري ڇڏيان. ان جي خلاف انهيءَ بزرگ جماعت جو هر فرد انهيءَ جذبي تحت پنهنجو پلاند قرآن مجيد جي گوهرن ۽ جواهرن سان پريندو هو تہ هو معلوم ڪري تہ هن جي پنهنجي زندگيءَ جي باري ۾ بادشاهن جي بادشاه ڪهڙيون هدايتون ڏنيون آهن؟ جنهن معاشري جي اندر هو اڪ ڪولي رهيو آهي، انهيءَ جي پوري زندگيءَ جي جوڙجڪ لاءِ هن ڪهڙا حڪم ڏيڻ فرمايا آهن؟ انهيءَ نظامِ حيات جي باري ۾ جنهن جو هو پاڻ ۽ سندس جماعت علمبردار آهي، انهيءَ لاءِ پروردگار عالم ڪهڙا تفصيل نازل فرمايا آهن.

انهيءَ سڄوري برگزيده جماعت جي هر فرد کي جنهن گهڙي خدا جي ڪنهن فرمان کي نافذ ڪرڻ جو حڪم ملندو هو تہ هو فوراً انهيءَ تي عمل ڪرڻ لاءِ اڪيون پوئي ميدان جنگ جي هڪ سپاهي وانگر اٿي ڪڙو ٿيندو هو. هو هڪ ئي واري سان قرآن مجيد جون ڪيتريون سورتون پڙهي ڪونہ ڇڏيندو هو. جو تہ ڪيس ڄاڻ هئي تہ اهڙيءَ طرح سندس هڪاهن

متان هڪڙم ڪيترن ئي فرض ۽ ذمي دارين کي نڀائڻ جو بار اچي پوندو. هو وڌ ۾ وڌ ڏهه آيتون تلاوت ڪري انهن کي حفظ ڪندو هو ۽ پوءِ انهن تي عمل ڪرڻ لاءِ پڙڪو ڪائي اڳيرو ٿيندو هو. اهڙي قسم جي تعليم جي طريقي جو تفصيل اسانکي حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله تعاليٰ عنه جي بيان ڪيل هڪ روايت مان ملي ٿو. (۱)

خدا تعاليٰ جي حڪمن جي فرمانبرداريءَ جي انهيءَ زبردست احساس جي نتيجي ۾ صحابهٔ ڪرام لاءِ نه صرف روحاني لذت ۽ سڪون جي دولت جا دروازا کلي ويا پر علم ۽ عرفات جون اڻ ڳڻيون راهون به انهن لاءِ ڪشاده ٿي ويون. هو جيڪڏهن پنهنجي دماغي فرحت ۽ لطف ۽ عام واقفيت ( General Knowledge ) حاصل ڪرڻ لاءِ قرآن جو اڀياس ڪري ها ته اها اڻ مٽمي روحاني لذت انهن کي هرگز نصيب نه ٿي سگهي ها ۽ هو علم ۽ عرفان جي بي انت بحر کي اڪري پار نه پهچي سگهن ٿا. انهي ڪان سواءِ منجهن فرمانبرداري جي احساس پيدا ٿيڻ ڪري انهن لاءِ فرض جي ادائگي جو ڪم به ڏاڍو آسان ٿي پيو هو. خدا جا حڪم انهن لاءِ بار بڻجڻ جي بجاءِ ڏاڍا هلڪا ۽ سولا ٿي پيا هئا. قرآن جي تعليم انهن جي رڳ رڳ ۾ اهڙيءَ ريت تند تنواري رهي هئي جو انهن جون زندگيون اسلام جو هڪ زنده مثال بڻجي ويون هيون. اهي هڪ اهڙي ثقافت جو عملي نمونو بڻجي ويا هئا جو انهيءَ حد خيالي دنيا ۽ ڪتاب جي ورقن تائين نه رهي هئي پر هڪ اهڙي عملي تحرڪ جي شڪل ۾ نڪري نروار ٿي جنهن انساني زندگيءَ جو رخ بدلائي ڇڏيو.

---

(۱) حضرت عبدالله بن مسعود جي انهيءَ روايت کي حافظ ابن ڪثير پنهنجي تفسير جي مقدمي ۾ نقل ڪيو آهي.

ياد رهي تہ قرآن پنهنجي خزانن جون ڪنجيون صرف انهن ماڻهن کي عطا ٿو ڪري جيڪي اهو احساس ۽ جذبو وٺي سندس خدمت ۾ حاضر ٿين ٿا تہ هو قرآن کي پڙهي ڪڙهي پوء انهي تي پوريءَ ريت عمل ڪندا.

قرآن انهيءَ ڪري نازل ڪونہ ٿيو آهي تہ اهو اهڙو ڪتاب ليکيو وڃي جنهن مان صرف ذهن کي لذت ۽ ذوق کي سڪون ملي، يا ان کي صرف ادبي "شهپارو" قرار ڏنو وڃي، يا انهيءَ کي قصن ۽ ڪهاڻين جو داستان ڄاتو وڃي. جيتوڻيڪ ڪلام الاهيءَ جا مضمون انهن مڙني خوبين سان بہ مالا مال آهي ........ ليڪن رب طرفان نازل ٿيڻ جو سندس اصل مقصد اهو آهي تہ اهو **زندگي جو ڪتاب** هجي، اهو **انسانيت جو اڳواڻ** هجي. هو انسانيت کي اهو ٻڌائڻ آيو آهي تہ مالڪ الملڪ کي زندگيءَ جو ڪهڙو نمونو محبوب آهي. قرآن مجيد انهيءَ ئي مقصد ۽ مطلب جي روشنيءَ ۾ صحابہ ڪرام کي درجي بدرجي هڪ خاص زندگيءَ جي تربيت ڏيندو رهيو ۽ رکي رکي وٽيءَ سان سندس حڪم ۽ هدايتون نازل ٿينديون رهيون. انهيءَ درجي بدرجي تعمير ۽ تربيت واري طريقي کي بيان ڪندي الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

و قرآناً فرقناه لتقراه

على الناس على مُكث و نزلنله تنزيلا

(بني اسرائيل: ١٠٦)

ترجمو:- "۽ هن قرآن کي اسان ٿورو ٿورو ڪري نازل ڪيو آهي جيئن اوهين ترسي ترسي اهو ماڻهن کي ٻڌايو ۽ انهي کي اسان (موقعي موقعي سان) آهستي آهستي نازل ڪيو آهي."

قرآن هڪ ئي پيري نازل نہ ٿيو. پر اسلامي معاشري ۾

جيئن نيون نيون ضرورتون پئدا ٿينديون ويون، ماڻهن جي شعور ۽ فهم ۾ اوسر ۽ ڪشادگي جاءِ والاريندي ويئي عام انساني زندگيءَ ۾ درجي بدرجي ترقي پئدا ٿيندي ويئي، ۽ اسلامي جماعت کي عملي ميدان ۾ جيڪي مسئلا ۽ مشڪلاتون اڏو اينديون پئي ويون انهيءَ مطابق قرآن نازل ٿيندو رهيو. هڪ آيت يا ڪجهه آيتون خاص قسم جي حالتن ۽ واقعن جي نسبت سان نازل ٿينديون هيون ۽ انهن مونجهارن کي اچي حل ڪنديون هيون جيڪي ماڻهن جي دماغن ۾ پيدا ٿيندا هئا. نه صرف ايترو پر انهن حالتن جي ڪيفيت کي به اچي صاف ڪنديون هيون ۽ جن مشڪلاتن ۾ ماڻهو وڪوڙيل هوندا هئا انهن سان منهن ڏيڻ لاءِ آئينده جي واسطي به اڳواٽ رهنمائي ڏئي ڇڏينديون هيون. اهڙي ريت اهي ماڻهن جي، ۽ احساس جي لغزشن ۽ پيش ايندڙ معاملن جي غلطين کي دور ڪري سنئين واٽ ڏيکارينديون هيون. هرهڪ معاملي ۾ انهن جو پنهنجي پالڻهار سان ڳانڍاپو مضبوط ڪنديون هيون ۽ انهن کي پنهنجي پروردگار جي انهن صفتن ۽ ڪمالن جي اچي واقفيت ڏينديون هيون جيڪي هن ڪائنات جي ذري پرزي ۾ پنهنجا تجلا ڏيکاري رهيون آهن. تان جو قرآن جي انهيءَ فطري تربيت جي نتيجي ۾ صحابهٴ ڪرام کي هنن حقيقتن جي پوري پروڙ پئجي چڪي هئي ته انهن جي مبارڪ زندگي جو هردم ۽ گهڙي الله تعاليٰ جي رهنمائي ۽ حفاظت ۾ ملاٴ اعليٰ (Assembly of-Higher beings) جي صحبت ۾ گذري رهي آهي. ۽ هو خدا جي رحمت جي ڇٽ جي ڇانوَ ۾ پنهنجي منزل ڏانهن وڌي رهيا آهن. انهيءَ احساس جي ڪري انهن جي عملي زندگي، زندگيءَ جي انهي پاڪ قانون جي سانچي ۾ تيار ٿي ويندي هئي، جنهن جي تعليم رب تعاليٰ جي طرف کان ملي رهي هئي.

بس معلوم ٿيو ته ”تعليم براء تعميل“ ـ (Education for action) جي انهيءَ خاص نظريي صحابهءِ ڪرام جي لاثاني، سگهوري ۽ نرالي تنظيم تيار ڪئي. ۽ ايندڙ نسلن جي تربيت جنهن نظريي جي بنياد تي ٿي انهيءَ جو عنوان هو ”تعليم براءِ تحقيق ۽ تفريح“ (Education for research and recreation) ۽ بلاشڪ هي اهو پيو بنيادي ڪارڻ آهي جنهن جي ڪري پهرئين نسل ۽ ايندڙ نسلن جو مهانڊو هڪ ٻئي کان نرالو ٿي ويو.

## صحابهء ڪرام جهڙي جماعت جي وري پيدا نه ٿيڻ جو ٻيون سبب

هڪ ٻيون ڪردار به انهيءَ تاريخ جي عمل ۾ ڪم نظر اچي ٿو. مناسب ٿو ڀانئجي ته انهيءَ جو جائزو به ورتو وڃي.

رسالت جي دور ۾ جيڪڏهن ڪو شخص اسلام جي آغوش ۾ ايندو هو ته هو اڳين جهالت واري دور کان پنهنجا سڀ لڳ لاڳاپا ڇڄي پوءِ ايندو هو. اسلام جي حد اندر پير پائيندي ئي هو محسوس ڪندو هو ته پنهنجي زندگيءَ جي ڪتاب جو هڪ انقلابي ورق ورائي رهيو آهي ۽ هڪ اهڙي نئين دور ۾ داخل ٿي رهيو آهي، جنهن جو رنگ ڍنگ جهالت واري زندگيءَ جي بالڪل ابتڙ آهي. انهي پيش قدميءَ کان پوءِ هو جهالت واري زندگيءَ جي هر حرڪت ۽ چرپر کي نفرت، شڪ شبهي ۽ ڊنل نگاهن سان واجهائيندو هو. هن جي دل ۽ دماغ ۾ اها ڳالهه چڱيءَ ريت پيهجي ويندي هئي ته جهالت وارا سڀ ڪم ڪڏا ۽ پليد هئا. انهن ۾، ۽ اسلام ۾ ڏور جو به واسطو نه آهي. پوءِ هو انهيءَ احساس ۽ دل جي ڀرپور جذبي وچان اسلام سان ڳرانڍي پائيندو هو ته جيئن زندگيءَ جي جوين کي اڻان جوت ملي. انسان آخر انسان آهي، جيڪڏهن ڪڏهن

متاثئس ”نفس اماره“ غالب اچي ويندو هو يا ڦتي ڪيل عادتن کي متاثئس ڪو وارو لڳي ويندو هو ته گناهه ۽ لغزش جي احساس جي ڪري هُن جي نند حرام ٿي ويندي هئي، فوراً توبه ڪري، هو پنهنجي دل جي اٿاهه گهراين ۾ پنهنجي گناهه جي معافي ۽ روح جي پاڪائي جو گهرجائو ٿي ويندو هو، ۽ وري قرآن جي نوراني چشمي ۾ ٽهيون هڻڻ لاءِ بي چين ٿي ويندو هو.

اسلام جي دامن ۾ پناهه وٺڻ کان پوءِ هڪ مسلمان جي هيءَ ڪيفيت ٿي ويندي هئي جو هن جي جاهلي دور ۽ نئين اسلامي زندگي جي درميان مڪمل قطع تعلق ٿي ويندو هو. انهيءَ قطع تعلق جو فيصلو توري تڪي پوري شعور ۽ سمجهه سان ڪيو ويندو هو. انهيءَ کان پوءِ چوڌطرف موجود جاهل معاشري سان سندس ڪو به تعلق ۽ واسطو باقي نه رهندو هو. هو پنهنجين سيني ڀيڙين کي تيلي ڏيڪاري انهيءَ جذبي ۽ ولولي سان اسلام کي دل و جان سان قبول ڪندو هو هُن جو جهالت واري ماحول سان ڪنهن به قسم جي ياراڻي باقي نه رهندي هئي. جيتوڻيڪ ڪاروبار ۽ واپار وڙي ۾ هن جو مشرڪن سان واسطو پوندو هو، ليڪن انهيءَ ڪري سندس آيل عقيدي واري تبديليءَ ۾ ڪو فرق نه ايندو هو، ڇو ته عقيدي ۽ نظرئي ۽ واپار وڙي جا ميدان ئي هڪ ٻئي کان نرالا آهن. جهالت واري ماحول، جهالت وارين رسمن ۽ رواجن، جهالت وارن فڪرن ۽ نظرين ۽ جهالت وارين عادتن ۽ طريقن کان مڪمل طور تي جو هڪ مسلمان پنهنجو پلاند آجو ڪندو هو، دراصل اهو عظيم فيصلو انهيءَ ڳالهه جو اعلان هوندو هو ته هو شرڪ کان بيزاري واري، توحيد جي دامن ۾ پناهه وٺڻ ٿو چاهي. هو زندگي جي باري ۾ جهالت واري نظرئي کي تياڳ ڏيئي

اسلام واري نظرئي کي پنهنجي اکين تي رکندو هو. ۽ هڪ نئين اڳواڻيءَ هيٺ نئين اسلامي تنظيم جي جهنڊي هيٺان اچي اسلامي لشڪر ۾ شامل ٿيندو هو. ۽ پنهنجون سموريون ذمہ داريون ۽ وفاداريون انهي نئين معاشري ۽ نئين اڳواڻي جي واڳ ۾ ڏيئي ڇڏيندو هو.

اهو ئي فيصلو هو جيڪو هن جي زندگي جي شاهراه کي ٻين سڀني اڻانگن رستن کان جدا ڪري ڇڏيندو هو، انهيءَ فيصلي کان پوءِ هو پنهنجي زندگيءَ جي نئين مبارڪ سفر جو راهي ٿي ويندو هو. — آزاد سفر — جيڪو جهالت واري معاشري جي ناسور کان ۽ ڪڌن ڪرتوتن ۽ روايتن واري بار کان پالهو ۽ جهالت واري نظرين ۽ اصولن جي دٻاءَ کان پاڪ هو. انهيءَ سفر ۾ ڪا رڪاوٽ ڪنهن مسلمان جي آڏو آئي ٿي تہ اها انهيءَ آزمائش ۽ ايذاءَ ڪري هئي، جيڪا جهالت واري قوت هن جي آڏو پيدا ڪندي هئي. ليڪن هو پنهنجي صبر ۽ حوصلي سان هر امتحان ۽ مصيبت آڏو، صبر کان ڪم وٺندي پنهنجي منزل تي پهچڻ لاءِ پختي ارادي ۽ حوصلي سان اڳتي وڌندو رهندو هو. جيتوڻيڪ جهالت وارا نظريا ۽ روايتون متانئس گهڻائي زور بار وجهنديون هيون ليڪن هن جي بهادر حوصلي تي انهيءَ جو ڪوبہ اثر نہ پوندو هو.

## اڄ جو صحيح رستو

اڄ اسانکي بہ جهالت وڪوڙيون بيٺي آهي، هن جهالت جا مهاندا بہ انهيءَ جهالت جهڙا آهن، جيڪا اسلام جي شروعاتي دور ۾ تحريڪ اسلامي جو اڳ ورتيو بيٺي هئي. ڏنو وڃي تہ هن جهالت جا پرڪار اڄا انهيءَ کان بہ وڌيڪ ڪڏا آهن. اڻين نظر پيو اچي تہ اسانجو سڄو ماحول جهالت جي زنجيرن ۾ جڪڙيو پيو آهي. اسانجي فڪرن ۽ عقيدن، اسانجي عادتن،

اخلاقن، اسانجي ثقافت ۽ انجي بنياد، ادب ۽ آرٽ، چالو نظام ۽ قانونن مطلب ته سيني ۾ جهالت جو بدروح واسو هٿي ويو آهي. اهو ئي ڪارڻ آهي ته اسلامي قدرن ۽ نظرين کي دلئون ڪونه ٿا پائيون، اسان پنهنجي ذهنن ۽ قلوبن جي ڪاري ڪٽ کي اسلام جي پاڪ ۽ آجرن اصولن سان صاف ڪونه ٿا ڪريون ۽ اسان ۾ انسانن جي وري اهڙي مثالي ۽ سگهوري جماعت پيدا نه ٿي ٿئي جيئن اسلام جي شروعاتي دور ۾ زمين جي سيني تي نمودار ٿي هئي.

تنهن ڪري اسان تي لازمي آهي ۽ اسلامي تحريڪ جي خاص تربيت جي طريقي پٽاندڙ ٿيڻ به اٿين گهرجي ته تحريڪ جي تربيت ۽ اوسر وارو جيڪو پهريون ڏاڪو آهي، انهيءَ ۾ اسان جهالت جي انهن مڙني اثرن ۽ نظرين کان پنهنجي جند ڇڏائي آزاد ڪيون، جيڪي اسانکي چهٽيا پيا آهن. نه صرف ايترو پر جهالت جي نظرين مان ڪابه مدد ۽ رهنمائي وٺڻ به ڇڏي ڏيون. اسان تي اهو به لازم آهي ته پنهنجي اخلاقي اڄ اجهائڻ لاءِ سنڌؤن انهيءَ خالص ۽ اجري چشمي مان اهڙي ريت هدايت جو فيض حاصل ڪريون، جهڙي ريت اسلام جي پهرئين لاثاني نسل دين جو سمجهه ۽ شعور حاصل ڪيو هو. ۽ جنهن لاءِ خود پروردگار عالم هن ڳالهه جي ضمانت ڏني آهي ته انهيءَ ۾ هرمل جي دائي برابر به ڪنهن گندگي يا ناپاڪ شئي جي ملاوٽ ڪانه ٿي سگهندي. هي ڪائنات ڇا آهي؟ انساني زندگيءَ جي ڪهڙي حقيقت آهي ۽ انهن پنهي جو پاڻ ۾ ڪهڙو لاڳاپو آهي؟ ۽ بوءِ انهن مڙني شين ۽ ڪلي وجود (حق تعاليٰ جو وجود مبارڪ) جي وچ ۾ ڪهڙو تعلق آهي؟ انهن سمورن حقيقتن جي ڄاڻ اسانکي انهي آب حيات واري چشمي مان ڇاڻي پوندي. انهيءَ کان سواءِ هي به معلوم ڪرڻو پوندو ته زندگيءَ

جو صحيح نظريو ڪهڙو آهي؟ اسانجا قدر ۽ اخلاق ڪهڙي قسم جا هجن؟ اسانجي حڪومت جو چرخو ڪيئن هلي؟ اسانجي سياست ۽ اقتصاديات ڪهڙن بنيادن تي اڏيل هجي؟ مطلب تہ زندگيءَ جي هرهڪ چرپر لاءِ رهنمائي اسانکي انهيءَ هدايت پري ڪتاب مان حاصل ڪرڻي پوندي. انهيءَ سلسلي ۾ هي ڳالهہ بہ آڏي رهڻ گهرجي تہ جڏهن اسين انهن مسئلن جي باري ۾ رهنمائي حاصل ڪرڻ لاءِ اسلام جي پاڪ چشمي (قرآن) ڏانهن رخ رکون تہ انهي کي "علم براءِ عمل" (Eduation for action) واري جذبي هيٺ پڙهون، ۽ انهيءَ لاءِ تہ اسانکي ڪو لطف حاصل ٿئي، يا علمي ذوق جي تفريح (Education for rec- reation) حاصل ٿئي، يا بحث ۽ تحقيق لاءِ عام معلومات (General Knowledge) وڌي. پر اسين انهيءَ جذبي سان انهي ڪان رهنمائي حاصل ڪريون تہ قرآن کي ڪهڙو انسان گهربل آهي تہ جيئن اسين اهڙائي انسان ٿي ڏيکاريون. هيءَ الڳ ڳالهہ آهي تہ پنهنجي اصل مقصد کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش جي دوران اسان جي مٿان قرآن جو فني ڪمال ۽ ادبي حسن بہ اپري ايندو، انهيءَ جا حيرت انگيز قصا اسانجي دلين ۾ سرور ۽ راحت پيدا ڪندا، قيامت جا نظارا بہ اکين ۾ چلڪڻ لڳندا، انهي جو "وجداني منطق" بہ اسانکي جهومائي ڇڏيندو مطلب تہ اهي سڀ لذتون ۽ راحتون بہ واٽ ويندي اسان کي حاصل ٿينديون، جن جي علم جا پير اڍوپيا ڳولا ڪندا آهن، ۽ جنهن جي طلب ۾ ذوق جا متوالا پيا وتاڻ ووٽيندا آهن. بي شڪ اهي سڀ فائدا ۽ لذتون اسانجي دل ۽ دماغ ۾ سمائجي وينديون ليڪن، اهي شيون............ اسانجي مطالعي جو اصل مقصد بڻيءَ ڪين هونديون. اسانجو اصل مقصد صرف هي معلوم ڪرڻ هوندو تہ قرآن اسان کان ڪهڙي عملي زندگيءَ جو مطالبو ٿو

ڪري؟ زندگي ۽ ڪائنات جي باري ۾ اهو ڪهڙو "اجمالي تصور" آهي جنهن جي بنياد تي اسانکي قرآن قائم ڪرڻ چاهي ٿو؟ هو اسانکي الله تبارڪ و تعاليٰ جي باري ۾ ڪهڙي قسم جي شعور ۽ احساس رکڻ جي تلقين ڪري ٿو؟ انهي ڪي ڪهڙي قسم جا اخلاق پسند آهن؟ ۽ هو انساني زندگي لاء ڪهڙي قسم جو قانوني ۽ دستوري نظام قائم ڪرڻ چاهي ٿو؟

## جهالت سان قطع تعلق

اسان جو هي به فرض هوندو ته اسين پنهنجي ذاتي زندگين ۾ جهالت واري معاشري جي گهيري کان، جهالت وارن نظرين جي پڪڙ کان، جهالت وارين روايتن ۽ زور بار کان ۽ جاهلن جي اڳوائي جي قبضي کان پنهنجو پلاند صفا پالهو ڪيون. اسانجي مشن (تحريڪي مقصد) اها نه هئڻ گهرجي ته وات ڦلهو ڪري جهالت واري معاشري جي عملي نظام سان اٽي هٽ ۾ هٽ (Compromise) ملايون. ۽ نه اسان ڪي انهيء جو وفادار ٿي رهڻو آهي...... چو ته جهالت وارو معاشرو پنهنجي خاص خوبين ۽ خصلتن جي ڪري انهيء لائق ئي نه آهي ته اسان اٽي انهيء سان پريت جو پيالو ونڊيون. تنهن ڪري اسانجو سڀ کان پهريون مقصد اهو هئڻ گهرجي ته اسين اول پنهنجو پاڻ کي بدلائي رکون، جيئن اڳتي هلي نيٺ معاشري کي به بدلائي سگهون. اسانجو سڀ کان پهريون مقصد معاشري جي عملي نظام ۾ انقلاب آڻڻو آهي. جهالت واري نظام کي پاڙؤن پٽي ڦٽو ڪرڻو آهي، جنهن جو اسلامي زندگيء جي نظام سان ازلي وير آهي جيڪو اسلامي اصولن ۽ تصور جو ضد آهي. ۽ جيڪو ڏاڍ ۽ اره زورائي جا هٿيار استعمال ڪري اسانکي انهيء زندگيء جي نظام جي ڇاڇي هيٺ زندگي گذارڻ

ڪان محروم ڪري رهيو آهي جنهن جو حڪم الله تبارڪ و تعاليٰ ڏنو آهي.

زندگيءَ جي انهيءَ سفر ۾ اسانجو سڀ کان پهريون اهو قدم هوندو ته اسان جهالت واري معاشري ۽ ان جي سيني نظرين ۽ اصولن مٿان قابو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون. پنهنجي عقيدي ۽ نظرئي تي پختو رهندي، جهالت واري معاشري سان ناهم ڪرڻ لاءِ اڳتي هڪ پلانگهه به نه واريون. اهڙيون ڳالهيون ته اسان جي وهم ۽ گمان ۾ به نه اچڻ گهرجن. ڇو ته اسانجي راه پنهنجي آهي ۽ جهالت جي منزل پنهنجي. جيڪڏهن اسان هڪڙو قدم به جهالت سان هٿ ۾ هٿ ملائي هلياسين ته اسين نه صرف پنهنجي فطري زندگي واري نظام سان پنهنجو تعلق ٽوڙي ويهنداسين پر حق جو رستو به اسان کان گم ٿي ويندو. بي شڪ انهيءَ اٿائيءَ ۽ ڏکن ڀري راه ۾، ڏونگر ۽ ڏولاوا ڏورڻا پوندا ۽ اسانکي وڏيون وڏيون قربانيون ڏيڻيون پونديون ........ ليڪن جيڪڏهن اسان انهي راه جي رندن تي هلڻ چاهيون ٿا جنهن راه تي صحابهؓ ڪرام پنهنجي پاڪ قدمن جا نشان ڇڏيا آهن، جن جي ذريعي الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي مقدس ۽ برتر نظام کي دنيا ۾ جاري ڪرڻ فرمايو ۽ انهيءَ کي جهالت مٿان فتح و نصرت عطا ڪئي، ته پوءِ اسان کي انهيءَ مقصد لاءِ سڀ ڪجهه سهڻو پوندو ۽ انهيءَ معاملي ۾ اسان کي پنهنجي مرضيءَ تان دستبردار ٿيڻو پوندو. تنهن ڪري بهتر اهوئي آهي ته اسين هر وقت هن حقيقت کان خبردار رهون ته اسانجي ڪم جو طريقو ۽ فطرت جو مزاج ڪهڙو آهي. اسانجي روئي ۽ نظرئي جو روح ڪهڙو آهي ۽ انهيءَ رستي جون لاهيون چاڙهيون ڪهڙيون آهن، جنهن تي سفر ڪندي اسان جهالت جي گهگهه اونده مان ڪاميابيءَ سان آڪري پار پئون جنهن ڪاميابيءَ سان صحابهؓ ڪرام جي سڳوري ۽ لاثاني جماعت پار پئي هئي.

# باب ٻيو

## قرآني انقلاب جو طريقو
## مڪي دور جو بنيادي مسئلو

قرآن ڪريم جو اهو حصو جنهن ۾ مڪي سورتون شامل آهن، پورن تيرهن ورهين تائين حضور انور ﷺ تي نازل ٿيندو رهيو. انهي سڄي وقت ۾ قرآن مجيد جي بحث جو معيار صرف هڪڙو مسئلو هو. انهيءَ جي نوعيت ۾ ڪنهن به قسم جي تبديلي نه آئي ليڪن انهيءَ کي پيش ڪرڻ جو انداز تبديل ٿيندو رهيو. قرآن مجيد انهيءَ کي هر ڀيري هڪ نئين نموني ۽ انداز ۾ پئي دهرايو، ۽ هر گهڙي ائين پئي محسوس ٿيو ته ڄڻ ته انهيءَ کي پهريون ڀيرو بيان ڪيو ويو آهي.

سڄي مڪي دور ۾ قرآن مجيد انهيءَ مسئلي کي حل ڪندو رهيو. هن جي نگاهه ۾ هن مسئلي کي هن نئين دين لاءِ سڀ کان وڌيڪ اهميت حاصل هئي، ڇو ته واقعي اهو مسئلو هو به عظيم. نئين امت لاءِ اهو مسئلو اصولي ۽ بنيادي مسئلو هو- عقيدي جو مسئلو هو. هن مسئلي جو بنياد ٻن عظيم نظرين تي هو. پهريون نظريو ”الله جي الوهيت“ ۽ ”انسان جي عبوديت“ ۽ ٻيو ”معبود ۽ عابد“ جي وچ ۾ تعلق جي نوعيت. قرآن مجيد انهي بنيادي مسئلي کي اتاري انسان سان هڪ انسان جي حيثيت ۾ خطاب ڪندو رهيو ڇو ته هي مسئلو اهڙو هو جو انهيءَ سان سيني انسانن جو هڪ جهڙو تعلق آهي. پوءِ اهي ڪٿي عربستان

جا انسان هجن، يا ڪنهن ٻئي ملڪ جا، قرآن مجيد جي نازل ٿيڻ واري وقت جا هجن يا انهيءَ کان پوءِ جا هجن. هي اهو انساني مسئلو آهي جنهن ۾ ڪنهن به گهٽ وڌائي جو ڪو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. هي مسئلو دنيا ۾ انسان جي وجود ۽ بقا جو مسئلو آهي. انسان جي عاقبت جو مسئلو آهي. انهيءَ مسئلي جي بنياد تي ئي اهو فيصلو ٿيندو ته انسان جو هن ڪائنات اندر ڪهڙو مقام آهي؟ ۽ هن ڪائنات ۾ رهندڙ ٻي مخلوق سان سندس ڪهڙو تعلق آهي؟ ۽ خود ڪائنات ۽ ان ۾ موجود شين جي خالق سان هن جو ڪهڙو ڳانڍاپو آهي؟ جنهن جي ڪري هن مسئلي ۾ ڪڏهن به تبديلي ٿي ڪانه سگهندي. انهيءَ ڪري جو هن مسئلي جو هن ڪائنات ۽ ڪائنات جي هڪ معمولي ذرڙي يعني انسان سان سدائين واسطو آهي.

مڪي زندگيءَ ۾ قرآن انسان کي ٻڌائيندو رهيو ته هن جي پنهنجي وجود ۽ سندس چوگرد موجود ڪائنات جي اصل حقيقت ڪهڙي آهي؟ ۽ هو ڪير آهي ۽ ڪٿان آيو آهي؟ ۽ ڪهڙي مطلب لاءِ آيو آهي؟ ۽ نيٺ هو ڪيڏانهن ويندو (يا) جڏهن هن جو وجود موجود ڪونه هو، جڏهن معدوم هو ته هن کي هي خاڪي جسم ڪنهن بخشيو؟ اها ڪهڙي هستي آهي جيڪا سندس انت آڻيندي؟ ۽ دنيا جي زندگي ختم ٿيڻ کان پوءِ ساڻس ڪهڙو واهپو ٿيندو؟ قرآن مجيد انسان کي هي به ٻڌائي ٿو ته انهيءَ وجود جي حقيقت ڪهڙي آهي جنهن کي هو ڏسي ۽ محسوس ڪري ٿو؟ ۽ اها هستي ڪير آهي جنهن کي هو غيب جي پردي ۾ جلوا ڏيندي محسوس ته ڪري ٿو ليڪن اکين پسي ڪونه ٿو سگهي؟ انهيءَ طلسمي ڪائنات کي ڪنهن وجود بخشيو آهي ۽ انهيءَ جو انتظام هلائيندڙ ۽ مدبر ڪير آهي؟ انهيءَ کي گردش ۾ ڪنهن آندو آهي؟ ۽

اهو ڪير آهي جو انهيءَ کي بار بار نوان پهراڻ ٿو پهرائي؟
انهيءَ ڪائنات ۾ جيڪي لاها چاڙها اچي رهيا آهن، انهن جون واڳون ڪنهن جي هٿ ۾ آهن، جنهن جو مشاهدو هر نور پيري اک ڪري رهي آهي؟ انهيءَ کان سواءِ فرقان مبين انسان کي هي سبق به ڏئي ٿو ته هن جو ڪائنات جي ڪارساز سان ڪهڙو رويو هئڻ گهرجي؟ ۽ خود ڪائنات جي باري ۾ هن جي ڪهڙي روش هئڻ گهرجي؟ ۽ هو انهيءَ ڳالهه تي به روشني وجهي ٿو ته انسانن جا پاڻ ۾ ڪهڙيءَ ريت نگ، لاڳاپا هئڻ گهرجن.

هي آهي اهو بنيادي ۽ اصل مسئلو جنهن تي انسانن جي بقا ۽ وجود جو دارومدار آهي. نه صرف ايترو پر رهندڙ دنيا تائين انهيءَ ئي عظيم مسئلي تي انسان جي بقا ۽ وجود جو دارومدار آهي. انهيءَ ئي مسئلي جي تحقيق ۽ سمجهاڻيءَ ۾ مڪي زندگي جا پورا تيرهن ورهيه لڳي ويا. اهو انهيءَ ڪري ته انساني زندگيءَ جو بنيادي مسئلو اهو ئي آهي، ۽ انهيءَ کان پوءِ پيا جيترا به مسئلا آهن اهي انهيءَ ئي ضرورت ۾ پيدا ٿين ٿا. ۽ اهي مسئلا نه صرف انهيءَ مسئلي جو تفصيل ٻڌائڻ ۾ سمجهاڻي جو ڪم ڏين ٿا. مڪي دور ۾ قرآن مجيد پنهنجي دعوت جو بنياد انهيءَ ئي مسئلي تي رکيو ۽ انهيءَ کي نظرانداز ڪري انساني زندگيءَ جي ٻين ننڍين ننڍين ڳالهين ۽ معمولي بحثن کي ڇهڻ نه پيو، ۽ انهن مسئلن جي انهيءَ وقت تائين اپٽار نه ڪئي جيستائين خداوند عليم ۽ خبير هي فيصلو نه ڏنو ته هينئر انهيءَ مسئلي جي وضاحت ۽ تشريح جو حق ادا ٿي چڪو آهي، ۽ هي انهيءَ چوند بختاور جماعت جي سينن ۾ پوري ريت سمائجي چڪو آهي، جنهن کي الاهي قدرت پنهنجي دين جي قائم ڪرڻ واسطي ذريعو بڻايو آهي ۽ جنهن لاءِ الله تعاليٰ اهو فيصلو ڪرڻ فرمايو هو ته انهن جي هٿان ئي هي دين، حق دنيا جي تختي تي ضرور عملي شڪل اختيار ڪندو.

جيڪي ماڻهو هن سچي دين جي دعوت ڏيڻ جو ڪم پنهنجي هٿ ۾ کڻي اٿيا آهن، ۽ هو چاهين ٿا ته دنيا جي اندر هڪ اهڙو نظام قائم ڪيون جيڪو واقعي انهيءَ دين جو نمائندو هجي ته پوءِ انهن کي هن مسئلي جي عظيم حقيقت سمجهڻ واسطي ڪي پهر سوچ ويچار ڪرڻ گهرجي. اها ئي حقيقت آهي جنهن کي دلين ۾ هنڊائڻ لاءِ قرآن حڪيم مڪي زندگي جا پورا تيرهن ورهيه لڳايا، ۽ انهيءَ وچ ۾ ڪڏهن به انهيءَ مسئلي کان منهن موڙي زندگي جي ٻين مسئلن کي نه ڇيڙيو ۽ انهن قاعدن ۽ قانون کي بيان ڪيو جيڪي اڳتي هلي مسلمان معاشري ۾ نافذ ٿيڻ وارا هئا.

## نبوت جي شروعات انهيءَ مسئلي سان ٿي

اها خود الله تبارڪ وتعاليٰ جي خاص حڪمت هئي ته رسالت جي ڪم جي شروعات انهيءَ مسئلي سان ٿي. جيئن ته اهو مسئلو ايمان ۽ عقيدي جو مسئلو هو، تنهن ڪري اهو پيغمبر جي دعوت جو اصلي محور ۽ مرڪز هو. پروردگار عالم جي هدايت ئي اها هئي ته حضرت محمد ﷺ حق جي راهه ۾ جڏهن پنهنجي وک وڌائين ته هيءَ دعوت پيش ڪن:

”ڪائنات جا انسانو! شاهدي ڏيو ته الله کان سواءِ ڪو إلٰه نه آهي“ ۽ پوءِ پنهنجو سمورو وقت انهيءَ ئي دعوت ڏيڻ ۾ کپائي ڇڏين، ۽ انسانن کي پنهنجي حقيقي پروردگار کان واقف ڪرائين ۽ انهن کي صرف الله جي ٻانهپ اختيار ڪرڻ واري راهه جو سونهون ڪري ڇڏين.

جيڪڏهن ظاهري نظر ۽ غور سان ويچار ڪيو ويندو ته ائين محسوس ٿئي ٿو ته عرب اسلام جي دعوت جي انهيءَ طريقي ذريعي آسانيءَ سان اسلام جي آغوش ۾ اچڻ وارا ڪين هئا. عرب پنهنجي زبان ۾ الله ۽ لاإلٰه إلاالله جو مطلب چڱيءَ

پڻ ڄاڻي رهيا هئا. انهن کي خوب معلوم هو ته ”الوهيت“ جو مطلب اعليٰ حاڪميت (Sovereignty) آهي. هو هن ڳالهه کي به پوري ريت سمجهي رهيا هئا ته ”الوهيت“ جي صفت کي صرف الله تعاليٰ لاءِ ڄاڻائڻ جو صاف مطلب اهو آهي ته اقتدار ۽ حڪومت جا سمورا اختيار، جادوگرن، نجومين مذهبي ٺيڪيدارن، قبيلن جي سردارن، حاڪمن ۽ رئيسن جي هٿن مان کسي، الله تبارڪ و تعاليٰ جي حوالي ڪرڻا آهن. نه صرف ايترو پر ضمير ۽ دل تي، مذهبي اهڃاڻن ۽ طريقن تي، روزمره جي زندگي تي، مال، دولت، عدالت ۽ فيصلن تي، مطلب ته ارواحن ۽ جسمن تي يعني هرهڪ وجود تي صرف ۽ صرف رب ذوالجلال جي حاڪميت جو ڏونڪو وڄڻ گهرجي. عربن کي چڱيءَ پٽ سڌ هئي ته ”لاالٰه الا الله“ جو اعلان درحقيقت هن دنيوي اقتدار جي خلاف هڪ چئلينج آهي. جنهن اقتدار، الوهيت جي سڀ کان وڏي صفت يعني حاڪميت مٿان اڳ ئي قبضو ڄمايو آهي. عربن کي خبر هئي ته توحيد جو اهو نعارو انهن مڙني قانونن ۽ نظامن خلاف بغاوت جو اعلان آهي، جيڪي ناجائز قبضي جي بنياد تي تعمير ڪيا ويا آهن ۽ انهن تمام قوتن جي خلاف جنگ جو اعلان آهي جيڪي هٿ ٺوڪين شريعتن جي آڌار تي دنيا ۾ ”ڪوس لمن الملڪ“ يعني بادشاهت جي جيءَ جو توتارو وڄائي رهيون آهن. عرب پنهنجي زبان جي رمزن ۽ اشارن کان پوريءَ طرح خبردار هئا ۽ هو ”لا اِلٰه الا لله“ جو اصلي مفهوم چڱيءَ ريت سمجهي رهيا هئا. هنن کان اها ڳالهه به ڳجهي ڪانه هئي ته هيءَ نئين دعوت انهن هٿ ٺوڪين نظامن ۽ انهن جي آقائن ۽ چوڌرين سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ چاهي ٿي .... ..... اهوئي سبب آهي جو مڪي جي قريش جهڙي ريت ظلم ۽ زيادتي جي هٿيارن سان انهي دعوت جي آجيان ڪئي ۽ جهڙي

ريت ڪافرن اسلام جي خلاف زبردست جنگ جوٽي هئي انهي جي سڀ ڪنهن کي خبر آهي. هيٺئر سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته انهيءَ دعوت جي شروعات ائين ڇو ٿي؟ ۽ الله تعاليٰ جي حڪمت ڪهڙي سبب ڪري اهو فيصلو ڪرڻ فرمايو ته هن دعوت جو افتتاح ئي مصيبتن ۽ آزمائشن سان ٿئي.

## رسول الله صلعم قوميت جو نعرو هڻي پنهنجي ڪم جي شروعات ڇو نه ڪئي؟

رسول الله صلي الله عليه وسلم جڏهن الله تبارڪ و تعاليٰ کان نبوت جو پروانو وٺي دنيا آڏو نروار ٿيا ته انهيءَ وقت عربن جي حالت اها هئي جو انهن جا سڀ کان وڌيڪ آباد، سرسبز ۽ شاداب، زرخيز ۽ مالدار علائقا ٻيون قومون قبائي ويٺيون هيون. ڏکڻ ۾ شام جي علائقن مٿان رومين جو جهنڊو جهولي رهيو هو، جن مٿان عرب حاڪم رومين جي فرمانروائي هيٺ راڄ ڪري رهيا هئا. اتر ۾ يمن جو سڄو علائقو فارسين جي قبضي هيٺ هو، ۽ اتي به عرب شيخ ايرانين جي فرمانروائي هيٺ حڪومت ڪري رهيا هئا. عربن وٽ صرف حجاز ۽ تهامه ۽ نجد جا علائقا هئا. يا سندن هٿ هيٺ اهي سڃا رڻ پٽ هئا جن ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ ڪي نخلستان موجود هئا. هن ڳالهه کي بيان ڪرڻ لاءِ ڪنهن به دليل جي ضرورت نه آهي ته حضرت محمد صلي الله عليه وسلم کي پنهنجي قوم هڪ سچار ۽ امين جي حيثيت ۾ سڃاڻيندي هئي. رسالت ملڻ کان ١٥ سال پهرياڻ قريش جا اشراف پاڻ ڪريم جن کي "حجر اسود" واري نبيري ۾ امين مقرر ڪري سندن فيصلي کي مرضيءَ خوشيءَ سان قبول ڪري چڪا هئا. حسب نسب جي لحاظ کان به پاڻ سڳورا بنو هاشم جا چشم و چراغ هئا. جيڪو قريش جو سڀ کان وڌيڪ مان وارو گهرائو هو. انهن مڙني حالتن ۽ سببن جي

روشنيءَ ۾ هي ڳالهه چئي سگهجي ٿي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي هن ڳالهه تي پوري قدرت حاصل هئي ته پنهنجي وطنين جي دلين ۾ عرب قوميت جو جذبو پڙڪائين ها، ۽ انهيءَ ڪم جي موٽ ۾ پاڻ سڳورا انهن عرب قبيلن کي پنهنجي ذات جي چوڌاري سولائي سان گڏ ڪري پئي سگهيا، جن کي پنهنجن جهيڙن جهتن گيا گيا ڪري ڇڏيو هو ۽ جهڳڙن جي ڏچي ۽ صدين برائي ويرن جي نتيجي ۾ هو خونريزي جي ٻن پڙن ۾ پيسجي رهيا هئا. حضور انور صلي الله عليه وسلم جيڪڏهن پسند فرمائين ها ته انهن سيني عربن کي گڏ ڪري هڪ قومي جهنڊي هيٺان ميڙي انهن کي قوم پرستيءَ جي سٽي پيارين ها ۽ انهيءَ قوت کي ڏاڪڻي رومي ۽ اترئين ايراني سامراج جي خلاف ميدان ۾ آڻي عرب سرزمين کي آزاد ڪرائين ها، ۽ اهڙي ريت عرب قوميت ۽ عربيت جو جهنڊو جهولائي، عرب جزيري ۽ ان جي لڳ پڳ وارن علائقن کي گڏائي سڏائي هڪ "متحده عرب رياست" جي پيڙه وجهن ها.

اها حقيقت به آهي ته جيڪڏهن رسول الله صلي الله عليه وسلم قوم پرستي جو نعرو هڻي نروار ٿين ها ته عرب جو ٻچو ٻچو انهيءَ جي جواب ۾ واڪا ڪندو اچي پاڻ حاضر ٿئي ها، ۽ اهڙيءَ ريت پاڻ ڪريم جن کي اهي ڪانداريندڙ عذاب نه سهڻا پون ها جيڪي پاڻ سڳورن صرف انهيءَ ڪري سٺا جو پاڻ ڪريم جن جي دعوت ۽ نظريو عرب جزيري جي حاڪمن جي خواهش ۽ مرضيءَ سان ٽڪر کائيندڙ هو.

نه صرف ايترو پر انهيءَ ڪانسواءِ هيءَ به حقيقت آهي ته پاڻ ڪريم جن ۾ هي صلاحيت به موجود هئي ته جڏهن عرب پاڻ سڳورن جي قومي دعوت کي جوش ۽ خروش سان قبول ڪري وٺن ها، ۽ حڪمرانيءَ جي واڳ سندن هٿ

مبارڪ ۾ ڏين ها ۽ اقتدار جون سڀ ڪنجيون پاڻ ڪريم جن جي قبضي ۾ اچي وڃن ها، ۽ بلنديءَ ۽ عظمت جو تاج پاڻ ڪريم جن جي سر مبارڪ تي سينگارين ها ته پاڻ ........ انهي بي پناه طاقت ۽ اثر کي خدا جي توحيد جي سکي جاري ڪرڻ لاءِ ڪم ۾ آڻين ها ۽ ماڻهن کي پنهنجي انساني اقتدار جي چائٺ تي نرڙ گسائڻ جي بدلي انهن کي نيٺ وڃي خدا جي دربار ۾ جهڪائين ها ته ائين ئي ٿي سگهيو ........ ليڪن خدا حڪيم و عليم پنهنجي رسول الله صلي الله عليه وسلم کي انهيءَ ڏڳ ڪونه لاتو. بلڪ پروردگار عالم کين حڪم ڏنو ته صاف صاف اعلان ڪري ڇڏيو ته ........ ”الله کان سواءِ ڪو إلٰه نه آهي“ ۽ انهيءَ ڪانسواءِ اهو به تاڪيد ڪري ڇڏيو ته انهيءَ اعلان کان پوءِ خود اوهان ۽ اوهانجا اهي آگرين تي ڳڻڻ جيترا دوست، جن انهيءَ دعوت تي لبيڪ چئي آهي هر قسم جي تڪليف ۽ ايذاء کي برداشت ڪرڻ لاءِ به تيار رهن.

## قوميت واري نعري کي ڇونه اختيار ڪيو ويو؟

هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي ته الله تعاليٰ آخر اهو اٿانو رستو ڇو پسند ڪرڻ فرمايو؟........ ظاهر آهي ته الله تبارڪ و تعاليٰ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم ۽ انجي ايماندار سائين لاءِ ائين ڪونه پئي چاهيو ته انهن کي ظلم ۽ ستم جو نشانو بڻايو وڃي. ليڪن هو ڄاڻي پيو ته انهي کان سواءِ ٻيو ڪو به طريقو اسلامي دعوت جي مزاج سان ميل نه ٿو کائي، ۽ نه اها ڪا صحيح ڳالهه ٿئي ها ته خدا جي مخلوق رومي ۽ ايراني طاغوت جي چار مان آجي ٿي عربي طاغوت جي غلاميءَ جو نوڙهو پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهي ها. طاغوت ڪٿي ڪهڙو به هجي بهرحال طاغوت آهي. هي ملڪ ڌڻي پاڪ جو آهي ۽ انهيءَ ۾ اقتدار به صرف الله تعاليٰ جو ئي قائم ٿيڻ گهرجي، ۽ الله تعاليٰ جو اقتدار

صرف انهيءَ صورت ۾ قائم ٿي سگهي ٿو جو انجي فضائن ۾ صرف ”لاإلهٰ الاالله“ جو جهنڊو جهولي. اها ڳالهه ڪيئن برابر ٿي پئي سگهي ته خدا جي زمين تي آباد مخلوق رومي ۽ ايراني طاغوت کان اچا مس ڪنڌ ڪڍائي ته امالڪ سندس ڪجهيءَ ۾ عربي غلاميءَ جو ڦاهو پنهجي وجهي. طاغوت جهڙي به رنگ ۾ هجي بهرحال طاغوت آهي. ماڻهوءَ صرف رب العالمين جا ٻانها ۽ غلام آهن، ۽ انهن جي اها ٻانهپ ۽ غلامي صرف انهيءَ صورت ۾ قائم رهي سگهي ٿي جڏهن انهن جي زندگين ۾ الله جي الوهيت جي حڪمراني جا جلوا نظر اچن. هڪ عرب ”لاالٰه الاالله“ جي جيڪا پنهنجي زبان ۾ معني سمجهي رهيو هو اها هيءَ هئي ته الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي به حاڪميت نه هجي، الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن به هستي کان ”شريعت“ ۽ ”قانون“ ۾ پنهنجي زندگي لاءِ ڪا رهنمائي حاصل نه ڪئي وڃي، ۽ انسان جو انسان تي ڪو به حڪم نه هلي، ڇو ته اقتدار جو مالڪ صرف الله تعاليٰ ئي آهي، ۽ اسلام ماڻهن کي جنهن ”قوميت“ جي تعليم ڏني ٿو انهيءَ جي عقيدي جو بنياد خدا جي حاڪميت تي رکيل آهي. سڀ قومون پوءِ ڪٿي انهن جو واسطو ڪهڙي به رنگ ۽ نسل سان هجي، عربي هجن يا ايراني يا رومي، انهيءَ عقيدي جي روشنيءَ ۾ انهن مڙني جو خدائي جهنڊي هيٺ هڪ جهڙو مرتبو آهي.......... قرآن جي آڏو اسلام جي دعوت جو اهو ئي صحيح ۽ فطري طريقو آهي.

## ڀلا ڪريم جن اقتصادي انقلاب برپا ڪرڻ جو نعرو ڇو نه بلند ڪيو؟

رسول الله ﷺ جڏهن تشريف فرما ٿيا ته انهيءَ وقت عرب معاشري جو اقتصادي نظام ڊانواڊول ٿي چڪو هو. انهيءَ نظام ۾ عدل ۽ انصاف جو عمل دخل به باقي نه رهيو هو.

آڳرين تي ڳڻڻ جيترا ماڻهو سڄي مال دولت ۽ تجارت تي قبضو ڪيو ويٺا هئا، ۽ وياج جو چار وچايل هو انهن انبارن ۾ ڏينهون ڏينهن اچا واڌارو ڪندا ٿي رهيا. انهيءَ جي مقابلي ۾ ملڪ جي سيني ماڻهن جا بڪ ۽ سڄ پاسا پيڇي وڃا هئا. جن ماڻهن جي هٿ ۾ روڪڙ هئي اهيئي "شرافت" ۽ "عزت" جا به ٺيڪيدار بڻيا ويٺا هئا. باقي رهيا ويچارا عام ماڻهو ته جهڙي ريت انهن جي جهولي مال ۽ دولت کان خالي هئي، اهڙيءَ ريت عزت ۽ شرافت جي نعمت کان به انهن کي محروم ڪيو ويو هو.

انهيءَ حال کي ڏسي هي چئي سگهجي ٿو ته نبي صلى الله عليه وسلم کا عوامي ۽ قومي تحريڪ ڇو نه هلائي؟ ۽ پنهنجي پروگرام ۾ انهيءَ ڳالهه جو اعلان ڇونه ڪيائون ته دولت جي جائز ورڇ لاءِ "اميرن" ۽ "شريفن" خلاف طبقاتي جنگ شروع ڪئي وڃي ۽ سرمائيدارن کان دولت کسي پورهيتن کي انهن جو حق ڏياريو وڃي. اهو به چئي سگهجي ٿو ته انهيءَ دور ۾ جيڪڏهن رسول الله صلي الله عليه وسلم اٿي ڪنهن عوامي ۽ اجتماعي تحريڪ جاري ڪرڻ جو نعرو هڻن ها ته پڪ ئي پڪ عرب معاشرو ٻن طبقن ۾ ورهائجي وڃي ها، ۽ ماڻهن جي وڏي اڪثريت پاڻ ڪريم جن جي همراه ٿي بيهي ها، ۽ اها عوامي قوت "سرمائيدارن" ۽ "رئيسن" جي اره زوراين سان ٽڪر کائي ها ۽ اهڙي ريت پاڻ ڪريم جن جي مقابلي ۾ صرف اهي معمولي ماڻهو رهجي وڃن ها جيڪي پنهنجي مال دولت سان ڇهتيا پيا هجن ها. جيڪڏهن رسول الله صلي الله عليه وسلم اهو طريقو اختيار ڪن ها ته وڏي پڪ اثرائتو ۽ ڪارگر ثابت ٿئي ها، ۽ اها صورت پيش نه اچي ها جو سڄو معاشرو "لااِلٰه الاالله" جي ڪڙي اعلان جي خلاف اٿي ڪڙو

ٺئي ها. جنهن جي نتيجي ۾ صرف ڪي ممتاز ۽ بختاور هستيون ئي انهي حق جي دعوت جي بلنديءَ کي ڇهي سگهيون.

چوڻ وارو ته هي به چئي سگهي ٿو ته رسول ﷺ جن جي ذات مبارڪ ۾ هي زبردست صلاحيت به موجود هئي ته جڏهن عوام جي وڏي اڪثريت سندن تحريڪ جي جهنڊي هيٺ اچي مڙي ها ۽ حڪومت جون واڳون به سندن مبارڪ هٿن ۾ ڏنيون وڃن ها ته پوءِ پاڻ ڪريم جن انهيءَ دولت مند ٽولي تي قابو حاصل ڪري انهيءَ کي پنهنجو مطيع ۽ فرمانبردار بڻائي وٺن ها، ۽ ان کان پوءِ پنهنجي سڄي طاقت ۽ قوت، اقتدار ۽ عهدي جي زور تي خدا جي وحدانيت واري عقيدي کي انهيءَ علائقي ۾ رائج ۽ نافذ ڪن ها، جيئن جو سندن مقصد به اهو ئي هو. يعني پهريائين پاڻ ڪريم جن انسانن کي پنهنجي انساني اقتدار جي آڏو نوڙائي پوءِ انهن کي پروردگار عالم جي آڏو جهڪائين ها.

## اهو طريقو ڇو نه اختيار ڪيو ويو ؟

الله تعاليٰ مٿي بيان ڪيل ڳالهين جي باوجود به پاڻ ڪريم جن کي انهيءَ راه تي ڪم ڪرڻ جي به اجازت نه ڏني. الله تعاليٰ کي معلوم هو ته اسلام جي دعوت هن طريقي سان پيش ڪرڻ به موزون نه آهي. ڇاڪاڻ ته ڇائي پيو ته معاشري ۾ حقيقي اجتماعي انصاف جا وهڪرا صرف انهيءَ ڪافي ۽ شافي نظريي واري پاڪ ۽ آجري چشمي مان ڦٽي سگهن ٿا جن جي سموري ڪاروبار جي واڳ پوري جو پوري خود سندس اختيار ۽ حڪم هيٺ هجي. حقيقت به اها آهي ته انساني معاشرو خوشحال ۽ آسودو به تڏهن ٿي سگهندو جڏهن هو هر انهيءَ حڪم ۽ هدايت کي پنهنجي اکين تي رکي، جيڪو خيرالرازقين معاشري ۾ معاشي انصاف قائم ڪرڻ ۽ دولت جي انصاف

مطابق ورتائي ڪرڻ لاءِ نازل فرمايو آهي. انهيءَ سان گڏ و گڏ معاشري جي هر انهيءَ شخص جي دل ۾، جيڪو دان ڏيندڙ هجي يا دان وٺندڙ هجي، هي ڳالهه پوريءَ ريت ويهڻ گهرجي ته هي جيڪو نظام جاري ڪيو ويو آهي انهيءَ جو شارع الله تعاليٰ آهي، ۽ انهيءَ نظام جي آڏو ادب سان نوڙت ڪرڻ جي نتيجي ۾ نه صرف دنيا ۾ هن لاءِ ڪاميابي جا دروازا کلي ويندا، پر آخرت ۾ به رب سائين کيس وڏا اجورا ڏيندو. ائين نه ٿئي جو معاشري جو اهو حال هجي جو ڪجهه ماڻهن جي دلين ۾ حرص ۽ لالچ جا جذبا ڇوليون پيا هڻن ۽ ڪجهه ماڻهن جا سينا ساڙ ۽ تپش ۾ پيا جلن پچن، ۽ نه ائين ٿئي جو معاشري جي سيني ڳالهين کي ڏنڊي جي زور ۽ تلوار جي نوڪ سان حل ڪيو وڃي ۽ فيصلا رعب تاب، ڏاڍ مڙسي ۽ ظلم ذريعي ٺاهيا وڃن ۽ نه معاشري جي حالت اها ٿيڻ گهرجي جو انسانيت جي دنيا ويران ٿي وڃي ۽ انهن جا پياسا روح پيا سڪرات جون گهڙيون ڏين.......... جهڙيءَ ريت اڄ دنيا جي انهن لادين نظامن جي جهنڊي هيٺ اهو سڀ ڪجهه ٿي رهيو آهي. جن الله تعاليٰ جي الوهيت جي بغاوت ڪئي آهي.

## نبي اڪرم صلعم پنهنجي دعوت جو آغاز اخلاق سڌار مهم هلائڻ سان شروع ڇو نه ڪيو؟

حضور انور ﷺ جي تشريف آوري وقت عرب جزيري جي اخلاقي حالت هر لحاظ کان تباهيءَ جي آخري حد ڇهي رهي هئي.

ظلم ۽ زيادتي جي ڪارڻ ڪري سڄي معاشري کي پنهنجي پاڪر ۾ آڻي ڇڏيو هو. جهالت واري دور جي ناميار شاعر زهير بن ابي سلميٰ معاشري جي انهيءَ فساد جي طرف پنهنجي شعر ۾ هن هوشياريءَ سان اشارو ڪيو آهي.

ومن لم يذد عن حوضه بسلاحه
يهدّم، ومن لا يظلم الناس يظلم.

يعني: جيڪو هٿيار جي طاقت سان پنهنجو بچاءُ نہ ڪندو تہ تباهہ ۽ برباد ٿي ويندو، ۽ جيڪو پاڻ اڳتي وڌي ماڻهن تي ظلم نہ ڪندو تہ (نيٺ) اهو پاڻ ظلم جو شڪار ٿي ويندو.

عرب معاشري جي انهيءَ بڇڙائي مٿان جهالت واري دور جي هي مشهور چوڻي بہ مناسب روشني وجهي ٿي.

"انصر اخاک ظالما أو مظلوما"

يعني: پنهنجي ڀاءُ جي مدد ڪر پوءِ ڀلي اهو ظلم ڪري رهيو هجي يا مٿانئس ظلم ٿي رهيو هجي. (۱)

شراب خوري ۽ جُوا بازي معاشري جي رڳ رڳ ۾ سمائجي چڪا هئا ۽ عرب انهن ڪڌن ڪرتوتن تي اتلندو فخر ڪندا هئا. جاهلي دور جي سچي شاعري جو اصلي موضوع بہ جوا ۽ شراب هو. هن عرب شاعر طرفہ ابن العبد کي ٻڌو:

فلو ثلاث هن من عيشة الفتى
وجدت لم احفل متى قام عودي
فمنهن سبقى العاذلات بشربة
كميت متى ما تعل بالماء تزبد
وما زال تشرابي الخمور و لذتي
و بذلي و انفاقي طريفي و تالدي
الى آن تحامتني العشيرة كلها
وافردت افراد البعير المعبد

---

(۱) نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي هڪ حديث مبارڪ ۾ بہ اها چوڻي موجود آهي. پر انهيءَ ۾ پاڻ ڪريم جن انهيءَ جي هن ريت سمجهاڻي ڏني آهي تہ ظالم جي مدد ڪرڻ جو مطلب کيس ظلم ڪرڻ کان روڪڻ آهي. (مترجم)

(١) جيڪڏهن انسان جي زندگيءَ ۾ ٽي ڳالهيون هجن، ته پوءِ مونکي ٻيءَ ڪنهن به شيءِ جي پرواه نه رهي. بشرطيڪ، مون ۾ قوت باقي هجي.

(٢) انهن مان هڪ شيءِ اها آهي جو سيني رقيبن کان شراب نوشيءَ ۾ اڳرو هجان، ۽ شراب به اهو دو آتشه جنهن ۾ پاڻي ملائجي ته هو جوش ۾ اچي وڃي.

(٣) منهنجي شراب نوشي، لذت پرستي ۽ پنهنجي مال ملڪيت جو اصراف وڌندوئي رهي.

(٤) ٽان جو اهو وقت اچي وڃي جو سڄو قبيلو مون کان ٽٽي وڃي ۽ آءٌ خارش زده اٺ وانگر اڪيلو رهجي وڃان.

زناڪاري جا به ڪيترائي بڇڙا طريقا موجود هئا، نه صرف ايترو پر جهالت وارو معاشرو انهيءَ تي وڏو فخر پڻ ڪندو هو. هي هڪ اهڙو حمام آهي جنهن ۾ هر دور جو جهالت وارو معاشرو اگهاڙو نظر اچي ٿو. پوءِ اهو ڪٿي قديم جهالت وارو معاشرو هجي يا موجوده دور جو نام نهاد مهذب معاشرو. حضرت عائشه رضي الله تعاليٰ عنها عرب معاشري جي حالت هنن لفظن ۾ بيان فرمائي آهي.

جهالت واري دور ۾ نڪاح جا چار طريقا هئا. هڪ ته اهو طريقو هو جيڪو اڄ به ماڻهن ۾ موجود آهي. يعني هڪ ماڻهو ٻئي ماڻهو ڏانهن سندس نياڻي يا انهي ڇوڪري لاءِ نڪاح جو پيغام موڪليندو هو، جنهن جو هو ولي هوندو هو، ۽ انهيءَ جو مهر ادا ڪري نڪاح ڪندو هو. نڪاح جو ٻيو طريقو اهو هو ته جڏهن ڪا عورت حيض کان پاڪ ٿيندي هئي ته انهيءَ جو مڙس هن کي چوندو هو ته فلاڻي ماڻهو کي پاڻ وٽ گهرائي انهيءَ کان پيٽ ڪراءِ، ۽ پوءِ پاڻ پنهنجي زال کان پاسيرو ٿي ويندو هو، ۽ انهيءَ وقت تائين پنهنجي زال کي

هٽ نہ لائيندو هو جيستائين انهيءَ ماڻهو جي نطفي مان پيٽ ظاهر نہ ٿيندو هو. پيٽ ظاهر ٿيڻ کان پوءِ سندس مڙس جيڪڏهن چاهيندو هو تہ پنهنجي جنسي خواهش پوري ڪندو هو. هو اهو طريقو انهيءَ ڪري اختيار ڪندو هو جيئن هن کي سٺي نسب جو ٻار ملي وڃي. نڪاح جي انهيءَ شڪل کي استبضاع چيو ويندو هو. نڪاح جو هڪ ٽيون طريقو بہ هو، مردن جو هڪ ٽولو جيڪو ڏهن ڄڻن کان گهٽ ڪين هوندو هو سو پاڻ ۾ گڏجي هڪ عورت وٽ ويندو هو، ۽ انهن مان هرهڪ پنهنجي خواهش پوري ڪندو هو. جڏهن عورت کي انهن مان پيٽ ٿي ويندو هو تہ ٻار جي ڄمڻ کان ڪجهہ ڏهاڙا پوءِ هوءَ انهن سڀني مردن کي پاڻ وٽ گهرائيندي هئي. اهڙي سڏ تي وڃڻ کان ڪير بہ انڪار نہ ڪري سگهندو هو، جڏهن هو سڀ وٽس ميڙي ايندا هئا تہ اها عورت هنن کي ٻڌائيندي هئي تہ اوهانکي پنهنجي ڪارروائي جي نتيجي جي ڄاڻ تہ پهچي چڪي آهي. مان هڪ ٻار ڄڻيو آهي پوءِ هو انهن مان هڪ ڏانهن اشارو ڪري چوندي هئي تہ هي تنهنجو پٽ آهي. انهيءَ ڇوڪري جو نالو انهي ماڻهو جي نالي تي رکيو ويندو هو ۽ پوءِ اهو ٻار سندس ئي پٽ ڄاتو ويندو هو، ۽ هو اهڙي نسبت کان انڪار نہ ڪري سگهندو هو. نڪاح جو چوٿون طريقو هي هو تہ ڪيترائي ماڻهو گڏجي هڪ عورت وٽ ويندا هئا. جنهن وٽ لنگهي وڃڻ کان ڪا جهل پل ڪانہ هوندي هئي. دراصل اهي عادي بنيادي بڇڙيون عورتون هونديون هيون، ۽ پنهنجي سڃاڻپ لاءِ پنهنجي دروازن مٿان جهنڊا کوڙي ڇڏينديون هيون. جيڪو شخص پنهنجي خواهش پوري ڪرڻ چاهيندو هو تہ وٽن لنگهي ويندو هو. اهڙين عورتن مان جيڪڏهن ڪنهن کي پيٽ ٿي پوندو هو تہ ٻار ڄمڻ کان پوءِ سڀ ماڻهو هن

وت اچي گڏ ٿيندا هئا، ۽ هڪ قيافي شناس کي گهرائيندا هئا. هو پنهنجي انداز مطابق ٻڌائيندو هو ته هي ڇوڪرو هن جو آهي، ته پوءِ اهو انهيءَ جوئي پيٽ ليکيو ويندو هو ۽ هو انهيءَ جو انڪار نه ڪري سگهندو هو."

(بخاري ڪتاب النّڪاح)

سوال پيدا ٿي سگهي ٿو ته رسول الله صلي الله عليه وسلم چاهين ها ته هڪ اصلاحي تنظيم جي قائم ڪرڻ جو اعلان ڪري انهيءَ جي ذريعي معاشري کي پاڪ ۽ صاف ڪري ماڻهن کي اخلاق ۽ روحانيت جي تربيت ۽ تعليم ڏين ها. ڇو ته جهڙيءَ ريت قوم جي هر اخلاق سنوارينڌڙ کي پنهنجي ماحول ۾ ڪجهه پاڪ روح ۽ ڀلارا ماڻهو ملي ويندا آهن. اهڙيءَ ريت پاڻ ڪريم جن کي به اهڙن بختاورن ۽ سدورن جو ٽولو ضرور ملي وڃي ها، ۽ انهن کي ضرور انسان ذات جي بڇڙي حالت ۽ تباهي کي ڏسي ڏک ٿئي ها. انهن ڀلارن ماڻهن وارو ٽولو پنهنجي فطرت جي ڀلائي ۽ دل جي صفائي جي ڪري قوم ۾ اخلاق ۽ روحانيت پيدا ڪرڻ واري دعوت کي ضرور لبيڪ چوي ها:

اهو به چئي سگهجي ٿو ته جيڪڏهن رسول الله صلي الله عليه وسلم انهيءَ ڪم جو اٿي نعرو هڻن ها ته وڏي آسانيءَ سان نيڪ ماڻهن جي اهڙي تنظيم جوڙڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن ها. اها جماعت پنهنجي نيڪي ۽ دل جي صفائي سچائي جي ڪري ٻين ماڻهن جي پيٽ ۾ خدا جي توحيد واري عقيدي جي ڳرين ذمه دارين کي وڏي رضاخوشيءَ سان برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ها، ۽ انهيءَ سچائپ واري طريقي سان پاڻ ڪريم جن پنهنجي هي دعوت پيش ڪن ها ته "الوهيت" جي صفت صرف الله تعاليٰ جي ذات لاءِ آهي، ته انهيءَ تحريڪ

کي منڊيون تمام زبردست مخالفت ۽ ڏکـ ڏاکڙن جو منهن نہ ڏسڻو پوي ها.

## دعوت جي انهيءَ طريقي ۾ ڪهڙي ڪمزوري هئي؟

ليڪن الله جل جلاله کي اهو بہ علم هو تہ هي رستو بہ پنهنجي آخري منزل تائين ڪونہ ٿو رسي. ذات باري تعاليٰ کي اها ڄاڻ هئي تہ اخلاق جو مدارو صرف عقيدي جي بنياد تي ٿي ٿيندو آهي. هڪ اهڙو عقيدو جيڪو هڪ طرف اخلاقي اصولن جي پرکـ ۽ انهن کي رد ڪرڻ ۽ قبول ڪرڻ جي وات ڏيکاري ۽ ٻئي طرف انهيءَ طاقت ( Energy ) جو ڏس بہ ڏئي جتان انهن اصولن ۽ معيارن کي روشني نصيب ٿئي ٿي. ۽ اصول ۽ معيار هجن اهڙا جن کي "سند" جو درجو بہ حاصل هجي. جنهن ڪان انهيءَ عقيدي کي سند حاصل ٿئي ٿي - ٻين لفظن ۾ جڏهن ماڻهن پنهنجي بالڪل ظاهر کي سچائي ورتو ۽ انهيءَ جي ٿي پاڻهپ اختيار ڪيائون، جڏهن ماڻهو پنهنجي نفس جي خواهش جي غلامي ۽ ٻانهي جهڙن انسانن جي آقائي کان آجا ٿيا ۽ لاالہ‌الاالله جي مهر انهن جي دلين تي چڱي ريت ڇهتي ويئي تہ پوءِ الله تعاليٰ انهي عقيدي ۽ عقيدي قبول ڪرڻ وارن جي ذريعي انهن سڀني جا دروازا کولي ڇڏيا، جن جو ماڻهو تصور ڪري ٿي سگهيا. خدا جي سرزمين رومي ۽ ايراني سامراج ڪان پاڪ ٿي ويئي. ليڪن انهيءَ پاڪائيءَ جو اهو مطلب هرگز ڪين هو تہ هينئر زمين مٿان عربن جو سڪو رائج ٿيندو ليڪن اهو سڀڪجهہ انهيءَ ڪري هو تہ صرف خدا جي بلندي ۽ وڏائيءَ جا گيت ڳايا وڃن، جنهن جي نتيجي ۾ ڌرتي خدا جي باغين کان پاڪ ٿي ويئي هئي پوءِ کڻي اهي رومي هئا يا ايراني يا عربي، سڀني کان پاڪ ٿي چڪي هئي.

نئون اسلامي معاشرو اجتماعي ڦرلٽ ۽ ظلم کان بالڪل

پاڪ هو. جو ته هي اسلامي نظام هو ۽ انهيءَ ۾ خدائي انصاف
جو ڏونڪو وڃي رهيو هو. هتي صرف خدائي انصاف مطابق
هر چڱي، مٺي ۽ صحيح ۽ غلط ڳالهه کي توريو تڪيو ويو.
انهيءَ اجتماعي عدل جو بنياد توحيد هو، ۽ ان جو اصطلاحي
نالو "اسلام" هو. انهيءَ سان گڏ ڪنهن ٻئي نالي يا اصطلاحي
يا چپر تنبڻ جي گنجائش ڪانه هئي. انهيءَ جي پٺيءَ تي صرف
هي عبارت اڪريل هئي" لاإلٰهالاالله " اخلاق ۽ دل جي دنيا
۾ تان هڪ بهار اچي ويئي. قلوبن ۽ ارواحن جي پاڪائي تي
ويئي، ۽ هي سڌارو اهڙي ريت نه آيو جو چند آڱرين تي ڳڻڻ
جيترن مثالن کي پاسيرو ڪندي ڏسجي ٿو ته انهن حدن ۽ سزائن
کي جاري ڪرڻ جي نوبت ٿي نه آئي جن کي قائم ڪرڻ جو
الله تعاليٰ حڪم ڏنو هو. انهيءَ ڪري ته هينئر خود دلين جي
اندر پوليس جون چوڪيون قائم ٿي ويون هيون هينئر نگران
۽ داروغي جو فرض، خدا جي رضامندي جي طلب، اجر جي
خواهش، خدا جي غضب ۽ عذاب جي خوف وارا جذبا انجام
ڏيئي رهيا هئا. مطلب ته انساني نظام، انساني اخلاق ۽ انساني
زندگي پنهنجي ڪمال جي انهيءَ بلندي کي وڃي پهتي جو
جنهن تائين نه اڳوات ڪير پهچي سگهيو ۽ نه صحابه ڪرام جي
سڳوري دور کان پوءِ ڪير انهيءَ منزل کي ماڻي سگهيو آهي.

## هي عظيم انقلاب ڪيئن برپا ٿيو

دراصل هي عظيم انقلاب ۽ انسانيت جو ڪمال صرف
انهيءَ سبب ڪري حاصل ٿيو ته جن ماڻهن سچي دين کي هڪ
رياست هڪ نظام ۽ هڪ قانون ۽ شريعت جي شڪل ۾ قائم
ڪيو هو، انهن خود پهريائين انهيءَ کي پنهنجي قلب ۽ ضمير
۽ پنهنجي زندگيءَ ۾ قائم ڪري ڇڏيو هو. انهيءَ کي هڪ
عقيدي ۽ فڪر جي حيثيت ۾ تسليم ڪري چڪا هئا. پنهنجي

اخلاق کي انهيءَ سيگار سان سنواري چڪا هئا، پنهنجي عادت جي اصولن لاءِ انهيءَ ڪان سند وٺي چڪا هئا ۽ پنهنجي زندگيءَ جي روز مره جي معاملن ۾ انهيءَ جو سڪو چالو ڪري چڪا هئا. انهيءَ دين قائم ڪرڻ لاءِ انهن سان صرف هڪڙو واعدو ڪيو ويو هو. انهيءَ واعدي ۾ غلبي ۽ اقتدار عطا ڪرڻ جو ڪو جز به شامل نه هو ايستائين جو هي ڳالهه به سمايل ڪانه هئي ته هن دين کي پڪ ئي پڪ انهن جي هٿاران ئي غلبو نصيب ٿيندو. انهن کي جيڪي ڪجهه چيو ويو اهو صرف هي هو ته دين کي قائم ڪرڻ جي بدلي ۾ انهن کي جنت ملندي. ڏنو وڃي ته جنهن صبر ۽ حوصلي سان انهن ماڻهن جهاد ڪيو، جيڪي ڳالتي ٽوڙ ظلم انهن سٺا، جنهن مردانگي ۽ مضبوطيءَ سان پنهنجي سچي دعوت جي راه تي رمندا رهيا، ۽ پوءِ نيٺ انهن جهڙيءَ ريت جهالت جي مقابلي ۾ عظيم سچائيءَ جو پلاند نه ڇڏيو، جيڪو ”لاالٰہ‌الاالله“ جي رسي سان بدل آهي ۽ جيڪو نظريو هر زمان ۽ مڪان جي حڪمرانن لاءِ سيني جو سور ٿي رهيو آهي ـــ انهن مڙني خدمتن جي عيوضي ۾ انهن سان صرف هڪڙو واعدو ڪيو ويو هو، جنهن جو مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي يعني فقط ( آئيندي جو يقين ).

جڏهن الله تعاليٰ انهن کي آزمائش جي ڀٺيءَ ۾ پگهاريو ۽ هنن پير به نه چوريو ۽ هو نفس جي هر خواهش ۽ لذت کان دستبردار ٿي ويا ۽ جڏهن الله سائين چاڻي ورتو ته هو دنيا جي اندر هيئر ڪهڙيءَ ريت به جزا ۽ بدلي لاءِ آسائتا آهن ۽ نه انهن کي هن ڳالهه جو انتظار آهي ته هن دعوت کي پڪ ئي پڪ هنن جي هٿاران ئي غلبو حاصل ٿئي ۽ هن دين کي انهن جي ئي ڪوشش ۽ قربانين جي نتيجي ۾ بلندي ۽ برتري حاصل ٿئي. نه انهن ۾ پيئرن ڏاڏن وارو فخر باقي رهيو نه منجهن

قومي هٺ وارا جيوڙا رهيا، نہ وطن ۽ ملڪ جي وڏائيءَ وارو جذبو منجهن رهيو ۽ نہ قبيلن ۽ حسب نسب واري تعصب جي انهن ۾ بوءِ بڻاس رهي. پوءِ جڏهن الله تعاليٰ انهن کي انهن مڙني خوبين سان اڏيل ڏٺو تڏهن وڃي انهن جي فائدي ۾ هي فيصلو ڏيڻ فرمايو تہ هي ماڻهو هينئر ”عظيم امانت“ (يعني زمين جي خلافت) جو بار کڻي سگهن ٿا. هي هن عقيدي ۾ سچا آهن. جنهن عقيدي جي اها گهر آهي تہ هر قسم جي حڪمراني صرف اڪيلي الله لاءِ خاص هجي، دل ۽ ضمير تي، اخلاق ۽ عبادتن تي، جان ۽ مال تي، ۽ حالتن ۽ طبيعتن تي صرف انهيءَ جو حڪم هلندڙ هجي. خدا تعاليٰ کي معلوم هو تہ هي ماڻهو انهيءَ سياسي اقتدار جا سچا نگهبان ثابت ٿيندا جيڪو انهن جي هٿن ۾ انهيءَ مطلب لاءِ حوالي ڪيو ويندو تہ جيئن هو خدا جي شريعت کي نافذ ڪن ۽ خدائي انصاف کي قائم ڪن. ليڪن اهڙيءَ ريت جو انهيءَ اقتدار ۾ انهن جي پنهنجي جند يا قبيلي ۽ برادري ۽ قوم لاءِ ڪو بہ حصو نہ هجي. مگر اهو نج الله تعاليٰ لاءِ خاص هجي، ۽ الله جي دين ۽ هن جي شريعت جي خدمت ڪرڻ لاءِ هجي، ڇو تہ انهن کي معلوم آهي تہ اقتدار جو اصل مالڪ الله آهي ۽ انهيءَ ئي اهو انهن جي حوالي ڪيو آهي.

## خدائي نظام جي ڪاميابيءَ جو واحد رستو

جيڪڏهن تحريڪ اسلامي وارو قافلو اهو ڏمر کڻي پنهنجي راهہ جو راهي نہ ٿئي ها، ۽ ٻين سمورن جهنڊن کي ڦٽو ڪري صرف انهيءَ جهنڊي يعني لا الٰہ الاالله جي توحيدي جهنڊي کي اوچو نہ جهلي ها، ۽ انهيءَ رستي جي رنڊن تي نہ هلي ها جيڪا ظاهر ۾ تہ ڏاڍي اٺائي ۽ موتمار هئي پر حقيقت ۾ آسان ۽ برڪت ڀري هئي، تہ پوءِ انهيءَ مبارڪ ۽ پاڪ نظام جو

هڪ ڪڪ به اهڙي اوچي شان سان دنيا آڏو نروار ڪين ٿي سگهي ها. اهڙي ريت جيڪڏهن هي دعوت اصل مُهڙ ۾ئي قومي نعرو بڻجي آڏو اچي ها، يا اقتصادي تحريڪ جو چوغو پهري اچي ها، يا ڪنهن "اخلاق سڌار" مهم جو روپ وٺي ها يا "لا اله الا الله" جي جهنڊي سان گڏ ٻيون جهنڊيون به ڦڙڪائي ها ۽ ٻيا نعرا به بلند ڪري ها ته پوءِ هي پاڪ ۽ مبارڪ نظام جيڪو انهيءَ دعوت جي نتيجي ۾ قائم ٿيو ڪڏهن به خالص رباني نظام جي صورت ۾ زمين تي پنهنجا جلوا نه ڏيکاري سگهي ها.

قرآن حڪيم جي مڪي دور ۾ اهوئي شان ۽ شوڪت نظر اچي ٿو. هي دور دلين ۽ دماغن تي الله جي الوهيت جو نقش چٽي ٿو. انقلاب جي فطري راهه جو سونهون ڪري ٿو. پوءِ کڻي ظاهر ۾ انهيءَ رستي ۾ ڪيترن ئي ڏکن ڏاکڙن ۽ سورن جو منهن ڏسڻو ڇو نه پوي، ۽ انهن ٻن ٻيچرن ڪان به پاسو ڪرڻ جو حڪم ملي جن جو هو صرف جهٽ پل لاءِ مسافر ٿيڻ چاهي ٿو، ليڪن قرآن مجيد جو مڪي دور هرحال ۾ انهيءَ فطري رستي جي راهي رهڻ جي تلقين ڪري ٿو.

## دعوت جي شروعات ۾ ننڍين ننڍين مسئلن کي ڇو نه ٻيش ڪيو ويو

اهڙيءَ طرح قرآن مجيد جي تعليم جو هي طريقو به تحريڪ اسلاميءَ جي اڳوائن آڏو رهڻ گهرجي ته قرآن مجيد مڪي دور ۾ پنهنجي سڄي بحث جو دارو مدار صرف عقيدي تي رکيو. زندگي جي انهن ننڍين ننڍين مسئلن کي نه ڇيڙيو جيڪي انهيءَ عقيدي جي نتيجي ۾ ظاهر ٿيڻا هئا، ۽ نه انهن قانونن ۽ حڪمن تي بحث ڪيو جيڪي انهيءَ عقيدي جي روشنيءَ ۾ زندگي جي ڪاروبار جي جوڙجڪ ڪن ٿا.

در اصل اسلام جو جيڪو مزاج آهي انهيءَ جي اها گهر هئي ته قرآن مجيد مڪي زندگيءَ ۾ صرف عقيدي جي مسئلي تائين پنهنجي دعوت کي محدود رکي ها. ظاهر آهي ته مڪمل دين جو بنياد خدا جي وحدانيت واري نظرئي تي قائم آهي. هن عقيدي جو بنياد جيڪو قانون ۽ معاشري جو مڪمل نظام آهي انهيءَ بنيادي نظرئي تي اڏيل آهي. هن دين جو مثال انهيءَ بلند ۽ اوچي گهاٽي وڻ جي مثال آهي، جنهن جو ڇانئيرو ڏاڍو آسائتو ۽ پري پري تائين وائڪو آهي. جنهن جون ٽاريون پاڻ ۾ ڳتيل آهن، ۽ جن جون چوٽيون آسمان کي ڇهي رهيون آهن. ظاهر آهي ته اهڙو وڻ جيڪو ايڏو بلند ۽ ڪشادو هجي، انهيءَ جون پاڙون پاتال ۾ پيهيل هونديون آهن، ۽ اهو پنهنجي ڇانوَ جا پَر پري پري تائين پکيڙي ڇڏيندو آهي. بالڪل اهڙئي مثال هن دين جو به آهي. هي نظام زندگيءَ جي هر شاخ تي حاوي آهي. انسانيت جي هر ننڍي ۽ وڏي مسئلي سان بحث ڪري ٿو. انساني زندگيءَ جي جوڙجڪ صرف هن زندگيءَ ۾ ئي نه پر آخرت ۾ به ڪري ٿو. اکين ڏٺي جهان جائي نه پر اڻ ڏٺي ڪائنات جا به مسئلا حل ڪري ٿو. ۽ صرف ظاهري ۽ مادي معاملن ۾ئي دخل نه ٿو ڏئي پر ضمير جي گهرين اونهاين، دلين جي مخفي ارادن، ۽ نيتن جي باريڪ بيني تي به دوربيني وجهي، انهن کي صحيح رستو ڏيکاري ٿو، هي دين هڪ غير معمولي، ڏاڍي ويڪري ۽ ڪشادي آسمان سان ڳالهيون ڪندڙ عمارت جي مثال آهي. ظاهر آهي ته انهيءَ جي بنيادن جي گهرائي ۽ ويڪر به انهيءَ حساب سان ٿيڻ گهرجي.

دين جي حقيقت ۽ سندس مزاج جو هي انداز خود دين جي اڏاوت ۽ ڪشادگيءَ جي باري ۾ انهيءَ خاص ڪم جي طريقي جو پتو ڏئي ٿو. اتان ئي معلوم ٿئي ٿو ته دلين

جي اندر ڀريائين انهيءَ عقيدي جي پختي پيڙه وجهڻ، ۽ پوءِ انهيءَ کي اهڙي ريت جمائي پڪو ۽ مضبوط ڪيو وڃي جو هي عقيدو انسان جي رڳ رڳ ۾ سمائجي وڃي ۽ هن جي پوري ياڪر ۾ اچي وڃي ...... اهو رستو دين جي اوچي وڻ جي انهيءَ اوچي حصي، جيڪو اڳ سان ڳالهيون ڪري رهيو آهي، ۽ ٻي حصي جنهن جون جڙون جڙ ۾ کتل آهن، انهن جو پاڻ ۾ هڪ اهڙو ميلاپ ۽ ڳانڍاپو قائم ڪري ٿو جيڪو اڻ ٽر آهي. نه صرف ايترو پر اهو عقيدو ان جي پاڙن کي اها قوت به رسائي ٿو جيڪا ظاهري بار کي برداشت ڪرڻ لاءِ ضروري آهي.

جڏهن ”لا إله الا الله“ جو عقيدو دل جي گهرائين ۾ گهر ڪري وڃي ٿو ته انهيءَ سان گڏو گڏ اهو مڪمل زندگيءَ جو نظام به واسو ڪري وڃي ٿو جيڪو انهيءَ عقيدي جو عملي تفسير آهي. جنهن جي نتيجي ۾ هن ڳالهه جو پنهنجو پاڻ فيصلو ٿي وڃي ٿو ته هي اهوئي اهو واحد نظام آهي جنهن جي پوئلڳن جي روحن کي راحت نصيب ٿي سگهي ٿي، ۽ انهيءَ کان اڳوات جو انهيءَ نظام جي ذري پرزي جا تفصيل انهن جي آڏو پيش ڪيا وڃن، ۽ انهيءَ جي قانونن ۽ حڪمن جي انهن کي سَنَدَ ڏني وڃي، اصولي طرح هو انهيءَ کان ڀريائين پنهنجو ڪنڌ انهيءَ نظام آڏو جهڪائي چڪا هوندا آهن. ايمان جي تقاضا به اها آهي ته انهيءَ راهه ۾ جيڪو ڀريون قدم وڌايو وڃي، انهيءَ لاءِ ڪي به شرط شروط نه هجن، ۽

انهيءَ لاءِ ڪا ٻڙڪ ٻه واتان نه ڪئي جي. تان جو جڏهن مڪي دور کان پوءِ مديني جو دور آيو ته انهن پاڪ نفسن انهيءَ ئي جذبي هيٺ پنهنجي رضاخوشي سان ۽ وڏي ادب سان ڪنڌ جهڪائي انهن قانونن ۽ سڌارن جي آجيان ڪئي جيڪي وقت بوقت قرآن حڪيم انهن جي آڏو پيش ڪيا. جيئن ئي حڪم جاري ٿيو ته انهن جا ڪنڌ جهڪي ويا ۽ زبان تي هڪ اکر به اعتراض جو نه آندائون. جيئن ئي ڪنهن فرمان جو پڙاڏو سندن ڪنين پيو انهيءَ تي اوڏيءَ مهل عمل ڪري ڏيکاريائون. ڪڏهن به هنن ٻسڙ ۾ پير نه وڌا. شراب کي جرم قرار ڏنو ويو، وياج جي حرام ٿيڻ جو حڪم نازل ٿيو، جوئا بازي کي ناجائز قرار ڪيو ويو ........ مطلب ته جهالت جي دور جون سڀ رسمون ۽ رواج پيرن هيٺان چيپاڻجي ويا ........ ليڪن ڪهڙيءَ ريت؟ صرف قرآن مجيد جي ڪجهه آيتن جي ذريعي يا رسول الله صلي الله عليه وسلم پنهنجي زبان مبارڪ مان جيڪي ڪجهه گفتا فرمايا، انهيءَ جي ذريعي. انهيءَ جي ڀيٽ ۾ دنيا جي ٻين حڪومتن ڏانهن نظر ڦيرايو، هو انهن مان هرهڪ شئي کي ختم ڪرڻ لاءِ قانون جو سهارو حاصل ڪنديون آهن. قانون جوڙينديون آهن، ۽ حڪومت جا ڪل پرزا حرڪت ۾ اچي ويندا آهن. فوج ۽ پوليس کي استعمال ڪيو ويندو آهي. هو اختيارن جا ايترا ته تير وسائيندا آهن جو سندن ترڪش خالي ٿي ويندا اٿن. پروپيگنڊا ۽ پريس انهن جي آڏو ٻانهي ٿي ويندي آهي. مگر انهن سڀني حيلن هلائڻ جي باوجود، هو ظاهري ڀيڪڙين جي وٺ پڪڙ کان سواءِ ڪجهه به نه ڪري سگهنديون

آهن. ۽ معاشري ۾ بچڙاين ۽ براين جو راڄ ساڳيءَ ريت قائم رهندو آهي. (١)

## حقيقت پسند ۽ عملي دين

دين جي هڪ ٻئي طريقي تي به غور ڪرڻ جي ضرورت آهي جنهن جو روح انهيءَ بي باڪ نظام ۾ نظر اچي ٿو، ۽ اهو هي آهي ته دين هڪ جيئل ۽ عملي تحريڪ جو پروگرام آهي. هو انسان جي زندگيءَ تي عملي طرح حڪمراني ڪرڻ آيو آهي. تنهن ڪري هن جي اڳ۾ جيڪي حالتون اچن ٿيون، هو انهن سان ڪٽرڪٽي منهن ڏئي ٿو. جيئن انهيءَ باري ۾ هن جي روبي جي هرهڪ کي خبر پئجي وڃي ته آيا هو انهن کي برقرار رکي ٿو، يا انهن ۾ گهٽ وڌائي ڪري ٿو، يا انهن کي بلڪل تبديل ڪري ڇڏي ٿو. تنهن ڪري انهيءَ روشنيءَ ۾ هي دين صرف انهن حالتن لاءِ قانون جوڙيندو آهي جيڪي عملي طرح موجود هونديون آهن ۽ اهي حالتون موجود به انهيءَ معاشري ۾ هونديون آهن، جيڪو اصولي طرح خدا جي حاڪميت کي تسليم ڪري چڪو هوندو آهي. در اصل

---

(١) اسلام ۾ شراب کي ڪيئن حرام قرار ڏنو ويو، انهيءَ متعلق تفصيلي بحث سيد قطب رحه جي تفسير "في ظلال القرآن" جي پنجين جلد صفحي ٧٨ کان ٨٥ تائين ڏسي سگهو ٿا. ۽ شراب کي بند ڪرڻ جي ڪوشش ۾ آمريڪا ڪهڙيءَ ريت ناڪام ٿي گوڏا کوڙيا، انهيءَ جو تفصيل مولانا ابوالحسن علي ندوي جي ڪتاب "ماذا خسر العالم الاسلامي بانحطاط المسلمين" ۾ ڏنو. اهو تفصيل هن مولانا ابوالاعلي مودودي جي ڪتاب "تنقيحات" (ڇاپيندڙ "اسلامڪ پبليڪيشنز لاهور") تان نقل ڪيو آهي.

هيءَ دين ڪنهن نظرياتي فلسفي (Ideological philosophy)
جو نالو نہ آهي جنهن جو ڍانچو سرف فرضي ڳالهين تي اڏيل
هجي. ليڪن هي هڪ عملي نظام آهي جنهن جو تعلق عمل ۽
هلچل جي دنيا سان آهي. تنهن ڪري هي حقيقت اٽل آهي
تہ پهريائين اهو مسلم معاشرو وجود ۾ اچي جنهن کي خدا جي
الوهيت واري عقيدي جو اقرار هجي، ۽ هن ڳالهہ جو عهد ڪري
تہ "حاڪميت اعليٰ" خدا کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ حاصل
نہ آهي. غيرالله جي حاڪميت جو اهو معاشرو صاف صاف انڪار
ڪري ۽ هر انهيءَ قانون کي چئلينج ڏئي جنهن جو بنياد خدا
جي الوهيت واري عقيدي تي قائم نہ هجي. انهيءَ قسم جو
معاشرو جڏهن وجود ۾ اچي ٿو ۽ انهيءَ جي آڏو عملي طرح
جدا جدا عملي مسئلا آڏو اچن ٿا، تہ انهيءَ کي هڪ نظام ۽
هڪ قانون جي لازمي ضرورت پيش اچي ٿي وڃي، تہ پوءِ انهيءَ
وقت هي دين، قانون ۽ حڪم جوڙي ٿو ۽ نظام ۽ ضابطن
جي جوڙجڪ جي شروعات ڪندو آهي، ۽ انهيءَ ڪارروائيءَ
وقت هن جي آڏو انهن ماڻهن جو ڪردار هوندو آهي، جيڪي
اصولي طرح شروع کان هن جي هر قانون ۽ ضابطي کي اڳواٽ
اڪين تي رکي چڪا آهن، ۽ جيڪي ٻين سڀني ضابطن ۽ قانونن
کي اصولي طرح ٺڪرائي چڪا آهن.

## انهيءَ دين کي نافذ ڪرڻ لاءِ طاقت گهربل آهي

انهيءَ عقيدي جي پوئلڳن لاءِ ضروري آهي تہ هو
خودمختيار هجن ۽ انهن کي معاشري ۾ اقتدار ۽ غلبو حاصل
هجي، جنهن جي سهاري تي هو انهيءَ معاشري ۾ انهيءَ نظام
کي ۽ انهيءَ جي مڙني حڪمن کي جاري ڪري انهن تي عمل
ڪرائي سگهن. جيئن هي پلازو نظام پنهنجي پوري آب و تاب
۽ نت نانگر سان معاشري ۾ قائم ٿي سگهي. ۽ انهيءَ جي

نظام جو مٿو ميوو انسانيت چکي سگهي. انهيءَ کان سواءِ انهيءَ معاشري کي جڏهن زندگي جي چرندڙ پرندڙ مسئلن سان واسطو ۽ انهن کي منهن ڏيڻ لاءِ قانونن ۽ اختيارن جي ضرورت محسوس ٿيندي، انهيءَ ضرورت ۽ تقاضا کي پوري ڪرڻ لاءِ سياسي قوت جو هجڻ اڻٽر آهي.

مڪي زندگيءَ ۾ مسلمان خود مختيار نہ هئا، ۽ پنهنجي معاشري ۾ بہ انهن کي ڪو اقتدار حاصل نہ هو. اجا انهن جي پنهنجي عملي زندگي بہ هڪ مستقل ۽ جدا شڪل اختيار نہ ڪئي هئي جو هو انهيءَ کي خدا جي شريعت تحت منظم ڪن ها. تنهن ڪري الله تعاليٰ جي طرفان بہ انهي دور ۾ ڪي انتظامي ضابطا يا عام قانون نازل ڪين ٿيا. انهيءَ دور ۾ انهن کي خدا جي بارگاهہ مان جيڪي ڪجهہ عطا ٿيو ........ اهو عقيدو ۽ صرف عقيدو هو. يا اهي يلا زا اخلاق هئا، جيڪي انهيءَ توحيد جي عقيدي جي نتيجي ۾ ظاهر ٿيا هئا جيڪو انهن جي رڳ رڳ ۾ تند تنواري رهيو هو. پر جڏهن مدني زندگيءَ ۾ انهن جي هڪ خود مختيار رياست وجود ۾ اچي ويئي تہ انهن جي مٿان الله تعاليٰ جي طرفان انساني زندگيءَ بابت عام ضابطن ۽ حڪمن جو نزول بہ شروع ٿي ويو. ۽ نيٺ اهو پاڪ نظام ڌرتي جي سيني تي اچي ظاهر ٿيو جيڪو هڪ مسلم معاشري جي عملي ضرورتن جو چڱيءَ طرح پورائو ڪري پئي سگهيو، ۽ رياست جي طاقت انهيءَ جي پرجهلو ۽ نافذ ڪرڻ واري قوت ( Sanction ) هئي. الله تعاليٰ هي پسند ڪونہ فرمايو تہ سب ضابطا ۽ قانون مڪي دور ۾ئي نازل ڪري ڇڏجن ها، تہ جيئن مسلمان ”تيار حالت“ ۾ انهيءَ جو ذخيرو ڪري ڇڏين ها ۽ مدينہ ۾ لڏي اچڻ کان پوءِ جيئن ئي اسلامي رياست وجود ۾ اچي ها تہ انهن کي هڪدم نافذ ڪري ڇڏجي

ها. اهو طريقو دين حق جي مزاج جي خلاف آهي. هي دين
اهڙي قسم جون تدبيرون اڳواٽ نہ ٿو رٿي. پر هي دين انهيءَ
کان اڳيرو هڪ عملي ۽ انهيءَ کان گهڻو اڳيرو دوراند يش دين
آهي. هن دين جو اهو طريقو نہ هوندو آهي تہ خيالي مسئلن
کي حل ڪرڻ لاءِ خيالي جوابن جي تلاش ۾ وقت وڃايو
وڃي. انجي خلاف هو واقعي پيدا ٿيل صورتحال جو جائزو وٺندو
آهي. ۽ جڏهن هي ڏسندو آهي تہ واقعي هڪ اهڙو زنده ۽
سگهارو معاشرو موجود آهي، جيڪو پنهنجي قالب ۽ شڪل
و صورت جي لحاظ کان، ۽ پنهنجي حالتن ۽ مسئلن جي لحاظ کان
هڪ مسلم معاشرو آهي، جيڪو خدا جي شريعت آڏو پنهنجو
ڪنڌ نمائي چڪو آهي، ۽ طاغوتن جي "شريعتن" کان بيزاري
واري چڪو آهي، تہ پوءِ اهڙي صورت ۾ بي شڪ هيءَ دين
انهيءَ معاشري جي حالتن ۽ ضرورتن پٽاندڙ قانون جوڙي انهن
کي نافذ ڪرڻ جو مطالبو ڪندو آهي.

## اسلامي قانون کي اڳواٽ جوڙڻ بي فائدي آهي

جيڪي ماڻهو اڄ اسلام کان هيءَ مطالبو ٿا ڪن تہ هو
پهريائين پنهنجا نظريا تيار ڪري، پنهنجي نظام جو ڍانچو تيار
ڪري، ۽ انساني زندگي لاءِ قانونن جو دفتر تيار ڪري، اهو
اجايو آهي. ڇو تہ هو ڏسي رهيا آهن تہ زمين جي تختي تي ڪٿي
بہ اهڙو معاشرو نظر نہ ٿو اچي جنهن بين مڙني انساني قانونن
کي ڦٿو ڪري عملي طرح پنهنجي حڪومت جون واڳون خدا
جي شريعت جي هٿ ۾ ڏيئي ڇڏيون هجن، ۽ گڏو گڏ انهيءَ
کي اهڙا اختيار بہ حاصل هجن جن جي سهاري هو انهن قانونن
کي نافذ ڪري سگهي. ظاهر آهي تہ اهڙي صورت موجود ڪانہ
آهي تنهن ڪري اهو چٽيءَ ريت معلوم ٿي وڃي ٿو تہ اسلام
کان انهيءَ قسم جو مطالبو ڪندڙ درحقيقت هن دين جي

مزاج کان بيخبر آهن، ۽ هو انساني زندگي جي ور وڪڙ گهراين جي باري ۾ دين جي عملي ڪردار کان ناواقف آهن. انهن کي هن ڳالهه جي ڄاڻ ٿي ڪانه آهي ته هن دين کي عملي طرح نافذ ڪرڻ سان پروردگار عالم جي منشا ڪهڙي آهي؟ درحقيقت اهڙي قسم جي مطالبي ڪندڙ ماڻهن جي خواهش اها آهي ته هيءُ دين پنهنجي فطرت کان منهن موڙي وڃي، پنهنجي اصلي طريقي کي تياڳ ڏئي ڇڏي، پنهنجي تاريخ تبديل ڪري ڇڏي ۽ عام انساني نظرين ۽ انساني شريعتن جهڙي هلڪي درجي واري صورت اختيار ڪري. انهن ماڻهن جي ڪوشش اها آهي ته هي دين پنهنجي فطري شاهراه ۽ فطري مرحلن کي نظرانداز ڪري ڪو سولو رستو اختيار ڪري، ته جيئن انهن جون اهي خواهشون پوريون ٿي سگهن جيڪي اڀاريون ۽ عارضي آهن. ۽ خواهشون به اهڙيون جن جي وجود ۾ اچڻ جو سبب اها نفسياتي شڪست آهي جيڪا ردي ۽ بي مقصد انساني قانونن جي مقابلي ۾ انهن مٿان ڇانئجي چڪي آهي. انهيءَ سان گڏو گڏ هو اهو به چاهين ٿا ته هن دين به ٺلهي نظرين ۽ خيالي پلاڻن جي دنيا ۾ گم ٿي وڃي، جنهن جي بحث جو موضوع اهڙيون حالتون ۽ واقعا هجن جن جو عملي وجود هوا ۾ هجي. ليڪن الله تعاليٰ جي مرضي اها آهي ته هي دين اهڙيءَ ريت نافذ ٿئي جهڙي ريت پهريائين نافذ ٿيو هو. پهريائين انهيءَ کي عقيدي جي حيثيت ۾ تسليم ڪيو وڃي جيڪو دل ۽ دماغ جي اونهاين ۾ پيهجي وڃي ۽ قلب ۽ ضمير تي انهيءَ دين جي سلطاني قائم ٿي وڃي، پوءِ انهيءَ عقيدي جون گهرجون پوريون ڪيون وڃن. انهيءَ جي سڀ کان پهرين گهر اها آهي ته ماڻهو خدا کان سواءِ ڪنهن جي به آڏو سجدو نه ڪن. خدا کان سواءِ ڪنهن به هستي کان

پنهنجي زندگي جي راهن لاءِ روشني حاصل نہ ڪن جڏهن انهيءَ عقيدي جي وارث هڪ جماعت تيار ٿي وڃي ۽ سڄي معاشري تي انهيءَ ڪي عملي طرح غلبو نصيب ٿي وڃي تہ انهي عقيدي جي روشنيءَ ۾ اهڙا سڀ قانون پيا تيار ٿيندا، جيڪي انهيءَ جماعت يا معاشري جي عملي ضرورتن کي پورو ڪن ۽ انهيءَ معاشري جي عملي زندگي جي جوڙجڪ ڪن. هي آهي هن دين کي قائم ڪرڻ جو صحيح طريقو جيڪو الله تعاليٰ کي پسند آهي. الله تعاليٰ جي پسند ڪيل طريقي کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ طريقي کي قبول ڪري نہ ٿو سگهجي. پوءِ ماڻهو ڪٿي ڪيترين ئي خواهشون ڏيکارين ۽ ڪيترائي مطالبا پيش ڪن.

## دين کي قائم ڪرڻ جو صحيح طريقو

انهيءَ بنياد تي تحريڪ اسلامي جي علمبردارن کي هي سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ هو جڏهن بہ ماڻهن کي دين جي "احياءَ" ۽ "تجديد" جي دعوت ڏين تہ انهن کان پهريائين هن ڳالهہ جو مطالبو ڪن تہ هو اسلام جي بنيادي عقيدي کي پنهنجي دل جي گهراين سان تسليم ڪن. پوءِ اهي ماڻهو ڪٿي پاڻ کي مسلمان سڏرائيندا هجن، يا انهن جا نالا مسلمانن جهڙا رکيا ويا هجن، يا انهن جي ڄم جا سرٽيفڪيٽ بہ انهن جي مسلمانيءَ جي شاهدي ڏيندا هجن. بهرحال اسلامي دعوت جي علمبردارن کي گهرجي تہ هو انهن مسلمانن کي پهريائين هي سمجهائين تہ "اسلام" جنهن حقيقت جو نالو آهي، اهو هي آهي تہ هو سڀ کان پهريائين "لااله الاالله" جي عقيدي جي اصل مول مقصد کي سمجهي آڻ مڃين. انهيءَ جو اصلي مفهوم هي آهي تہ هو پنهنجي زندگيءَ جا سڀ ڪاروبار خدا جي حاڪميت جي حوالي ڪري ڇڏين، ۽ جيڪي ماڻهو رب ذوالجلال جي حاڪميت خلاف

بغاوت ڪري خود پاڻ حاڪميت جو جهنڊو کڻي اٿي ڪڙا ٿيا
ته انهن جي اهڙي دعويٰ کي غلط ثابت ڪن. توحيد جي
عقيدي کي انهي معنيٰ ۾ سمجهڻ کان پوءِ هي ڳالهه لازمي ٿي
وڃي ٿي ته صرف هن ئي عقيدي جي رنگ ۾ پوئلڳن جون دليون
۽ دماغ رڱجي وڃن. انهن جي عبادتن ۾ به انهيءَ عقيدي
جو نشان چٽيل هجي ۽ انهن جي زندگيءَ جي هر حصي کي
به انهيءَ جو نور ٻهڪائي ڇڏي.

جڏهن به ماڻهن ۾ هن سچي دين جي دعوت برپا ٿي
وڃي ته انهن جي اڏو "عقيده" توحيد کي بنيادي حيثيت حاصل
هئڻ گهرجي. خود دنيا جي ٻهرين اسلامي تحريڪ انهيءَ عقيدي
جي بنياد تي پنهنجي دعوت شروع ڪئي هئي. قرآن ڪريم جي
مڪي دور وارو حصو پورن تيرهن ورهين تائين انهيءَ عقيدي
کي ڄمائيندو ۽ مضبوط ڪندو رهيو. اهو ئي ڪارڻ آهي ته
جڏهن انسانن جو ڪو ٽولو دين جي اصل مول متي کي پروڙي
پرجهي، اسلامي تحريڪ ۾ داخل ٿي وڃي ته صرف انهيءَ ٽولي
کي صحيح معنيٰ ۾ " اسلامي جمعت " يا " اسلامي معاشرو "
ڪوٺي سگهجي ٿو. يعني اها جماعت يا معاشرو جنهن ۾ اها
صلاحيت موجود هجي جو انهيءَ جي اجتماعي زندگيءَ ۾ اسلام
جو نظام حيات جاري ٿي سگهي ۽ معاشرو انهيءَ تي عمل ڪري.
ڇو ته انهيءَ جميعت پنهنجي آزاد مرضيءَ سان هي طئي ڪري
ڇڏيو آهي ته هن جي سچي زندگي جو بنياد اسلامي نظام تي
اڏيل هوندو، ۽ هو ڪنهن به معاملي ۾ الله باد شاه جي حاڪميت
کان سواءِ ٻئي ڪنهن به حاڪميت جي اڏو پنهنجو گردن
ڪين جهڪائيندي.

اهڙي ريت عملي طرح جڏهن هڪ معاشرو وجود ۾ اچي
ويندو ته سندس آڏو اسلامي نظام جي بنيادي تعليم پيش ڪئي

ويندي، ۽ معاشرو پنهنجو پاڻ اسلامي نظام جي عام ضابطن جي حد اندر رهندي، اهڙا سڀ قانون ۽ حڪم جوڙيندو ويندو جن جي عملي طرح ضرورت پوندي ويندي. اسانجي آڏو هڪ عملي ۽ حقيقت پسند ۽ حڪمت ڀريئي اسلامي نظام حيات کي پنهنجي فطري رفتار پٽاندڙ قائم ڪرڻ لاءِ اهوئي صحيح ۽ ڪارگر طريقو آهي. ڪجهه ابهارا سڄڻ جن کي دين جي اصل حقيقت ۽ مزاج جي پروڙ پئجي ڪانه سگهي آهي ۽ نه انهن دين جي انهيءَ سنئين سڌي ۽ ربّاني راهه جي طريقي تي ڪو ويچار ڪيو آهي، جنهن جو بنياد الله عليم و خبير جي بي پناهه ڏاهپ تي رکيو ويو آهي، جنهن کي هن ڳالهه جي پوري پوري ڄاڻ آهي ته انسان جي طبيعت جي حقيقت ڇا آهي ۽ ان جون ضرورتون ڪهڙيون آهن؟ اهي مت جا موڙهيا ڪڏهن ڪڏهن خيال ڪندا آهن ته ماڻهن کي اسلامي نظام جي بنيادن يا صرف اسلامي قانون ۽ حڪمن جي ڄاڻ ڏيڻ سان ئي اسلامي دعوت جي راهه سڌائي تي ويندي، ۽ ماڻهن جون پنهنجو پاڻ اسلام لاءِ دليون تانگهڻ لڳنديون. انهن ماڻهن جو اهو نظريو صرف هڪ هوائي خيال آهي جيڪو انهن جي ابهاري سوچ جو نتيجو آهي، هي انهيءَ ئي قسم جو هڪ خيال آهي جنهن جا مثال اسين گذريل صفحن ۾ بيان ڪري چڪا آهيون ته ڪهڙي ريت خود رسول الله ﷺ جي آڏو اهڙيون تجويزون پيش ڪري پيون سگهجن، ۽ چئي پيو سگهجي ته نبي اڪرم ﷺ جن جيڪڏهن پنهنجي دعوت جو آغاز قوم پرستي جي نعري، معاشي انقلاب جي ڪنهن دعوى يا ڪنهن ”اخلاق سڌار“ تحريڪ سان ڪن ها ته پاڻ ڪريم جن جو ڪم ڏاڍو سولو ٿي پئي ها ۽ کين اوکن لڪن جا گهير گهٽ لنگهي پنهنجا پير پٿون نه ڪرڻا پون ها.

حقيقت اها آهي ته اصولي طرح سڀ کان ڀهريائين هي ڳالهه ضروري آهي ته دلين ۾ صرف خدا جي وحدت جون تندون تنوارجڻ لڳن، صرف الله جي يانهپ اختيار ڪرڻ جو اعلان ڪن، انهيءَ جي شريعت کي پنهنجي اڪين تي رکن، ۽ ٻي هر شريعت کي ٺڏي ڇڏين. اهو سڀ ڪم انهن کي شريعت جا تفصيل ٻڌائي، انهن ۾ وڏيڪ چاهه ۽ ڪشش پيدا ڪرڻ واري عمل کان اڳڀرات ٿيڻ گهرجي. شريعت لاءِ دلين جون اهي موجون صرف الله سائين جي خالص بندگي واري چشمي مان اپرڻ گهرجن ۽ انهيءَ جون ياڙون غيرالله جي غلامي کان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ واري جذبي جي اونهائي ۾ کتل هجن. هي ڪا صحيح صورت حال ڪانه ٿي سگهي ٿي ته ماڻهن جي دلين ۾ خدا جي قانون سان محبت ۽ چاهه انهيءَ ڪري پيدا ٿئي ته ٻئي طرف جي اپيلس کان پوءِ ڪجهه ماڻهن انهيءَ جي ڪجهه طريقن کي آنهن انساني قانونن کان وڏيڪ فائدي مند ۽ بهتر محسوس ڪيو آهي. جن جو انهن جي ڇوڏاري دنيا ۾ ڏونڪو وڄي رهيو آهي. بيشڪ خداوندي نظام سراسر خير ۽ سعادت جو سرچشمو آهي. انهيءَ جي خير ۽ سعادت هجڻ لاءِ اهوئي دليل ڪافي آهي ته اهو الله تعاليٰ جو تجويز ڪيل آهي، غلامن جي شريعت جي الله جي شريعت سان ڪابه مشابهت پيدا ٿي نه ٿي سگهي. ليڪن اسان جي چوڻ جو مطلب اهو آهي ته حقيقت نفس الامري اسلام جو بنياد نه آهي. دعوت جو بنياد صرف اسلام آهي، ۽ اسلام جنهن حقيقت جو نالو آهي، اهو هي آهي ته الله جي شريعت کي هر حال ۾ بنا ٻڙڪ ڪڇڻ جي قبول ڪيو وڃي ۽ ٻين مڙني شريعتن ۽ انهن جي هر شڪل ۽ صورت کان بند نابري واري وڃي. انهيءَ کان سواءِ اسلام جو ٻيو ڪو مفهوم ٿي نه ٿو سگهي، جنهن کي انهيءَ اصلي اسلام سان محبت ۽

چاهت هوندي انهيءَ جو آخري فيصلو ب ظاهر آهي، ته شريعت جي مطابق ٿي هوندو ليڪن هن ڪان پوءِ انهيءَ کي هي محتاجي نه رهندي ته اسلام لاءِ چاهه ۽ شوق جي جذبي اوپارڻ لاءِ ڪيس اسلام جي رعب تاب، انهيءَ جي حسن ۽ جمال ۽ انهيءَ جي فضيلت ۽ برتري جا قصا بيان ڪري پڏايا وڃن.-----.
هي آهي ايمان جي پڏ رين حقيقتن مان هڪ اهم ۽ بنيادي حقيقت.

## اسلام جهالت جو مقابلو ڪهڙيءَ ريت ڪيو؟

انهن تفصيلن بيان ڪرڻ ڪان پوءِ اسين هيتر هي پڌائڻ ضروري ٿا سمجهون ته قرآن حڪيم مڪي جي تيرهن سالن واري زندگيءَ ۾ ايمان ۽ عقيدي جي مسئلي کي ڪيئن حل ڪيو. قرآن مجيد عقيدي کي ٺلهي نظرئي (Theory) يا الاهيات جي روپ ۾ پيش نه ڪيو، ۽ نه قرآن مجيد پنهنجي بيان ۾ اهو انداز اختيار ڪيو آهي جيڪو اسانجي علم الڪلام (Schollasticism) ڪلامي بحثن جي باب ۾ اختيار ڪيو آهي. انجي ابتڙ قرآن حڪيم هميشه انسان جي فطرت کي اپيل ڪري ٿو، ۽ انهن شين مان اشارا ۽ دليل پيش ڪري ٿو جيڪي خود انسان جي پنهنجي نفس ۾ ۽ چوڌرف موجود ماحول ۾ سمايون پيون آهن. هو انسان کي وهمن ۽ ڏند ڪٿائن جي انهن چپن مان ٻاهر ڪڍڻ چاهي ٿو جن جي هيٺيان هو دٻيو پيو آهي، ۽ ادراڪ جي انهيءَ صلاحيت کي چمڪائي ٿو، جيڪا ڪٽ چڙهڻ ڪري بيڪار ٿي ويئي هئي. اهڙيءَ ريت قرآن انساني فطرت تي پيل مونجهارن کي صاف ڪري ٿو ۽ کيس انهيءَ لائق بڻائي ٿو ته هو انهيءَ جي اثرائتن ۽ لطيف اشارن کي سمجهي سگهي ۽ انهن کي قبول ڪري سگهي.

هي ته قرآن جي تعليم جو هڪ عام طريقو هو. هن جي انقلابي تعليم جو خاص طريقو هي هو ته هن توحيد جي بنياد

تي قائم تيل سوسائٽي ۾ واقعي هڪ جنگ جوٽي ڏني هئي. ۽ انهن جهالت وارن نظرين ۽ روايتن خلاف ڪشمڪش برپا ڪري ڇڏي هئي جن جي بار هيٺان انسانيت دٻي پيئي هئي ۽ انساني فطرت لولي لنگڙي ۽ ناڪاري ٿي چڪي هئي. تنهن ڪري انهن خاص حالتن جي مقابلي ڪرڻ خاطر اسلام لاءِ هي طريقو مناسب ڪونه هو ته انهيءَ کي صرف هڪ ”نظرئي“ جي حيثيت ۾ پيش ڪيو وڃي ها. پر اهائي مناسب صورت هئي ته هو ڀرپور مقابلي جو اعلان ڪري جنگ جي ميدان ۾ ڪڏي پوي، ۽ انسان جي دل ۽ دماغ تي عمل ۽ فڪر جي دنيا ۾ جيڪي پردا چڙهي ويا هئا انهن کي ڦاڙي ڦٽو ڪري ۽ انهن سڀني ڇپن کي پچي پورا پورا ڪري ۽ انهن مڙني رڪاوٽن کي رستي کان هٽائي پري ڪري جيڪي انسان کي پنهنجي حق حاصل ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ آيون ڪيون ويون هيون. اهڙي ريت دماغي مٿي ماري جي انهيءَ انداز کي به جيڪو ان کان بعد جي زمانن ۾ علم الڪلام جو طريقو رهيو آهي ۽ جنهن جو سڄو دارو مدار لفظي منطق (Logic) تي هو، انهيءَ کي به اسلام پسند نه ڪيو، ۽ انهيءَ کي پيش ڪرڻ اسلام لاءِ مناسب صورت به ڪانه هئي. اهو انهيءَ ڪري ته قرآن جو مقابلو ته سڄي انساني ماحول ۽ انجي چرندڙ پرندڙ سببن ۽ نتيجن سان هو، ۽ هو انهيءَ سڄي انسانيت سان گفتگو ۾ رڌل هو جيڪا بدي ۽ وگوڙ جي بي انت سمنڊ ۾ غوطا کائي رهي هئي. انهيءَ مقصد لاءِ الاهيات ( Metaphysices ) جي بيان وارو انداز به قرآن لاءِ فائدي مند ڪونه هو. اهو انهيءَ ڪري جو جيتوڻيڪ اسلامي عقيدي جو ”وجدان“ سان لاڳاپو آهي پر حقيقت ۾ هو هڪ عملي زندگيءَ جو پروگرام پيش ڪري ٿو ۽ عملي دنيا ۾ انهيءَ کي نافذ ڪرڻ چاهي

ٿو. الاهيات جي نظرياتي بحثن ۽ عقل جي خيالي پلائن واري دنيا وانگر هو زندگيءَ جي محدود ۽ تنگ دائري اندر قيد ٿيڻ نہ آيو آهي.

قرآن هڪ طرف اسلامي جماعت جي دلين ۾ عقيدي جي عمارت جي اڏاوت ڪري ٿو، ۽ ٻئي طرف گڏو گڏ انهيءَ جماعت کي ساڻ ڪري چوطرف موجود جهالت جي قلعن ۽ ڪوٽن کي طاقت سان پنهنجي پورا ڪرڻ لاءِ چڙهائي ڪري ٿو. ۽ جيڪڏهن هن کي خود اسلامي جماعت جي فڪر ۽ عمل، اخلاق ۽ معاملن جي اندر بہ جيڪڏهن جهالت جا ڪي اهڃاڻ نظر ايندا آهن تہ انهن جي خلاف بہ جنگ جوٽڻ جو اعلان ڪري ٿو. تنهن ڪري اسلامي عقيدي جي اوسر انهن ئي سخت اوڻاين ۽ اقتدار سڀن جي آويزش ۾ ٿي. ليڪن اها فطري اوسر "نظرئي" يا "الاهيات" جي شڪل ۾ نہ ٿي ۽ نہ "دماغي مٿي ماري جي ڪلامي بحثن" جي لباس ۾. ليڪن انهي جو عروج زندگيءَ سان ڀرپور، قوت سان حرڪت ڪندڙ (organic) تحريڪ جي صورت ۾ ٿيو. جيڪا قرآن جي تربيت ڏنل اسلامي جماعت جي شڪل ۾ دنيا آڏو نمودار ٿي. جنهن جو مٿي ذڪر ڪري چڪا آهيون. انهيءَ جماعت جي مڪمل ترقي ٻوءِ چاهي فڪر جي لحاظ کان هجي، اها اسلام جي تحريڪي تصور ۽ نظرئي مطابق ٿي. انهيءَ جماعت کي جيڪا تربيت ملي انهيءَ ۾ هي روح سمايل هو تہ هي جماعت دراصل هڪ اهڙو منظم ۽ سرويچ سپاهين جو لشڪر آهي جنهن کي جهالت سان ٻہ پائي ڪرڻا آهن. انهيءَ ڪري هن تحريڪ جي ترقي خود عقيدي ۽ فڪر جي ترقي جو عملي تفسير هئي. هي آهي اسلام جي دعوت جو صحيح طريقو، جيڪو اسلام جي روح ۽ فطرت جي صحيح ترجماني ڪري ٿو.

## اسلام صرف نظرياتي نه پر عملي دين آهي

دعوت اسلامي جي علمبردارن کي دين جي مزاج ۽ انجي تحريڪي ڪم جي طريقي کي جنهن جو اسان مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون چڱي طرح ذهن نشين ڪرڻ گهرجي. انهيءَ طريقي تي غور ڪرڻ سان انهن کي معلوم ٿيندو ته عقيدي جي تعمير ۽ تشڪيل جو اهو ڏکيو مرحلو جيڪو مڪي جي زندگيءَ ۾ گذريو، اهڙو نه آهي جو انهيءَ ۾ اسلام جي صرف نظرياتي پهلو کي سکڻ ۽ سيکارڻ لاءِ ڪافي سمجهي ڇڏڻ گهرجي. درحقيقت عقيدي جي تعمير وارو مرحلو ۽ اهو مرحلو جنهن ۾ عملي طرح اسلامي تحريڪ جي تنظيم ڪئي ويئي ۽ اسلامي جماعت جو پايو وڌو ويو، ٻه جدا جدا مرحلا نه هئا ۽ نه ائين هو ته اهي ٻئي هڪ ٻئي سان سلهاڙيل نه هئا. پر اهي ٻئي مرحلا هڪ ٿي ڳالهه هئا، جنهن ۾ هڪڙي ئي وقت عقيدي جو ٻج ڇٽيو ويو، اسلامي تحريڪ ۽ اسلامي جماعت جو قيام عمل ۾ آندو ويو ۽ اسلام جي عملي وجود جو ڍانچو به تيار ڪيو ويو تنهن ڪري آئينده جڏهين به اسلام کي وري سربلند ڪرڻ لاءِ ڪوشش ورتي وڃي ته انهيءَ جامع طريقي کي اختيار ڪرڻ گهرجي.

مناسب ائين ٿي آهي ته عقيدي جي تعمير وارو مرحلو پاڻ ڏکيو هجي. تعمير جو ڪم رڪي رڪي پنهنجي منزل ماڻي هر قدم ڄمائي پختائيءَ سان وڌائڻ گهرجي، انهيءَ مرحلي کي عقيدي جي ذهني نظرياتي بحثن مٿان قربان نه ڪيو وڃي، پر انهيءَ مرحلي ۾ عقيدو دنيا آڏو هڪ اهڙي زنده حقيقت بڻجي اڪين کي تراوت بخشي جو انسان جي دل جي دنيا نور ۾ ٻهڪڻ لڳي. اهو عقيدو اهڙي چرندڙ پرندڙ جماعتي نظام جي شڪل ۾ هجي جنهن جي اندروني ۽ ٻاهرين ترقي خود عقيدي جي

ترقيءَ جو پتو ڏئي. اها جماعت اهڙي عملي تحريڪ جي شڪل ۾ موجود هجي جيڪا جهالت سان جنگ جي ميدان ۾ ٻڪ وڏيون بيٺي هجي. نه صرف فڪر ۽ نظر جي محاذ تي پر عمل ۽ ڪردار جي محاذ تي به انهيءَ سان جنگ جوٽيون بيٺي هجي ته جيئن هي عقيدو هڪ محسوس ٿيندڙ طاقت ۾ تبديل ٿي وڃي ۽ انهيءَ ڪشمڪش جي اندر رهندي ترقيءَ جون منزلون طئي ڪري.

جيستائين اسلام جو تعلق آهي ته هي ڳالهه هن جي آڏو نه صرف غلط آهي پر حد درجي تائين خطرناڪ به آهي ته ڪو اسلامي عقيدي کي ذهني نظرئي جي شڪل ۾ پنهنجون منزلون طئي ڪرڻ گهرجن، ۽ هن جو دائرو صرف نظرياتي بحثن مباحثن ۽ خالي خولي فڪري تحقيق ۽ جاکوڙ جي ميدان تائين محدود هجي. قرآن ڪريم مڪي دور ۾ عقيدي جي تعمير ۽ مضبوطيءَ تي پورا تيرهن ورهيه انهيءَ ڪري نه لڳايا ته هو ڪو هڪ ئي واري سان نازل نه ٿي ٿي سگهيو. الله تعاليٰ جيڪڏهن گهري ها ته سڄي قرآن کي هڪ ئي وقت نازل ڪري ڇڏي ها، ۽ پوءِ انهيءَ تي ايمان آڻڻ وارن کي تيرهن ورهين تائين ڪجهه به نه ڇڏي ها. ايستائين جو هو انهيءَ وٿيءَ ۾ ”اسلامي نظرئي“ تي علمي ۽ نظرياتي بنهي لحاظن کان عبور حاصل ڪري چڪن ها. ليڪن الله تعاليٰ اهو طريقو پسند ڪونه فرمايو. هن کي ڪجهه ٻيوئي منظور هو. رب العالمين دنيا جي اندر هڪ بي مثال زندگيءَ جو نظام برپا ڪرڻ ٿي چاهيو. هو هڪ ئي وقت ۾ عقيدي جي تعمير ۽ انهيءَ عقيدي جي علمبردار تحريڪ جو بنياد وجهڻ پيو چاهي، ۽ انهيءَ ئي وقت هن جي قدرت جي منشا اها هئي ته اهائي علمبردار تحريڪ پنهنجي سڃاڻپ ڪرائڻ واسطي مثالي معاشري کي قائم ڪري ڏيکاري. پروردگار عالم جي مرضي اها

هئي تہ عقيدي جي قوت سان تحريڪ ۽ جماعت وجود ۾ اچي. ۽ تحريڪ ۽ جماعت جي طاقتور ٿيڻ سان عقيدو ترقي حاصل ڪري. هن چاهيو پئي تہ عقيدو چرندڙ پرندڙ ۽ عملي زندگيءَ جو نالو هجي. ۽ جماعت جي حرڪت ۽ ڪري عقيدي جي سڃاڻپ ڪرائي. الله تعاليٰ چاتو پئي تہ ماڻهن جي اصلاح بهتر معاشرو قائم ڪرڻ اهڙو ڪم نہ آهي جو راتون رات ٿي وڃي. انهيءَ ڪري تہ عقيدي جي تعمير ۽ ترقيءَ ۾ ايترو وقت لازمي طرح لڳي ويندو آهي جيترو وقت ڪنهن ماڻهوءَ جي اصلاح ۽ جماعت کي قائم ڪرڻ ۽ انجي تنظيم ڪرڻ ۾ گهربل هوندو آهي. اهڙيءَ ريت جو هيڏانهن عقيدي جي تعمير وڃي پنهنجي منزل ماڻي، ۽ هوڏانهن اهڙي مضبوط جماعت آسمان جي هيٺان اچي موجود ٿئي جيڪا انهيءَ عقيدي جي حقيقي سڃاڻپ ۽ عملي تفسير هجي.

هن دين جو اهوئي مزاج آهي. قرآن ڪريم جي مڪي دور مان بہ انهيءَ مزاج جو ثبوت ملي ٿو. اسان کي دين جو مزاج شناس هئڻ گهرجي ۽ پنهنجي بي قابو خواهشن ۽ انهن بي مقصد نظرين جي اثر جي هيٺ ٿيڻ ۾ وهي نہ وڃڻ گهرجي جن کي شڪست ملي چڪي آهي ۽ نہ انهيءَ جذبي تحت دين جي مزاج ۾ ڦير ڦار ۽ تبديلي آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. هي دين پنهنجي خاص مزاج جي ڪرشمن سان پهرياڏين بہ ”مسلمان امت“ جي نالي سان هڪ عظيم امت کي وجود بخشي زبردست ڪارنامو انجام ڏيئي چڪو آهي، ۽ آئيندي جڏهن بہ ”مسلمان امت“ کي دنيا ۾ پيهر پنهنجي فرض انجام ڏيڻ لاءِ ميدان ۾ آڻڻ جو ارادو ڪيو ويندو تہ هن کي دين جي انهيءَ ساڳئي مزاج ۽ ڪم جي طريقي پٽاندڙ تيار ڪري سگهبو. اسان کي هي ڳالهہ چڱيءَ ريت سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ اهڙي

هر ڪوشش غلط به آهي ۽ خطرناڪ بہ، جنهن جو مقصد اهو هجي تہ اسلام جي جيئري جاڳندي ۽ دائمي عقيدي کي پنهنجي فطري ڪم جي طريقي ۽ عمل کان محروم ڪري صرف نظرياتي درس ۽ تدريس ۽ علمي بحث ۽ مطالعي جو مرڪز بڻايو وڃي. حالانڪ هن عقيدي ۾ اها قوت موجود آهي جو انهي کي هڪ چرندڙ پرندڙ ۽ جيئري جاڳندي معاشري جي جسم جي رڳ رڳ ۾ سمائجي وڃڻ گهرجي، ۽ هن کي هڪ منظم تحريڪ جي قالب ۾ دنيا آڏو جلوا ڏيکارڻ گهرجن. اهو عمل انهيءَ ڪري ضروري آهي تہ جيئن اسين بي مقصد، معمولي، نيچ ۽ بيڪار انساني نظرين جي پيٽ ۾ "اسلامي نظرئي" جي طاقت ۽ برتري ثابت ڪري سگهون. اسلامي عقيدي جي تقاضا تہ اها آهي تہ حرڪت ڪندڙ انساني زندگي انهيءَ جو مظهر ۽ نمونو هجي. اهو هڪ مضبوط انساني تنظيم ۽ زبردست عملي تحريڪ جو پروگرام هجي، ۽ اهو عقيدو هڪڙي اهڙي تحريڪ جي شڪل اختيار ڪري وڃي جو هڪ طرف تہ ان جا چوطرف موجود جاهليت جي جڙن ۾ هٿ هجن ۽ ٻئي طرف هن جي پنهنجي پوئلڳن ۾ جهالت جي باقي رهيل اثرن کي ختم ڪرڻ لاءِ جنگ جاري هجي. اهو انهيءَ ڪري تہ هن عقيدي جي آغوش ۾ اچڻ کان پهريائين هو خود انهيءَ جهالت جو هڪ حصو هئا ۽ انهيءَ جو عين امڪان آهي تہ انهن ۾ جهالت جا رهيل کهيل اثر اڃا موجود هجن. اسلامي عقيدو پنهنجي انهيءَ مزاج ۽ طريقي مطابق دلين ۽ دماغن جي دنيا جي ايتري تہ چوڙي ۽ ڪشادي ايراضي کي پنهنجي گهيري ۾ آڻي ٿو جو ايتري ايراضي نظرياتي بحثن ۽ دماغي مٿي ماري جي گهيري ۾ هرگز ڪين ٿي اچي سگهي. ليڪن اسلامي عقيدو پنهنجي تربيت ۽ سکيا جو مرڪز صرف

دلين ۽ دماغن جي فضائن ۾ قائم نه ٿو ڪري، پر عمل ۽ ڪردار جي تمام اونهاين ۾ به پنهنجون پاڙون وجهي ڇڏي ٿو. الوهيت، ڪائنات، زندگي ۽ انسان هي اهي بحث آهن، جن جي باري ۾ اسلام جو تصور نه صرف نهايت جامع، هر لحاظ کان پورو ۽ مڪمل آهي، پر حقيقت پسند ۽ صحيح فطرت مطابق به آهي. اسلام پنهنجي فطرت ۽ مزاج جي آڌار تي هي ڳالهه هرگز گوارا نه ٿو ڪري ته هو هن جي حيثيت ڪنهن صرف خالي عقلي ۽ علمي تصور جي ٺلهي ڍير جهڙي ٿي وڃي. هي ڳالهه هن جي فطرت، مول مقصد ۽ پروگرام جي خلاف آهي، اسلام کي جيڪا ڳالهه پسند آهي، اها هيءَ آهي ته هو زنده دل انسانن جو لباس پهري نمودار ٿئي، هڪ زنده تنظيم هن جي جهنڊي جي ڇانوَ هيٺ هجي ۽ هڪ عملي تحريڪ هن جو تفسير هجي. هن جو پنهنجي مقصدن کي حاصل ڪرڻ جو طريقو ئي جدا آهي. هيءَ زنده دل ماڻهن، فرشته صفت تنظيم ۽ ڪم ڪندڙ تحريڪ جي ٻنين ۾ ٻج پوکي سهڻا سهڻا سلا انگوري، انهن ۾ مٺو مٺو ميوو پچائي انهيءَ پختي منزل تائين وڃي رسندو آهي جنهن جي نتيجي ۾ عمل، حقيقت ۽ نظريي جي لحاظ کان مڪمل ڪاميابي سندس قدم چمندي آهي. پنهنجي اوسر واري زماني ۾ هو ڪڏهن به ٺلهي نظريي جي حيثيت ۾ زندگي جي واقع ٿيندڙ مسئلن کان گوشو نه ٿو ڪري، پر عمل، حرڪت ۽ حقيقت جي روشنيءَ ۾ سيني اوڻاين کي منهن ڏئي ٿو. باقي رهيو اهو طريقو ته پهريائين اسلامي تصور جي نظرياتي ۽ تجريدي، حيثيت سان چمت چمائي وڃي، ۽ انهيءَ کان پوءِ ڪيس تحريڪ ۽ عمل جي دنيا ۾ لاٿو وڃي ته اوسر ۽ ترقي جو اهڙو طريقو هن دين جي فطرت، هن جي مول مقصد ۽ هن جي تربيت ۽ مزاج جي لحاظ کان نه

صرف نامناسب آهي پر خطرناڪ ۽ نقصان ڪار به آهي. الله تعاليٰ جو ارشاد آهي.

وَقُرْآنًا فَرَقْنَاهُ لِتَقْرَأَهُ عَلَى النَّاسِ عَلَىٰ مُكْثٍ وَنَزَّلْنَاهُ تَنْزِيلًا. (بني اسرائيل: ١٠٦)

ترجمو:- ۽ قرآن کي اسان ٿورو ٿورو ڪري نازل ڪيو آهي ته جيئن اوهان ترسي ترسي اهو ماڻهن کي ٻڌايو ۽ اسان انهيءَ کي (موقعي موقعي سان) آهستي آهستي نازل ڪيو آهي. انهيءَ ارشاد جي روشنيءَ ۾ ڏسجي ٿو ته اسلام ۾ اهي ٻئي طريقا چالي واٺي اختيار ڪيا ويا آهن. قرآن جو آهستي آهستي نازل ٿيڻ ۽ پوءِ ترسي ترسي ماڻهن کي ٻڌائڻ، اهو طريقو انهي ڪري اختيار ڪيو ويو ته جيئن عقيدي جي بنيادن تي تعمير ٿيڻ وارو نظام صرف هڪ نظرئي جي شڪل ۾ نه پر هڪ زنده ۽ ڪم ڪندڙ تنظيم جي روپ ۾ ظاهر ٿي پنهنجي ڪمال کي پهچي.

## دين جي فڪر ۽ عمل وارو طريقو به رباني آهي

هن دين جي علمبردارن کي هي ڳالهه به چڱيءَ طرح ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته جهڙيءَ ريت هي دين رباني نظام آهي، اهڙيءَ ريت هن جي ڪم جو جيڪو طريقو آهي اهو به خدا جي وحي جي مطابق آهي. دين جي اصل فطرت ۽ ڪم جي طريقي ۾ پوري طرح هڪجهڙائي آهي ۽ اهي ٻئي هڪ رنگ ۾ رڱيل آهن. تنهن جي ڪري دين کي انهيءَ طريقي مطابق غالب ڪرڻ لاءِ جدوجهد نه ورتي ويندي ته پوءِ اها ڪوشش ٿي اجائي آهي. ٻنهي کي هڪ ٻئي کان جدا ڪري نه ٿو سگهجي. انهيءَ کان سواءِ هن ڳالهه کي به دل جي پاڙ ۾ جڳهه ڏيڻ گهرجي ته جهڙي ريت هي دين فڪر ۽ نظر جي انقلاب سان، ڪردار ۽ عمل جي دنيا ۾ انقلاب برپا ڪرڻ

آيو آهي. اهڙيءَ ريت هن دين جي اها مشن به آهي ته هو سوچ جي انهيءَ ڪانٽي جي رُخ کي به بدلائي ڇڏي جنهن مطابق عام طرح عقيدي جي تعمير ۽ عملي زندگيءَ ۾ انقلاب برپا ڪرڻ جي ڪوشش ورتي ويندي آهي، هي دين "عقيدي" جي به تعمير ڪري ٿو ۽ "امت" جي عمارت به کڙي ڪري ٿو، ۽ گڏو گڏ پنهنجي خاص فڪري نظام کي به اوسر بخشي ٿو. ۽ انهيءَ کي معاشري ۾ رائج ڪرڻ لاءِ انهيءَ حساب سان سگهه استعمال ڪري ٿو جنهن حساب سان عقيدي جي تعمير ۽ عمل جي تبديلي لاءِ استعمال ڪري ٿو. انهيءَ حقيقت جي روشنيءَ ۾ هن دين جو خاص فڪري نظام، سندس خاص نظريو (Ideology) ۽ انهيءَ جي خاص قسم جي زوردار تحريڪ اهي ٽيئي شيون هڪ ٻئي کان ڇڙوڇڙ ۽ جدا نه آهن، پر اهي ٽيئي گڏجي پنهنجو ڪم انجام ڏيندڙيون آهن ڇو ته هڪڙوئي ته گل آهي جنهن جون اهي شاخون آهن.

مٿين سمجهاڻيءَ سان هينئر اسان کي سڌ پئجي ويئي ته ڪم ڪرڻ لاءِ دين جو پنهنجو خاص طريقو آهي. هينئر بي پلانگهه ورائڻ تي اسان کي هي به معلوم ٿيڻ گهرجي ته ڪم جو اهو طريقو پنهنجي ذات ۾ لاثاني ۽ ابدي آهي ڪم جو هي طريقو اسلام جي دعوت پيش ڪرڻ لاءِ ڪنهن خاص دؤر سان واسطو نه ٿو رکي، ۽ نه ئي ڪنهن خاص حالتن جي ڪري ڪنهن ماحول لاءِ نازل ٿيو آهي، ۽ نه هن دين کي انهن حالتن لاءِ تجويز ڪيو ويو هو جيڪي سڀ کان پهرين اسلامي جماعت جي دور ۾ موجود هيون. پر انجي خلاف دين جو هي طريقو زمان ۽ مڪان جي هر پابندي کان آزاد آهي. ۽ جڏهن ڪڏهن به هن سچي دين جي سربلندي لاءِ ڪوشش ورتي ويندي ۽ دين جي بالادستي قائم ڪئي ويندي ته اها

ڪاميابي انهيءَ ٿي فطري طريقي اختيار ڪرڻ جي نتيجي ۾ حاصل ٿيندي.

اسلام جي ذمہ داري صرف ايتري نہ آهي تہ هو صرف ماڻهن جي عقيدن ۽ عملن ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏي. پر هي ڳالهہ بہ انهيءَ جي ذمہ داري ۾ شامل آهي تہ هو ماڻهن جي سوچ ۽ فڪر جي انداز جي بہ ڪايا پلٽي ڇڏي. ۽ تصوراتي دنيا ۽ موجود حالتن سان منهن ڏيڻ جي باري ۾ انهن جي اکين کي هڪ نئين دوربيني بخشي ڇڏي. جيئن تہ اسلام جي فڪري نظام کي خدا جي سرچشمہ هدايت مان ٿي فيض نصيب ٿئي ٿو تنهن ڪري هي پنهنجي فطرت ۽ نقشي جي لحاظ کان انهن مڙني ڪوڙن، اڌورن ۽ بي روح نظامن کان بالڪل نيارو آهي، دين حق جي فڪر ۽ نظر جي انداز جا مهاندا باطل دينن جي فڪر ۽ نظر جي اندازن سان هرگز ميل نہ ٿا کائن. فرق ظاهر آهي. دين حق جو خالق، خالق اڪبر آهي. ۽ باطل دينن جا خالق اکين کان ڪورا انسان آهن.

جڏهن اسين اسلام کي هڪ اڪيلي نظرئي جي حيثيت ۾ سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون ۽ گڏو گڏ اهو چاهيندا آهيون تہ هي صرف بحث ۽ مطالعي جي دنيا جي زينت بڻيو رهي تہ اهڙيءَ ريت اسين هن کي خدائي طريقي ۽ خدائي فڪر بنهي کان پاسيرو ڪري ڪيس انساني فڪر جي تابعداري ۾ ڏيئي ڇڏيندا آهيون. اها ڳالهہ هن چوڻ برابر آهي تہ ٻين لفظن ۾ الله تبارڪ و تعالى جو تجويز ڪيل فڪر ۽ طريقو. معاذ الله. انساني فڪر ۽ طريقي کان ڪسو آهي. ۽ اسين فڪر ۽ عمل واري خدائي نظام کي ترقي ڏيئي انهيءَ انساني نظام جي برابر ڪرڻ چاهيون ٿا. هي نظريو تمام خطرناڪ ۽ هاڃيڪار آهي ۽ انهيءَ نظرئي جي نتيجي ۾ ذهن ۽ فڪر جو

جھڙيءَ ريت ڏيوالو نڪري وڃي ٿو اهو "ملت" لاءِ تمام ڳري نقصان جو باعث ٿيندو آهي.

هي سچو دين انهن سڀني ماڻهن جي ذهنن ۾ جيڪي حق جي راهه ۾ نڪري نروار ٿيندا آهن، فڪر ۽ سوچ جي خاص تربيت ۽ توريل تڪيل سمجهه اوتيندو آهي. جنهن جي صدقي هو انهن مڙني اوڻاين ۽ غلط رستن جي ڏينگرن کان پنهنجو پلاند بچائي وٺندا آهن جيڪي جاهل معاشرو دنيا ۾ هر هنڌ وڇائي ڇڏيندو آهي ۽ جن جي اٽڪلن خود اسانجي عقلن مٿان ڪلف چاڙهي ڇڏيا آهن ۽ اسانجي تعليم ۽ ثقافت کي زهريلو ڪري ڇڏيو آهي. انهيءَ عظيم فتني جي پيٽ ۾ جيڪڏهن اسان هن سچي دين کي انهيءَ غلط انداز سان سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي جيڪو ان جي فطرت لاءِ بالڪل اوپرو آهي ۽ جيڪا سوچ انهيءَ غالب آيل جهالت جوئي نتيجو آهي ته پوءِ انهيءَ صورت ۾ اسانجي انهيءَ ڪوشش جي نتيجي ۾ اسانکي پيٽو نقصان ڏسڻو پوندو. انهيءَ طريقي سان هڪ طرف ته اسين دين کي پنهنجي اصل ذمہ داري انجام ڏيڻ ۽ عمل ڪرڻ کان بند روڪي ڇڏينداسين جنهن کي نباهڻ لاءِ هو انسان ذات وٽ آيو آهي ۽ ٻئي طرف هڪ انسان جي حيثيت ۾ اسان پنهنجو پاڻ کي انهيءَ سونهري موقعي کان محروم ڪري ڇڏينداسين. اهو انهيءَ ڪري ته انهيءَ دين جي پلاند کي جهلي اسان جهالت واري نظام کان پنهنجي جند آزاد ڪرائي ٻئي سگهاسين، ۽ گڏو گڏ جهالت جي انهن مڙني اثرن کان پاڻ بچائي ٻئي سگهياسين جيڪي اسان جي دماغ ۽ تربيت ۾ موجود ٻئي رهيا آهن. تنهن ڪري دين کي انهيءَ طريقي سان سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ به تمام خطرناڪ ۽ سنگين آهي. ۽ انهيءَ جي نتيجي ۾ جيڪو نقصان ٿيندو اهو به تمام وڏي تباهي آڻيندڙ ثابت ٿيندو.

اسلامي انقلاب برپا ڪرڻ لاءِ خود فڪري نظام ۽ انجي پروگرام جي جيڪا اهميت ۽ ضرورت آهي، اها انهيءَ اهميت ۽ ضرورت کان ڪنهن به لحاظ کان گهٽ نه آهي جيڪا اسلامي عقيدي ۽ سندس نظامِ حيات کي حاصل آهي. ڇو ته اهي سڀ طريقا هڪ ٻئي کان نيارا ۽ جدا جدا نه آهن. اسان کي هي خيال ڪٿي ڪيترو به سٺو ۽ وڻندڙ نظر اچي، ۽ اسين اسلامي عقيدي ۽ نظام جي خوبين جي قلم ۽ زبان سان ڪٿي، ڪيتري ئي اپٿار ڪريون، ليڪن هي حقيقت هر وقت اسانجي آڏو رهڻ گهرجي ته جيڪڏهن اسان دنيا ۾ انهيءَ طريقي سان خدمت انجام ڏني ته اسلام ڪڏهن به هڪ واقعي ۽ تحريڪ جي شڪل ۾ برپا ٿي ڪونه سگهندو. انهيءَ سان گڏو گڏ هي ڳالهه به وسارڻ نه گهرجي ته اسين انهيءَ شڪل ۾ اسلام کي پيش ڪندا رهنداسين ته پوءِ انهيءَ کان صرف اهو ئولو فئدو وٺي سگهندو جيڪو عملي طرح اسلامي تحريڪ لاءِ ڪم ڪندڙ هوندو. باقي ٻاهران جو ڪو به ماڻهو انهيءَ مان ڪو فائدو نه وٺي سگهندو. ۽ خود اهو ٽولو به جيڪو زياده کان زياده فائدو وٺي سگهندو، اهو هي آهي ته پنهنجي تحريڪي سفر ۾ هو جنهن مرحلي تائين پهچي چڪو آهي، انهيءَ مرحلي جي ضرورت ۽ تقاضا کي انهيءَ جي مدد سان پورو ڪري سگهي. تنهن ڪري انهيءَ نسبت سان مان پهرين هي چوندس ته اسلام جي خدمت ڪرڻ جو اصل طريقو هي آهي ته هڪ طرف اسلامي عقيدي کي بنا ڪنهن دير جي عملي تحريڪ ۾ تبديل ٿيڻ گهرجي. ۽ ٻئي طرف خود هن تحريڪ کي به انهيءَ ئي مهل کان عقيدي جي صحيح تصوير ۽ حقيقي ترجمان ٿي وڃڻ گهرجي آءٌ وري به چوندس ته اسلام جي غلبي جو اهوئي فطري طريقو آهي. هي طريقو نه صرف سڀ کان پلو، سنئون سڌو ۽ صاف

آهي، پر انهيءَ سان گڏوگڏ نهايت اثرائتو ۽ دل جي گهراين ۾ جاءِ وٺندڙ آهي. ۽ انهن سڀني طريقن ۽ راهن جي ڀيٽ ۾ انسان جي فطرت پٺاندڙ آهي، جيڪي طريقا پهريائين نظرين ۽ فڪرن کي ڪاٺي ساڻي انهن کي صرف مجرد، علمي بحثن جي انداز ۾ ماڻهن جي اڳيان پيش ڪندا آهن. حالانڪ حقيقت اها هوندي آهي ته اهو مرحلو جو ماڻهو انهن نظرين جي آثار تي ڪا عملي تحريڪ هلائين يا خود انهن جو عملي نمونو ٿي ڏيکارين ۽ انهن جي اڳواڻيءَ ۾ منزل به منزل پيش قدمي ڪن. اجا تمام پري هوندو آهي، ۽ نه ڪڏهن ماڻهن لاءِ واقعي انهيءَ جي پيش اچڻ جو ڪو امڪان رهندو آهي.

## اسلامي نظام جي نافذ ٿيڻ کان اڳ اسلامي قانون جو مطالبو درست نه آهي

هي نظريو جيڪڏهن بذات خود اسلام جي نظرئي ۽ عقيدي جي باري ۾ درست آهي ته پوءِ انهي کي اسلامي نظام جي بنيادن ۽ انجي قانوني تفصيلن جي باري ۾ به قدرتي طرح سڀ کان وڌيڪ صحيح ٿيڻ گهرجي. هيءَ جهالت جيڪا اسان کي ڏاڍي خراب نموني ۾ چئني طرفن کان وڪوڙيو بيٺي آهي اها هڪ طرف اسلامي دعوت جي بعض خادمن جي دل و دماغ مٿان اهڙو ڳرو بار بڻجي رهي آهي، جو هو بي صبر ٿي اسلامي نظام جا سڀ مرحلا ابهار ۾ اورانگهڻ چاهين ٿا ته ٻئي طرف اها انهن کي هڪ ٻئي مونجهاري ۾ به گهرائي ڇڏي ٿي. اها جهالت انهن کان هريبي هريبي سوال ڪندي رهي ٿي ته جنهن نظام جا اوهين داعي آهيو، انهيءَ جا تفصيل ڪهڙا آهن؟ انهيءَ کي نافذ ڪرڻ لاءِ توهان انهيءَ تي ڪيتري ريسرچ ڪئي آهي؟ ڪيترا مقالا ۽ مضمون تيار ڪري رکيا

اٿو؟ جديد اصولن جي روشنيءَ ۾ ڪيتري حد تائين فقه تيار ڪري رکيو اٿو؟ جڏهن ته اڄ ماڻهن وٽ اسلامي شريعت کي جاري ڪري ۽ نافذ ڪرڻ لاءِ ٻي ڪنهن به شئي جي گهٽتائي نه رهي آهي صرف فقه جي حڪمن ۽ تحقيق جي ڪمي آهي. هو ته جڏهن الله تعاليٰ جي حاڪميت کي به مڃي چڪا آهن ۽ الله جي شريعت کي به حاڪم بڻائڻ لاءِ راضي آهن. بس هڪڙي ئي شئي جي ڪسر رهجي ويئي آهي ۽ اها هيءَ آهي ته "مجتهدن" جي طرفان اڃا تائين انهن وٽ جديد طرز تي تيار ٿيل فقه ڪونه پهتو آهي!!

درحقيقت هي اسلام جي مٿان هڪ خراب ٺوڪ آهي ۽ هر انهيءَ شخص کي انهيءَ ڳالهه تي پڙڪو کائي اٿڻ گهرجي جنهن جي دل ۾ هرمل جي داڻي برابر دين لاءِ احترام ۽ غيرت موجود آهي.

## جهالت جي چالبازين کان خبردار رهڻ گهرجي

جهالت انهيءَ قسم جا ترڪتال ۽ تڪساد صرف انهيءَ ڪري ڪندي آهي ته ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان خدائي شريعت کي رد ڪرڻ جو بهانو ملي وڃي، ۽ هُوءَ انسان مٿان انسان جي آقائي واري نظام کي قائم ۽ دائم رکي سگهي. جهالت جي اها به خواهش آهي ته اسلام جي پوئلڳن کي دين قائم ڪرڻ لاءِ انهيءَ ڏس کان ورغلايو وڃي، جنهن جو ڏس الله تبارڪ و تعاليٰ ڏنو آهي. ۽ انهن کي هن اصول تي به قائم رهڻ نه ڏنو وڃي ته ڪو فڪر ۽ عقيدي جي اوسر تحريڪ جي چاڙهه ۾ ٿئي. جهالت دين جي دعوت جي انهيءَ طريقي جي مزاج کي ئي بگاڙڻ چاهي ٿي، جنهن پٽاندڙ اسلامي نظرئي جي ڪاميابي تحريڪ جي تيز موجن جي وچ سير ۾ ٿيندي آهي، ۽ اسلامي نظام جون خوبيون ۽ ڪمال عملي

جاڪوڙ جي نتيجي ۾ آڏو ايندا آهن ۽ قانون جي جوڙجڪ اسلامي زندگي جي عملي ۽ حقيقي مشڪلاتن کي سامهون رکي ڪئي ويندي آهي. جهالت اهي اٽڪل بازيون ڪندي رهندي آهي، پر ياد رهي ته حق جي پرچار ڪندڙن کي جهالت جي انهن چالن طرف هرگز ڌيان نه ڏيڻ گهرجي. اتانڊو دليري ۽ مڙسيءَ سان هر اهڙي طريقي کي ٿڏي ڇڏڻ گهرجي جنهن کي سندن تحريڪ ۽ دين مٿان جهالت جي طرفان ٿاڦڻ جي ڪوشش ٿي رهي هجي. حق جي علمبردارن کي اڪ جي ڪاني نه ٿيڻ گهرجي ته دين جا مخالف ماڻهو جيئن چاهين انهن کي پيچندا مروڙيندا وتن. انهن جو فرض آهي ته هو جهالت جي مڙني چالبازين جو پول پڌرو ڪن ۽ انهن کي ٻاڙون ٻئي ڇڏين. خاص طرح انهيءَ "ڪل مسخري" جي پوري قوت سان ترديد ڪن جيڪا "فقه اسلامي جي تجديد" جي اوٽ ۾ هڪ اهڙي معاشري سان روا رکي پئي وڃي جيڪو نه ته خدا تعاليٰ جي قانون جي برتري کي تسليم ڪري ٿو ۽ نه غير الاهي قانونن کان بيزاري واري ٿو. درحقيقت اهڙي قسم جون ڳالهيون انهيءَ ڪم ڪان غافل ڪرڻ لاءِ ڪيون پيون وڃن جيڪو سنجيده، ۽ ڪارائتو آهي، ۽ انهيءَ ڪري به ڪيون پيون وڃن ته جيئن اسلام جا چاهيندڙ صرف هوا ۾ قلعا ناهيندي پنهنجو وقت وڃائيندا رهن. تنهن جي ڪري انهن مسلمانن جو فرض آهي ته هو انهيءَ قسم جي ناپاڪ چالبازين جو پول پڌرو ڪن ۽ انهن کي ڪامياب ٿيڻ نه ڏين. هن دين، تحريڪ جو جيڪو سونهون ڏکيو ڏسيو آهي انهيءَ جي ڏس مطابق اقامت دين جي جدوجهد ڪرڻ گهرجي. دين جي انهيءَ ئي طريقي ۾ دين جي طاقت جو راز سمايل آهي. ۽ اهوئي انهن جي طاقت ۽ شوڪت جو سرچشمو به آهي.

اسلام ۽ احياءِ اسلام جي ڪم ڪرڻ جو جيڪو طريقو آهي ته هو ٻئي برابر جي حيثيت جا مالڪ آهن. ٻنهي ۾ ڪا ٻيائي نه آهي. ڪم ڪرڻ جو ڪو به طريقو ڪٿي ڪيڏو به وڻندڙ نظر اچي اسلامي نظام کي ڪڏهن به غالب نه ڪري سگهندو. ماڻهن جا ٺاهيل ٺوپيل نظام ته ٻاهران اوڌر ورتل طريقن مطابق قائم ۽ برپا ٿي سگهن ٿا. ليڪن اسان واري نظام کي عملي جامي پهرائڻ کان هو لاچار آهن. تنهن ڪري اسلامي تحريڪ لاءِ دين جي خدمت ڪرڻ جو جيڪو خاص طريقو آهي انهيءَ جي پابندي ڪرڻ ايتري قدر لازمي آهي جيتري خود اسلام جي بنيادي عقيدي ۽ انهيءَ جي نظامِ حيات جي پابندي.

انّ هٰذا القرآن يهدي للّتي هي اقوم

هي قرآن انهيءَ رستي جي طرف رهنمائي ڪري ٿو جيڪو بالڪل سڌو ۽ صاف آهي.



# باب ڏهون

## اسلامي معاشري جون خاصيتون ۽ ان جي

## اوسر جو صحيح طريقو

### پيغمبرن سڳورن جي اصل دعوت.

اسلامي دعوت جو اهو دور جنهن جو بنياد رسول الله صلي الله عليه وسلم پنهنجي هٿن مبارڪن سان رکيو انهيءَ دعوت جي ڊگهي سلسلي جي آخري ڪڙي آهي جيڪا پيغمبرن سڳورن جي اڳواڻيءَ ۾ ازل کان وٺي جاري رهيو آهي. سڄي انساني تاريخ ۾ انهيءَ دعوت جو هڪڙي مقصد ۽ نصب العين رهيو آهي ۽ اهو هي آهي ته ماڻهن جي پنهنجي خدا ۽ واحد ۽ حقيقي پروردگار سان نئين سر لڳاءُ وڃي، انهن کي ربّ واحد جي غلامي جي حوالي ڪيو وڃي ۽ دنيا جي تخت تي انساني ربوبيت جي تڏا ويڙهه ڪئي وڃي. انهن آڳرين تي ڳڻڻ جيترن ڪجهه ماڻهن کان سواءِ جيڪي هيڪڙ ٻيڪڙ تاريخ جي صفحن ۾ نظر ايندا آهن. باقي مجموعي حيثيت جي لحاظ کان انسان ڪڏهن به الوهيت جي نظريي جو منڪر نه رهيو آهي، ۽ نه انهن بنه الله جي هستيءَ جو انڪار ڪيو آهي. ٿيو ائين آهي ته يا ته هو پنهنجي حقيقي رب جي صحيح معرفت حاصل ڪرڻ ۾ ٿاڃي ويندا آهن ۽ يا الله سان گڏ وگڏ ٻين کي به سندس الوهيت ۾ ڀاڱي ڀائيوار ڪندا رهندا آهن. ڪڏهن

عقيده ۽ عبادت ۾ ۽ ڪڏهن غيرالله جي حاڪميت ۽ تابعداري اختيار ڪرڻ جي صورت ۾ اهي ٻئي طريقا هن اعتبار کان نسورو شرڪ آهن ته اهي انسان ذات کي پنهنجي پالڻهار کان پري وٺي وڃڻ وارا آهن جنهن کي هو هر نبي ۽ رسول جي زبان مبارڪ سان سمجهندا پئي آيا آهن، پر وڏي مدت گذري وڃڻ کانپوءِ انهيءَ کي وساري ويهندا هئا ۽ نيٺ انهي جهالت جي طرف واپس وري ويندا هئا، جنهن مان ڪين الله پنهنجي فضل سان ٻاهر ڪڍيو هو. هو وري شرڪ جي راه جا راهي ٿي ويندا هئا ڪڏهن عقيدي ۽ غيرالله جي عبادت جي حد تائين ۽ ڪڏهن ٻين جي حاڪميت مڃڻ ۽ انهن جي پيروي ڪرڻ جي حد تائين ۽ ڪڏهن هڪڙي ئي وقت انهن ٻنهي گمراهين جي آوبڙي ۾ اچي ويندا هئا.

## ڪائنات جي اندر انسان جي اصل حقيقت

انساني تاريخ جي هر دور ۾ دعوت الي‌الله جو هڪڙو ئي مزاج پئي رهيو آهي، انهيءَ دعوت جو نصب‌العين " اسلام " آهي. جنهن جي معنيٰ آهي، ماڻهن کي پنهنجي پروردگار جو مطيع ۽ فرمانبردار بڻائڻ، انهن کي پاڻهن جي پاڻهپ کان ڇوٽڪارو ڏياري خدا واحد جو غلام بڻائڻ، انهن کي انسانن جي حاڪميت، انسانن جي جوڙيل شريعتن، انسانن جي هٿ ٺوڪين زندگيءَ جي قدرت ۽ روايتن جي ڦنجوڙ مان ڪڍي، زندگي جي هر شعبي ۾ انهن کي خداءِ واحد جي اقتدار ۽ حاڪميت ۽ سندس قانون جو پوئلڳ بڻائڻ، اڳيان پيغمبر سڳورا اهائي مشين وٺي تشريف فرما ٿيا هئا ۽ نبي ﷺ به جنهن اسلام جي دعوت کڻي مبعوث ٿيا هئا انهيءَ جو پيغام به اهو ئي آهي هو انسان کي اهڙيءَ طرح الله جي حاڪميت جي آڏو نيوڙائڻ چاهي ٿو جهڙيءَ طرح هيءَ سڄي ڪائنات سندس حاڪميت

جي آڏو ڪنڌ نمايو بيٺي آهي، انسان انهيءَ ڪائنات جو هڪ
اڻ لکيو ذرڙو آهي، تنهن ڪري جيڪا ”قوت“ انسان جي
طبعي وجود جي تدبير جي مالڪ آهي ضروري آهي ته اهائي
”قوت“ سندس تشريعي زندگي تي تدبير هلائيندڙ ۽ ڪار فرما
هجي ۽ جيڪو نظام ۽ اقتدار ۽ اسڪيم هن پوري ڪائنات ۾
مثال حاوي آهي جيڪو خود انسان جي انهن گوشن تي به حاوي
آهي جن جو هو ارادو به نه ٿو ڪري، انسان انهيءَ ڪان پاسيرو
ٿي ڪري پنهنجي لاءِ جدا ڪو نظام، ڪو اقتدار ۽ ڪا
اسڪيم ويچار ۾ نه آڻي، انسان پنهنجي واڌ ويجهه، پنهنجي
چڱائي، موت ۽ حيات جي معاملي ۾ انهن قدرتي قانونن
جا پابند آهن جيڪي الله تبارڪ وتعاليٰ لاڳو ڪرڻ فرمايا آهن،
بلڪ انسان کي پنهنجي انهيءَ ڪوشش، پيچ ۽ ڊڪ جي جواب
۾ جيڪا هو پنهنجي ارادي سان ڪري ٿو جن نتيجن ۽ واقعن
جو منهن ڏسڻو پوي ٿو، انهن جي باري ۾ به هو ڪائنات جي
قانونن جي آڏو ڏاڍو لاچار آهي. انهن مڙني ڳالهين ۾ هو
الله تبارڪ وتعاليٰ جي سنت کي بدلائڻ تي قادر نه آهي ۽ نه
هو هن ڳالهه تي قادر آهن ته هن ڪائنات تي جيڪي قدرتي
قانون آهن انهن ۾ ڪنهن قسم جي ڦيرڦار يا تبديلي آڻي
سگهن. پوءِ بس انسان لاءِ اهوئي رويو مناسب آهي ته هو
پنهنجي زندگيءَ جي تشريعي گوشن ۾ اسلام جي تابعداري ڪري
جن لاءِ هو پنهنجي ارادي جو مالڪ آهي ۽ ان معاملي ۾ زندگي
جي ننڍي ۾ ننڍي مسئلي کان وٺي وڏي ۾ وڏي مسئلي تائين
الله تبارڪ وتعاليٰ جي شريعت کي حاڪم بڻائي ان طريقي اختيار
ڪرڻ سان هڪ طرف سندس زندگي جي انهن گوشن جن جي
لاءِ هو ارادو نه ٿو رکي ۽ انهن گوشن جن لاءِ هو اختيار رکي
ٿو انهن جي پاڻ ۾ هڪجهڙائي ۽ موافقت پيدا ٿي سگهي ٿي

۽ ٻئي طرف زندگيءَ جي انهن ٻن حصن ۽ هن پوري ڪائنات جي وچ ۾ مطابقت ۽ هڪجهڙائي پيدا ٿي وڃي ٿي. (١)

## جهالت جي زوردار پڪڙ کان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ جي سڌيءَ وات

ليڪن جهالت جنهن جو خميرئي انهيءَ فاسد مادي مان تيار ٿيندو آهي ته انسان مٿان انسانيت جي حاڪميت قائم هجي، ۽ جيڪا انسان کي ڪائنات جي زبردست قدرتي نظام کان ٽوڙي ڇڏي ٿي، ۽ اهائي جهالت انساني زندگي جي انهيءَ حصي جنهن لاءِ هن جو ڪو ارادو نه آهي ۽ اهو قدرتي آهي ۽ انهيءَ حصي جيڪو اختياري ۽ تشريعي آهي، انهن ٻنهي جي وچ ۾ مقابلو پيدا ڪري ٿي. اهائي جهالت جنهن جي مقابلي ۾ پيغمبر سڳورن ۽ رسولن اسلامي دعوت پيش ڪئي ۽ نبي آخرالزمان صلي الله عليه وسلم انهيءَ جي ئي ڀاڄ پٽڻ لاءِ دنيا ۾ تشريف فرما ٿيا. اها جهالت ڪنهن مجرد اصول مجڻ وارن جي نظرئي جي قالب ۾ موجود نه رهي آهي. ڪن حالتن ۾ ته منيون انهيءَ جو ڪو نظريوئي نه هوندو آهي. پر اها هڪ جيئري جاڳندي تحريڪ جي روپ ۾ ڪَرَ ڪڍندي رهندي آهي ۽ هڪ اهڙي معاشري جي شڪل ۾ نکري نروار ٿيندي آهي جنهن جي پنهنجي اڳواڻي، پنهنجا تصور ۽ قدر، پنهنجون روايتون ۽ عادتون ۽ پنهنجا جذبا ۽ احساس هوندا آهن. اهو هڪ منظم معاشرو هوندو آهي، انهيءَ جي افراد جو پاڻ ۾

---

(١) مؤلف جي نوٽ جو ترجمو:- هن نڪتي کي سمجهڻ لاءِ ڪتاب ” دينيات “ ليڪ:- مولانا سيد ابوالاعليٰ مودودي امير جماعت اسلامي پاڪستان (اڳوڻو). ڇاپيندڙ اسلامڪ پبليڪيشنز لميٽيڊ لاهور.

ميل جول ۽ تعاون ۽ تنظيم ۽ هڪجهڙائي ۽ وفاداري انهيءَ
حد تائين موجود هوندي آهي جو سچو معاشرو شعوري ۽
غير شعوري لحاظ کان پنهنجي وجود جي حفاظت لاءِ هڪڙيءَ ئي
رنگ ۾ حرڪت ڪندڙ ۽ تازو توانو هوندو آهي. پنهنجي
شخصيت جي بچاءُ ۾ هو اهڙن مڙني جوکائتن سببن ۽ اثرن
جي منهن موڙڻ لاءِ سرگرم رهندو آهي، جيڪي انهيءَ جي
جميل نظام لاءِ ڪهڙي به حيثيت ۾ خطري جو صرف ڪو
اشارو ڏيندڙ هجن.

جڏهن جهالت محض علمي نظرئي جي شڪل ۾ نه بر
هڪ زنده ۽ فعال تحريڪ ۽ هڪ جيئري جاڳندي معاشري
جي شڪل ۾ آڏو اچي ٿي ته پوءِ انهيءَ جهالت کي ناس
ڪرڻ ۽ ماڻهن کي نئين سِرِ خداوند قدوس جي آستاني تي
نمائش لاءِ هر اها ڪوشش غير مناسب ۽ بي فائدي ٿيندي جنهن
۾ اسلام کي محض هڪ علمي نظرئي جي حيثيت ۾ پيش ڪرڻ
کي ڪافي سمجهيو ويو هجي. جهالت عمل جي دنيا تي قبضو
ڄمايو ويٺي هجي ۽ انهيءَ جي پٺڀرائيءَ ۾ هڪ زنده ۽ چرندڙ
پرندڙ ادارو موجود هجي، اهڙي حالت ۾ جهالت جي مقابلي
ڪرڻ لاءِ صرف نظرياتي ڪوشش ڪرڻ، انهيءَ کان بهتر ته
پري پرانهي جهڙي جواب ڏيڻ جي برابر به نه آهي. جڏهن
آڏو هي مقصد هجي ته عملي طرح هڪ قائم ٿيل نظام کي ختم
ڪري انهيءَ جي جاءِ تي هڪ اهڙي نظام کي برپا ڪرڻو آهي
جيڪو پنهنجي مزاج، پنهنجي اصول حيات ۽ هر معاملي جي
ذري پرزي تائين موجوده غالب جهالت واري نظام سان اختلاف
رکي ٿو ته پوءِ عقل اهائي گهر ڪري ٿو ته نئون نظام به هڪ
منظم تحريڪ ۽ جاندار معاشري جي شڪل ۾ ئي پائي ڪرڻ
لاءِ ميدان جنگ ۾ سندرو ٻڌي اچي، ۽ انهيءَ عزم سان

ميدان ۾ ڪڏي پئي ته سندس نظرئي جي پوڙه، سندس انتظام جون تدبيرون ۽ اجتماعي تنظيم، سندس ڪارڪنن جا پاڻ ۾ لڳ لاڳاپا ۽ واسطا، اڳوات قائم ٿيل جهالت واري نظام کان هرهڪ لحاظ کان سڀ کان وڌيڪ سگهارا ۽ سڀ کان وڌيڪ مضبوط هجن.

## اسلامي معاشري جو نظرياتي بنياد

اها نظرياتي پيڙه جنهن تي اسلام تاريخ جي هر دور ۾ پنهنجي معاشري جي اوسر ڪئي آهي اها هي شهادت آهي لااله‌الاالله ـــ الله کان سواءِ ڪوبه ڪارساز نه آهي ـــ انهيءَ شهادت جو هي مطلب آهي ته الله صرف الله آهي، اهوئي رب آهي، اهوئي ڪائنات جو چرخو هلائيندڙ آهي، اهوئي حقيقي حاڪم ۽ اعليٰ اقتدار جو مالڪ آهي. قلب ۽ ضمير کي انهيءَ جي وحدانيت جي نور مان جوت ملڻ گهرجي، عبادت ۽ قرباني ۾ انهي جي وحدانيت جو ثبوت پيش ڪرڻ گهرجي، عملي زندگيءَ جي قانون ۾ انهيءَ جي وحدانيت جي تصور جو سڪو جاري ٿيڻ گهرجي، انهي ڪامل ۽ توريل تڪيل صورت کان سواءِ لا اله الا الله جي شهادت ڪنهن بہ طريقي سان عملي لحاظ کان نہ ٿي ڏيئي سگهجي، ۽ نہ ٿي شرعي لحاظ کان اهڙي شهادت معتبر هوندي. اها ڪامل ۽ توريل تڪيل صورت انهيءَ قولي شهادت کي اهڙي تہ عملي اثرائتي رنگ ۾ رڱي ڇڏي ٿي جو انهيءَ بنياد جي آڌار تي انهيءَ جي اقراري کي مسلمان ۽ ناڪاري کي غير مسلمان قرار ڏيئي سگهجي ٿو. نظرياتي لحاظ کان انهيءَ بنياد کي قائم ڪرڻ جو مطلب هي ٿيندو تہ سڄي جو سڄي انساني زندگي الله جي حڪم جي حوالي ڪئي وڃي انسان پنهنجي زندگيءَ جي ڪنهن بہ گوشي ۾ پاڻ هرتو ڪو فيصلو نہ ڪري، پر الله جي حڪم جي طرف رجوع ڪري ۽

انهيءَ جي پيروي ڪري. ڪيس الله جو حڪم صرف هڪڙي ئي ذريعي سان معلوم ڪرڻ گهرجي — ۽ اهو ذريعو آهي الله جو رسول ڪلمهءِ شهادت جي ٻئي حصي ۾ انهي ذريعي کي اسلام جي ٻئي رڪن جي حيثيت ۾ بيان ڪيو ويو آهي، ۽ فرمايو ويو آهي: ”واشهد ان محمد رسول الله“ (۽ مان گواهي ٿو ڏيان ته محمد الله جو رسول آهي)

اها آهي آها نظرياتي پيڙه جنهن تي اسلام جي عمارت قائم ٿيندي آهي ۽ جيڪو اسلام جو اصل روح آهي. اها پيڙه انساني زندگيءَ کي مڪمل ضابطو موجود ڪري ڏئي ٿي جنهن کي زندگي جي هرهڪ ميدان ۾ نافذ ڪري ڇڏڻ گهرجي، ۽ جنهن کي هٿ ۾ بلند ڪري هڪ مسلمان پنهنجي انفرادي ۽ اجتماعي زندگي جي هرهڪ مسئلي کي حل ڪري ٿو پوءِ ڪٿي ڪيس اهو مسئلو دارالاسلام جي اندر پيش اچي يا دارالاسلام کان ٻاهر. اهو مسئلو انهن لڳ لاڳاپن بابت هجي جيڪي هو مسلم معاشري سان قائم ڪري ٿو يا انهن واسطن ۽ ڳانڍاپن جي باري ۾ هجي جن کي هڪ مسلم معاشرو ٻئي غير مسلم معاشري سان قائم ڪري ٿو.

## جهالت واري معاشري ۾ رهندڙ مسلمان

اسلام، جيئن جو مٿي بيان ٿي چڪو آهي، جامد ۽ رکو اصولن وارو نظريو نه آهي جو جيئن ماڻهن کي وٺي انهيءَ کي هڪ عقيدو سمجهي قبول ڪن، ۽ پوءِ ڀاڻ جي حد تائين انهيءَ تي عمل ڪن، ۽ پوءِ پيرن تي ٿري پنهنجي فعل سان اڳواٽ قائم ٿيل ۽ متحرڪ جهالت واري معاشري جا ڪل پرزا ٿيا وتن. اسلام جي پوئلڳن جي انهيءَ چال جي ڪري اسلام جو ”عملي وجود“ قائم ٿي نه ٿو سگهي، پوءِ ڪٿي ڳاڻاٽي جي لحاظ کان هو اڪيچارئي ڇو نه هجن. اهو انهيءَ ڪري ته

”نظرياتي مسلمان“ جيڪي جهالت واري معاشري جي جوڙجڪ جو هڪ حصو هجن اهي لاچار انهيءَ معاشري جي مڙني تنظيمي گهرجن کي جيءَ جيءَ ڪرڻ لاءِ مجبور ۽ بي وس هوندا، ۽ انهن مڙني بنيادي ضرورتن کي جيڪي انهيءَ معاشري جي زندگي ۽ حرڪت ۽ بقا لاءِ پڪ ئي پڪ گهربل آهن هو چاهي واهي يا نه چاهيندي هرو ڀرو به انهن کي پوري ڪرڻ لاءِ ٻيا هٿ پير هڻندا. ليڪن انهيءَ کان به ڪجهه مٿيرو اهي ماڻهو انهيءَ معاشري جا چوڪيدار ٿي اچي ويهندا ۽ انهن سڀني ۽ ذريعن کي قوت بخشيندا جيڪي انهي نظام لاءِ خطرو ٿي سگهن ٿا. اهو انهي ڪري ته ”ڪل“ جڏهن اهي سڀ فرض انجام ڏيندو ته ”جز“ کي پڪ ئي پڪ ارادي سان يا ارادو نه رکندي به، انهن فرضن کي ادا ڪرڻ لاءِ ”ڪل“ جي مطابق ٿي حرڪت ڪرڻي پوندي. ٻين لفظن ۾ اهڙا ”نظرياتي مسلمان“ جيڪي جنهن جهالت واري معاشري جي نظرياتي حيثيت سان مخالفت پيا ڪندا آهن اهي عمل ۾ در اصل انهيءَ (جاهل معاشري) کي مضبوط ۽ طاقت ور بنائڻ ۾ رڌل هوندا آهن. بلڪه انهيءَ نظام جا جيڪي سو جاندار سپاهي ثابت ٿيندا آهن ۽ انهيءَ لاءِ اهي افراد پنهنجي زندگي جو سرمايو ۽ جوت به موجود ڪري ڏيندا آهن. پنهنجيون قابليتون، پنهنجا تجربا ۽ تازيون توانيون سگهون انهيءَ جي خدمت ۾ نڇاور ڪندا آهن ته جيئن انهيءَ جاهل معاشري کي ڀاڻ وڌيڪ عمر دراز ۽ قوت حاصل ٿئي، جڏهن جو انهن جي سڀني ڇرپر ۽ سرگرمي انهيءَ جاهل معاشري کي ختم ڪرڻ ۾ خرچ ٿيڻ کپي ته جيئن اتي صحيح اسلامي معاشرو قائم ڪري سگهجي.

## جاهل اڳواڻيءَ کان منهن ڦيرڻ لازمي آهي

انهيءَ سبب ڪري هيءَ ڳالهه اڻ ٽر آهي ته اسلام جو

نظرياتي بنياد (عقيده الوهيت) منديون هڪ منظم ۽ ڪم ڪندڙ جماعت جي صورت ۾ نڪري نروار ٿئي، هي جماعت جاهل ٽولي ۽ حرڪت ڪندڙ ۽ منظم جاهل معاشري کان بنه پاسيري هجي، ڇو ته انهيءَ جو مول متوئي "اسلام" (خدا جي حاڪميت) کي پنجو ڏيٺو آهي، ۽ اها جماعت جاهل جماعت کان هر لحاظ کان برتر، منفرد ۽ ممتاز هجي، انهيءَ نئين جماعت جي منزل ۽ مقصد نئين اڳواڻي هجي، اها اڳواڻي جنهن جي واڳ حضور ﷺ جي مبارڪ هٿن ۾ هئي ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن ڪانپوءِ هر اها اسلامي اڳواڻي انهيءَ ذميداري جي امين آهي جيڪا انسانن کي رڳو الله جي الوهيت جي ربوبيت، الله جي اقتدار ۽ حاڪميت ۽ الله جي قانون ۽ شريعت جو پابند بڻائڻ چاهي ٿي. جيڪو شخص هي گواهي انجام ڏئي ته "الله کان سواءِ ڪو الله نه آهي ۽ محمد ﷺ الله جو رسول آهي" ۽ پوءِ انهيءَ جاهل ٽولي کان جنهن کان هو پالهو ٿي چڪو آهي — ته ڪيس پنهنجي وفادارين جو رشتو ڪاٽي ڇڏڻ گهرجي، ۽ جاهل قيادت جي بغاوت ڪري، ڪٿي اها ڪهڙي به رنگ ۾ رڱيل هجي ڪاهنن، پروهتن، جادوگرن ۽ قيافه شناسن جي مذهبي اڳواڻي هجي، يا سياسي، سماجي ۽ اقتصادي اڳواڻي هجي، جيئن جو آنحضور ﷺ جن جي دور ۾ قريش کي حاصل هئي ڪيس پنهنجيون مڙيئي وفاداريون نئين اسلامي جماعت، خدا شناس نظام ۽ انجي خدا پرست اڳواڻي جي حوالي ڪرڻيون پونديون.

## جاهل فضا ۾ اسلام جي احياءَ جي صورت

اهو انقلابي قدم انهيءَ ٿي گهڙي کڻي وڃڻ گهرجي جنهن گهڙيءَ هڪ شخص اسلام ۾ داخل ٿئي ٿو، ۽ هي قولي شهادت ڏئي ته "لا اله الا الله" ۽ "محمد رسول الله" مسلمان معاشرو انهيءَ انقلابي قدم کڻڻ کان سواءِ وجود ۾ ئي نه ٿو اچي

سگهي. پوءِ ڪٿي اهڙن زباني، نالي ونڊڙن ۽ دلي خير خواهن
جي دنيا ۾ ڪيڏي به بي انت مخلوق ڇو نه اچي پيرو ڪري.
انهيءَ معاشري کي برپا ڪرڻ لاءِ شرط هي آهي ته اسلام جي
قولي شهادت ڏيڻ وارا اهڙي تحريڪ جي رنگ ۾ رڱجي
وڃن جيڪا زندگيءَ سان پرپور، ڪم ڪندڙ ۽ منظم هجي،
انهيءَ جي ماڻهن جي پاڻ ۾ مٺ محبت، ٻڌي ۽ تعاون هجي،
هڪ جهڙائي ۽ هڪ خيالي هجي، انهيءَ تحريڪ جو مزاج
بالڪل نرالو هجي، انهيءَ جا عضوا جسم جي عضون وانگر
منظم اجتماعي حرڪت جي چانورَ ۾ انهيءَ جي وجود
جو بچاءُ ڪندي چمت چمٽيو اچن، انهيءَ جي پاڙن کي زمين
جي پاتال ۾ پيهي ڇڏين، ۽ انجي شاخن کي اپ ڪان اپ تائين
جهولائي ڇڏين، ۽ انهن سڀني ۽ ذريعن جو منهن مروڙي ڇڏين
جيڪي انهيءَ جي وجود ۽ نظام تي ڄُلهون ڪندا آهن ۽
انهيءَ کي ستائڻ لاءِ پيا سٿون سٿيندا آهن. اهي ماڻهو اهي سڀ
ڳرا فرض هڪ اهڙي بيدار مغز، دور انديش ۽ روشن ضمير قيادت
جي اڳواڻيءَ ۾ سر انجام ڏيئي سگهن ٿا، جنهن جو پنهنجو وجود
هميشه لاءِ جاهل قيادت کان جدا هوندو آهي، جيڪا هڪ
طرف انهن جي حرڪت ۽ پيچ ۽ ڊڪ جي تنظيم ڪري، ۽
انهيءَ ۾ ٻڌي، وحدت، قرب ۽ هڪجهڙائي پيدا ڪري ۽ ٻئي
طرف ان جي ”اسلامي وجود“ جي چمت ڄمائي ۽ ان کي
ترقي ڏيارڻ ۽ زور آور بڻائڻ جو انتظام به ڪري ۽ پنهنجي
دوبدو حريف - جاهل وجود - کي هوا ۾ ڳالهيون ڪرائڻ ۽ انجي
اثرن جي نانءُ نشان ناس ڪرڻ ۾ انهن جي رهنمائي ڪري.

اهوئي اهو فطري ڪم جو طريقو آهي جنهن جي صدقي
اسلام جو عملي وجود دنيا ۾ قائم ٿيو هو. اهو هڪ نظرياتي
ضابطي جي شڪل ۾ نمودار ٿيو جيڪو جيتوڻيڪ مجمل حيثيت

۾. هو ہر سچي زندگي جي مٿان حاوي هو. ايندي ئي انهيءَ جي پيڙه تي هڪ جميل، جاندار ۽ حرڪت ڪندڙ جماعت وجود ۾ اچي ويئي. جنهن نه صرف جاهل معاشري کان پنهنجي الڳ ٿلڳ ۽ مستقل شخصيت قائم ڪئي پر انهيءَ جهالت واري وجود کي ٻه للڪاريو. اهو هرگز عملي وجود کان پالهو ٿي صرف "خيالي نظرئي" جي صورت ۾ ميدان ۾ ڪونه لٿو هو، ۽ آئينده لاءِ ٻه انهيءَ جو وجود هڪ عملي نظام جي ذريعي ئي زمين جي تختي تي نمودار ٿي سگهي ٿو. جاهل معاشري جي تهه در تهه اونداهين جي گهراين ۾ جيڪڏهن نئين سنئين اسلام جي لاٽ جي جوت جلائي ويندي ته پوءِ ڪٿي کهڙو به دور هجي ۽ کهڙو به ملڪ هجي هن کان سواءِ ٻنهه ٻي ڪا به وات نه هوندي ته سڀ کان پهريائين اسلام جي انهيءَ مزاج ۽ فطرت کي ضرور بل ضرور سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته انهيءَ جي اوسر هڪ تحريڪ ۽ هڪ ويجهندڙ نظام کان سواءِ ٻنه ڪانه ٿي سگهندي.

## اسلام جو اصل نصب العين "انسانيت" جي بلندي آهي

انهيءَ تفصيل کان پوءِ هي پروڙڻ ضروري آهي ته اسلام جڏهن مٿي بيان ڪيل طريقي پٽاندڙ "عقيده الوهيت" جي بنياد تي هڪ مسلم امت جي پيڙه ٻڌي ٿو، ۽ ان کي وحدت جو ونگ ڏيئي هڪ حرڪت ڪندڙ جماعت جي سانچي ۾ تيار ڪري ۽ عقيدي کي انهيءَ جماعت جو واحد ڳانڍاپو قرار ڏئي ٿو، ڏنو وڃي ته انهيءَ سڄي ڊوڙ ڊڪ مان اسلام جو مقصد در حقيقت اهو هوندو آهي ته هو انسان جي "انسانيت" کي بيدار ۽ روشن ڪري، انهي کي بلندي بخشي، انهيءَ کي سگهارو ۽ اوچو ڪري، ۽ انسان جي وجود ۾ موجود ٻئي گوشن تي کيس غالب ڪري، تنهن ڪري هو پنهنجي جامع ۽

زبردست نظام جي وسيلي انهيءَ ٿي عظيم مقصد کي پنهنجي منزل تائين رسائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هوندو آهي. انهيءَ جي بنيادي قانونن، انهيءَ جي مڙني حڪمن ۽ امرن مطلب ته سڀني جو اصل نشانو اهوئي مقصد هوندو آهي.

انسان پنهنجي بعض وصفن ۽ خصلتن ۾ حيوانن بلڪ وڻن ٽڻن سان لڳ لاڳاپو رکي ٿو. تنهن ڪري انهن وصفن ۽ خصلتن کي ڏسي "سائنٽيفڪ جهالت" جا علمبردار وهم جو شڪار ٿي ويا. ڪڏهن ته هنن کي هي وهم اچي وينو ته بين وانگر انسان به هڪ حيوان آهي ۽ ڪڏهن هنن کي هن خام خيالي اچي وڪوڙيو ته انسان وڻن ٽڻن مان ٿي ڪو ڳل ڦوٽو آهي. ليڪن حقيقت هي آهي ته انسان حيوانن ۽ وڻن ٽڻن جي ڪجهه وصفن سان ڀائيوار هئڻ جي باوجود ڪجهه اهڙين خاصيتن جو مالڪ آهي جيڪي ڪيس انهن ٻنهي کان اوچو شان بخشي هڪ نرالي مخلوق (اشرف المخلوق) جي حيثيت عطا ڪن ٿيون. "سائنٽيفڪ جهالت" جي علمبردارن به نيٺ انهي حقيقت جي آڏو سِر نمايو آهي. اصل ۾ اِن تر حقيقتن انهن جي نڙيءَ کي اهڙو ته گهٽيو ڏنو آهي جو هو ڪائنات جي اندر انسان جي اوچي حيثيت کي تسليم ڪرڻ لاءِ مجبور آهن. انهيءَ جي باوجود انهن جي انهيءَ اعتراف ۾ نه اخلاص آهي ۽ نه اهو يقين آهي.

## انسانيت کي ترقي ڏيارڻ جا نتيجا

انهيءَ مسئلي ۾ اسلام جي پاڪ ۽ پوتر نظام حيات جيڪا خدمت سرانجام ڏني آهي انهيءَ جا نهايت روشن ۽ محسوس ٿيندڙ نتيجا ظاهر ٿيا آهن. اسلام نسل ۽ رنگ، زبان ۽ وطن، دنياوي مصلحتن ۽ جاگرافي جي حدبندين ۽ ڪريل عصبيتن ۽ ڪمزور لاڳاپن کي پامال ڪري صرف عقيدي ۽ دين

جي آڌار تي اسلامي معاشري جي پيڙهه پختي ڪئي. انهيءَ معاشري ۾ انسان ۽ حيوان جي گڏيل سڏيل خاصيتن جي جاءِ تي صرف انساني خصلتن جي پالنا ڪئي ويئي. انهن جي ڇيٽ ڪري انهن کي ٿي غالب ۽ برتر ڪيو ويو. انهيءَ عظيم ڪارنامي جا روشن ۽ محسوس ٿيندڙ نتيجا ظاهر ٿيا، انهن مان هڪ اهم نتيجو هي هو ته اسلامي معاشرو هڪ ڪشادي ظرف وارو ۽ وسيع معاشرو بڻجي ويو جنهن ۾ هر نسل، هر قوم، هر زبان ۽ هر رنگ جا ماڻهو داخل ٿي پئي سگهيا. انهيءَ ۾ فضول ۽ حيواني خصلتن وارين پابندين جو ڪو نالوءَ نشان به ڪو نه هو. انهيءَ بي انت بحر ۾ مڙيئي وڏ وڏ انساني نسل جيڪي اوچين صلاحيتن ۽ قابليتن جا ڏني هئا، جدا جدا وهڪرن جي شڪل ۾ وهي انهيءَ آب حيات جي پاڪر ۾ پئي تي آيا، ۽ اهي موجون موجزن تي پاڻ ۾ کير کنڊ تي ٿي ويون، ۽ انهن جي گڏيلي سان هڪ اهڙي ته اعليٰ درجي جو مرڪب تيار ٿيو جنهن جي عمر جيتوڻيڪ ننڍي هئي ليڪن انهيءَ دنيا جي تختي تي هڪ اهڙي حيرت انگيز ۽ عظيم تهذيب کي جنم ڏنو، جنهن پنهنجي دور جي سڄي انساني صلاحيتن ۽ انساني فڪر ۽ ڏاهپ جو نچوڙ پنهنجي پلاند ۾ ميڙي ورتو هو، انهيءَ جي باوجود جو انهي دور ۾ سفر جا ڏاڍا ڏک ڏاکڙا هئا، ۽ سواري سٽ جا ذريعا ۽ وسيلا ڏاڍا سست رفتار هئا. انهيءَ اعليٰ درجي جي اسلامي معاشري ۾، عربي، فارسي، شامي، مراڪشي، ترڪي، چيني، هندي، رومي، يوناني، انڊونيشي، آفريڪي، مطلب ته هر قوم ۽ نسل جو نج جوهر اچي هڪ هنڌ گڏ ٿيو هو. انهن مڙني جون جدا جدا خاصيتون رلجي ملجي ويون ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان ميل جول تعاون ۽ اتفاق ۽ مٺ محبت ۽ هڪجهڙائي قائم ڪرڻ سان

گڏو گڏ انهن اسلامي معاشري ۽ اسلامي تهذيب جي جوڙجڪ ۾ حصو ورتو ۽ انهيءَ کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا. اها حيرت انگيز تهذيب مورڳو هڪ ڏينهن لاءِ به ”عربي تهذيب“ نه هئي پر نج ”اسلامي تهذيب“ هئي. انهيءَ ڪڏهن به ”قومي تهذيب“ جو روپ نه ڌاريو پر هميشه ”نظرياتي تهذيب“ جي حيثيت ۾ پنهنجي سڃاڻپ ڪرائيندي رهي، هر قوم جا ماڻهو انهيءَ ۾ هن شان سان شريڪ ٿيا جو انهن‌جي حيثيت سيني جي برابر هئي محبت ۽ اخلاص جي مقدس ڳانڍاپن انهن کي پاڻ ۾ ڪير ڪنڊ ڪري ڇڏيو هو، انهن سڀني جي دل ۽ دماغ جي پاتال ۾ هي ڳالهه ڪا پيهجي ويئي هئي ته هو سڀ هڪ‌ئي منزل جا واٽهڙو آهن. جنهن جي ڪري انهن تهذيب جي خدمت لاءِ پنهنجي قابليت جو سڄو سرمايو خرچ ڪيو، پنهنجي برڪ نسلي خاصيتن کي روشن ڪري انهن کي تهذيب جي قدمن ۾ نڇاور ڪري ڇڏيو. انهن پنهنجي شخصي تجربن، قومي خاصيتن ۽ حاصل تاريخ کي انهيءَ چمن جي گلزاري ۽ سينگار لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. جنهن سان بنا ڪنهن معمولي تفاوت جي انهن سيني جو واسطو هو، ۽ اهو ڳانڍاپو جنهن جي سهاري تي هو هڪ ٻئي سان جڪڙيل هئا انهيءَ جي واڳ پروردگار عالم جي هٿ ۾ هئي، ۽ جنهن جي صدقي انهن جي ”انسانيت“ بنا ڪنهن رنڊڪ جي ترقيءَ جون منزلون ماڻي رهي هئي. هي اهي برڪ خوبيون آهن جيڪي سڄي انساني تاريخ ۾ ڪنهن ٻئي انساني ميڙ کي نصيب نه ٿي سگهيون.

## ڇا قديم معاشرن ”انسانيت“ کي ترقي ڏني؟

قديم انساني تاريخ ۾ سڀ کان ممتاز ۽ سڀ کان وڏيڪ ناميارو معاشرو رومن امپائر کي ڄاتو وڃي ٿو آهي. انهيءَ معاشري ۾ به ڪيترائي نسل ڪٺا هئا ۽ مختلف زبانن ۽ جدا جدا رنگن

۽ گوناگون مزاجن جا ماڻهو اچي گڏ ٿيا هئا. ليڪن انهن جو اتحاد ۽ اجتماع ”انساني ڀڄتي“ جي آڌار تي قائم ڪونه هو ۽ نه ڪا ئي اوچي وٿ مثال طور عقيدو انهن کي پاڻ ۾ سلهاڙڻ وارو هو، پر انهن جو اهو ميڙو طبقي وار ورهاست جي بنياد تي اڏيل هو. هڪڙي طرف ”اشرافن“ جو طبقو هو ۽ ٻئي طرف ”غلامن“ جو. سڄي رومن امپائر انهن ٻن طبقن ۾ ورهايل هئي. انهيءَ ڪان سواءِ نسل جي فخر ۽ وڏائي وارو خمير به انهيءَ جي روح ۾ رچيل هو. جنهن پٽاندڙ رومي نسل کي اڳوائي ۽ برتري حاصل هئي ۽ ٻيا سڀ نسل انهيءَ جي ڀيٽ ۾ غلامن جي حيثيت رکندا هئا. تنهن ڪري هي معاشرو اها اوچ نه ماڻي سگهيو جنهن جي بلندي تائين اسلام پنهنجا پَرَ ڦهلايا هئا ۽ نيٺ انهيءَ جي نتيجي ۾ اهو معاشرو انسانيت کي انهن نوازشن ۽ برڪتن سان به نوازي نه سگهيو جن سان اسلام انسانيت کي اڏي ڇڏيو هو.

## ”ڇا جديد معاشرا انسانيت کي ترقي ڏئي سگهن ٿا؟“

موجوده تاريخ ۾ به ڪيترن معاشرن جا مهاندا ظاهر ٿيا آهن. مثال طور ”برٽش امپائر“ کي کڻي وٺو. ليڪن اها به رومي معاشري کان مختلف نه آهي. هي قومي پئماني تي لٽيرن ۽ ڦورن جو هڪ ميڙو آهي جنهن جو بنياد انگريز قوم جي وڏائي ۽ انهيءَ نو آبادياتي نظام جي رت جي راند تي اڏيل آهي جنهن جي ڇانوَ ۾ برٽش امپائر جو اڳهاڙو ديو نچي رهيو آهي. ٻين يورپي سلطنتن جو به اهوئي حال آهي. اسپين ۽ پرتگال جي سرڳواسي سلطنتن، فرانسي امپائر، انهن مڙني جا مهاندا هڪجهڙائي آهن. سڀ جون سڀ ظالم نظام جون علمبردار هيون ۽ ڪريل قسم جون بادشاهتون هيون.

ڪميونزم ۾ هڪ نرالي قسم جو معاشرو قائم ڪرڻ ٿي چاهيو، ۽ رنگ ۽ نسل، قوم ۽ وطن ۽ جاگرافي جنهن قسم جي اوسر ڪئي هئي، انهي جي پاڙون پٽڻ جي پڻ هوڏ هئي. پر انهيءَ ميڙ جي اڏاوت ۾ ”انسان دوستي“ واري پيار ڀريئي جذبي جي بنياد تي نه ڪئي ويئي. الٽندو ”طبقي وار ورهاست“ جي پيڙهه تي ئي ماڻهن کي گڏ ڪرڻ جو نظريو پيش ڪيو ويو. انهيءَ لحاظ کان ڪميونسٽ معاشرو قديم رومي معاشري جي تصوير جوئي پيو رخ آهي. رومي معاشرو اشرافن جي طبقي جي مٿان تاج رکندو هو ۽ ڪميونسٽ معاشرو طبقهٔ عمال پورهيتن (پرولتاري) کي اها مٿانهين حيثيت ڏئي ٿو، ۽ انهيءَ جي اونهائي ۾ جيڪو جذبو موجون هڻي رهيو آهي انهيءَ جو مقصد ٻين مڙني طبقن جي خلاف ساڙ ۽ ڪينو پيدا ڪرڻ آهي. انهيءَ قسم جو ڪم ظرف ۽ ساڙيلو معاشرو هن ڪانسواءِ ٻيو ڪا سوغات ڏيئي نه ٿو سگهي ته انسان ۾ حيواني جذبن جا پيڙ پاريا وڃن. ڪميونسٽ معاشرو پنهنجو بنياد ئي هن اصول تي قائم ڪري ٿو ته انسان جي دل ۽ دماغ ۾ ٿلهو حيواني ۽ شيطاني گڻن کي پڙڪائي، ۽ انهن جي خوب چيٽ ۽ پالنا ڪري، ۽ انهن کي وڏ کان وڏ سگهارو بڻائي. اهو انهي ڪري ته ڪميونسٽ معاشري جي نظر ۾ انسان جا بنيادي مطالبا اهي ئي ڪجهه آهن جيڪي حيوانن جون بنيادي گهرجون ۽ ضرورتون آهن. يعني غذا، گهر ۽ شهوت جي آسودگي. تنهن ڪري انهيءَ فلسفي جي نظرئي مطابق سڄي انساني تاريخ ماني ٽڪر جي تلاش ۾ ڀٽڪي رڻ رلي آهي.

## انهي ميدان ۾ اسلام يڪتا ۽ منفرد آهي

ڏٺو وڃي ته صرف اسلام ئي اهو رباني نظام حيات آهي جيڪو انسان جي اوچن ۾ اوچن گڻن کي سنواري سينگاري

بلندي تي آڻي ٿو، ۽ پوءِ انهن جي پلئَ پٽ پالنا ڪري ٿو، ۽ انساني معاشري جي تعمير لاءِ انهن کي وڏ ۾ وڏ ترقي ڏئي ٿو. اسلام انهيءَ ميدان ۾ اڄ سوڌو يڪتا ۽ منفرد پئي رهندو آيو آهي. جيڪي ماڻهو انهيءَ نظام کان منهن موڙي ڪنهن ٻئي نظام ۾ آس لڳايو ويٺا آهن. ڪٿي اهو نظام قوم پرستيءَ جي بنياد تي هجي يا وطنيت جي بنياد تي، رنگ ۽ نسل کي خاطر ۾ آڻيندو هجي يا طبقي وار وٺ سٽ جو علمبردار هجي يا اهڙن ٻين پليد نظرين جي خمير مان تيار ٿيو هجي، اهي ماڻهو ٻنا ڪنهن گمان جي انسان جا دشمن آهن. اصل ۾ هو اهو نه ٿا چاهين ته ڪو انسان هن ڪائنات جي سيني تي پنهنجي انهن اوچي ۾ اوچي خاصيتن سان سينگارجي آڏو اچي، جيڪي الله تعاليٰ سندس فطرت ۾ سموئي ڇڏيون آهن. ۽ نه هو اهو پسند ڪن ٿا ته ڪو انساني سوسائٽي مڙني انساني نسلن جي هر لحاظ کان بلند صلاحيتن ۽ خوبين ۽ سندن صدين جي محنت سان حاصل ٿيل تجربن مان ڪو لاڀ پرائي ۽ انهيءَ مطلب حاصل ڪرڻ لاءِ هو ڪنهن مخلوط ۽ نهڪندڙ نظام جي تجويز پيش ڪري. اهڙن ئي ماڻهن جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

قُلْ هَلْ نُنَبِّئُكُمْ بِالْأَخْسَرِينَ أَعْمَالًا ۝ الَّذِينَ ضَلَّ سَعْيُهُمْ فِي الْحَيَاةِ الدُّنْيَا وَهُمْ يَحْسَبُونَ أَنَّهُمْ يُحْسِنُونَ صُنْعًا ۝ أُولَٰئِكَ الَّذِينَ كَفَرُوا بِآيَاتِ رَبِّهِمْ وَلِقَائِهِ فَحَبِطَتْ أَعْمَالُهُمْ فَلَا نُقِيمُ لَهُمْ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وَزْنًا ۝ ذَٰلِكَ جَزَاؤُهُمْ جَهَنَّمُ بِمَا كَفَرُوا وَاتَّخَذُوا آيَاتِي وَرُسُلِي هُزُوًا ۝

(سورة ڪهف-١٠٣-١٠٦)

ترجمو:- ”اي محمد (صلي الله عليه وسلم) انهن کي چئو، ڇا توهان کي ٻڌايون ته پنهنجي عملن ۾ سڀ کان وڌيڪ

ناڪام ۽ نامراد ڪهڙا ماڻهو آهن؟ اهي جن جي دنيا جي زندگي ۾ سڄي ڊڪ ڊوڙ سڌي راه کان ڀٽڪيل رهي ۽ سمجهندا رهيا تہ سڀ ڪجهہ نيڪ ڪري رهيا آهن. هي اهي ماڻهو آهن جن پنهنجي رب جي آيتن مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ انهيءَ جي حضور ۾ پيش ٿيڻ تي يقين نہ ڪيو. انهيءَ ڪري انهن جا سڀ عمل برباد ٿي ويا، قيامت جي ڏينهن اسان انهن کي ڪوبہ وزن نہ ڏينداسين. انهن جي جزا جهنم آهي انهيءَ ڪفر جي بدلي جيڪو انهن ڪيو ۽ انهيءَ مذاق جي سزا جيڪي هو منهنجي آيتن ۽ منهنجي رسولن سان ڪندا هئا."



# باب چوٿون

## جهاد في سبيل الله

## جهاد جي تحريڪ جا مرحلا

امام ابن قيم رحمة الله عليه پنهنجي ڪتاب "زادالمعاد" ۾ هڪ باب قائم ڪيو آهي، جنهن جو عنوان آهي "نبوت کان وٺي وصال تائين رسول الله ﷺ جو ڪفار ۽ منافقن سان ڪهڙو رويو رهيو؟"- انهيءَ باب ۾ امام موصوف درحقيقت اسلامي جهاد جي تحريڪ جو تت بيان ڪيو آهي. هو لکي ٿو:

"سڀ کان پهريائين الله تبارڪ و تعاليٰ پاڻ ڪريم جن تي جيڪا وحي نازل فرمائي، اها هيءَ هئي "اقرا باسم ربڪ الذي خلق" هي نبوت جي شروعات هئي. الله تبارڪ و تعاليٰ پاڻ سڳورن کي حڪم ڏنو ته اوهين هن وحي کي دل ۾ پڙهندا رهو. پر تائين انهيءَ جي تبليغ ڪرڻ جو حڪم نه ڏنو، انهي کان پوءِ الله تعاليٰ هي حڪم نازل فرمايو ته: "ياايها المدثر، قم فانذر" اهڙيءَ ريت "اقراء" جي وحي سان الله تبارڪ و تعاليٰ پاڻ ڪريم جن کي نبوت جو تاج پهرايو. بعد ۾ پاڻ ڪريم جن کي حڪم ڏنو ويو ته اوهين پنهنجي ويجهن مائٽن کي خوف ڏياريو، پوءِ ائين ئي پاڻ سڳورن پهريائين پنهنجي قوم کي ڊيڄاريو، پوءِ اوس پاس جي عربن کي ڊيڄاريو ۽ پوءِ اڳتي وڌي سڄي عرب قوم کي ڊيڄاريو، ۽ نيٺ حضور انور صلعم سڄي جهان جي

انسانن کي ٻ ٻجاريو. اهڙيءَ ريت پاڻ سڳورا نبوت حاصل ڪرڻ
کان وٺي تيرهن ورهين تائين دعوت جي ذريعي ماڻهن کي خدا
جو خوف ڏياريندا رهيا. انهيءَ وٿيءَ ۾ نه جنگ ڪيائون ۽
نه جزيا ورتائون. اڃا به پاڻ سڳورن کي اهوئي حڪم ملندو
رهيو ته هٿ جهليندا اچو، صبر کان ڪم وٺو ۽ معافي ۽ درگذر
جي هلت هلندا رهو. پوءِ پاڻ ڪريم جن کي هجرت ڪرڻ جو
حڪم مليو، ۽ قتال جي به اجازت ڏني ويئي. پوءِ هي حڪم
مليو ته جيڪي ماڻهو اوهان سان جنگ ڪن اوهان به جنگ
ڪريو، ۽ انهن ماڻهن تي وار نه هلايو جيڪي جنگ کان پاسيرا
رهيا آهن ۽ اوهان سان جنگ ڪرڻ لاءِ نڪري نروار نه ٿيا
آهن. انهيءَ کان پوءِ هي حڪم ڏنو ويو ته مشرڪن سان جنگ
ڪريو، ايستائين جو دين سڄي جو سڄو خدا جي واسطي ٿي
وڃي، پوءِ جهاد جي حڪم اچڻ کان پوءِ ڪفار جا ٽي قسم
ٿي ويا، هڪڙا صلح ڪرڻ وارا، ٻيا جنگ ڪرڻ وارا ۽ ٽيان
ذمي - جن ڪافرن سان پاڻ ڪريم جن معاهدو ۽ صلح ڪيو
هو، انهن لاءِ حڪم مليو ته انهن سان معاهدو پورو ڪيو وڃي
۽ جيستائين اهي پاڻ پنهنجي قول ۽ قرار تي قائم رهن انهن
سان معاهدي جي پابندي ڪئي وڃي، ۽ جيڪڏهن انهن جي
طرف کان خيانت جو انديشو هجي ته پوءِ انهن جو معاهدو
انهن جي پوٺ ۾ هنيو وڃي ۽ انهيءَ وقت تائين انهن جي خلاف
تلوارمياڻ مان نه ڪڍي وڃي جيستائين معاهدي کي ٽوڙڻ جو
انهن کي اطلاع نه ڏنو وڃي، ۽ حڪم ڏنو ويو ته معاهدي ٽوڙڻ وارن
سان جنگ جوٽي وڃي، ۽ جڏهن سورة براءت نازل ٿي ته انهيءَ سورت
۾ ٽنهي قسمن جي حڪمن کي بيان ڪيو ويو، ۽ هي واضح ڪيو ويو
ته اهل ڪتاب مان جيڪي خدا ۽ رسول جا دشمن آهن انهن

سان ويڙهه ڪريو جيستائين هو جزيو ڏيڻ قبول نہ ڪن، يا اسلام جي آغوش ۾ اچن. ڪافرن ۽ منافقن جي باري ۾ بہ انهيءَ سورة ۾ ٻڌايو ويو تہ انهن جي خلاف جهاد ڪيو وڃي ۽ انهن سان سخت ورتاءُ اختيار ڪيو وڃي. تنهن جو پاڻ ڪريم جن نيزن ۽ تلوارن جي ڇانوَ ۾ ڪافرن سان جهاد ڪيو، ۽ منافقن سان دليل جي تبليغ جي ذريعي جهاد ڪيو. انهيءَ ئي سورة ۾ هي بہ فرمايو ويو تہ ڪافرن سان ڪيل مڙنئي معاهدن کي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو ۽ انهن جا معاهدا انهن جي منهن تي اڇلي ڇڏيو.

انهيءَ سلسلي ۾ معاهدي ڪرڻ وارن جا ٽي قسم ٻڌايا ويا: هڪڙو اهو قسم جن سان جنگ ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو. هي اهي ماڻهو هئا جن پنهنجو پاڻ معاهدا ٽوڙيا هئا ۽ معاهدن کي پاڻي نہ ڏيڻ سکيا هئا، ٻيو قسم انهن ماڻهن جو آهي جن سان پاڻ ڪريم جن جا هڪ مقرر مدت لاءِ معاهدا ڪيا هئا ۽ انهيءَ سلسلي ۾ انهن ڪيل معاهدن جي نہ تہ ڀڃڪڙي ڪئي هئي ۽ نہ پاڻ ڪريم جن جي خلاف ڪنهنجي مدد ڪئي هئي. انهن جي باري ۾ الله تعاليٰ حڪم ڏنو تہ انهن سان ڪيل معاهدي جي مدت پوري ڪئي وڃي. ٽيون قسم انهن ماڻهن جو هو جن سان پاڻ سڳورن جو نہ ڪو معاهدو ٿيل هو ۽ نہ انهن حضور جن سان جنگ جوٽي، يا اهڙا ماڻهو هئا جن سان اڻ ڇاڻايل مدت لاءِ پاڻ ڪريم جن جو معاهدو هو. اهڙن سڀني ماڻهن جي باري ۾ ارشاد ٿيو تہ انهن کي چئن مهينن جي مهلت ڏني وڃي، ۽ جڏهن مهلت ختم ٿي وڃي تہ انهن سان جنگ ڪئي وڃي. نيٺ معاهدي ٽوڙڻ وارن کي قتل ڪيو ويو ۽ جن سان ڪو معاهدو ٿيل نہ هو يا جن سان اڻ ڇاڻايل مدت لاءِ معاهدو ٿيل هو، انهن کي چئن مهينن جي مهلت

ڏني ويئي، ۽ معاهدي کي ٻاٽي ڏيڻ وارن ماڻهن سان معاهدي جي مدت کي پوري ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو. اهڙي قسم جا سڀ ماڻهو اسلام جي آغوش ۾ اچي ويا، ۽ مليل مهلت واري وٿيءَ تائين اهي ڪفر کي ڇڏي چڪا هئا. ذمين مٿان جزيو مقرر ڪيو ويو.

مطلب ته سورة براءت جي نازل ٿيڻ کان پوءِ پاڻ ڪريم جن ڪافرن سان جيڪو رويو اختيار فرمايو انهيءَ هميشه لاءِ ٽي شڪليون اختيار ڪيون. جنگ جوٽيندڙ، معاهدا ڪندڙ ۽ ذمي. معاهدو ڪندڙ به نيٺ اسلام ۾ داخل ٿي ويا. باقي صرف ٻن قسمن جا ماڻهو رهجي ويا، ٻهريون جنگ جوٽيندڙ ۽ ٻيو جزيو ڏيندڙ. جنگ جوٽيندڙ پاڻ ڪريم جن کان ڊنل رهندا هئا. اهڙيءَ طرح روءِ زمين تي آباد سڀ ماڻهو ٽن شڪلين ۾ پاڻ ڪريم جن جي آڏو اچي نروار ٿيا. هڪڙا مسلمان جن پاڻ ڪريم جن تي ايمان آندو، ٻيا صلح ڪندڙ جن کي پاڻ سڳورن جي طرفان امان ملي باقي اهي ڊنل ماڻهو جيڪي جنگ جوٽيو ٻئي آيا. باقي رهيو منافقن جي معاملي ۾ آنحضور صلعم جو رويو ته انهيءَ سلسلي ۾ پاڻ ڪريم جن کي حڪم ڏنو ويو، ته "اوهين انهن جي ظاهر کي قبول ڪريو ۽ انهن جي باطن جي حالت کي الله تعاليٰ تي ڇڏي ڏيو، ۽ انهن سان علم ۽ دليل سان جهاد جاري رکيو اچو. گڏو گڏ انهن کان منهن ڦيرائي ساڻن سخت رويو اختيار ڪيو، ۽ زوردار تبليغ جي ذريعي انهن جي دلين تي اثر وجهو. انهن جي جنازي نماز پڙهڻ ۽ انهن جي قبرن مٿان وڃڻ کان به آنحضور صلعم کي روڪيو ويو، ۽ پاڻ سڳورن کي ٻڌايو ويو ته جيڪڏهن اوهين انهن جي بخشش لاءِ دعا گهرندا ته الله تعاليٰ انهن کي معاف نه ڪندو." هي آهي ڪافرن ۽ دشمن منافقن جي باري ۾ پاڻ

ڪريم جن جو سوهه مبارڪ. انهيءَ مضمون ۾ اسلامي جهاد جي منزلن جو وڏي قابليت سان تنت بيان ڪيو ويو آهي. انهيءَ خلاصي ۾ سچي دين جي تحريڪي نظام جي امتيازي ۽ دور رس وصفن جي جهلڪ ملي ٿي، اهي انهيءَ قابل آهن جو گهرائيءَ ۾ وڃي انهن جو اڀياس ڪيو وڃي پر هتي اسين ڪجهه مختصر اشارن سان ئي انهن کي بيان ڪري سگهون ٿا.

## جهالت جي تحريڪ جي ڀيٽ ۾ امتيازي خاصيت

دين حق جي پهرين امتيازي وصف هيءَ آهي ته هن جو سڄو نظام عمل ۽ حقيقت تي دارو مدار رکي ٿو. هيءَ تحريڪ سچ پچ انسانيت کي واڪا ڪري ٿي ۽ انهن وسيلن ۽ ذريعن کان ڪم وٺي ٿي جيڪي انسان جي عملي حالتن سان مناسبت رکندڙ هوندا آهن. جيئن ته هن تحريڪ جو مقابلو هڪ اهڙي جهالت سان هوندو آهي جيڪا هڪ طرف خيالن ۽ عقيدن تي قبضو ڄمايو ويٺي هوندي آهي ٻئي طرف انهيءَ جي بنياد تي دنيا جو عملي نظام به قائم ٿيل هوندو آهي، ۽ ٽئين طرف انهيءَ جي ۽ انهيءَ جي تحت برپا ڪيل نظام زندگيءَ جي پٺڀرائي لاءِ سياسي ۽ مادي اقتدار موجود هوندو آهي انهيءَ ڪري اسلامي تحريڪ کي جهالت سان منهن ڏيڻ لاءِ اهڙن ئي وسيلن ۽ هٿيارن کي استعمال ۾ آڻڻو پوندو آهي. اسلامي تحريڪ عقيدن ۽ نظرين جي سڌاري لاءِ دعوت ۽ تبليغ کي پنهنجو ذريعو بڻائيندي آهي ۽ جهالت کي هٿي ڏيڻ لاءِ جيڪي قوتون موجود هونديون آهن انهن جي منڍي چٽڻ لاءِ مادي طاقت حاصل ڪري جهاد جو نعرو هڻي ميدان ۾ نڪري نروار ٿيندي آهي. جو ته جهالت وارو نظام ۽ اقتدار خدا جي مخلوق جي عقيدن ۽ خيالن جي اصلاح جي ڪوشش واري عمل ۾ اڃي دخل ڏيندو آهي ۽ پنهنجي طاقت ۽ گمراهه ڪندڙ

ترڪستان جي آڌار تي پنهنجي اطاعت ڪرائڻ لاءِ معاشري کي مجبور ڪندو آهي، ۽ ماڻهن کي پنهنجي رب جليل جي حضور ۾ سر نمائڻ جي بجاءِ انسانن جي آڏو جهڪائي ڇڏيندو آهي. اسلامي تحريڪ مادي اقتدار سان ويڙهه ۾ رڳو دعوت ۽ تبليغ کي ئي ڪافي نه سمجهندي آهي ۽ نه عام ماڻهن جي فڪر کي بدلائڻ لاءِ زور زبردستي ۽ قوت جو استعمال مناسب ڄاڻندي آهي. اهي ٻئي اصول هن دين جي ڪم جي انداز ۾ هڪ جهڙي اهميت رکندا آهن ۽ هڪ ئي نموني ۾ انهن کي اختيار ڪيو ويندو آهي. هن تحريڪ جي برپا ڪرڻ جو اصل مقصد ئي اهو هوندو آهي ته انسان کي انسان جي غلامي مان جند ڇڏائي ڪيس خداءِ واحد جي ٻانهپ جو تاج پهرايو وڃي.

## ٻي امتيازي خاصيت

انهيءَ تحريڪ جي ٻي برک وصف هي آهي ته هي هڪ اها عملي تحريڪ آهي جيڪا درجي بدرجي ترقيءَ جون منزلون ماڻيندي آهي ۽ هر منزل ۾ پنهنجي عملي ضرورتن ۽ گهرجن پٽاندڙ مناسب ۽ موزون وسيلا اختيار ڪندي آهي. هرهڪ منزل بعد ۾ ايندڙ منزل لاءِ اڳواٽ فضا هموار ڪندي آهي، دراصل هي دين عملي زندگيءَ جي خالي نظرين جي آڏو نه ٿو اچي ۽ نه هو زندگيءَ جي مختلف منزلن کي ڇيل ۽ نه تبديل ٿيندڙ ذريعن وسيلي طئي ڪري ٿو. جيڪي ماڻهو دين جي نظام جهاد بابت گفتگو ڪندي قرآني آيتن کي دليل جي حيثيت ۾ پيش ڪندي وقت دين جي انهيءَ برک وصف جو لحاظ نه ڪندا آهن، ۽ انهن منزلن جي فطرت ۽ نه حقيقت کان آگاهه هوندا آهن جن مان تحريڪ جهاد جو گذر ٿي رهيو آهي، ۽ نه انهن جو هن حقيقت طرف ڌيان رهندو آهي ته مختلف آيتن جو جدا جدا مرحلي سان ڪهڙو لڳ لاڳاپو آهي، ته انهيءَ

قبسم جا ماڻهو جڏهن اسلام جي نظام جهاد بابت گفتگو ڪندا آهن ته اصل ڳالهه کي نهايت مڪروه ۽ بڇڙي نموني گڏائي مڙائي چڏيندا آهن ۽ دين حق جي نظام جهاد کي گمراهه ڪندڙ انداز ۾ بيان ڪندا آهن. قرآن حڪيم جي پاڪ آيتن کي زبردستي ڇڪي تاڻي انهن مان اهڙا اصول ۽ دائمي قاعدا قانون جوڙيندا آهن جن جي خدا جي نص (قرآن) ۾ ڪا به گنجائش نه هوندي آهي. انهن جي پٽل جو اصل ڪارڻ هيءَ آهي ته هو قرآن جي هر آيت سڳوري جي باري ۾ اهو چائي ويهندا آهن ته اهائي آخري ۽ ڪلئي نصّ آهي، ۽ انهيءَ ۾ دين جو آخري ۽ ڪلي حڪم بيان ڪيو ويو آهي. ڏنو وڃي ته مفڪرن جو هي ٽولو انهن دل منجهائيندڙ حالتن جي دٻاءَ جي آڏو روحاني ۽ دماغي لحاظ سان پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪري چڪو آهي. جنهن ۾ هن وقت جو موجود مسلمان نسل وڪوڙيل آهي ۽ جنهن وٽ صرف اسلام جي ليبل کان سواءِ پاڇي ڪجهه به نه رهيو آهي. هي انهيءَ هار ڪائل ذهنيت جو اثر آهي جو آهي دانشور صاحب فرمائيندا آهن ته ”اسلام صرف بچاءَ واري وڙهه جو قائل آهي.“ ۽ انهيءَ مٿان وڏيڪ روئڻ اهو ته اهو نظريو رکندي هو انهيءَ وهم ۾ به ورتل هوندا آهن ته اها تاويل ڪري دين حق تي وڏو احسان ڪيو آهي. جيتوڻيڪ انهيءَ غلط تاويل جي ڪري هو دين کي پنهنجي شاندار ڪم جي طريقي کان دستبردار ٿيڻ جي فيصلو ڏيئي رهيا آهن. ٻين لفظن ۾ دين حق پنهنجي منزل کان ٻي راه تي وڃي جنهن مطابق هو زمين جي سيني تان مڙني طاغوتي طاقتن کي ناس ڪرڻ لاءِ آيو آهي، ۽ انسان ذات جي پيشاني صرف خداءِ واحد جي حضور ۾ رڳڙائڻ آيو آهي، ۽ ماڻهن کي ٻانهن جي غلاميءَ کان آزاد ڪرائي ٻانهن جي پروردگار جي غلاميءَ ۾ داخل

ڪرائڻ لاءِ دنيا ۾ آيو آهي. ليڪن اسلام پنهنجي هن نصب‌العين کي سرانجام ڏيڻ لاءِ تلوار جي اڻي تي ماڻهن کان پنهنجو اهو عقيدو نه ٿو مڃرائي، پر هو ماڻهن کي عقيدي جي چونڊ لاءِ فضا موجود ڪري ڏئي ٿو. هو برسر اقتدار سياسي نظامن کي ناس ڪري پٽي پڌرا ڪري ڇڏيندو آهي يا انهن کي پنهنجي جهنڊي هيٺ آڻي جزيو ادا ڪرڻ ۽ سر اطاعت خم ڪرڻ لاءِ مجبور ڪندو آهي. اهڙيءَ ريت هو ڪا به اهڙي رڪاوٽ باقي رهڻ نه ٿو ڏئي، جيڪا انهيءَ عقيدي کي قبول ڪرڻ جي سلسلي ۾ ماڻهن کي ڪُڪندي هجي. انهيءَ کان پوءِ دين حق ماڻهن کي پوري آزادي ڏئي ٿو ته هو پنهنجي مرضيءَ سان انهيءَ عقيدي کي قبول ڪن يا نه ڪن.

## ٽين ٻرڪ خاصيت

ٽين ٻرڪ خاصيت اها آهي ته دين جي هيءَ ٻختني ۽ روان دوان تحريڪ، ۽ انهيءَ جا نت نوان مسئلا دين کي سندس بنيادي اصولن ۽ مقصدن کان پري نه ٿا ڪن. دين حق روز اول کان ٿي پوءِ ڪٿي اهو رسول جي ويجهن ماڻهن سان هم ڪلام هجي، يا قريش کي خطاب ڪري رهيو هجي، يا سڄي عربن جي طرف سندس رخ هجي، يا دنيا جي ماڻهن کي واڪا ڪري رهيو هجي، انهيءَ سڄي سان هڪڙي ئي بنياد تي گفتگو ڪئي آهي. انهيءَ جي سڄي کان گهر اها پئي رهي آهي ته هو ماڻهن جي بندگيءَ کان آجا ٿي صرف خدا جي بندگيءَ لاءِ پابند ٿي وڃن. انهيءَ اصول تي هو ڪا به سودي‌بازي نه ٿو ڪري ۽ نه ڪنهن لچڪ کي گوارا ڪري ٿو، ۽ پوءِ هو انهيءَ واحد مقصد کي پوري ڪرڻ لاءِ سوچيل سمجهيل رٿ تي عمل ڪرڻ شروع ڪري ٿو، اها رٿ ڪجهه مقرر ڪيل مرحلن تي مشتمل هوندي آهي، ۽ هر مرحلي لاءِ توريل تڪيل ۽ نون وسيلن

کي استعمال ۾ آندو ويندو آهي. جيئن جو اسين اڳوات بيان ڪري آيا آهيون.

## چوٿين برک خاصيت

چوٿين برک خاصيت هي آهي ته هي دين مسلمان معاشري ۽ بين معاشرن جي وچ ۾ قائم ڪيل لڳ لاڳاپن کي باقاعدي قانوني شڪل ڏني ٿو. جيئن جو "زادالمعاد" جي مٿي بيان ڪيل خلاصي مان واضح ٿئي ٿو. هي قانوني ضابطو جنهن بنياد تي قائم آهي اهو هي آهي ته اسلام (خدا جي فرمانبرداري ۽ تابعداري واري ملت اختيار ڪرڻ) هڪ عالمگير حقيقت آهي، جنهن جي پاڪر ۾ اچڻ انسانيت لاءِ لازمي آهي ۽ جيڪڏهن ڪو انهيءَ جي طرف رخ نه ٿو ڪري ۽ انهي کي اختيار نه ٿو ڪري ته انهيءَ کي گهرجي ته هو سهٺي نموني ۾ اسلام سان ناهه ڪرڻ واري ملت هلي، ۽ ڪنهن سياسي نظام يا مادي طاقت جي شڪل ۾ اسلام جي دعوت ۽ تبليغ جي راهه ۾ ڪو روڙو نه اٽڪائي. هو هر ماڻهوءَ کي آزاد ڇڏي ڏئي ته جيئن هو پنهنجي مرضيءَ سان انهيءَ کي اختيار ڪري يا نه ڪري ۽ جيڪڏهن اختيار ڪرڻ چاهي ته انهيءَ سان مقابلو به نه ڪري ۽ بين لاءِ رستي روڪ به نه بڻجي وڃي. جيڪڏهن ڪو شخص مقابلي ڪرڻ واري ملت هلندو ته اسلام جو فرض هوندو ته انهيءَ سان جنگ ڪري ايستائين جو انهيءَ کي گيا گيا ڪري ڇڏي يا هو وري وفاداري ۽ اطاعت جو اعلان ڪري.

هار کاڌل ۽ رعب ۾ آيل ذهنيت وارا اديب جڏهن "اسلام ۾ جهاد جي حقيقت" جي موضوع تي پنهنجي زبان مچڪائيندا آهن ۽ اسلام جي دامن تان جهاد جي "داغ" کي

ميسارڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ته هو ٻن ڳالهين کي هڪ ٻئي سان رلائي ملائي ڇڏيندا آهن. ٻهريائين دين جو هي رويو ته هو ڪنهن جي مٿان عقيدي کي زوري مڙهڻ جي مخالفت ڪري ٿو جيڪو قرآني نص (لا اکراه في الدين) مان پڌرو آهي ۽ ٻيو دين جي هيءَ تعليم ته هو انهن مڙني سياسي ۽ مادي قوتن کي نيست ۽ نابود ڪري ڇڏيندو آهي جيڪي دين جي عقيدي ۽ ماڻهن جي وچ ۾ ديوار بڻجي بيٺيون آهن، ۽ جيڪي انسان جو انسان جي آڏو سِرُ جهڪائينديون آهن، ۽ ڪيس الله جي آڏو گردن نمائڻ کان روڪينديون آهن.

اهي ٻئي اصول بالڪل جدا جدا آهن. انهن جو پاڻ ۾ ڪو لڳ لاڳاپو نه آهي ۽ نه ڪو ٻنهي کي پاڻ ۾ رلائڻ ملائڻ جي ڪا گنجائش آهي. انهيءَ کان سواءِ اهي ماڻهو پنهنجي هار ڪاڏل ذهنيت کان مجبور ٿي ڳالهين کي گڏائي سڏائي ڇڏيندا آهن ۽ سندن چاهت اها هوندي آهي ته اسلام ۾ جهاد جي تصور کي صرف انهيءَ مفهوم جو ونگ وڏو وجي جنهن کي اڄ جي زبان ۾ "دفاعي جنگ" جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي. حالانڪ اسلامي جهاد هڪ نرالي حقيقت آهي. موجوده دور جي انساني جنگين سان انهيءَ جو منڍؤن ڪو تعلق ٿي نه آهي، نه جنگ جي سببن جي لحاظ کان ۽ نه جنگ جي ظاهري طور طريقي جي لحاظ کان اسلامي جهاد جي سببن کي خود اسلام جي مزاج ۽ دنيا ۾ سندس اصل ڪردار جي اندر تلاش ڪرڻ گهرجي، ۽ انهن اعليٰ اصولن جي روشنيءَ ۾ ڳولڻ گهرجي جيڪي الله تبارڪ و تعاليٰ هن دين لاءِ مقرر فرمايا آهن ۽ جن کي عملي زندگي بخشڻ لاءِ الله تبارڪ و تعاليٰ رسول الله صلي الله عليه وسلم کي رسالت جي عظيم منصب سان

سرفراز فرمايو، ۽ پوءِ پاڻ سڀني کي خاتم النبيين ۽ سندن رسالت کي خاتم الرسالت جو درجو قرار ڏيئي فرمايو.

## اسلام انسان جي آزاديءَ جو اعلان عام آهي

دين حق در اصل انهيءَ عالمگير اعلان جو اسم آهي ته دنيا ۾ انسان، انسان جي غلامي کان، ۽ خود نفس جي غلامي کان، جيڪا انساني غلامي جي ئي هڪ صورت آهي، انهي کان آزاد هجي، هي اعلان در اصل انهيءَ اعلان جو قدرتي نتيجو آهي ته الوهيت جو مقام صرف خداءِ واحد لاءِ خاص آهي ۽ سندس شان ربوبيت سڀني جهان متان حاوي آهي. انهيءَ جو مطلب هي آهي ته دين حق انساني حاڪميت جي هرنوعيت ۽ هر شڪل، هر نظام ۽ هر حالت جي خلاف ڀرپور ۽ مڪمل انقلاب آڻي ٿو ۽ روءِ زمين تي اهڙوات قائم ٿيل هر انهيءَ نقشي جي خلاف مڪمل بغاوت ڪري ٿو جنهن ۾ ڪنهن به صورت ۾ حڪمرانيءَ جون واڳون انسان جي هٿ ۾ هجن. يا ٻين لفظن ۾ انسان الوهيت جي گاديءَ متان ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ قبضو ڄمايو ويٺو هجي، حڪمرانيءَ جو اهڙو نظام جنهن ۾ معاملن کي حل ڪرڻ جو آخري پوءِ اختيار انسان کي حاصل هجي، ۽ انسان ئي اختيارن جا اصلي مالڪ هجن، اهو طريقو در حقيقت انسان کي الوهيت جو درجو ڏئي ٿو، ۽ ڪجهه ماڻهن کي پاڻ جهڙن ئي ماڻهن واسطي اربابامن دون الله جي مقام تي پهچائي ڇڏي ٿو. ليڪن جڏهن هي اعلان ڪيو ويو ته ربوبيت ۽ الوهيت صرف خداءِ واحد لاءِ خاص آهي ته انهيءَ جو مفهوم اهوئي آهي ته الله تعاليٰ جو غصب ٿيل اقتدار غاصبن کان حاصل ڪري ٻيهر الله تعاليٰ طرف واپس ڪيو وڃي جيڪي هٿ ٺوڪين شريعتن جي آڌار تي ماڻهن جي منڍيز متان بادشاهي جا ايوان قائم ڪندا آهن. ٻنهنجو پاڻ کي رب

جي درجي تي پهچائيندا آهن ۽ مائهن جي ڳچين ۾ غلاميءَ جا ڳٽ وجهندا آهن. تورن لفظن ۾ الله جي الوهيت ۽ ربوبيت جي نعري بلند ڪرڻ جو مطلب هي آهي ته سمورين انساني بادشاهتن جي تڏا ويڙه ڪري هن زمين جي تختي تي نج پروردگار عالم جي شهنشاهت جو نغارو وڄايو وڃي. يا قرآن ڪريم جي حڪم جي روشني ۾ هي اعلان ڪيو وڃي:

وَهُوَ الَّذِي فِي السَّمَاءِ إِلَٰهٌ وَفِي الْأَرْضِ إِلَٰهٌ
(زخرف: ٨٤)

ترجمو :- اهو ئي اڪيلو آسمان ۾ خدا آهي ۽ زمين ۾ به خدا آهي.

إِنِ الْحُكْمُ إِلَّا لِلَّهِ ط أَمَرَ أَلَّا تَعْبُدُوا إِلَّا إِيَّاهُ ط ذَٰلِكَ الدِّينُ الْقَيِّمُ ـ (يوسف : ٤٠)

ترجمو :- حڪم صرف الله لاءِ ئي آهي. انهيءَ جو فرمان آهي ته انهيءَ کان سواءِ ڪنهن جي به بندگي نه ڪريو، اهو ئي دين حق آهي.

قُلْ يَا أَهْلَ الْكِتَابِ تَعَالَوْا إِلَىٰ كَلِمَةٍ سَوَاءٍ بَيْنَنَا وَبَيْنَكُمْ أَلَّا نَعْبُدَ إِلَّا اللَّهَ وَلَا نُشْرِكَ بِهِ شَيْئًا وَلَا يَتَّخِذَ بَعْضُنَا بَعْضًا أَرْبَابًا مِنْ دُونِ اللَّهِ ط فَإِنْ تَوَلَّوْا فَقُولُوا اشْهَدُوا بِأَنَّا مُسْلِمُونَ . (آل عمران : ٦٤)

ترجمو :- (اي پيغمبر) چئو، اي اهل ڪتاب، اچو هڪ اهڙي ڳالهه جي طرف جيڪا اسان ۽ اوهانجي وچ ۾ هڪجهڙي آهي، هي ته الله کان سواءِ ڪنهن جي به بندگي نه ڪريون، انهيءَ سان گڏ ڪنهن کي به شريڪ نه ڪريون ۽ اسان مان ڪير به الله کان سواءِ ڪنهن کي پنهنجو رب نه بڻائي. انهيءَ دعوت جي قبول ڪرڻ کان جيڪڏهن هو منهن موڙين ته (اوهين) صاف چئي ڇڏيو ته شاهد رهجو اسان ته خدا جي بندگي ڪرڻ وارا آهيون.

## دنيا ۾ خدائي حڪومت ڪيئن قائم ٿي سگهي ٿي

دنيا ۾ خدا جي بادشاهت قائم ٿيڻ جي ڪا هيءَ صورت نہ آهي تہ تخت جي گادي تي ڪجھ "مقدس چهرا" اچي پلتي ماري ويهن، جيئن جو چرچ جي بادشاهت جو حال هو ۽ نہ ڪو اهو درست آهي تہ ديوتائن جا ڪجھ "نمائندا" حڪومت جون واڳون اچي پنهنجي هٿ ۾ جهلين جيئن جو ٿيوڪريسي ( Theocracy ) يا "خدا جي مقدس حڪومت" جي نالي سان ياد ڪيل نظام ۾ رائج هو. خدا جي بادشاهت کي قائم ڪرڻ جو مطلب هي آهي تہ حڪمراني خدا جي شريعت جي هجي ۽ سڀني معاملن جو آخري فيصلو انهيءَ مطابق ڪيو وڃي، ليڪن هي ڳالھ هر وقت آڏو رهڻ گهرجي تہ دنيا ۾ خدا جي بادشاهت کي قائم ڪرڻ، انساني بادشاهت کي ختم ڪرڻ، غاصبن جي هٿن مان اقتدار کسي انهيءَ کي خدا جي حضور ۾ حوالي ڪرڻ، خدائي شريعت جي فرمانروائي انساني قانونن جي مروڙ — اهي سڀ مهمون نلهو دعوت ۽ تبليغ جي ذريعي انجام نہ ٿي سگهنديون جيڪي ماڻهو خلق خدا جي ڳچين مٿان جهوٽا ڪائي رهيا آهن ۽ هو خداوندي اقتدار تي غاصبانہ قبضو قائم ڪيو ويٺا آهن اهي ماڻهو رکي تبليغ سان پنهنجي تخت اقتدار تان هٿ کڻڻ لاءِ بنہ تيار ڪونہ ٿيندا آهن ۽ جيڪڏهن اهڙو ئي معاملو هجي ها تہ انبيا عليهم السلام لاءِ دنيا جي اندر دين حق جي سرفرازي ۽ ڪامراني نهايت سولو ۽ خوشگوار ڪم هجي ها. ليڪن نبين سڳورن جي تاريخ مان جيڪي ڪجھ واضح ٿئي ٿو ۽ دين حق صدين کان بيان ٿيندڙ داستان جنهن حقيقت کي نروار ڪري ٿو اهو انهيءَ جي ابتڙ آهي.

ايترو وزنائتو اعلان تہ الوهيت ۽ ربوبيت صرف خداوند عالم لاءِ خاص آهي، ۽ ٻوءِ هن اعلان جو هي اهم نتيجو تہ انسان الله کان سواءِ هر قسم جي اقتدار ۽ حاڪميت کان آزاد هوندو، اهو محض نظرياتي، فلسفيانہ ۽ منفي قسم جو اعلان ڪين هو، پر اها مثبت تحريڪي دعوت هئي جنهن جي آڏو هڪ اهڙي زندگيءَ جي نظام کي عملي طرح قائم ڪرڻو هو جيڪو خدائي شريعت مطابق انسانن تي حڪمراني ڪري، ۽ انهن کي پنهنجي عملي طاقت سان انسانن جي غلامي کان آجو ڪري خداءِ وحده' لاشريڪ جي بندگيءَ جي حدن ۾ داخل ڪري. ظاهر آهي تہ ايتري اهم مشن کي سر انجام ڏيڻ لاءِ ضروري هو تہ اهو اعلان ڪلهو تبليغ ۽ دعوت جي حد تائين محدود نہ رهي پر انهيءَ سان گڏو گڏ تحريڪ جي قالب جي شڪل اختيار ڪري تہ جيئن پيش ايندڙ عملي صورت حال جي هرهڪ پهلو جو مقابلو انهيءَ جي برابر ۽ عملي وسيلن ۽ ذريعن سان ٿي سگهي.

انسان هر دور ۾، ماضي جي دور ۾ ٻہ، موجوده دور ۾ ٻہ ۽ شايد آئيندي جي عالم ۾ ٻہ۔ سچي دين جو طرح طرح جي چالبازين ۽ ترڪتائن سان مقابلو ڪري انهيءَ کي گهٽ ڪري ڏيکارڻ جون ڪوششون ڪيون آهن ڇو تہ هي دين انسانن کي غيرالله جي آقائي کان آزاد ڪري ٿو تنهن ڪري ماڻهن انهيءَ دين جي راه ۾ فڪر ۽ مادي مطلب تہ هر طرح جا روڙا اٽڪايا، سياست، اجتماعيت ۽ اقتصاديات کي هٿيار بڻائي انهيءَ جي آڏو ديواريون کڙيون ڪيون، نسل ۽ طبقي وارين جا نعرا بلند ڪيا. انسانن جا بگڙيل عقيدا ۽ باطل تصور بہ مٿي بيان ڪيل سببن سان ڪلهي ۾ ڪلهو ملائي پنهنجو اثر

ڏيکاري رهيا هئا، ۽ انهن ٻنهي جي ٻڌي سان ڏاڍي گنڀير صورتحال هر وقت پئي پيدا ٿي رهي آهي.

جيڪڏهن "تبليغ" عقيدن ۽ تصورن ۾ سڌارو آڻي ٿي ته "تحريڪ" ٻين مادي راهه جي روڙن کي صاف ڪندي آهي جن ۾ سر فهرست اها سياسي قوت آهي جيڪا گنڀير ليڪن پاڻ ۾ ڳتيل فڪر، نسل، طبقي واريت، اجتماعيت ۽ اقتصاديات جي سهارن تي بيٺل هوندي آهي، ۽ اهي ٻئي تبليغ ۽ تحريڪ پاڻ ۾ گڏجي اڳوات قائم ٿيل نظام مٿان چئني طرفن کان پنهنجو اثر وجهڻ شروع ڪندا آهن. انهن مڙني سببن ۽ ڪارڻ سان پنهنجي نئين نظام کي قائم ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندا آهن ۽ انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هر مخالف سبب جو انهيءَ جي برابر سببن ۽ وسيلن سان مقابلو ڪندا آهن. هن زمين جي تختي تي انسان جي حقيقي آزادي جي عظيم مشن کي سر انجام ڏيڻ لاءِ انهن ٻنهي کي (يعني تبليغ ۽ تحريڪ کي) منزل منزل ۾ ملائي گام کڻڻا پوندا آهن. هي نهايت وزنائتو نقطو آهي جنهن کي واري واري سان هنئين ۾ هنڊائڻ جي ضرورت آهي.

## عبوديت جي اصل حقيقت

هي دين صرف عربن جي آزاديءَ جو اعلان نه آهي ۽ نه انهيءَ جو پيغام صرف عربن تائين محدود آهي. هن دين جو موضوع انسان - سڄي نوع انسانيت - ۽ انهيءَ جو دائرو زمين - سڄي روءِ زمين - آهي. الله تعاليٰ صرف عربن جو پروردگار نه آهي. تان جو سندس ربوبيت انهن مانهن تائين ئي محدود نه آهي جيڪي اسلامي عقيدي کي مڃڻ وارا آهن. الله تعاليٰ سڄي جهان جو رب آهي. هي دين سڄي جهان وارن کي انهن جي رب جي طرف موٽائڻ چاهي ٿو، انهن جي ڳچي مان غير الله جي ٻانهپ جو ڳٽ لاهي انهن کي آزاد ڪرائڻ چاهي ٿو. اسلام جي

نگاھ ۾ اصل عبوديت ھي آھي تہ انسان اھڙن قانونن جو طوق پنھنجي ڳچي ۾ پائي جن جو جوڙيندڙ الله تعاليٰ آھي ۽ اھائي اھا "عبادت" (بندگي) آھي جنھن جي باري ۾ ھن دين فيصلو ڏيئي ڇڏيو آھي تہ عبادت صرف الله تعاليٰ لاءِ مخصوص رھندي. جيڪو ماڻھو غيرالله جي آڏو عبادت ڪري ٿو، پوءِ اھو ڪٿي دينداري جون لک دعوائون ڪري ليڪن ھو دين کان خارج ٿي ويندو آھي. رسول الله صلي الله عليه وسلم صاف لفظن ۾ ھيءُ فرمايو آھي تہ رائج الوقت قانون ۽ حڪومت جي اطاعت "عبادت" جو ٻيو نالو آھي. عبادت جي انھيءَ مفھوم پٽاندڙ جڏھن يھود ين ۽ نصارن رب لاشريڪ جي "عبادت" کان منھن موڙيو تہ انھن جو ڳاڻاٽو "مشرڪن" ۾ ٿيڻ لڳو.

امام ترمذي عدي بن حاتم رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت بيان ڪئي آھي تہ جڏھن ھن (عدي بن حاتم رضہ) تائين رسول الله صلي الله عليه وسلم جي دعوت پھتي تہ ھو شام ڏانھن ڀڄي ويو. ڇو تہ جھالت واري زماني ۾ ھو عيسائيت قبول ڪري چڪو ھو. ليڪن سندس ڀيڻ ۽ قبيلي جي ڪجھ ماڻھن کي قيدي بڻايو ويو. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سندس ڀيڻ تي احسان ڪرڻ فرمايو (۽ فديي وٺڻ کان سواءِ کيس آزاد ڪري ڇڏيو) ۽ ڪجھ عطيو ڏيئي ھن کي واپس اماڻي ڇڏيو. مائي صاحبہ پنھنجي ڀاءُ وٽ پھتي ۽ کيس اسلام قبول ڪرڻ جي دعوت ڏني ۽ بارگاھ رسالت ۾ حاضري ڏيڻ جو مشورو ڏنو. انھيءَ ريت ڪري تيار ٿي ويو. مديني جي ماڻھن ۾ عدي جي آمد جو چوبول ٿي ويو. جڏھن ھو رسول الله صلي الله عليه وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو تہ سندس ڳچيءَ ۾ چاندي جو صليب پھريل ھو. رسول الله صلي الله عليه وسلم اوڏيءَ مھل ھي آيتون تلاوت فرمائي رھيا ھئا.

اتخذو احبارهم و رهبانهم اربابا من دون الله .

( اهل ڪتاب الله کي ڇڏي پنهنجي عالمن ۽ درويشن کي رب ڪري ورتو ) عدي چيو ته: مان عرض ڪيو: آءُ راهبن جي عبادت ڪين ڪندو آهيان پاڻ ڪريم جن فرمايو: ”جنهن شئي کي انهن جي عالمن ۽ راهبن حلال ڪيو انهيءَ کي اهي ماڻهو حلال مڃي وٺندا هئا. ۽ جن کي انهن حرام قرار ڏنو انهي کي هو حرام مڃي وٺندا هئا. ۽ اهڙيءَ ريت هو پنهنجي عالمن ۽ رهبانن جي بندگي ڪندا هئا.“ الله تبارڪ و تعاليٰ جي هن ارشاد مبارڪ جي جيڪا تشريح حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم بيان فرمائي آهي اها انهيءَ باري ۾ قطعي نص آهي ته ڪنهن به غير الاهي قانون ۽ حڪومت جي پيروي ڪرڻ هڪ عبادت آهي، ۽ انهيءَ ڳالهه تي عمل ڪرڻ ڪانبوءِ هڪ مسلمان دين جي دائري کان ٻاهر نڪري وڃي ٿو. انهي نص مان هي به واضح ٿئي ٿو ته غيرالله جي عبادت مان هيءَ مراد آهي ته ڪجهه انسان پاڻ جهڙن ڪجهه ٻين انسانن کي اربابا من دون الله جو درجو ڏيئي ڇڏين. هي دين حق ته انهيءَ منڪر کي نيست ۽ نابود ڪرڻ لاءِ آيو آهي، ۽ انهيءَ جو عام اعلان آهي ته هن زمين جي تختي تي وسندڙ انسانن کي غيرالله جي عبوديت کان آزاد ٿيڻ گهرجي.

## اسلام دعوت ۽ تحريڪ ٻنهي لحاظن کان برپا ٿيڻ گهرجي

جيڪڏهن انسان جي عملي زندگي مٿي ڄاڻايل اعلان آزادي جي خلاف سرگرم عمل هجي ته پوءِ انهي صورت حال کي منهن ڏيڻ لاءِ اهو تمام ضروري آهي ته اسلام هڪڙي ئي وقت تبليغ ( بيان ) ۽ تحريڪ ( حرڪت ) ٻنهي لحاظن کان ميدان ۾ لهي اچي، ۽ انهن سياسي طاقتن کي ٽوٽا ٽوٽا ڪري ڇڏي جيڪي انسانن کي غيرالله جي چانئٺ تي وڃي ٻانهڙا ٻارائين

ٿيون ۽ الله جي شريعت کي پيرو ڪري انهن تي حڪمراني ڪن ٿيون، ۽ اسلام جي دعوت کي ماڻهن جي ڪنن ۾ پهچڻ نه ٿيون ڏين. ان جو نتيجو وچي اهو نڪرندو آهي ته جيڪڏهن هو اسلامي عقيدي جي چونڊ به ڪرڻ چاهين تڏهن به انهن کي هي آزادي ڪانه هوندي آهي ته هو برسر اقتدار طاقت کان بي ڊپ ۽ بي نياز ٿي انهيءَ کي گرائتڙي پائين. تبليغ ۽ تحريڪ ٻنهي حقيقتن سان اسلام جي پيش قدمي ڪرڻ انهي ڪري به ضروري آهي ته جيئن اسلام ملڪ-خدا کي طاغوتي اقتدار کان پاڪ ڪري ڇڏي، ۽ انهيءَ کان پوءِ طاغوتي اقتدار پوءِ کڻي اهو نيرو سياسي نوعيت جو هجي، يا هن نسل پرستي جو چوغو کڻي پهريو هجي، يا هڪ ئي نسل اندر طبقاتي ننڍ وڏائي پيدا ڪري ڇڏي هجيائين، اسلام هڪ اهڙو نئون معاشرتي، اقتصادي ۽ سياسي نظام قائم ڪري سگهي جيڪو انساني آزاديءَ جي تحريڪ کي عملي جامو پهرائي ۽ دنيا جي سيني تي انهيءَ کي اوسر ڏيڻ ۾ پرجهلو ۽ مددگار هجي.

## اسلام جي آڏو انساني آزادي جو مطلب

اسلام جي بينيه اها مرضي نه آهي ته هو ماڻهن جي مٿان زبردستي ۽ سان پنهنجو عقيدو مڙهي. ليڪن هي ڳالهه به واضح آهي ته اسلام ڪنهن خالي خولي عقيدي جو اسم نه آهي. جيئن جو اسان مٿي عرض ڪيو آهي ته اسلام انسانن جي غلامي کان انسانن کي آزاد ڪرائڻ جو هڪ عالمگير اعلان آهي. هن جي دعوت جي شروعات ئي هن نصب العين سان ٿئي ٿي ته هو اهڙن مڙني نظامن ۽ حڪومتن کي ختم ڪرڻ چاهي ٿو، جيڪي انسانن جي منڍ تي مٿان انسانن جي حاڪميت جا ايوان سينگارين ٿيون، ۽ انسانن کي انسانن جو ٻانهو ڪري وٺين ٿيون. اسلام جڏهن ماڻهن جي گردنن کي انساني حاڪميت جي سياسي

لوڙهن سان آزادي جو پروانو ڏياري ٿو، ۽ انهن جي آڏو انسان جي روح ۽ عقل کي جرڪائيندڙ دعوت پيش ڪندو آهي ته پوءِ انهن کي آزاد ڇڏي ڏيندو آهي ته هو جنهن عقيدي ۽ نظرئي کي چاهين پنهنجي آزاد مرضيءَ سان اختيار ڪن. ليڪن انهيءَ آزادي جو هي مطلب هرگز نه آهي ته انسان پنهنجي نفساني خواهشن ۽ غرض کي الله جو درجو ڏيئي ڇڏي يا هو پنهنجو پاڻ هي فيصلو ڪري وٺن ته هو انسانن جي غلامي ۾ رهندا ۽ هڪ ٻئي کي پنهنجو رب ڪري وٺندا. دنيا جي اندر حڪمراني جو جيڪو به نظام قائم ٿئي انهيءَ جو بنياد خدا جي بندگي مٿان تعمير ٿيڻ گهرجي، ۽ زندگيءَ جي قانوني جوڙجڪ جو اصلي سرچشمو صرف الله پاڪ جي ذات گرامي هئڻ گهرجي ته جيئن انهيءَ اصولي نظام جي ڇانوَ ۾ هر آدمزاد کي آزادي هجي ته هو ڪو به عقيدو پنهنجي مرضيءَ سان قبول ڪري، اهائي صورت آهي جنهن ۾ دين يعني قانون، نياز ۽ نئڙت، اطاعت ۽ بندگي سراسر الله تبارڪ و تعاليٰ لاءِ خالص ٿي سگهي ٿي. دين جو مفهوم عقيدي جي مفهوم کان زيادهہ ڪشادو ۽ اونهو آهي. دين انهيءَ نظام ۽ عمل جي طريقي جو نالو آهي جيڪو انساني زندگيءَ کي سندس ڪشادگين سميت پنهنجي اقتدار جي مٺ ۾ قابو ڪري ٿو. اسلام ۾ انهيءَ نظام جو سڄو سارو پروسو عقيدي تي هوندو آهي. ليڪن انهيءَ جي پکڙجو دائرو عقيدي کان وڌيڪ ڪشادو آهي. تنهن ڪري اسلامي نظام حڪومت ۾ هن ڳالهہ جي گنجائش موجود آهي ته انهيءَ جي حدن اندر ڪيترين ئي آبادين موجود هجن جيڪي اسلام جي ملڪي قانون (جنهن جو بنياد الله جي بندگي تي قائم هوندو آهي) جون وفادار نه هجن ليڪن انهن اسلام کي هڪ عقيدي جي حيثيت ۾ قبول نه ڪيو هجي.

## ڇا اسلام " دفاعي تحريڪ " آهي ؟

جيڪو ماڻهو دين جي انهيءَ مخصوص مزاج کي، جنهن جي اسين مٿي تشريح ڪري چڪا آهيون، چڱيءَ طرح ڄاڻي وٺي ٿو ته هو پنهنجو پاڻ هن نتيجي تي وڃي پهچندو ته اسلامي تحريڪ جي شروعات پنهي صورتن ۾ ٿيڻ اڻٽر آهي. يعني جهاد باالسيف ( تلوار سان جهاد ) جي صورت ۾ به ۽ جهاد باالقول ( تبليغ سان جهاد ) جي صورت ۾ به — ۽ هيءَ حقيقت به انهيءَ ماڻهو مٿان ظاهر ٿي وينديء ته اسلام انهيءَ محدود معنيٰ ۾ " دفاعي تحريڪ " نه آهي جيئن جو موجوده دور جي مشّروج اصطلاح " مدافعانه جنگ " مان مطلب ورتو ويندو آهي، هي تنگ ۽ غلط مفهوم انهن ماڻهن جو تجويز ڪيل آهي جيڪي حالتن جي دٻاءَ ۽ مستشرقن (غير مسلم تعليم دان) جي عيارانه حملن کان شڪست کائي اسلام جي تحريڪ جهاد جي هي تصوير پيش ڪري رهيا آهن. اسلام هڪ ڇوليون هڻندڙ وهڪرو هو جنهن انهيءَ ڪري پالوٽ کاڌي ته جيئن دنيا ۾ انسان کي حقيقي آزادي جي منزل ماڻائي. هو انسان جي عملي زندگي جي هرهڪ طور طريقي سان جنجي پيو، ۽ هرهڪ طورطريقي جي سڌاري لاءِ انهيءَ اهي وسيلا ڪتب آندا جيڪي سندس لاءِ مناسب ۽ موزون هئا. انهيءَ جي تحريڪ جهاد مقرر ٿيل مرحلن مان لانگهائو ٿي ۽ انهيءَ هر مرحلي ۾ نت نون ۽ ڪمائتن وسيلن کان ڪم ورتو.

فرض ڪريو جيڪڏهن هي ڳالهه مڃي به وڃي ته اسلام جي تحريڪ جهاد هڪ دفاعي تحريڪ آهي ته پوءِ اسان کي خود لفظ " دفاع " جي مفهوم کي بدلائڻو پوندو ۽ " دفاع " مان مراد " انسان جو دفاع " وٺڻو پوندو يعني انهن مڙني سببن ۽ ڪارڻن جي مقابلي ۾ انسان جو دفاع ڪرڻ جيڪي

انساني آزادي کي نالس ڪندا آهن يا سندس سچي پچي آزادي جي راه ۾ اچي رنڊڪ بڻبا آهن. اهڙيءَ طرح اهي سبب ۽ ڪارڻ اهڙن سياسي نظامن جي روپ ۾ به موجود هوندا آهن جن جو بنياد اقتصاديات، طبقي واريت ۽ نسل جي حدبندين ۽ ننڍ وڏائي تي قائم ٿيل هوندو آهي — جڏهن اسلام جي گونج مڪي جي وادين ۾ بلند ٿي هئي ته انهيءَ وقت به اهي مرض دنيا کي وڪوڙيو بيٺا هئا ۽ موجوده دور جي تازي جهالت ۾ به انهن جون بعض صورتون اچا سوڌو دنيا ۾ رائج آهن — لفظ ”دفاع“ جو اهو وسيع مفهوم اختيار ڪري اسين انهن حقيقتن کي پروڙي سگهون ٿا جن جي سهاري دنيا ۾ اسلامي تحريڪ جهاد جي چاڻ ۾ نکري نروار ٿي هئي. اهڙي ريت اسانجي آڏو خود اسلام جو صحيح مزاج به آئيني وانگر جرڪڻ لڳندو، ۽ اسان کي هن سمجهڻ ۾ ڪابه دقت پيش نه ايندي ته اسلام جو مطلب آهي: انسان جي انساني بندگي کان آزادي، خداوندي ربوبيت ۽ رباني تعليم جي آڏو سر نمائڻ دنيا ۾ انساني خواهشن جي هيٺ ۽ سرڪشيءَ جو خاتمو ۽ صرف شريعت الاهي ۽ خدا جي حڪومت !!

باقي رهيون اهي ڪوششون جيڪي اهڙن دليلن ۽ سببن پيدا ڪرڻ لاءِ گهڙيون وينديون آهن جن کي هرويرو جائز ثابت ڪرڻ لاءِ جتن ڪيا ويندا آهن ته جيئن اسلامي جهاد کي انهيءَ محدود ۽ تنگ مفهوم وارو لباس پهرايو وڃي جيڪو ”مدافعانه جنگ“ واري رائج الوقت اصطلاح ۾ موجود هوندو آهي، ۽ اها اجائي هوڏ جيڪا انهيءَ غرض لاءِ اهڙين روايتن ۽ سندن کولا ۾ اختيار ڪئي ويندي آهي، جن مان هي ثابت ٿي سگهي ته اسلامي جهاد جي سلسلي ۾ جيترا واقعا پيش ٿي چڪا آهن اهي محض ”اسلامي وطن“ (انهن مان ڪجهه جي آڏو اسلامي

وطن مان مراد جزيرةالعرب ئي آهي ) تي ٻاڙيسري طاقتن جي جارحيت سان منهن ڏيڻ لاءِ پيش آيا آهن ته ڏنو وڃي ته اهڙيون سڀ ڪوششون هن ڳالهه جو پتو ڏيئي رهيون آهن ته يا ته دين جي مزاج کي ۽ دنيا جي اندر انهيءَ جي اصل ڪردار کي اسلام جي انهن مهربانن موڙگو سمجهيو ئي نه آهي، يا حالتن جي سنگيني سان منهن ڏيڻ ۽ اسلامي جهاد تي مستشرقن جي عيارانه حملن جي مقابلي ۾ انهن هٿيار ڪٽي ڦٽا ڪيا آهن.

ڇا ڪير هي چئي سگهي ٿو ته جيڪڏهن حضرت ابوبڪر حضرت عمر ۽ حضرت عثمان رضي الله عنهم جن کي هي اطمينان ٿي وڃي ها ته رومي ۽ فارسي طاقتون جزيرةالعرب تي حملي آور نه ٿينديون ته هو اسلام جي ڇوليون هڻندڙ وهڪري کي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچائڻ جي ڪوشش نه ڪن ها؟ ظاهر آهي ته انهيءَ جو جواب ناڪار ۾ آهي ڇو ته انهيءَ ڪانسواءِ اسلام جي دعوت کي اڳتي وڌائي نه ٿو سگهجي ڇاڪاڻ ته سندس راه ۾ ڪيتريون ئي دنيوي رڪاوٽون موجود هيون مثال طور رياست جو سياسي نظام، معاشري جون نسلي ۽ طبقي واريت واريون ننڍ وڏايون، ۽ وري انهن نسلي ۽ طبقي واريت وارن نظرين جي ڪک مان جنم وٺندڙ اقتصادي نظام ۽ انهن جي حفاظت ۽ پٺڀرائي ڪرڻ وارا رياست جا دنيوي، وسيلا اهي سڀ سبب ۽ ڪارڻ انهيءَ راه ۾ رنڊڪون ۽ روڙا بڻيا بيٺا هئا.

هي سوچڻ ڪيتري نه حد درجي جي ساده لوحي آهي نه هڪ دعوت روءِ زمين تي وسندڙ سڄي انسان ذات جي آزاديءَ جو اعلان به ڪري ۽ پوءِ هو متي بيان ڪيل رڪاوٽن جو مقابلو رڳو زبان ۽ بيان جي جهاد سان پئي ڪندي وتي! بي شڪ هي دعوت زبان ۽ بيان سان به جهاد ڪندي آهي، ليڪن ڪڏهن؟ انهيءَ وقت

جڏهن انسان انهيءَ دعوت کي قبول ڪرڻ ۾ آزاد هجن — تنهن ڪري هي دعوت مڙني اثرن ۽ رڪاوٽن کان انسانن کي آزاد ڪرائڻ کان پوءِ آزاديءَ واري فضا ۾ انهن کي اپيل ڪندي آهي ۽ ”لا اکراه في الدين“ واري قانون جي پابندي ڪندي آهي. ليڪن جڏهن مٿي بيان ڪيل دنيوي اثرن ۽ رڪاوٽن جو راڄ هلندڙ هجي ته هن کان سواءِ ٻيو ڪوبه چارو نه آهي ته پهريائين انهن کي طاقت جي ذريعي هٽايو وڃي تان جو جڏهن دعوت انسان جي دل ۽ دماغ کي اپيل ڪري ته هو اهڙن سڀني زنجيرن ۽ آوڙهن کان پنهنجي جند آزاد ڪرائي چڪا هجن ۽ کليل دل سان انهيءَ اپيل جي باري ۾ پنهنجو فيصلو ڏيئي سگهن.

اسلامي دعوت جو نصب العين جيڪڏهن انسان جي آزادي جو فيصله ڪن اعلان آهي، ۽ هي اعلان محض فلسفي ۽ نظرياتي تشريحن تائين محدود نه آهي پر هو عملي حالتن سان منهن ڏيڻ چاهي ٿو ۽ هرهڪ طور طريقي جو اهڙن وسيلن سان علاج ڪرڻ چاهي ٿو جيڪي انهيءَ لاءِ موزون ۽ اثرائتا هجن، ته پوءِ اهڙي انقلابي دعوت لاءِ جهاد جو رستو اختيار ڪرڻ بنيادي ضرورتن مان آهي، ۽ انهيءَ جو جهاد سان اهڙوئي تعلق آهي جهڙو روح جو جسم سان آهي، پوءِ کڻي اسلامي وطن — ۽ صحيح اسلامي اصطلاح ۾ دارالاسلام — ۾ امن امان جي حالت هجي يا انجي ابتڙ سندس سر مٿان پاڙيسري طاقتن جو خطرو هر وقت لامارا ڏيئي رهيو هجي. اسلام جڏهن امن قائم ڪرڻ لاءِ ڪوشش وٺندو آهي، ته انهيءَ جي اڏو اهو ”سستو امن“ نه هوندو آهي جنهن جي تند اچي صرف هن ڳالهه تي ٽٽي پوي ته اسلام جو ناٺو وٺندڙ جنهن مخصوص زمين جي ٽڪر ۾ آباد آهن اهو خطرن کان محفوظ ۽ امن امان ۾ اچي

وڃي. اسلام جنهن امن جي تمنا رکي ٿو اهو هي آهي ته دنيا جي تختي تي دين سڄي جو سڄو قائم ٿي وڃي. سمورا انسان صرف رب تعاليٰ جي ٻانهپ اختيار ڪن، ۽ الله کي ڇڏي پاڻ جهڙن ماڻهن کي پنهنجو رب ڪري نه وٺن. نبوت جي دور کان پوءِ هيٺئر اصل اعتبار انهن آخري مرحلن تي آهي جن تائين خداوند ڪريم جي حڪم سان اسلامي جهاد جي تحريڪ جو حڪم پهتو آهي. دعوت جا منڍ وارا ۽ وچ وارا مرحلا گذري چڪا آهن، ۽ جيئن جو امام ابن قيم بيان ڪيو آهي ته "نيٺ حضور اڪرم ﷺ سوره برائت جي نازل ٿيڻ کان پوءِ ڪافرن سان جيڪو رويو اختيار ڪيو انهيءَ جا ٽي نمونا هئا. اهي ڪافر جيڪي جنگ جوئيو ٻيئا آهن. ٻيا اهي جن معاهدا ڪيا آهن ۽ ٽيان جيڪي ذمي آهن. معاهدي ڪرڻ وارا ۽ صلح ڪرڻ وارا به جڏهن اسلام جي آغوش ۾ اچي ويا ته صرف ٻن ٿي قسمن جا ڪافر پاڻ سڳورن جي مقابلي ۾ رهجي ويا. هڪڙا جنگ جوئيندڙ ۽ ٻيا ذمّي. جنگ جوئيندڙ اهي آهن جيڪي پاڻ ڪريم جن کان ڊڄي رهيا آهن (اهو انهيءَ ڪري ته انهن سان هر وقت جنگ جي حالت رهندي آهي) ٻين لفظن ۾ روءِ زمين تي آباد ماڻهو حضور اڪرم ﷺ سان تعلق جي آڌار تي ٽن قسمن ۾ ورهائجي ويا. پهريائين اهي مسلمان جن پاڻ سڳورن تي ايمان آندو، ٻيو اهي صلح ڪندڙ جن کي پاڻ ڪريم جن پنهنجي امن ۾ آندو (انهن مان مراد ذمي آهن جيئن جو مٿين عبارت مان ظاهر آهي) ۽ ٽيون جنگ جوئيندڙ جيڪي پاڻ سڳورن کان ڊنل هئا."

انهيءَ بحث ۾ ڪافرن سان اسلامي دعوت جي روش اختيار ڪرڻ جي سلسلي ۾ جيڪي سورتون بيان ڪيون ويون آهن عقل جي لحاظ کان اهي ئي سورتون هن دين جي مزاج ۽

مقصد سان نهڪي اهن ٿيون. حالتن جي دٻاءَ هيٺ هار کاڌل ۽ مستشرقن (غير مسلم تعليم دان) جي حملن جي نتيجي ۾ ٻتال ٿيل فڪر وارا ماڻهو جهاد جي جيڪي تشريح ڪندا آهن. منطق ۽ عقل جي روشنيءَ ۾ اها هن دين جي مزاج کان ڪوهين ڏور آهي.

## جهاد جا درجا ٻدرجي حڪم

مسلمان جڏهن منڊ منڊ ۾ مديني ڏانهن هجرت ڪري ويا ته الله تعاليٰ کين قتال ڪرڻ کان پاسيري رهڻ جو حڪم ڏنو ۽ مسلمانن کي ارشاد فرمايو:

كُفُّوْٓا اَيْدِيَكُمْ وَ اَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَ اٰتُوا الزَّكٰوةَ

(پنهنجي هٿن کي جهليو اچو، ۽ نماز قائم ڪريو ۽ زڪواة ڏيو). بعد ۾ انهن کي قتال جي اجازت ڏني ويئي ۽ ارشاد ٿيو ته:

اُذِنَ لِلَّذِيْنَ يُقٰتَلُوْنَ بِاَنَّهُمْ ظُلِمُوْا ط وَاِنَّ اللّٰهَ عَلٰي نَصْرِهِمْ لَقَدِيْرُ لا نِ الَّذِيْنَ اُخْرِجُوْا مِنْ دِيَارِهِمْ بِغَيْرِ حَقٍّ اِلَّآ اَنْ يَّقُوْلُوا رَبُّنَا اللّٰهُ وَلَوْلَا دَفْعُ اللّٰهِ النَّاسَ بَعْضَهُمْ بِبَعْضٍ لَّهُدِّمَتْ صَوَامِعُ وَبِيَعٌ وَّصَلَوٰتٌ وَّمَسٰجِدُ يُذْكَرُ فِيْهَا اسْمُ اللّٰهِ كَثِيْرًا ط وَلَيَنْصُرَنَّ اللّٰهُ مَنْ يَّنْصُرُهٗ ط اِنَّ اللّٰهَ لَقَوِيٌّ عَزِيْزٌ ○ اَلَّذِيْنَ اِنْ مَّكَّنّٰهُمْ فِي الْاَرْضِ اَقَامُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتَوُا الزَّكٰوةَ وَاَمَرُوْا بِالْمَعْرُوْفِ وَنَهَوْا عَنِ الْمُنْكَرِ ط وَلِلّٰهِ عَاقِبَةُ الْاُمُوْرِ ○

(الحج: ٣٩-٤١).

ترجمو:- ”انهن ماڻهن کي اجازت ڏني ويئي جن جي خلاف جنگ جاري آهي ڇو ته اهي مظلوم آهن، ۽ الله يقيناً انهن جي مدد ڪرڻ تي قادر آهي. هي اهي ماڻهو آهن جيڪي پنهنجن گهرن کان ناحق ڪڍيا ويا، صرف انهيءَ ڏوهه

۽ نہ هو چوندا هئا تہ اسانجو رب الله آهي، جيڪڏهن الله انهن ماڻهن کي هڪ ٻئي جي ذريعي سان دفع نہ ڪري ها تہ خانقاهن ۽ گرجائن ۽ عبادت وارين جاين ۽ مسجدن کي جن ۾ الله جو نالو ڪثرت سان ورتو ويندو آهي سڀني کي ڍاهيو وجي ها. الله ضرور انهن ماڻهن جي مدد ڪندو جيڪي انهيءَ جي مدد ڪن ٿا. الله وڏو طاقت وارو ۽ زبردست آهي. هي اهي ماڻهو آهن جن کي اسين جيڪڏهن اقتدار بخشيون تہ هو نماز قائم ڪندا، زڪواة ڏيندا، نيڪي جو حڪم ڏيندا، ۽ برائي کان روڪيندا، ۽ سڀني معاملن جو انجام الله جي هٿ ۾ آهي."

انهيءَ کان بعد ٻيو مرحلو آيو جنهن ۾ مسلمانن کي حڪم ڏنو ويو تہ جيڪي ماڻهو سندن خلاف تلوار بي مياڻ ڪن تہ هو بہ انهن سان جنگ جوٽين، الله تعاليٰ جو ارشاد آهي تہ:

وَقَاتِلُوا فِي سَبِيلِ اللهِ الَّذِينَ يُقَاتِلُونَكُمْ

(بقره: ۱۹۰)

ترجمو:- "۽ توهان الله جي راهہ ۾ انهن ماڻهن سان وڙهو جيڪي توهان سان وڙهن ٿا." ۽ پڇاڙيءَ ۾ سڀني مشرڪن خلاف عام لڙائي ڪرڻ کي فرض قرار ڏنو ويو ۽ حڪم مليو تہ:

وَقَاتِلُوا الْمُشْرِكِينَ كَافَّةً كَمَا يُقَاتِلُونَكُمْ كَافَّةً - (توبه)

ترجمو:- "۽ مشرڪن سان سڀ گڏجي وڙهو جهڙيءَ ريت اهي سڀ گڏجي اوهان سان وڙهندا آهن."

قَاتِلُوا الَّذِينَ لَا يُؤْمِنُونَ بِاللهِ وَلَا بِالْيَوْمِ الْآخِرِ وَلَا يُحَرِّمُونَ مَا حَرَّمَ اللهُ وَرَسُولُهُ وَلَا يَدِينُونَ دِينَ الْحَقِّ مِنَ الَّذِينَ أُوتُوا الْكِتَابَ حَتَّىٰ يُعْطُوا الْجِزْيَةَ عَنْ يَدٍ وَهُمْ صَاغِرُونَ. (توبه: ۲۹)

ترجمو:- ”جنگ ڪريو اهل ڪتاب مان انهن ماڻهن جي خلاف جيڪي الله ۽ آخرت واري ڏينهن تي ايمان نه ٿا آڻين، ۽ جو ڪجهه الله ۽ انجي رسول حرام قرار ڏنو آهي، انهيءَ کي حرام نه ٿا ڪن ۽ سچي دين کي پنهنجو دين نه ٿا مڃين، انهن سان وڙهو تان جو هو پنهنجي هٿ سان جزيو ڏين ۽ ننڍا ٿي رهن.“

اهڙي ريت امام ابن قيم جي سمجهاڻي مطابق پهريائين مسلمانن کي ڪافرن ۽ مشرڪن جي خلاف قتال ڪرڻ کان جهليو ويو، پوءِ انهي جي اجازت نازل ٿي، انهيءَ کان پوءِ انهن ماڻهن خلاف قتال ڪرڻ کي فرض قرار ڏنو ويو جيڪي قتال جي شروعات ڪن ۽ پڇاڙيءَ ۾ سڀني مشرڪن ۽ ڪافرن خلاف اڙائي ڪرڻ فرض ٿي وئي، جهاد جي باري ۾ قرآن حڪيم جون پڌريون آيتون، جهاد جي ڀرپور جذبي پيدا ڪرڻ واريون حديثون، اسلام جي اوج واريون اسلامي جنگيون، بلڪه پوري اسلامي تاريخ جو جهاد جي ولولن سان ڀرپور دفتر، اهي سڀ اهڙا ته چٽا ۽ روشن دليل آهن جو انهن جي موجودگيءَ ۾ هڪ مسلمان جي دل جهاد جي انهيءَ تفسير قبول ڪرڻ کان سختيءَ سان انڪار ڪري ٿي، جيڪو انهن صاحبن جي فڪر جو نچوڙ آهي جن جو ذهن درحقيقت مشڪل حالتن جي دٻاءَ ۽ مستشرقن جي اٽڪل باز پروپيگنڊا جي آڏو هار مڃي چڪو آهي. اهڙو ڪير عقل جو ڏيوالو ٿي سگهي ٿو جيڪو الله تبارڪ و تعاليٰ جا چٽا حڪم پنهنجي ڪنن سان ٻڌي، رسول اڪرم ﷺ جي روشن فرمانن تي به سندس نظر هجي، ۽ اسلامي فتوحات سان ڀرپور تاريخ جو دفتر به سندس آڏو هجي، ۽ تڏهن به هو انهيءَ سوداءَ ۾ ٻڏي وڃي ته جهاد جي سڄي ساري اسڪيم هڪ عارضي هدايت هئي ۽ روز بدلجندڙ

حالتن ۾ سبين سان انهيءَ جو تعلق هو ۽ انهيءَ اسڪيم جو صرف اهو پهلو دائمي حيثيت رکي ٿو جنهن جو تعلق مورچو سرحدن جي حفاظت سان آهي.

جنگ جوئي جي حڪم جي سلسلي ۾ الله تبارڪ و تعاليٰ جي طرفان منڍ ۾ جيڪي حڪم نازل ٿيا آهن انهن ۾ الله تعاليٰ مومنن کي هن ڳالهه جي مدد ڏيئي چڏي هئي ته دينوي زندگيءَ ۾ الله تعاليٰ جو هي ابدي ۽ هميشه رهڻ وارو اصول جاري آهي ته هو انسانن کي هڪ ٻئي جي ذريعي سان دفع ڪندو رهندو آهي ته جيئن زمين تان فساد جي پاڙ پٽجي وڃي. خداوند ڪريم جو ارشاد آهي ته:

أُذِنَ لِلَّذِينَ يُقَاتَلُونَ بِأَنَّهُمْ ظُلِمُوا ۚ وَإِنَّ اللَّهَ عَلَىٰ نَصْرِهِمْ لَقَدِيرٌ الَّذِينَ أُخْرِجُوا مِنْ دِيَارِهِمْ بِغَيْرِ حَقٍّ إِلَّا أَنْ يَقُولُوا رَبُّنَا اللَّهُ ۗ وَلَوْلَا دَفْعُ اللَّهِ النَّاسَ بَعْضَهُمْ بِبَعْضٍ لَهُدِّمَتْ صَوَامِعُ وَبِيَعٌ وَصَلَوَاتٌ وَمَسَاجِدُ يُذْكَرُ فِيهَا اسْمُ اللَّهِ كَثِيرًا ۗ وَلَيَنْصُرَنَّ اللَّهُ مَنْ يَنْصُرُهُ ۗ إِنَّ اللَّهَ لَقَوِيٌّ عَزِيزٌ ○ الَّذِينَ إِنْ مَكَّنَّاهُمْ فِي الْأَرْضِ أَقَامُوا الصَّلَاةَ وَآتَوُا الزَّكَاةَ وَأَمَرُوا بِالْمَعْرُوفِ وَنَهَوْا عَنِ الْمُنْكَرِ ۗ وَلِلَّهِ عَاقِبَةُ الْأُمُورِ ○

(الحج: ٣٩–٤١).

ترجمو:- ”اجازت ڏني ويئي انهن ماڻهن کي جن جي خلاف جنگ جوئي ٿي وڃي ڇو ته اهي مظلوم آهن، ۽ بيشڪ الله انهن جي مدد ڪرڻ تي قادر آهي. هيءُ اهي ماڻهو آهن جيڪي ناحق پنهنجن گهرن کان ڪڍيا ويا صرف انهيءَ قصور جي ڪري ته هو چوندا هئا ته اسانجو رب الله آهي. جيڪڏهن الله ماڻهن کي هڪ ٻئي جي ذريعي سان دفع نه ڪندو رهي ته خانقاهون ۽ گرجائون ۽ عبادت گاهون ۽ مسجدون،

جن ۾ ڪثرت سان الله جو نالو ورتو ويندو آهي سيني ڪي ڏاهيو وڃي."

تنهن ڪري اها ڪشمڪش هڪ عارضي حالت نه آهي پر ابدي ۽ مستقل جنگ آهي. اها جنگ انهيءَ ابدي فيصلي جي نتيجي ۾ لازمي طور تي هيءَ گهر ڪري ٿي ته زمين تي حق ۽ باطل مندو منديءَ ۾ ملائي هلي نه ٿا سگهن. اسلام جڏهن ڪڏهن به دنيا ۾ الله جي ربوبيت جي بنياد تي پنهنجي نظام قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو آهي ۽ انسان کي انسان جي بندگي جي لعنت کان ڇوٽڪاري ڏيارڻ جي هلچل هلائي آهي ته الله جي حاڪميت تي ناجائز قبضي ڄمائڻ وارين طاقتون اما ڪ تلوار کي بي مياڻ ڪري ميدان ۾ ڪڏي پيون آهن ۽ دين حق جي وجود کي ڪنهن به قيمت تي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿيون آهن. خود اسلام به انهن باغين جي پاڙ پٽڻ لاءِ پنهنجو وار وهائيندو رهيو ۽ مائهن جي منڌين مٿان سوار انهن طاغوتي نظامن جو نانءُ نشان ميساريندو رهيو. مصطفيٰ جي چراغ ۽ ابولهب جي شرار جي وچ ۾ اها ڏي وٺ السٽون جاري آهي، ۽ جهاد آزادي جو موجون مائيندڙ سمنڊ به انهيءَ وقت تائين مائيٺو تي نه ٿو سگهي، جيستائين ابولهبي ختم نه ٿي وڃي ۽ دين ساري جو سارو الله لاءِ خالص نه ٿي وڃي.

## مڪي دور ۾ تلوار سان جهاد ڪرڻ جي منع ڇو هئي؟

مڪي زندگيءَ ۾ جنگ کان پاسيري ٿي وڃڻ جو حڪم ڏکهي عرصي واري رٿابنديءَ جو مورڳو هڪ عارضي مرحلو هو. اهڙي حڪمت هجرت جي شروع وارن ڏينهن ۾ اختيار ڪئي ويئي هئي. ليڪن مند واري مهلت کان بعد جڏهن مسلمان جماعت جهاد لاءِ پڙڪو ڪائي اٿي ته انهيءَ کي اوپارڻ جو

ڪارڻ صرف مديني منوره جي حفاظت ۽ دفاع جو احساس ڪين هو. بي شڪ مديني جو بچاءُ ڪرڻ به لازمي هو ليڪن اهو قدم اسلامي تحريڪ جو مهڙيون مقصد يا حيلو هو، اصل گهربل مقصد هرگز ڪين هو. انهيءَ ڪارروائيءَ جو اصل روح هي هو ته تحريڪ جي ”مرڪز طلوع“ کي هر قسم جي خطري کان محفوظ رکيو وڃي ته جيئن تحريڪ جو قافلو جهونگاريندو رمندو رهي، ۽ انسانيت جي آزادي ڪسي پنهنجي منزل ماڻائڻ واري فرض انجام ڏيڻ تائين برابر پوش پوش اڳتي وڌندو رهي، ۽ انهن مڙني ديوارن کي مسمار ڪري ڇڏي جيڪي انسان جي آزاديءَ جي راهه ۾ بت بڻيون بيٺيون هجن. مڪي زندگيءَ ۾ مسلمانن تلوار جي ڳن ۾ جيڪڏهن هٿ نه وڌو ته اها ڳالهه سمجهه جوڳي آهي ۽ عقل انهيءَ کي قبول ڪري ٿو. انهيءَ ڪري ته مڪي ۾ تبليغ جي آزاديءَ جو پورو انتظام موجود هو، سرور ڪونين ﷺ جي حمايت ۾ بنو هاشم جون تلوارون به موجود هيون، ۽ انهيءَ سبب ڪري پاڻ ڪريم جن کي حق جي دعوت جي پڌري اعلان ڪرڻ جا سڀ موقعا هٿ اچي رهيا هئا. پاڻ سڳورا انهيءَ دعوت کي ماڻهن جي ڪنن تائين رسائي پيا سگهندا هئا، انهن جي دل ۽ دماغ جي حواسن کي اپيل ڪري سگهندا هئا ۽ جدا جدا هرهڪ ماڻهو کي خطاب ڪري سگهندا هئا، اتي ڪا به اهڙي منظم سياسي طاقت موجود ڪا نه هئي، جيڪا تبليغ ۽ دعوت جي پڪار جي آڏو اهڙيون ديوارون کڙيون ڪري سگهي ها جو ماڻهو انهيءَ کي ٻڌڻ کان بالڪل محروم رهجي وڃن ها. تنهن ڪري انهيءَ مرحلي ۾ تحريڪ لاءِ طاقت استعمال ڪرڻ جي ڪا به حاجت ڪا نه هئي. انهيءَ کان سواءِ پيا به اهڙائي ڪيترا سبب موجود هئا، جن جي ڪري اهو لازم هو ته انهيءَ مرحلي ۾ دين جي دعوت

ڪي ڪنهن جنگ ڪرڻ کان سواءِ جاري رکيو وڃي. انهن ٻڌني سببن کي ٿورن لفظن ۾ مان پنهنجي تفسير ”في ظلال القرآن“ ۾ آيت:

الم تر الى الذين قيل لهم كفوا ايديكم (النساء: ٧٧)

جي تشريح جي سلسلي ۾ بيان ڪيو آهي. انهيءَ تفسير جي ڪجهه حصن کي هتي نقل ڪرڻ بي فائدي ڪين رهندو.

## مڪي دور ۾ تلوار سان جهاد کان منع ڪرڻ جو ٻيو سبب

”انهيءَ مرحلي ۾ جهاد بالسيف کان منع ڪرڻ هن سبب جي ڪري به ٿي سگهي ٿو ته اسلامي دعوت جو هيءُ مرحلو هڪ خاص ماحول، خاص قوم، ۽ خاص حالتن اندر تربيت ۽ استعداد فراهم ڪري ڏيڻ وارو مرحلو هو. اهڙي قسم جي ماحول ۾ تربيت ۽ استعداد فراهم ڪري ڏيڻ وارو ڪم، جن جدا جدا قسمن جي مقصدن تحت ضروري هو انهن مان هڪ مقصد هي هو ته هڪ انسان کي جيڪو عرب آهي، انهن ڳالهين جي برداشت ڪرڻ جي تربيت ڏني وڃي جن کي برداشت ڪرڻ جي هن ۾ عادت پهرين نه آهي. مثال طور انهيءَ ظلم ۽ زيادتيءَ کي صبر سان برداشت ڪرڻ جيڪو هن جي ذات مٿان يا انهن ماڻهن مٿان ڪيو وڃي ٿو جيڪي هن جي سام ۾ آهن، ته جيئن انهيءَ ريت هو پنهنجي ذات جي پوڄا ۽ پنهنجي، پاڻ زوري نفس جي غلامي کان آزادي حاصل ڪري، اهڙيءَ ريت جو رڳو پنهنجي جان جو بچاءُ ۽ پناهه ۾ ايندڙ ماڻهن جو تحفظ ئي هن جي زندگيءَ جو اصلي مقصد ۽ هن جي سمورين سرگرمين جو اصلي ڪارڻ نه بڻجي وڃي، انهي کانسواءِ کيس پنهنجي نفس تي قابو حاصل ڪرڻ جي مشق ڪرائي وڃي ته جيئن هو — پنهنجي اڳوڻي فطرت مطابق — ڪا

ان وٽندڙ ڳالھ، ھڏندي ٿي تنگ نہ ٿوڙائيندو وتي ۽ ڪنھن بہ لڳ ڪاندارينڌڙ واقعي سان منھن ڏيندي ٿي ڳڻ نہ وھائيندو وتي، پر انجي ابتڙ سندس مزاج ۽ طبيعت جي ھرھڪ چرپر ۾ وچٽرائي ۽ وقار وارو شان جلوا ڏيندي نظر اچي. ڪيس ھيءَ سکيا بہ ڏني وجي تہ ھو ھڪ اھڙي جماعت جي ڊسيپلين (Discipline) جي پابندي ڪري جيڪا نھايت منظم آھي ۽ جنھن کي ھڪ اعليٰ اڳواڻ جي سرپرستي حاصل آھي. پنھنجي زندگيءَ جي ھر معاملي ۾ پنھنجو مسئلو انھيءَ اڳواڻ آڏو پيش ڪري، انھيءَ جي ھر ڪم ۾ پنھنجي قائد جي حڪمراني موجود نظر اچي ۽ انھيءَ فرمانبرداريءَ جي سلسلي ۾ ھو انھيءَ جو ڪوبہ لحاظ نہ ڪري تہ اھو حڪم ھن جي ذوق يا عادت جي موافق يا خلاف آھي. مڪي زندگيءَ ۾ ھڪ عرب جي سيرت جي تعمير ۽ اصلاح لاءِ اھي ٿي ڳالھيون پيڙھہ جون حيثيت رکنديون ھيون، ۽ اصل گھربل ڳالھہ اھا ھئي تہ اوچي ڪردار ۽ سيرت جي مالڪ ماڻھن وارو ھڪ اھڙو مسلم معاشرو تيار ڪيو وڃي جيڪو پنھنجي قائد جي آڱر جي اشاري سان چرپر ڪندڙ ھجي، اھو ترقي يافتہ ۽ مھذب ھجي، اھو وحشين وارين خصلتن ۽ قبائلي فسادن کان پاڪ ۽ آجو ھجي.

## ٽيون سبب

مڪي دور ۾ تلوار سان جھاد کان منع ڪرڻ جو ھي سبب بہ ٿي سگھي ٿو تہ قريش جو ماحول حسب ۽ نسب جي شرافت ۽ برتري ۽ فخر واري ماحول سان رڱيو پيو ھو. اھڙيءَ قسم جي ماحول ۾ پر امن دعوت زيادہ اثرائتي ثابت ٿي سگھي ٿي. تنھن ڪري انھيءَ مرحلي ۾ جنگ جوئي واري عمل جي نتيجي ۾ عناد ۽ دشمنيءَ وارا جذبا ڀڙڪي پئي سگھيا ۽ اھڙي ريت خوني انتقام جا نوان جذبا ۽ ڪارڻ پيدا ٿي پون ھا،

اڳواٽ ئي عربن ۾ خوني ويرن وٺڻ وارا حساب ڪتاب هلي رهيا هئا جن جي ڪري واحس ۽ غبرا ۽ بسوس واريون جنگيون سالن کان پٺي جاري رهنديون آيون. جنهن جي تباهه ڪارين جي ڪري قبيلن جا قبيلا ناس ٿي ويا هئا، خوني انتقام وارا جذبا انهن جي دلين ۽ دماغن ۾ اسلام سان منسوب ٿي پهچي وڃن ها ته پوءِ ڪڏهن به انهن جي پاڙ نه پٽجي سگهي ها. انهيءَ عمل جي نتيجي ۾ اسلام هڪ دعوت ۽ هڪ دين جي بجاءِ خوني انتقام جي جهڳڙن جي هڪ اڻ ڪٽندڙ سلسلي جي شڪل اختيار ڪري وڃي ها ۽ اهڙيءَ ريت منڍ سٽ ۾ ئي سندس بنيادي تعليم دلين ۽ دماغن جي زينت بڻجڻ جي بجاءِ صرف ڪاغذي نظرئي جي حيثيت ۾ رهجي وڃن ها ۽ آئينده لاءِ انهيءَ کي زنده ڪرڻ جي ڪڏهن به نوبت نه اچي ها.

## چوٿون سبب

چوٿون سبب هي به ٿي سگهي ٿو ته تمام وڏي پيماني تي گهرو لڙائي جهڙي صورت حال کان پاسيرو رهڻ هڪ گهربل مقصد هو. انهيءَ وقت ڪنهن باقاعدي حڪومت جو ڪو وجود ڪونه هو جيڪا اهل ايمان کي عذاب ۽ ايذاءَ جو نشانو بڻائي ها، پر ٿيو ائين هو ته انهن کي عذاب ڏيڻ ۽ انهن جي راهه ۾ رڪاوٽ وجهڻ واري خدمت خود انهن جا مٽ مائٽ ۽ ڳچ ماڻهو انجام ڏيئي رهيا هئا. اهڙي قسم جي فضا ۾ ويڙهه ڪرڻ جي حڪم ڏيڻ جو پڌرو مطلب اهو هو ته گهر گهر ۾ جنگ شروع ٿي وڃي ها ۽ گهرو لڙائيءَ جي نه ڪٽندڙ سلسلي جو آغاز ٿي وڃي ها، ۽ ماڻهن کي هن ڳالهه جو چوڻ جو موقعو ملي وڃي ها ته ”هي آهي اسلام“ پر واقعي ڏنو وڃي ته اسلام جي ڌاري ۾ ائين ڪجهه به ٿيو هو، انهيءَ جي باوجود جو اسلام قتال نه ڪرڻ جو حڪم ڏيئي ڇڏيو هو. مگر قريش

جا ماڻهو حج جي موسم ۾ حج ۽ واپار جي خيال سان ڏورانهين پنڌ ڪان ڪهي آيل قافلن ۾ وارڪ ڦيري سان وجي انهن ڪي چوندا هئا " ﷺ نه صرف پنهنجي قوم ۽ پنهنجي قبيلي ۾ ڦوٽ وجهي رهيو آهي پر هڪ پيءُ ۽ پٽ ۾ به جدائي پيدا ڪري رهيو آهي." قريش اهو اعتراض انهيءَ صورت ۾ ڪري رهيا هئا جڏهن مسلمانن کي تلوار بي مياڻ ڪرڻ جي اجازت ڪين هئي. جيڪڏهن واقع ۾ پٽ کي پيءُ جي سيسي ڪپڻ ۽ غلام کي پنهنجي ولي کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو وڃي ها ۽ هر گهر ۽ هر محلي ۾ اهو محاذ کوليو وڃي ها ته اعتراض ڪرڻ وارا پوءِ ڇا چون ها ۽ عملي طرح ڪهڙي صورتحال پيدا ٿئي ها؟!

## پنجون سبب

پنجون سبب هي به ٿي سگهي ٿو ته الله تبارڪ و تعالي چاهي ٿو ته اسلام جا مخالف هڪ نه هڪ ڏينهن اسلام جا مخلص ۽ وفادار سپاهي اچا به اڳيرو، اڳواڻ ٿيڻ وارا آهن. جڏهن جو مڪي سٽ ۾ اسلام جي مخالفن جي وڏي اڪثريت مسلمانن کي طرح طرح جي آزمائشن ۾ وڌو، چيچلائي چيچلائي انهن کي ايذاءُ ڏنا ۽ ڪين پنهنجي ظلم ۽ ستم جو نشانو بڻايو ڇا حضرت عمر ابن خطاب رض. انهن ئي ماڻهن مان نه هو؟ ليڪن اسلام جي پاڪر ۾ اچڻ کان پوءِ جيڪو مرتبو ڪين مليو آهي انهيءَ جي وضاحت ڪرڻ جي ضرورت نه آهي.

## ڇهون سبب

ڇهون سبب هي به ٿي سگهي ٿو ته عربن جو غرور ۽ حميت خاص طرح قبائلي ماحول ۾ قدرتي طرح اهڙي قسم جي هوندي آهي، جو هو اهڙن درد جي ماريل مظلوم جي حمايت ۾ اٿي ٿي بيهندا آهن جيڪو پنهنجي سيني تي ظلم ۽ اذيت

جو هر وار سهي تہ ويندو آهي ليڪن آڻ هرگز نہ سجيندو آهي. انهيءَ حميت ۽ قبائلي غرور ڪي انهيءَ وقت ويتر جو اوڀرائيندو آهي جڏهن انهيءَ اره زورائي جو نشانو اشراف ۽ مان وارا ماڻهو بڻجي رهيا هجن. مڪي جي ماحول ۾ اهڙا گهڻائي واقعا پيش آيا جيڪي انهيءَ نظرئي جي سچائي جي پٺڀرائي ڪن ٿا، مثال طور جڏهن حضرت ابوبڪر رضہ ــــ جهڙو هڪ بي حد شريف ۽ ڀلارو انسان ــــ مڪو ڇڏي ڪنهن ٻئي طرف هجرت ڪرڻ لاءِ نڪري روانو ٿيو تہ ابن الدغنہ انهيءَ ڳالهہ ڪي برداشت نہ ڪري سگهيو ۽ حضرت ابوبڪر رضہ ڪي هجرت ڪرڻ کان روڪي ڇڏيائين. ڇو تہ هو انهيءَ ڳالهہ ڪي عربن لاءِ هڪ ٽيڪو تصور ڪري پيو، تان جو هن حضرت ابوبڪر رضہ ڪي پنهنجي پناهہ ۾ اچڻ ۽ حمايت ڪرڻ جي آڇ ڪئي. اهڙن واقعن جو بهترين مثال انهيءَ معاهدي جي منسوخي آهي. جنهن مطابق بنو هاشم ڪي شعب ابي طالب ۾ بند ڪيو ويو هو. ليڪن جڏهن هڪ وڏي عرصي تائين بکون ۽ لنگهڻ ڪاٽيندي هو پاهہ ٿي ويا ۽ انهن جي تڪليف حد اورانگي ويئي تڏهن خود عرب نوجوانن ئي انهيءَ معاهدي ڪي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو. اها وڏائي عرب جي هڪ برڪ خوبي هئي. جڏهن جو قديم تهذيبن جو حال انهيءَ جي ابتڙ آهي ڇو تہ اهي تهذيبون انسانيت ڪي ذليل ڪرڻ جون عادي ٿي رهيون آهن. انهن تهذيبن جي روايتن مطابق جيڪڏهن ڪو انسان ظلم ۽ ايذاءَ پهچڻ تي پنهنجا چپ سبي ڇڏيندو آهي تہ انهيءَ ماحول جا ماڻهو انهيءَ ڪي نفرت سان ڏسندا آهن ۽ مٿانئس ٺوڪ ۽ چٽرون ڪيون وينديون آهن نہ صرف ايترو پر اٽلو ظالم موذي ڪي عزت ۽ مان ڏنو ويندو آهي.

## ستون سبب

ستون سبب هي به ٿي سگهي ٿو ته انهيءَ وقت مسلمانن جو تعداد ٿورو هو، ۽ هو صرف مڪي ۾ ئي موجود هئا، اسلامي دعوت عرب جزيري جي ٻين حصن تائين پهچي نه سگهي هئي. جيڪڏهن پهتي هئي ته صرف ٻڌ سڌ واري حالت ۾، ٻيا قبيلا انهيءَ کي قريش ۽ اولاد قريش جي اندروني جنگ سمجهيو اچا سوڙ ۽ غير جانبدار هئا ۽ ڪين آخري فيصلي جو انتظار هو. انهن حالتن ۾ جيڪڏهن مسلمانن تي قتال فرض ڪيو وڃي ها ته انهي ننڊي پشماني واري جنگ جو وڃي اهو نتيجو نڪري ها جو مسلمانن جي انهيءَ ننڍي جماعت جو بالڪل خاتمو ٿي وڃي ها. پوءِ انهي جنگ ۾ مسلمان پاڻ ڪان ڪئي ڪيترن گهڻن ڪافرن کي جهنم رسيد ڪن ها، ليڪن هو پاڻ به زمين جي هستيءَ تان ميسارجي وڃن ها، شرڪ جو جهنڊو اڳي وانگر ٻيو جهولي ها ۽ اسلامي نظام کي قائم ڪرڻ واري پرهه ڪڏهن به نه ڦٽي ها، ۽ اهو سدا حيات عملي نظام پنهنجي بهار ڪڏهن نه ڏيکاري سگهي ها. حالانڪ اهو انهيءَ لاءِ نازل ٿيو آهي ته انساني زندگيءَ جو عملي نقشو انهيءَ جي بنياد تي قائم ٿئي.

## مدني دور جي مهڙين ڏينهن ۾ جهاد جي منع ڇو هئي؟

مدني زندگيءَ جي شروع وارن ڏينهن ۾ به قتال جي اجازت ڪا نه هئي. انهيءَ جو سبب هي آهي ته رسول الله ﷺ مديني جي يهودين ۽ انهن عربن سان جنگ ڪرڻ جا معاهدا ڪيا هئا، جيڪي مديني جي ارد گرد آباد هئا. هو پنهنجي مشرڪانه مذهب تي به قائم هئا، پاڻ ڪريم جن جي طرفان اصل ۾ اها هلت هلڻ انهيءَ ٽئين مرحلي جي قدرتي تقاضا هئي.

لنهيءَ جي اصل حقيقت اها هئي تہ پهريائين تہ اني تبليغ ۽ نصيحت ڪرڻ جا سڀ موقعا حاصل ٿي ويا هئا. ڪا بہ سياسي قوت انهيءَ ڪم جي راهہ ۾ روڙا اٽڪائڻ ۽ ماڻهن کي انهيءَ کان روڪڻ واري موجود ڪانہ هئي. سڄي آبادي نئين اسلامي رياست کي تسليم ڪري ورتو هو ۽ انهيءَ رياست جي سياسي معاملن کي حل ڪرڻ لاءِ هو رسول الله ﷺ جي اڳواڻيءَ تي بہ اتفاق ڪري چڪا هئا، اهڙي ريت مٿي ذڪر ڪيل معاهدي ۾ هي ڳالهہ طئي ڪئي ويئي هئي تہ رسول الله ﷺ جي اجازت کان سواءِ ڪوبہ شخص ڪنهن صلح جي معاهدي ڪرڻ يا جنگ شروع ڪرڻ يا خارجي لئگ لاڳاپن قائم ڪرڻ لاءِ ڪنهن اختيار جو مالڪ نہ هوندو. هي حقيقت اظهر من الشمس ٿي ويئي هئي تہ مديني منوره ۾ اصل سياسي قوت مسلم اڳواڻي جي هٿ ۾ آهي. اهوئي سبب آهي جو تبليغ جي واڌاري لاءِ دروازا کليل هئا، عقيدي جي آزادي موجود هئي، ۽ ماڻهو جيڪڏهن ڪو عقيدو اختيار ڪرڻ چاهين پيا تہ انهن کي پنهنجي اهڙي ارادي کان روڪڻ واري ڪا بہ قوت موجود ڪانہ هئي.

پيو تہ انهيءَ مرحلي ۾ رسول الله ﷺ هڪڙي ئي منهن ٿي قريش سان بہ پاڻي ڪرڻ چاهين پيا. ڇو تہ انهن جي مخالفت ٻين قبيلن ۾ دين حق جي اشاعت لاءِ رڪاوٽ بڻجي رهي هئي. اهي قبيلا هن ڳالهہ جو انتظار ڪري رهيا هئا تہ قريش ۽ اولاد قريش جي هن داخلي جنگ جو آخر ڪهڙو نتيجو نڪري رهيو آهي. انهيءَ ئي رٿابندي کي آڏو رکندي رسول الله ﷺ ڪنهن موقعي وڃائڻ کان سواءِ پنهنجي دوستن کي ۽ هيڏانهن هوڏانهن اماڻڻ ۾ جلدي ڪرڻ فرمائي. اهڙي ريت پاڻ سڀ کان پهريون دستو روانو ڪيو انهيءَ جي اڳواڻي حضرت حمزه رضہ بن عبدالمطلب جي

جي حوالي ڪئي. اهو رمضان جو مهينو هو ۽ هجرت کي ڇهه مهينا مس گذريا هئا. انهيءَ دستي کان پوءِ هڪ ٻئي پٺيان ڪيترائي دستا روانا ڪيا ويا. هڪڙو هجرت جي نائين مهيني جي شروعات ۾، ٻيو تيرهين مهيني جي شروعات ۾، ٽيون سورهين مهيني جي شروعات ۾، اهڙي ريت هجرت جو جڏهن سترهون مهينو شروع ٿيو ته حضرت عبدالله رض بن حجش جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ سريو روانو ڪيو انهي سريّي اهو پهريون معرڪو وڃي برپا ڪيو جو ڳالهه وڃي رنوڇاڻ تائين پهتي، اهو معرڪو ماهه حرام (رجب) ۾ پيش آيو. انهيءَ معرڪي جي باري ۾ سوره بقره جون هي آيتون نازل ٿيون:

يَسْئَلُوْنَكَ عَنِ الشَّهْرِ الْحَرَامِ قِتَالٍ فِيْهِ، قُلْ قِتَالٌ فِيْهِ كَبِيْرٌ، وَصَدٌّ عَنْ سَبِيْلِ اللهِ وَكُفْرٌ بِهٖ، وَالْمَسْجِدِ الْحَرَامِ وَاِخْرَاجُ اَهْلِهٖ، مِنْهُ اَكْبَرُ عِنْدَ اللهِ، وَالْفِتْنَةُ اَشَدُّ مِنَ الْقَتْلِ ........ الخ (بقره: ٢١٧)

ترجمو:- ”ماڻهو پڇن ٿا ته ماهه حرام ۾ وڙهڻ ڪيئن آهي؟ اوهان چئو انهيءَ ۾ وڙهڻ تمام خراب آهي، ليڪن خدا جي رستي کان ماڻهن کي جهلڻ ۽ الله سان ڪفر ڪرڻ ۽ مسجد حرام جو رستو خدا پرستن لاءِ بند ڪرڻ ۽ حرم جي رهاڪن کي اتان لوڏڻ الله جي آڏو انهيءَ کان به وڌيڪ خراب آهي، ۽ فتنو خونريزي کان وڌيڪ هولناڪ آهي.“

انهيءَ کان پوءِ هجرت جي ٻئي سال ۾ ئي ماهه رمضان المبارڪ ۾ غزوه بدر ڪبريٰ پيش آيو. سورة انفال ۾ انهي ئي جنگ تي تبصرو ڪيو ويو آهي.

اسلامي تحريڪ جي انهيءَ موقف کي جيڪڏهن حالتن جي انهيءَ پس منظر ۾ رکي پرکيو وڃي ته پوءِ هن ڳالهه چوڻ

جي ڪا به گنجائش نه ٿي رهي ته اسلامي تحريڪ جو اصل منصوبو رائج‌الوقت مفهوم مطابق پنهنجي ”مدافعت“ ڪانسواءِ ڪجهه نه هو. يعني ساڳي اهائي تاويل جيڪا موجوده دور جي ”سُرخ سويري“ جي هام هڻندڙ مائهن جي همراهن ۽ مستشرقن جي عياري واري تنقيدن سبب نه سهي سگهندڙ ”مفڪرن“ جي طرفان پيش ڪئي ويندي آهي. اصل ۾ ڏٺو وڃي ته جيڪي مائهو اسلام جي غلبي واري بي نظير تحريڪ کي خالص بچاءُ وارن سببن جو نتيجو قرار ڏيندا آهن ۽ پوءِ انهيءَ جو ثبوت موجود ڪري ڏيڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن پيا ٺاڦوڙا هڻندا آهن اهي ”تحقيق وارا صاحب“ مستشرقن جي جارحيت واري تحريڪ جي آڏو هٿيار ڦٽا ڪري چڪا آهن. اها صورتحال انهيءَ ڪري پيدا ٿي آهي جو مستشرقن اسلام جي خلاف هڪ پڻي مٿان زوردار حملا انهيءَ وقت شروع ڪري ڏنا آهن جڏهن نه مسلمانن جو اڳوڻو شان ۽ شوڪت رهي آهي، نه انهن جو اسلام سان ڪو قابل رشڪ تعلق باقي رهيو آهي. باقي الله جي توفيق سان هڪڙو مختصر ٽولو اهڙو ضرور موجود آهي جيڪو انهن جي چالبازين جي چنبي ۾ نه چڙهي سگهيو آهي، ۽ اهي ٿي مؤمن هن ڳالهه لاءِ به پاڻ مضبوط جهليون بيٺا آهن ته اسلام جو پيغام ابدي آهي ۽ انهيءَ ٿي لاءِ آيو آهي ته روءِ زمين تي وسندڙ انسانن مٿان صرف الله جو اقتدار قائم ٿئي ۽ پڻي هر قسم جي اقتدار ۽ ارهه زورائي کان انهن جي جند آزاد ٿئي ۽ دين نج جو نج الله تعاليٰ لاءِ هجي ۽ هو پنهنجو اهو فرض انهيءَ حوصلي سان انجام ڏيئي رهيا آهن ته هو انهيءَ ٿي دين کي دنيا ۾ غالب ۽ سربلند ڪري رهندا. ليڪن انهيءَ مختصر جماعت کان سواءِ باقي ”مفڪرن“ جو حال اهو آهي جو هو هر وقت هن ڳالهه جا ڳولائو پيا رهندا

آهن ته انهن کي اسلامي جهاد لاءِ ٻي اخلاقي سبب ملي وڃن. (يعني ته اسلامي جهاد دفاعي آهي) جيئن هو اعتراض ڪندڙ ماڻهن کي مطمئن ڪري سگهن. ليڪن ڪوئي ڪوئي منهن ۾ پاڻي، اسلامي فتحون حاصل ڪرڻ لاءِ قرآن جيڪي سبب ڄاڻايا آهن انهن ڪان وڌيڪ ڪنهن ٻي اخلاقي سند جي ضرورت باقي نه ٿي رهي. قرآن چئي ٿو:

فَلْيُقَاتِلْ فِي سَبِيلِ اللَّهِ الَّذِينَ يَشْرُونَ الْحَيَاةَ الدُّنْيَا بِالْآخِرَةِ وَمَنْ يُقَاتِلْ فِي سَبِيلِ اللَّهِ فَيُقْتَلْ أَوْ يَغْلِبْ فَسَوْفَ نُؤْتِيهِ أَجْرًا عَظِيمًا ○ وَمَا لَكُمْ لَا تُقَاتِلُونَ فِي سَبِيلِ اللَّهِ وَالْمُسْتَضْعَفِينَ مِنَ الرِّجَالِ وَالنِّسَاءِ وَالْوِلْدَانِ الَّذِينَ يَقُولُونَ رَبَّنَا أَخْرِجْنَا مِنْ هَٰذِهِ الْقَرْيَةِ الظَّالِمِ أَهْلُهَا وَاجْعَلْ لَنَا مِنْ لَدُنْكَ وَلِيًّا وَاجْعَلْ لَنَا مِنْ لَدُنْكَ نَصِيرًا ○ الَّذِينَ آمَنُوا يُقَاتِلُونَ فِي سَبِيلِ اللَّهِ وَالَّذِينَ كَفَرُوا يُقَاتِلُونَ فِي سَبِيلِ الطَّاغُوتِ فَقَاتِلُوا أَوْلِيَاءَ الشَّيْطَانِ إِنَّ كَيْدَ الشَّيْطَانِ كَانَ ضَعِيفًا ○ (النساء: ٧٤ کان ٧٦)

ترجمو:- ”خدا جي راه ۾ وڙهڻ گهرجي انهن ماڻهن کي جيڪي آخرت جي بدلي ۾ دنيا جي زندگي وڪڻي ڇڏين ٿا جيڪو خدا جي راه ۾ وڙهندو ۽ ماريو ويندو يا غالب ايندو انهيءَ کي پڪ ئي پڪ اسين اجر عظيم عطا ڪنداسين. آخر ڪهڙو سبب آهي جو توهان الله جي راه ۾ انهن بي وس مردن عورتن ۽ ٻارن جي خاطر نه وڙهو جن کي ڪمزور سمجهي دٻايو ويو آهي ۽ (هو، فرياد ڪري رهيا آهن ته يا خدا اسان کي هن وسنديءَ مان ٻاهر ڪڍ جنهن جا رهاڪو ظالم آهن، ۽ پنهنجي

طرف کان اسانجو ڪو حامي ۽ مددگار پيدا ڪري ڏئي، جن ماڻهن ايمان وارو رستو اختيار ڪيو آهي، اهي الله جي راه ۾ وڙهندا آهن ۽ جن ڪفر جو رستو اختيار ڪيو آهي اهي طاغوت جي راه ۾ وڙهندا آهن، بس شيطان جي همراهن سان وڙهو ۽ پڪ ڄاڻيو ته شيطان جون چالون حقيقت ۾ ناڪام ٿينديون آهن" هڪ ٻئي هنڌ ارشاد رباني آهي:

قُلْ لِلَّذِيْنَ كَفَرُوْا إِنْ يَّنْتَهُوْا يُغْفَرْ لَهُمْ مَّا قَدْ سَلَفَ، وَإِنْ يَّعُوْدُوْا فَقَدْ مَضَتْ سُنَّتُ الْأَوَّلِيْنَ ٥ وَقَاتِلُوْهُمْ حَتّٰى لَا تَكُوْنَ فِتْنَةٌ وَّيَكُوْنَ الدِّيْنُ كُلُّهٗ لِلّٰهِ فَإِنِ انْتَهَوْا فَإِنَّ اللّٰهَ بِمَا يَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ٥ وَإِنْ تَوَلَّوْا فَاعْلَمُوْا أَنَّ اللّٰهَ مَوْلٰكُمْ ط نِعْمَ الْمَوْلٰى وَنِعْمَ النَّصِيْرُ ٥ (انفال: ٣٨ کان ٤٠)

ترجمو:- "اي نبي انهن ڪافرن کي چؤ ته جيڪڏهن هينئر ئي مڙي وڃن ته ٻيريائين جيڪو ڪجهه ٿي چڪو آهي انهيءَ کي درگذر ڪيو ويندو، ليڪن جيڪڏهن هي انهيءَ اڳين روش تي هلندا رهيا ته گذريل قومن سان جيڪي ڪجهه ٿي چڪو آهي اهو سڀ کي معلوم آهي، اي ايمان وارؤ! انهن ڪافرن سان جنگ ڪريو انهيءَ وقت تائين جو فتنو باقي نه رهي ۽ دين سڄي جو سڄو الله لاءِ ٿي وڃي، جيڪڏهن هو فتني کان رڪجي وڃن ته انهن جي عملن جي ڏسڻ وارو الله آهي، ۽ جيڪڏهن هو نه مڃين ته اوهان کي معلوم هجي ته الله توهانجو سرپرست آهي ۽ اهو سڀ کان بهتر حامي ۽ مددگار آهي."

هڪ ٻئي هنڌ حڪم خداوندي آهي:

قَاتِلُوا الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَلَا بِالْيَوْمِ
الْاٰخِرِ وَلَا يُحَرِّمُوْنَ مَا حَرَّمَ اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ وَلَا يَدِيْنُوْنَ
دِيْنَ الْحَقِّ مِنَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ حَتّٰى يُعْطُوا الْجِزْيَةَ
عَنْ يَّدٍ وَّهُمْ صٰغِرُوْنَ ۝ وَقَالَتِ الْيَهُوْدُ عُزَيْرُ ابْنُ اللّٰهِ
وَقَالَتِ النَّصٰرَى الْمَسِيْحُ ابْنُ اللّٰهِ ط ذٰلِكَ قَوْلُهُمْ
بِاَفْوَاهِهِمْ ج يُضَاهِؤُنَ قَوْلَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ قَبْلُ ط
قٰتَلَهُمُ اللّٰهُ اَنّٰى يُؤْفَكُوْنَ ۝ اِتَّخَذُوْا اَحْبَارَهُمْ
وَرُهْبَانَهُمْ اَرْبَابًا مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَالْمَسِيْحَ ابْنَ مَرْيَمَ
وَمَا اُمِرُوْا اِلَّا لِيَعْبُدُوْا اِلٰهًا وَّاحِدًا لَا اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ط
سُبْحٰنَهٗ عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ۝ يُرِيْدُوْنَ اَنْ يُّطْفِئُوْا نُوْرَ اللّٰهِ
بِاَفْوَاهِهِمْ وَيَاْبَى اللّٰهُ اِلَّا اَنْ يُّتِمَّ نُوْرَهٗ وَلَوْ
كَرِهَ الْكٰفِرُوْنَ. (توبه: ٢٩ کان ٣٢)

ترجمو:- "جنگ ڪريو اهل ڪتاب مان انهن ماڻهن
جي خلاف جيڪي الله ۽ روز آخرت تي ايمان نه ٿا آڻين، ۽
جيڪي ڪجهه الله ۽ انجي رسول حرام قرار ڏنو انهيءَ کي
حرام نه ٿا ڪن ۽ دين حق کي پنهنجو دين نه ٿا بڻائين، انهن
سان وڙهو ايستائين جو هو پنهنجي هٿ سان جزيو ڏين ۽ ننڍا
ٿي رهن، يهودي چوندا آهن ته عُزير الله جو پٽ آهي ۽ عيسائي
چوندا آهن ته عيسيٰ الله جو پٽ آهي. اهي بي حقيقت ڳالهيون
آهن جيڪي هو پنهنجي زبانن مان ڪڍن ٿا، انهن ماڻهن جي
ريس تي جيڪي انهن کان پهريائين ڪفر ۾ مبتلا ٿيا هئا. انهن
پنهنجي عالمن ۽ درويشن کي الله کان سواءِ پنهنجو رب ڪري
ورتو آهي ۽ اهڙيءَ ريت مسيح ابن مريم کي به حالانڪ انهن
کي هڪ معبود کان سواءِ ڪنهن جي به بندگي ڪرڻ جو حڪم

نہ ڏنو ويو هو. اهو (الله) جنهن کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي، پاڪ آهي انهن شرڪ جهڙين ڳالهين کان جيڪي هي ماڻهو چون ٿا. هي ماڻهو چاهين ٿا تہ الله جي روشنيءَ کي پنهنجي ڦوڪن سان گل ڪري ڇڏين. ليڪن الله پنهنجي روشني کي مڪمل ڪرڻ بغير ڇڏڻ وارو نہ آهي پوءِ کڻي ڪافرن کي اها ڳالهہ ڪيتري ئي اڻ وڻندڙ ڇو نہ لڳي."

جهاد جا جيڪي سبب ۽ ڪارڻ انهن آيتن ۾ بيان ڪيا ويا آهي هي آهن:

دنيا ۾ الله تعاليٰ جي الوهيت جو سڪو چالو ڪرڻ، انساني زندگيءَ ۾ الله تعاليٰ جي موڪليل حق واري نظام کي قائم ڪرڻ، سيني شيطاني زندگيءَ وارن نظامن جي پاڙ پٽڻ، انسانن تي آقائي کي ختم ڪرڻ جيڪا انسانن کي پنهنجي غلامي وارن زنجيرن ۾ جڪڙي ڇڏي ٿي حالانڪ ماڻهو صرف خدا جا غلام آهن ۽ انهيءَ کان سواءِ ڪنهن بہ غلام کي اهو حق نہ آهي تہ هو انسانن کي پنهنجي هٿ ٺوڪي اقتدار جو تابعدار بڻائي ۽ انهن حي مٿان پنهنجي نفساني خواهش ۽ غرض واري شريعت نافذ ڪري. اهي ئي سبب ۽ ڪارڻ جهاد کي قائم ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن. انهيءَ سان گڏوگڏ هن اصول جي بہ پابندي ڪرڻ گهرجي تہ لا اڪراه في الدين (دين ۾ زبردستي نہ آهي) يعني ماڻهن جي اقتدار ۽ الوهيت کان جند آزاد ڪرائڻ بعد ۽ هن اصول تي سرسي ٿي وڃڻ بعد تہ اقتدار صرف الله جو هوندو يا ٻين لفظن ۾ دين سراسر الله لاءِ هوندو، ڪنهن فرد يا بشر کي اسلامي عقيدي قبول ڪرڻ لاءِ مجبور نہ ڪيو ويندو. جهاد جي انهن سببن ۽ محرڪن تي اوهان غور ڪندا تہ انهي جو تت وجي اهو نڪرندو تہ اسلام جنهن غرض لاءِ جهاد جو علمبردار آهي اهو غرض آهي هن دنيا ۾ انسان کي

مڪمل ۽ حقيقي آزادي جي نعمت سان سرفراز ڪرڻ ۽ اها آزادي تڏهن مڪمل ٿي سگهي ٿي جڏهن انسان کي انسان جي پاڻهپ مان آزاد ڪري کيس خدا جي عبوديت ۾ داخل ڪرڻ جنهن جي بادشاهي جي فرمانروائي پوري ڪائنات تي هلي رهي آهي. جيڪو صرف اڪيلوئي اڪيلو آهي ۽ انهي جو ڪو به ڀائيوار ۽ شريڪ نه آهي. ڇا جهاد کي برپا ڪرڻ لاء صرف اهوئي عظيم مقصد ڪافي نه آهي؟

بهرحال قرآن مجيد جهاد جا جيڪي سبب ۽ مقصد بيان ڪيا آهن اهي ئي سبب ۽ مقصد هر وقت مسلمان مجاهدن جي آڏو هوندا هئا. اهڙو ڪو به واقعو نه ٿو ملي ته ڪنهن مسلمان مجاهد کان هي پڇيو ويو هجي ته تون ڇاجي لاء جهاد واسطي نڪري نروار ٿيو آهين ۽ انهيءَ ورِي اهو جواب ڏنو هجي ته " اسانجي وطن کي خطرو درپيش آهي ۽ اسين انهيءَ جي بچاء لاء اٿي کڙا ٿيا آهيون " يا " اسين مسلمانن تي ايرانين ۽ روسين جي جارحانه ڪارروائن کي پنجي ڏيڻ لاء ميدان ۾ آيا آهيون " يا هن اهو چيو هجي ته " اسين چاهيون ٿا ته ملڪ جون حدون ڪشاد يون ٿين ۽ اسان کي زياده کان زياده غنيمت جو مال حاصل ٿئي " انهيءَ جي ابتڙ انهن جو جواب اهو هوندو هو جيڪو ربعي بن عامر، حذيفه بن محصن ۽ مغيره بن شعبه، قادسيه واري جنگ ۾ فارسي لشڪر جي سپه سالار کي ڏنو هو. رستم جنگ کان ٿي ڏينهن پهريائين برابر انهن مجاهدن کان جدا جدا پڇندو رهيو ته " اوهانکي ڪهڙي خواهش هتي وٺي آئي آهي ؟ " ان موقعي تي انهن سڀني جو جواب هي هو:

" الله تبارڪ و تعاليٰ اسانکي حڪم ڏنو آهي ته اسين انسان کي پاڻ جهڙن انسانن جي غلامي مان ڪڍي صرف خداء واحد جي پاڻهپ جي ليکي ۾ آڻيون. دنيا جي مونجهه مان

ڪڍي ڪيس دنيا جي ڪشادن ايوانن جي نعمتن سان جهنجهي ڇڏيون. ڪوڙن ديتن جي ظلم ۽ ستم مان انسان کي ڇوٽڪارو ڏياري ڪيس اسلامي عدل جي آغوش ۾ آڻيون. انهيءَ مقصد لاءِ الله تعاليٰ پنهنجي پيغمبر ﷺ کي پنهنجو دين ڏيئي پنهنجي مخلوق طرف اماڻيو آهي. پوءِ بس جيڪو انهيءَ دين تي ايمان آڻي ٿو ته اسين انهيءَ جي اقرار کي تسليم ڪندا آهيون ۽ اسين واپس هليا ويندا آهيون ۽ انهيءَ جو ملڪ انهيءَ جي ئي حوالي ڪري ڇڏيندا آهيون ۽ جيڪو مهاڏو ڏيندو آهي انهيءَ سان جنگ ڪندا آهيون، انهيءَ وقت تائين جو شهيد ٿي وڃي جنت واسي ٿيون يا فتح اسانجا قدم چمي."

## جهاد جو هڪ ٻيو طبعي سبب

جهاد جي خارجي سببن ۽ ڪارڻن ڪان سواءِ انهيءَ جي ذات سان لاڳو هڪ اهم سبب پڻ موجود آهي جيڪو خود انهيءَ دين جي مزاج ۾ سمايل آهي، ۽ اسلام انساني آزاديءَ لاءِ جيڪو هر لحاظ کان مڪمل مطالبو ڪيو آهي انهيءَ جي تهراين ۾ پڻ موجود آهي. هي دين جهڙيءَ ريت انسان سان پيش ايندڙ عملي حالتن سان پنهنجي جواب ۾ ڪامياب وسيلن سان منهن ڏئي ٿو، ۽ اڳوات مقرر ٿيل مرحلن کي آڏو رکندي، هر هڪ محاذ تي نوان ذريعا استعمال ۾ آڻي ٿو ته انهيءَ کي ڏسي هيءَ ڳالهه آساني سان چئي سگهجي ٿي ته خود حقيقت پسند کم جو اهو طريقو به جهاد جي انهيءَ طبعي سبب جي پوري بروز ڏئي ٿو. اهو سبب بنه دعوت جي منڍ ۾ ئي پيدا ٿيو پوي ۽ اسلام جي سرزمين ۽ انهيءَ جي مسلمان باشندن تي ڪنهن ٻاهرين حملي جو خطرو هجي يا نه هجي ليڪن اهو سبب پنهنجي جاءِ تي برقرار رهي ٿو. انهيءَ سبب کي وجود ۾ آڻڻ جي ذميداري ڪنهن محدود قسم جي دفاعي گهرجن يا وقتي

حالتن ني نه آهي، ليڪن بي خدا معاشرن جي ماحول ۾، اسلامي دعوت لاءِ جيڪي عملي مشڪلاتون ۽ رنڊڪون پيدا ٿي پونديون آهن، هڪ طرف اهي ۽ ٻئي طرف خود اسلام جي پنهنجي مخصوص نموني واري زندگي ۽ عملي زندگي ۾ انهيءَ جي اها دعوت جيڪا ڪشمڪش پيدا ڪري ٿي، اهي ٻئي شيون گڏجي انهيءَ سبب کي جنم ڏين ٿيون. تنهن ڪري هي ڳالهه پنهنجو پاڻ جهاد جي حق ۾ هڪ تمام وڏو دليل آهي ته هڪ مسلمان الله جي راه ۾ جان ۽ مال سان جهاد ڪري ٿو، انهن اصولن جي بالاتري ۽ غلبي لاءِ جهاد ڪري ٿو جنهن ۾ هن کي ڪو ذاتي فائدو نه ٿو رسي، ۽ نه اهڙي قسم جي ڪا ٻي لالچ ڪيس انهيءَ ڪم لاءِ اڳيرو ڪري ٿي. هڪ مسلمان جڏهن جهاد لاءِ نڪري نروار ٿئي ٿو ۽ ميدان ڪارزار ۾ ڪڏي پوي ٿو ته هو دراصل انهيءَ کان گهڻو اڳ واٽ هڪ وڏي جهاد واري جنگ جي ڪاميابيءَ جو تاج پهري چڪو هوندو آهي. انهيءَ وڙهاند ۾ سندس حريف نفس جو شيطان هوندو آهي، سندس جذبا ۽ خواهشون هونديون آهن، من موهيندڙ امنگ ۽ آرزو هوندا آهن، ذاتي مفاد ۽ پنهنجي برادري ۽ قوم جا مفاد هوندا آهن. مطلب ته سندس، هر انهيءَ نعري سان ڇڪري لڳندي آهي جيڪو اسلام جي خلاف هجي. هو هر انهيءَ جذبي جي خلاف هوندو آهي جنهن جو خدا جي بندگيءَ سان مهاڏو هوندو آهي ۽ سندس جدوجهد جو مقصد صرف اهو هوندو آهي ته دنيا ۾ خدائي حڪومت قائم ٿئي ۽ طاغوت جي اقتدار جو خاتمو عمل ۾ اچي.

## اسلام جي دفاع ۾ وطن جي دفاع جو اعلي ڪارج

جيڪي ماڻهو اسلامي جهاد کي صرف ”اسلامي وطن“ جي دفاع جي حد اندر رکندي جائز چائيندا آهن، اهي دراصل

انهيءَ زندگي واري طريقي جي عظمت کي گهٽ ڪري ڇڏين ٿا. جنهن زندگيءَ جي وات اسلام ڏيکاري آهي. انهن ڳهيلن جي نظر ۾ اهو پاڪ زندگيءَ وارو طريقو ايتري اهميت ٻه نه ٿو رکي جيتري اهميت "وطن" کي حاصل آهي. وطن ۽ اهڙن ٻين حيلن ۽ سببن جي باري ۾ اسلام جو نقطهء نظر اهو نه آهي جنهن کي اهي ماڻهو پيش ڪن ٿا. انهن جو اهو نقطهء نظر موجوده دور جي پيداوار آهي، اهو نظريو اسلامي شعور ۽ اسلامي تعليم لاءِ بالڪل اوپرو ۽ نئون چاول آهي. اسلامي تعليم پٽاندڙ جهاد کي قائم ڪرڻ لاءِ اصل اعتبار اسلامي عقيدي جو تحفظ آهي، يا زندگي جي انهيءَ طريقي جو تحفظ آهي جيڪو انهيءَ عقيدي جو عملي تفسير پيش ڪري ٿو يا انهيءَ معاشري جو تحفظ آهي جنهن ۾ زندگي جي انهيءَ پاڪ طريقي جي حڪمراني هجي. "وطن جي خاڪ" واري نظرئي کي ته اسلام جي نگاهه ۾ ڪا وقعت ئي نه آهي ۽ نه اهو ڪنهن ايکي ۾ ئي آهي. اسلامي تصور جي روشنيءَ ۾ "وطن جي خاڪ" کي جيڪڏهن ڪا شئي شرف ۽ عظمت بخشي سگهي ٿي ۽ سندس ملهه ۾ شاناٿو ڪري سگهي ٿي ته اها صرف هي ڳالهه آهي ته اتي الله جي حڪومت جو سڪو چالو هجي، ۽ الله جي پاران موڪليل زندگيءَ وارو نظام نافذ هجي. انهيءَ نسبت ڪان پوءِ وطن اسلامي عقيدي جو قلعو، اسلامي نظام حيات جو مرڪز، اسلام جو گهر (دارالاسلام) ۽ انسان جي ڪامل آزادي جي تحريڪ جي سرچشمي ۽ مرڪز جي حيثيت اختيار ڪري وڃي ٿو، ۽ بي شڪ دارالاسلام جو تحفظ ۽ دفاع خود اسلامي عقيدي جو دفاع آهي، اسلامي نظام حيات ۽ اسلام جي نمائندگي ڪندڙ معاشري جو دفاع آهي. ليڪن دفاع کي اصل ۽ آخري مقصد قرار ڏيئي نه ٿو سگهجي ۽ نه ڪو دارالاسلام جو تحفظ ڏي اسلام

جي تحريڪ جهاد جو اصل مول مقصد آهي. اجا به دارالاسلام
جي حفاظت ته خدائي حڪومت جي قائم ڪرڻ جو هڪ
ذريعو آهي ۽ انهيءَ جو ٻيو سبب هي آهي ته دارالاسلام کي
انهيءَ اوچي مقام تي بيهارڻ گهربل آهي، جتان اسلام جي آفتاب
جهان تاب جا روشن ڪرڻا دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ کي منور
ڪري ڇڏين ۽ نوع انسانيت انهيءَ ٻاران آزادي واري ڪيل
اعلان کان فيض ياب ٿي سگهي. هيءَ ڳالهه اسين بيان ڪري
چڪا آهيون ته هن دين جو موضوع ”نوع انسان“ آهي، ۽
انهيءَ جو دائره ڪار سڄي روءِ زمين آهي.

## جهان اسلام جي فطري ضرورت آهي

جيئن جو اسان مٿي بيان ڪري چڪا آهيون ته دنيا
۾ الله جي حڪومت قائم ڪرڻ جي راهه ۾ ڪيترئيون ئي
مادي رڪاوٽون آڏو اينديون رهنديون آهن، معاشري جو نظام
۽ روايتون ۽ ٻورو انساني ماحول وغيره. انهن مان هرهڪ شئي
اسلام جي راهه ۾ هڪ وڏي ڇپ آهي. اسلام انهن مڙني رڪاوٽن
کي دور ڪرڻ لاءِ طاقت کي استعمال ۾ آڻي ٿو ته جيئن اسلام ۽ انسان
ذات جي وچ ۾ ڪو پردو تنگيل نه هجي جيئن اسلام آزاد فضا ۾
انسان جي روح ۽ عقل کي اپيل ڪري سگهي، ۽ هتراد و
خدائن جي قيد مان ڇوٽڪارو ڏياري، هو ماڻهن کي ارادي ۽
انتخاب جي آزادي عطا ڪري ٿو ته جيئن هو پنهنجي مرضيءَ
سان جنهن ڳالهه کي پسند ڪن ته انهيءَ کي قبول ڪن ۽
جنهن کي پسند نه ڪن ته رد ڪري ڇڏين.

اسلام جي جهاد واري نظرئي تي مستشرقين جيڪي
مڪروه حملا شروع ڪري ڏنا آهن انهن جي ڪري اسان کي
هرگز دوکو نه کائڻ گهرجي ۽ نه ڪنهن گهبراهٽ جو اظهار
ڪرڻ گهرجي. هن ڳالهه جي ڪري به اسانجي حوصلي کي

ڪو چيهو نه رهڻ گهرجي ته حالتن جو وهڪرو اسانجي خلاف
وهي رهيو آهي ۽ نه هن ڳالهه جي ڪري انديشو ڪرڻ گهرجي
ته ڪو دنيا جون وڏيون وڏيون طاقتون اسانجي خلاف آهن.
اهي ڳالهيون اهڙيون نه آهن جـو اسان انهن جي اثر ۾ اچي
اسلامي جهاد جي فرضيت جا سبب ۽ ڪارڻ سچي دين جي
فطرت ۽ حقيقت جي حدن کان ٻاهر پيا ووڙيندا وتون، ۽ منديون
اسلامي جهاد جي هي تعريف پيا بيان ڪندا وتون ته انهيءَ جي
فرضيت وقتي سبن ۽ حالتن جي نتيجي ۾ پيدا ٿيندي آهي.
حالانڪه حقيقت اها آهي ته جهاد جاري آهي ۽ جاري رهندو
پوءِ ڪٿي دفاعي ضرورتن ۽ وقتي سببن ۽ حالتن جا حيلا بهانا
موجود هجن يا نه هجن. تاريخ جي لاهن چاڙهن جي جاٿڙي
وٺندي وقت انهن اصل سببن ۽ تقاضائن کي اسانجي نظرن کان
هرگز اوجهل نه ٿيڻ گهرجي جيڪي هن دين جي طبيعت آهي.
انهيءَ جي عالمگير آزاديءَ جو اعلان آهي ۽ انهيءَ طريقي اندر
سمايل آهي. جنهن جو بنياد حقيقت ۽ سچائي تي اڏيل آهي.
اها ڳالهه هن ريت صحيح ڪانه ٿيندي جو انهن اصل سبن ۽
محرڪن ۽ تقاضائن جي وچ ۽ دفاعي ضرورتن ۽ وقتي طور
پيدا ٿيل حالتن جي وچ ۾ بحث کي گنجائي ڇڏيون.

بي شڪ هن دين کي ڌارين حملي آورن کان پنهنجي
بچاءُ جو پورو پورو بندوبست ڪرڻو پوندو. ڇو ته هن دين
جي جڙهن اچڻ جو مقصد ئي اهو قرار ڏني ته هي الله تعاليٰ
جي عالمي ربوبيت جو اعلان ۽ غيرالله جي بندگي مان انسان
کي ڇوٽڪارو ڏيارڻ جي دعوت آهي ۽ وري هو هڪ اهڙي
قالب جي شڪل اختيار ڪري جيڪو هڪ منظم تحريڪ هجي
۽ جيڪو جاهل اڳوائين جو باغي هجي ۽ سندس واڳ نرالي
قسم جي اڳوائي جي هٿ هجي ۽ هو اها دعويٰ ڪري ته هڪ

اهڙي نئين ۽ پائيدار معاشري کي جنم ڏيئو آهي جيڪو انساني حاڪميت کي هن آڌار تي تسليم نه ڪندو هجي ته حاڪميت صرف خداوند قدوس جو حق آهي ـــــ ته پوءِ جڏهن دين حق انهيءَ حيثيت ۾ دنيا ۾ پنهنجي سڃاڻپ ڪرائي ته پوءِ اهو تعارف ئي هن ڳالهه لاءِ تمام ڪافي آهي ته هو اٿي کڙو ٿئي ۽ آس پاس جي مڙني جاهل معاشرن ۽ طبقن کي نيست ۽ نابود ڪري ڇڏي جن جي بنياد "انسانيت جي ڀاڻپ" جي اصول تي ٻڌل آهي، ۽ گڏو گڏ پنهنجي وجود جي تحفظ ۽ دفاع لاءِ به سندرو ٻڌي نڪري نروار ٿئي. جنهن صورت حال کي اسين هيٺئر بيان ڪري چڪا آهيون انهيءَ جو رونما ٿيڻ اڻ ٽر آهي، ڇو ته جڏهن اسلام جو سورج طلوع ٿيندو تڏهن اها صورت حال لازمي طور تي پيدا ٿيندي. انهيءَ ڇڪتاڻ کي ڇيڙڻ ۽ اسلام جي پسند ۽ ناپسند جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي ڇو ته اها ڇڪتاڻ ته اسلام تي مڙهي ئي ويندي آهي. هي هڪ طبعي ڇڪتاڻ آهي جيڪا اهڙن ٻن نظامن جي وچ ۾ پڪ ئي پڪ پيدا ٿي ئي پوندي آهي جيڪي زياده عرصي تائين "بقاءِ باهم" جي اصول تي هڪ ٻئي سان گڏ جالي نه سگهندا آهن. هي آها حقيقت آهي جنهن ۾ شڪ ڪرڻ لاءِ ڪو گنجائش نه آهي، ۽ انهيءَ فطري حقيقت جي پٽاندڙ اسلام کي پنهنجو بچاءُ ڪرڻ اڻ ٽر ضرورت ٿيجي وڃي ٿو. تيسن انهيءَ ٿاقيل دفاعي جنگ سان به پائي ڪرڻ کان سواءِ ڪو چارو ئي نه آهي.

## جهالت جي مقابلي ۾ اسلام جنگ بندي نه ٿو ڪري سگهي

ليڪن انهيءَ حقيقت نفس الامري کان علاوه هڪ ٻي اٽل حقيقت به آڏو رهڻ گهرجي، جيڪا انهيءَ پهرين حقيقت کان زياده اهم ۽ روشن آهي. اسلام جي فطرت جي هيءَ اٽل تقاضا

آهي تہ هو بني نوع انسان کي غير الله جي بندگيءَ جي ڪوه مان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ ڀرپور ڏينهن ڪان پيش قدمي شروع ڪري ڏيندو آهي. تنهن ڪري انهيءَ لاءِ جاگرافي جي حدن جي پابندي ڪرڻ ممڪن نہ آهي، ۽ نہ هو نسلي حدبندين جي ڪوٽ جو قيدي ٿي سگهي ٿو. اسلام اهو هرگز گوارا نہ ٿو ڪري سگهي تہ مغرب کان مشرق تائين ڦهليل سڄي نوع انسانيت شر ۽ فساد ۾ مبتلا هجي ۽ غيرالله جي بندگيءَ جي زنجيرن ۾ قابو هجي ۽ پوءِ هو خاموش تماشائي بڻجي وڃي گوشہ نشيني اختيار ڪري. اسلام جي مخالف ڪيمپن تي تہ هڪ اهڙو وقت اچي سگهي ٿو جو انهن جي پنهنجي مصلحت جي تقاضا اها هجي تہ اسلام جي خلاف ڪابہ جارحانہ ڪارروائي نہ ڪئي وڃي بشرطيڪہ اسلام انهن کي هن ڳالهہ جي اجازت ڏيئي ڇڏي تہ هو پنهنجي علائقي جي حدن جي اندر رهي ڪري غير الله جي بندگي واري هوڏ تي هلندا هلن، اسلام انهن کي انهن جي حال تي ڇڏي ڏئي ۽ انهن کي پنهنجي دعوت ۽ اعلانِ آزادي جي پيروي لاءِ مجبور نہ ڪري. ليڪن اسلام انهن سان ”جنگ بندي“ وارو رويو اختيار ڪري نہ ٿو سگهي. هائو! انهيءَ حالت ۾ ائين ٿي سگهي ٿو جڏهن هو اسلام جي اقتدار جي آڏو پنهنجي سِرَ نوائي ڇڏين ۽ جزيو ڏيڻ قبول ڪن، جيڪو هن ڳالهہ جي ضمانت هوندو تہ انهن اسلامي دعوت لاءِ پنهنجا دروازا کولي ڇڏيا آهن ۽ سندس راهہ ۾ ڪنهن بہ سياسي طاقت جي آڏار تي رنڊڪون نہ وجهندا. ڏٺو وڃي تہ هن دين جو مزاج بہ اهو ئي آهي جو تہ مشرق ۽ مغرب جي مخلوق خدا لاءِ غير الله جي بندگي کان ڇوٽڪارو ڏياريندڙ پيغام جي حيثيت ۾ اسلام جو اهو ناگزير فرض بہ آهي. اسلام جي انهيءَ تصور ۾ ۽ انجي خلاف انهيءَ تصور ۾ جيڪو ڪيس جاگرافي ۽ نسلي

حدبندين جي زنجيرن ۾ جڪڙي ڇڏي ٿو زمين ۽ آسمان جو فرق آهي. نه صرف ايترو پر اهو تصور انهيءَ وقت تائين ڪنهن قدم کڻڻ جي اجازت نه ٿو ڏئي جيستائين ڪنهن بيروني جارحيت جو خطرو نه هجي، پهرين حالت ۾ اسلام هڪ زنده ۽ متحرڪ قوت آهي، جڏهن جو ٻي صورت ۾ هو هر ڪنهن قسم جي فطري حرڪت عمل کان صفا محروم ٿي ويندو آهي.

اسلام جي پيش قدمي ۽ زور آوري جي جائز هجڻ واري سببن کي وڌيڪ مؤثر ۽ واضح طور تي پروڙڻ لاءِ هي ياد رکڻ ضروري آهي ته اسلام انساني زندگيءَ جو خدائي نظام آهي. هي ڪنهن انسان جو جوڙيل نه آهي نه هي ڪنهن انساني جماعت جو هٿ ٺوڪيو نظام آهي ۽ نه ڪنهن خاص انساني نسل جي طرفان پيش ڪيل زندگيءَ جي واٽ آهي. اسلام جي تحريڪ جهاد جي سببن کي هيڏانهن هوڏانهن ڳولڻ جي ضرورت صرف انهيءَ وقت پيش ايندي آهي جڏهن اسانجي نگاهن کان اها عظيم حقيقت گم ٿي ويندي آهي ۽ اسين هي ڳالهه ڀُلي ويندا آهيون ته اصل مسئلو هي آهي ته الله تعاليٰ جي قائم ڪيل حڪومت جي ذريعي سيني هتراد و خدائن جي خدائي کي اونڌو ڪيو وڃي، تنهن ڪري اها ڳالهه ممڪن ٿي نه آهي ته انسان انهيءَ اهم ۽ اٽل حقيقت کي پنهنجي دل ۽ دماغ ۾ هميشه سانديو نه وتي ۽ اسلامي جهاد کي جائز ثابت ڪرڻ لاءِ دليل ۽ سبب وري ڪنهن خارجي طريقي سان ڳوليندو نه وتي.

## اسلام جي باري ۾ ٻه تصور ۽ انهن جو فرق

اسلام جي انهن ٻن تصورن جي وچ ۾ جيڪو فرق آهي انهيءَ جو صحيح اندازو سفر جي پهرين منزل تي ٿي نه ٿو سگهي ڏکڙو تصور ته هي آهي ته اسلام کي جهالت جي خلاف پنهنجي ارادي جي ابتڙ جنگ وڙهڻ لاءِ مجبور ٿيڻو پيو، ڇو ته انهيءَ

جي وجود جي اها طبعي تقاضا هئي ته متان جاهل معاشرا انهيءَ متان ڪڙڪي پون. ان ڪري اسلام مجبور ٿي پنهنجي بچاءَ لاءِ اٿي کڙو ٿيو، ۽ پيو تصور هي آهي ته اسلام پڪ ٿي پڪ بذات خود پيش قدمي ڪندو ۽ نيٺ جهالت سان وجهي پاڪرين پوندو. مسلڪ جي اختلاف ڪري منديءَ ۾ ته اهو فرق چٽيءَ طرح ظاهر ٿي نه ٿو سگهي جيڪو انهن ٻنهي تصورن جي وچ ۾ آهي، انهيءَ ڪري ته ٻنهي حالتن ۾ اسلام کي ميدان جنگ ۾ ٽپي پوڻو آهي ليڪن منزل تي پهچڻ کان پوءِ معلوم ٿيندو ته ٻنهي تصورن ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق آهي. اسلام جي باري ۾ ٻنهي تصورن جي احساس ۽ جذبن ۾ ۽ خيال ۽ تصورن ۾ وڏو بنيادي ۽ نازڪ قسم جو فرق آهي. هڪ خيال ۾ ته اسلام هڪ الاهي نظام حيات آهي ۽ هڪ خيال ۾ ته اهو هڪ علائقائي نظام آهي، تمام وڏو ۽ غير معمولي فرق آهي. پهرين نظرئي مطابق اسلام دنيا ۾ انهيءَ لاءِ تشريف فرما ٿيو آهي ته هو خدا جي زمين تي خدا جي حڪومت جو اعلان ڪري ۽ سڄي انسان ذات کي هڪ الله جي بندگيءَ جي دعوت ڏئي، ۽ پنهنجي اعلان ۽ دعوت کي عملي سانچي ۾ گهڙي سنواري، ۽ پوءِ هڪ اهڙو معاشرو تيار ڪري جنهن ۾ انسان، انسانن جي بندگيءَ کان آزاد هجن ۽ رب جي بندگي جي جهنڊي هيٺ اچي وڃن انهن تي حڪمراني صرف خدائي شريعت جي هجي جيڪا الله جي بلندتر اقتدار جي نمائندگي ڪري ٿي. صرف اسلام کي ئي هي حق پهچي ٿو ته هو انهن مڙني رنڊڪن کي هٽائي ڇڏي جيڪي سندس راه ۾ آڏو اچن ٿيون. اهو انهيءَ ڪري ته جيئن هو رياست جي سياسي نظام يا انسانن جي هٿ ٺوڪيل معاشرن وارين روايتن کي پٺ تي ڏاهڻ بعد ماڻهن جي عقل ۽ وجدان کي آزاد فضا ۾ اپيل ڪري سگهي. ٻئي نظرئي مطابق

اسلام رڳو هڪ وطني نظام آهي ۽ انهيءَ ڪري صرف ايترو حق
حاصل آهي تہ انهيءَ جي علائقائي حدن تي ڪا طاقت حملو
ڪري تہ هو پنهنجو بچاءُ ڪري. هينئر اهي ٻئي تصور توهانجي
آڏو آهن. بي شڪ اسلام ٻنهي حالتن ۾ جهاد کي قائم ڪري ٿو،
ليڪن ٻنهي حالتن ۾ جهاد جي محرڪن، جهاد جي مقصدن
۽ جهاد جي نتيجن مان جيڪي بہ عملي تصويرون جڙي تيار
ٿين ٿيون، اهي هڪ ٻئي کان بي حد نراليون آهن.

بي شڪ اسلام کي هي حق حاصل آهي تہ هو شروع ۾
ئي پيش قدمي ڪري. اسلام ڪنهن قوم يا وطن جي ميراث نہ
آهي. هي خدا جو دين آهي ۽ سڄي دنيا لاءِ آهي. انهيءَ کي
هي حق حاصل هئڻ گهرجي تہ انهن رڪاوٽن کي پيچي پورا پورا
ڪري ڇڏي جيڪي روايتن ۽ نظامن جي شڪل ۾ موجود
هونديون آهن ۽ جيڪي انسان جي انتخاب آزاديءَ جي حق کي
گهٽو ڏيئي ڇڏينديون آهن. اسلام ماڻهن جي مٿان تلوار لٽڪائي
نہ ڇڏيندو آهي ۽ نہ انهن تي عقيدي کي زوري مڙهڻ جي
ڪوشش ڪندو آهي، ليڪن انهيءَ جو ٽڪر صرف حالتن ۽
نظرين سان هوندو آهي تہ جيئن هو انسان ذات کي انهن فاسد
۽ زهريلن اثرن کان بچائي جن سندس فطرت کي مسخ ڪري
ڇڏيو آهي ۽ ان جي انتخاب آزادي جي حق کي دٻائي
ڇڏيو آهي.

اسلام پنهنجي هن حق کان بہ ڪنهن قيمت تي دستبردار
ٿيڻ لاءِ تيار نہ آهي تہ هو انسانن کي انسانن جي آقائي کان آزاد
ڪري کين صرف هڪ خدا جي بندگي جي اصول تي پاڙ ۾ گڏ
ڪري جنهن جي نتيجي ۾ الله تعاليٰ جي ربوبيت قائم ڪرڻ واري
مقصد ۽ انسانن کي ڪامل آزادي عطا ڪرڻ واري تحريڪ کي
پنهنجي نشان منزل تي پهچائي سگهي. اسلامي تصور ۽ واقعي

امر، بنهي نظرين مطابق الله تعاليٰ جي بندگي ڪرڻ وارو نظريو پنهنجي پوري آب و تاب سان صرف اسلامي نظام جي ڇانوَ ۾ ئي وجود ۾ اچي سگهي ٿو. اسلامي نظام ئي هڪ اهڙو نرالو نظام آهي جنهن ۾ سڀني انسانن لاءِ پوءِ ڪٿي اهي حاڪم هجن يا محڪوم، ڪارا هجن يا ڳورا، غريب هجن يا امير، وڏا يا ننڍا، صرف الله تعاليٰ ئي قانون جوڙيندڙ هوندو آهي، ۽ اهو قانون سڀني لاءِ برابر هوندو آهي ۽ سڀ ئي انسان هڪڙي ئي طريقي سان انهيءَ جي حضور ۾ پنهنجو ڪنڌ جهڪائيندا آهن. باقي ٻيا، ٻين زندگيءَ جي نظامن جي ته انهن ۾ انسان پاڻ جهڙن ئي انسانن جي جوڙيل شريعت جي آڏو ٻانهون ٻڌي بيهندا آهن. شريعت سازي الوهيت جي خصوصيتن مان هڪ خصوصيت آهي، جيڪو انسان هي دعويٰ ڪري ته انسانن لاءِ حسب منشاءَ قانون جوڙڻ جو ڪيس اختيار حاصل آهي ته ٻين لفظن ۾ انهيءَ جي دعويٰ جو مطلب هي آهي ته هو الوهيت جو دعويدار آهي، پوءِ ڪٿي زبان سان الوهيت جي دعوا ڪري يا نه ڪري جيڪو شخص اهڙي دعويدار جو هي حق- يعني پنهنجي آزاد مرضيءَ سان قانون جوڙڻ جو حق —— تسليم ڪري پوءِ ڇڻ ته هن ”هن جي ”الوهيت“ جي حق کي تسليم ڪيو پوءِ ڪٿي هو انهيءَ تي الوهيت جو نالو رکي يا انهيءَ لاءِ ڪجهه ٻيا نالا ۽ اصطلاحون تجويز ڪندو وتي.

اسلام رڳو عقيدي ۽ فڪر جو نالو نه آهي ته هو ماڻهن تائين صرف وعظ ۽ بيان جي ذريعي پنهنجو پيغام پهچائي ۽ راضي ٿي ويهي. اسلام زندگيءَ جو هڪ اهڙو طريقو آهي جيڪو منظم تحريڪ جي صورت ۾ انسان جي آزاديءَ لاءِ عملي قدم کڻي ٿو. غير اسلامي معاشرا ۽ زندگيءَ جا طريقا ڪيس هي موقعو فراهم ڪري ڏيڻ لاءِ تيار نه هوندا آهن ته هو ڪو

پنهنجي پوئلڳن کي پنهنجي پسندي مطابق منظم ڪري سگهي.
تنهن ڪري اسلام جو هي فرض آهي ته هو اهڙن نظامن کي
جيڪي انسانن جي ڪامل آزاديءَ جي راهه ۾ رنڊڪ بڻيون
بيٺا هجن. انهن کي ختم ڪري ڇڏي. صرف انهيءَ صورت ۾
دين سچي جو سچو الله تعاليٰ لاءِ قائم ٿي سگهي ٿو، پوءِ نه
ڪنهن انسان جو اقتدار باقي رهندو ۽ نه ڪنهن انسان جي
بندگيءَ جو سوال پيدا ٿيندو. جيئن جو زندگيءَ گذارڻ جي
بين نظامن جو حال آهي، جيڪي پنهنجي عمارت جو بنياد
انسان جي آقائي ۽ انسان جي بندگيءَ جي بنياد تي اڏيندا آهن.

## اسلام ۾ مغرب جي تصور جهاد جي گنجائش نه آهي

اسانجا اهي معاصر مسلمان محقق جيڪي موجوده حالتن
جي دٻاءُ ۽ مستشرقين جي مڪارانه تنقيد ڪان مرعوب آهن،
اهي اسلام جي مٿي ذڪر ڪيل حقيقت جي اظهار ۽ هاڪار
لاءِ تيار نه آهن. مستشرقين اسلام جي جيڪا تصوير چٽي آهي،
انهيءَ ۾ اسلام کي هڪ رت ۾ رڱيل تحريڪ جي شڪل
۾ پيش ڪيو ويو آهي. جيڪا تلوار جي زور تي دنيا مٿان
پنهنجو عقيدو ۽ نظريو مڙهيندي نظر اچي ٿي. جيتوڻيڪ دل
جا ڪارا اهي مستشرقين چڱيءَ ريت ڄاڻن ٿا ته اسلام اهڙي
تصور ڪان بلڪل پاڪ ۽ اُجرو آهي. ليڪن انهيءَ چالبازين
ڪان ڪم وٺي هو در اصل اسلامي جهاد جي اصل مقصدن
۽ سببن کي مسخ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ليڪن اسانجا
مسلمان محقق ــــ اهي ٿي شڪست خورده محقق ــــ
اسلام جي پيشانيءَ تان انهيءَ "داغ" کي ڌوئڻ لاءِ اٿي کڙا
ٿيندا آهن، ۽ اهڙن دليل جي تلاش ۾ جنبي ويندا آهن جن

مان هو ثابت ڪري سگهن ته اسلام ۾ جهاد مان مراد صرف ”دفاعي جنگ“ آهي. حالانڪ اهي نادان دوست اسلام جي فطرت ۽ انجي اصل ڪارنامن کان بالڪل نابلد آهن، انهن کي پورو اهو به معلوم نه آهي ته اسلام جيڪو ـــــ هڪ عالمي ۽ انساني دين آهي ـــــ انهيءَ جو هي اڻ ٽر حق آهي ته هو انسان ذات جي آزاديءَ لاءِ پاڻ هُرتو ڪارروائي ڪري موجوده دور جي انهن مرعوب ۽ ڇٽيل دماغ ارباب تحقيق جي ذهن تي دين جو اهو تصور غالب آهي جيڪو اصل ۾ مغرب جو تصور مذهب آهي. مغربي تصور جي لحاظ کان دين رڳو هڪ عقيدي جو نالو آهي، انهيءَ جو مقام ضمير آهي، ۽ زندگيءَ جي عملي نظام سان سندس ڪو به واسطو وڙو نه آهي. اهوئي سبب آهي ته دين جي نالي تي جڏهن به ڪا جنگ جوٽي ويندي آهي ته اهل مغرب جي نزديڪ انهيءَ جو اهو مطلب هوندو آهي ته ڪجهه ماڻهو ٻين ماڻهن مٿان پنهنجي عقيدي ۽ نظرئي کي جنگ جي طاقت سان زبردستيءَ مڙهڻ چاهين ٿا.

ليڪن اسلام ۾ دين جو اهڙو تصور ڪڏهن به موجود نه رهيو آهي ۽ نه انهيءَ تصور تحت ڪڏهن انهيءَ جهاد جو جهنڊو بلند ڪيو آهي. اسلام انساني زندگيءَ جو خدائي نظام آهي جيڪو صرف الله تعاليٰ جي بندگيءَ جو قائل آهي، انهيءَ جي نزديڪ الوهيت جو صحيح مظهر خدا جي حاڪميت آهي، اهڙيءَ ريت هي نظام انسان جي عملي زندگي جي وڏي کان وڏي مسئلي کان وٺي روز مره جي ننڍي کان ننڍي معاملي جي مڪمل تنظيم ڪري ٿو. انهيءَ جو نظام جهاد در اصل انهيءَ خدائي نظام کي برپا ڪرڻ ۽ انهيءَ کي غالب ڪرڻ

جي ڪوشش جوئي ٻيو نالو آهي. باقي رهيو عقيدي جو معاملو
ته ظاهر آهي ته انهيءَ جو تعلق اظهار راءِ جي آزاديءَ سان
آهي. اسلام چاهي ٿو ته انساني راهه ۾ متاثر ڪرڻ جي راهه
۾ حائل ٿيندڙ تمام رڪاوٽون دور ٿيئي گهرجن، ۽ اسلام جو
نظام پوري طرح غالب ٿي وڃي فرد کي هرقسم جي عقيدي ۽
نظرئي کي رد ڪرڻ ۽ قبول ڪرڻ جي آزادي هجي ۽ هو
پنهنجي آزاد مرضيءَ سان جيڪو عقيدو وٺيس اختيار ڪري
سگهي. ظاهر آهي ته دين جو هي نقشو انهيءَ نقشي کان پنهنجي
بنيادي نظرين ۽ تفصيل ٻنهي لحاظن کان بالڪل مختلف آهي
جيڪو مغرب پيش ڪيو آهي.

تنهن ڪري جتي به اهڙو اسلامي معاشرو موجود هوندو
آهي جيڪو خدائي نظام حيات جو عملي تفسير ۽ تعبير هجي،
ته الله تعاليٰ جي طرف کان انهيءَ کي حق حاصل هوندو آهي
ته هو ڪارروائي ڪري، ۽ اڳتي وڌي اقتدار جي واڳ پنهنجي
هٿ ۾ سنڀالي وٺي ۽ دنيا جي نقشي تي خدائي نظام حيات
جا رنگ ڀري ڇڏي. البت عقيدي ۽ ايمان جي مسئلي کي
هو انسان جي وجدان ۽ آزاد مرضيءَ تي ڇڏي ڏئي ٿو، الله
تعاليٰ مسلمان امت کي جيڪڏهن هڪ خاص عرصي تائين جهاد
کان روڪيو هو ته اهو منصوبه بنديءَ جي ڪري هو. نه انهيءَ
ڪري ته اها ڪنهن اصول ۽ ضابطي جي تعليم هئي. اهو تحريڪ
جي هڪ خاص مرحلي جي ضرورتن جو مسئلو هو، نه ڪنهن
اسلام جي بنيادي عقيدي ۽ نظرئي جو مسئلو. انهيءَ واضح بنياد
جي روشنيءَ ۾ اسانکي قرآن مجيد جي گهڻين ئي اهڙن آيتن
جو مفهوم سمجهه ۾ اچي سگهي ٿو. جن جو تعلق تحريڪ جي
بدلجندڙ مرحلن سان ٻڌي رهيو آهي. انهن آيتن کي پڙهندي

وقت اسانکي هي خيال رکڻ گھرجي تہ انهن جو هڪ مفهوم اهو آهي جيڪو انهيءَ مرحلي سان واسطو رکي ٿو جنهن ۾ اهي نازل ٿيون هيون، ۽ ٻيو انهن جو عام مفهوم آهي جنهن جو تعلق اسلامي تحريڪ جي تبديل نہ ٿيندڙ ۽ ابدي شاهراهہ حيات سان آهي. اسان کي انهن ٻنهي حقيقتن کي ڪڏهن بہ گڏائي سڏائي نہ ڇڏڻ گھرجي.



# باب پنجون

لاَ اِلٰہَ اِلاَّ الله

## اسلامي زندگيءَ جو بنياد

”لاَ اِلٰہَ الاَّ الله“ اسلامي عقيدي جو رڪن اول —— يعني ڪلمهٔ شهادت —— جو پهريون جز آهي. جنهن ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ بندگي ۽ عبادت جي لائق صرف هڪ الله آهي محمد رسول الله (ﷺ) انهيءَ جو ٻيو جز آهي، ۽ انهيءَ ۾ هيءَ تعليم ڏني وئي آهي تہ انهيءَ بندگيءَ جي ڪيفيت ۽ انهيءَ جو طريقو صرف رسول الله ﷺ کان ئي حاصل ڪيو ويندو. مومن ۽ مسلمان جي دل اها دل آهي جنهن جي گهراين ۾ هيءُ ڪلمو پنهنجي انهن ٻنهي جزن سميت پوري ريت سمايل هوندو آهي. انهيءَ ڪري تہ انهن ٻنهي شهادتن کان پوءِ ايمان جا جيترا ٿنڀا ۽ اسلام جا جيترا رڪن آهن اهي در اصل انهن شهادتن جي تقاضا جي نتيجي ۾ پيدا ٿيندا آهن. تنهن ڪري ملائڪن تي ايمان، الله جي ڪتابن تي ايمان، الله جي رسولن تي ايمان، آخرت تي ايمان، خير ۽ بشر واري تقدير تي ايمان، اهڙي ريت نماز، روزو، زڪواة، ۽ حج ۽ پوءِ اسلامي حدون، تعزيرات، حلال ۽ حرام، معاملات، قانون، اسلامي هدايتون ۽ تعليم، انهن مڙني جو بنياد الله جي عبوديت جي اصول مٿان تعمير ٿئي ٿو ۽ انهن سڀني شين جو سرچشمو اها تعليم آهي جيڪا رسول الله ﷺ پنهنجي رب جي طرفان اسان تائين پهچائي آهي.

اسلامي معاشرو اهو معاشرو آهي جيڪو ڪلمهٔ شهادت جي سڀني تقاضائن جو عملي تفسير هجي. جيڪڏهن هن ڪلمي ۽ انجي تقاضائن جي ڪا جهلڪ معاشري جي عملي زندگيءَ ۾ ڳولي نہ لڀي تہ پوءِ اهو اسلامي معاشرو نہ آهي، ٻين لفظن ۾ ڪلمهٔ شهادت ( لا الٰہ الا الله محمد رسول الله ) هڪ اهڙي مڪمل نظام جي بنياد جي حيثيت اختيار ڪري وڃي ٿو جنهن مٿان مسلمان امت جي زندگي پنهنجي سمورن تفصيلن ۽ ضرورتن سميت ٺهي راس ٿيندي آهي. اهڙي ريت جيڪڏهن انهيءَ بنياد کان سواءِ ڪنهن ٻئي بنياد تي زندگيءَ جي عمارت تعمير ڪئي وڃي يا انهيءَ بنياد سان گڏ ڪنهن ٻئي بنياد کي يا ٻين ڪيترن بنيادن کي بہ شامل ڪري زندگيءَ جي عمارت کي تعمير ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي تہ انهيءَ جي نتيجي ۾ قائم ٿيندڙ معاشري کي اسلامي زندگي جو نمائندہ معاشرو ڪنهن بہ طريقي سان ڪوٺي نہ سگهبو. الله تعاليٰ جو ارشاد آهي:

إِنِ الْحُكْمُ إِلَّا لِلَّهِ ۚ أَمَرَ أَلَّا تَعْبُدُوا إِلَّا إِيَّاهُ ۚ ذَٰلِكَ الدِّينُ الْقَيِّمُ ( يوسف : ٤٠ )

ترجمو : ”حڪم صرف الله جو آهي، انهيءَ جو فرمان آهي تہ انهيءَ کان سواءِ ڪنهن جي بہ بندگي نہ ڪئي وڃي- اهو ئي دين قيم ( سنئون سڌو زندگيءَ جو طريقو ) آهي“

مَنْ يُطِعِ الرَّسُولَ فَقَدْ أَطَاعَ اللَّهَ (النساء: ٨٠)

ترجمو: ”جنهن رسول جي اطاعت ڪئي انهيءَ دراصل الله جي اطاعت ڪئي.“

هي مختصر اصولي ۽ فيصلہ ڪن بيان دين حق ۽ انجي عملي تحريڪ سان لاڳو رکندڙ بنيادي مسئلن جي باري ۾ قطعي فيصلي ڪرڻ ۾ اسانجي رهنمائي ڪري ٿو پيو تہ ”مسلم معاشري جي اوسر جي طريقي“ جي سڃاڻپ ۾ بہ اسان کي

اتان مدد ملي ٿي ڏيون ته اهو اصول اسانکي هي پڻ رهنمائي ڏئي ٿو ته اسلام جاهل معاشرن سان منهن ڏيڻ لاءِ ڪهڙو طريقو اختيار ڪيو آهي ۽ ڇوڻون ته هي اصول سوچي سمجهي سونهون ڪري ٿو ته انساني زندگيءَ جي عملي صورت حال کي بدلائڻ لاءِ اسلام جي حڪم جي طريقي جو ڪهڙو فائدو ۽ قانون آهي. هي اهي سڀ مسئلا آهن جيڪي قديم زماني کان وٺي اڄ ڏينهن تائين اسلامي تحريڪ جي نظام کي هلائڻ واري ڪاروبار ۾ نه صرف منڊون بنيادي اهميت جا مالڪ ٿي رهيا، بلڪه نهايت نازڪ ۽ اٿل به ڇاڻا ٿي ويا آهن.

## اسلامي معاشري جي برڪ خوبي

اسلامي معاشري جي برک خوبي اها آهي ته انساني زندگي جي مڙني ڪاروبارن ۾ هن معاشري جو بنياد الله جي عبوديت واري نظرئي تي قائم ٿيل آهي. ڪلمهٔ شهادت (لااله الاالله محمّد رسول الله صلي الله عليه وسلم) انهيءَ ئي عبوديت جو اظهار ڪري ٿو ۽ انهيءَ جي ڪيفيت مقرر ڪري ٿو. انسان جو اعتماد به انهيءَ عبوديت جو مظهر هوندو آهي. عبادتن ۽ شعائر ۾ به انهيءَ عبوديت جو روح موجود هوندو آهي. قانون ۽ ضابطا انهيءَ جي عملي تصوير هوندا آهن. جيڪو شخص الله سبحانهٗ و تعاليٰ جي وحدانيت تي يقين نه ٿو رکي ته پوءِ ڄاڻڻ گهرجي ته هن دراصل الله وحده لا شريڪ له جي بندگيءَ جو ڳٽ پنهنجي ڳچيءَ ۾ پاتو ئي نه قرآن مجيد جو ارشاد گرامي آهي:

وَقَالَ اللّٰهُ لَا تَتَّخِذُوا اِلٰهَيْنِ اثْنَيْنِ اِنَّمَا هُوَ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ فَاِيَّايَ فَارْهَبُوْنِ ○ وَلَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَلَهُ الدِّيْنُ وَاصِبًا اَفَغَيْرَ اللّٰهِ تَتَّقُوْنَ —
(النحل: ۵۱ - ۵۲)

ترجمو:- ”۽ الله جو فرمان آهي ته نه خدا نه ناهيو، خدا ته بس هڪڙوئي آهي، تنهن ڪري توهان مون کان ئـي ڊڄو، جو الله ئي آهي اهو سيڪجهه جيڪو آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪو زمين ۾ آهي ۽ نج انهيءَ جو دين (ڪائنات ۾) هلي رهيو آهي، پوءِ ڇا الله کي ڇڏي ڪنهن ٻئي کان خوف ڪندؤ.“ اهڙي ريت جيڪو شخص الله کان سواءِ ڪنهن ٻي هستيءَ جي آڏو يا الله سان ڪنهن ٻي ذات کي شريڪ ٺاهـي عبادت ۽ شعائر بجا آڻي ٿو، اهو به وحده لاشريڪ جو ٻانهو ٿي نٿو سگهي-

قُلْ إِنَّ صَلَاتِي وَنُسُكِي وَمَحْيَايَ وَمَمَاتِي لِلَّهِ رَبِّ الْعَالَمِينَ ۝ لَا شَرِيكَ لَهُ ۖ وَبِذَٰلِكَ أُمِرْتُ وَأَنَا أَوَّلُ الْمُسْلِمِينَ. (انعام: ۱۶۲-۱۶۳)

(اي پيغمبر) چؤ ته منهنجي ٻانهپ جون سڀ رسمون، منهنجو جيئڻ ۽ منهنجو مرڻ سيڪجهه الله رب العالمين جي لاءِ آهي، جنهن جو ڪو به شريڪ نه آهي، انهيءَ جو مونکي حڪم ڏنو ويو آهي ۽ سڀ کان پهريائين سر اطاعت جهڪائڻ وارو مان آهيان.“ اهڙيءَ ريت جيڪو شخص انهن قانونن کان پاسيرو ٿي، جيڪي رسول الله ﷺ جي ذريعي الله تعاليٰ جي ذات گرامي اسان کي ڏنا آهن، ڪنهن ٻئي سرچشمي جي قانونن جي نيازمندي ڪري ٿو ته اهو به الله جي خالص بندگيءَ واري رحمت کان محروم آهي.

أَمْ لَهُمْ شُرَكَاءُ شَرَعُوا لَهُمْ مِنَ الدِّينِ مَا لَمْ يَأْذَنْ بِهِ اللَّهُ. (شورى: ۲۱)

ترجمو:- ”ڇا هي ماڻهو ڪجهه اهڙا شريڪ خدا رکن ٿا جن انهن لاءِ زندگي گذارڻ وارو هڪ اهڙو طريقو مقرر ڪري ڇڏيو آهي جنهن جو الله تعاليٰ حڪم نه ڏنو آهي.“

وَمَا آتَاكُمُ الرَّسُولُ فَخُذُوهُ وَمَا نَهَاكُمْ عَنْهُ فَانْتَهُوا ۚ (حشر : ٧)

ترجمو :- ”جيڪي ڪجهه رسول توهان کي ڏئي انهيءَ کي پڪڙيو ۽ جنهن شئي کان روڪي انهيءَ کان رڪجي وڃو.“.

هي آهن اسلامي معاشري جا اصلي قدر. هن معاشري ۾ جهڙيءَ ريت ماڻهن جي عقيدن ۽ تصورن ۾ خدا جي بندگيءَ جو رنگ چوکو چڙهيل هوندو آهي، اهڙيءَ ريت انهن جي عبادت شعائر ۽ مناسڪ به خدا جي ٻانهپ واري نظرئي جي بندش ۾ جڪڙيل هوندا آهن، ۽ انهن جو جماعتي نظام ۽ قانون ۽ ضابطا به الاهي عبوديت جو جيئرو جاڳندو ثبوت هوندا آهن انهن حقيقتن مان ڪنهن هڪ حقيقت ۾ به جيڪڏهن خدا جي بندگيءَ وارو رنگ ڦٽي ويندو ته سڄي جو سڄو اسلام زير و زبر ٿي ويندو آهي. اهو انهيءَ ڪري ته اهڙيءَ ريت اسلام جو رڪن اول يعني ڪلمهٔ شهادت جنهن جي مٿان اسلام جي عمارت اڏيل آهي. منهدون وجود ۾ ئي اچي نه ٿو سگهي. مٿي اسين عرض ڪري آيا آهيون ته اسلامي معاشري جي برڪ خوبي اها آهي ته انهيءَ جي نظام تحت رهندڙ ماڻهن جا اعتقاد به انهيءَ عبوديت واري جذبي جا آئينه دار هوندا آهن. هتي مناسب لڳي ٿو ته ٻڌايو وڃي ته اسلامي اعتقاد ڇا آهي.

## اسلامي اعتقاد ڪهڙو آهي؟

اسلامي اعتقاد ڪهڙي شئي جو نالو آهي، دراصل هي هڪ اهڙو اعتقاد ۽ تصور آهي جنهن جو ٻوٽو انسان جي شعور ۽ ادراڪ ۾ انهيءَ وقت ڦيڙي ٿو جڏهن هو اسلامي عقيدي جي رازن ۽ رمزن کي سڌو سنئون رباني سرچشمهٔ هدايت (قرآن) جي رنگ ۾ رڱي ٿو، ۽ جڏهن انهيءَ تصور ۽ اعتقاد جو نقش پوري ريت انسان جي ذهن تي چٽجي وڃي

تو تہ ہوءِ انهيءَ کي پنهنجي رب جي سڃاڻپ حاصل ٿي ويندي آهي، جنهن ڪائنات جي فضا ۾ هو ساهہ کڻي رهيو آهي انهيءَ جون لڪل ۽ ظاهر حقيقتون بہ اوڏيءَ مهل مٿانئس ظاهر ٿينديون آهن، جنهن زندگيءَ جي بدولت هن جو ڪاڻاٽو زندهہ انسانن ۾ ٿيندو آهي ۽ انهن سان گڏجي انساني زندگي گذاريندو آهي، انهيءَ جون لڪل ۽ ظاهر حقيقتون بہ مٿانئس اوڏيءَ مهل ظاهر ٿينديون آهن، ۽ گڏو گڏ کيس باري تعاليٰ جي ذات اقدس جي معرفت پڻ حاصل ٿيندي آهي. يعني هو خود انسانيت جي اصليت کان باخبر ٿي ويندو آهي. پوءِ انهيءَ ٿي تصور جي بنياد تي هو مٿين حقيقتن جي روشنيءَ ۾ پنهنجي معاملن جي ڪيفيت مقرر ڪندو آهي. سندس پنهنجي پالڻهار سان اهڙو سهڻو رويو هوندو آهي جنهن ۾ انهيءَ جي عبوديت ۽ بندگيءَ جو نور تجلا ڏيندي نظر ايندو آهي. ڪائنات ۽ ڪائنات جي قاعدن قانونن، جيئري جاڳندي مخلوقات، انسان ذات ۽ انهيءَ جي جدا جدا ادارن جي باري ۾ هو اهوئي رويو اختيار ڪندو آهي جنهن جون پاڙون الله جي دين واري نظرئي ۾ کتل هونديون آهن، ۽ سندن آبياري انهيءَ تعليم مان ٿيندي آهي جيڪا رسول الله ﷺ جي ذريعي ماڻهن تائين پهتي آهي. اهڙيءَ ريت هو پنهنجي سڄي چمار ۾ اهڙو رويو اختيار ڪري ٿو جو هن جي هر ادا ۾ الله جي عبوديت ۽ بندگيءَ جو اظهار ٿئي ٿو، ۽ اهڙيءَ ريت انهيءَ جي زندگيءَ جي هر حرڪت ۽ سرگرمي مٿان انهيءَ پاڪيزه روش جي مُهر نقش ٿي وڃي ٿي.

## اسلامي معاشري کي وجود ۾ آڻڻ واري ڪم جو طريقو

مسلمان معاشري جي چٽني قيام جي تعين ٿيڻ کان پوءِ هيٺئر اهو سوال ٿو پيدا ٿئي تہ انهيءَ نوعيت جو معاشرو

ڪهڙيءَ ريت وجود ۾ ايندو آهي؟ ۽ انهيءَ جي اوسر جي ڪهڙي وات آهي؟

هي معاشرو انهيءَ وقت تائين وجود ۾ نه ٿو اچي سگهي جيستائين پهريائين هڪ اهڙي انساني جماعت ڌرتيءَ جي سيني تي نمودار نه ٿئي جيڪا هن ڳالهه جو فيصلو ڪري چڪي هجي ته انهيءَ جي بندگي ۽ عبوديت سچي ساري صرف الله تعاليٰ لاءِ مخصوص هوندي ۽ هوءَ الله جي بندگي ۾ ڪنهن ٻي هستي جي بندگيءَ جي ڀائيواري کي هرگز برداشت نه ڪندي. نه عبادت ۽ شعائر ۾ نه قانون ۽ زندگيءَ جي ڪاروبار غير الله جي بندگي جو ڪو معمولي دخل به برداشت ڪيو ويندو. انهيءَ فيصلي کان پوءِ هي انساني جماعت پنهنجي عمل سان پنهنجي زندگيءَ کي خالص الله جي عبوديت اختيار ڪرڻ واري نظريي جي بنياد تي منظم ڪرڻ شروع ڪندي آهي. پنهنجي ضمير ۽ دل جي دنيا مان انهن سڀني اعتقادن ۽ تصورن کي ڪرڙي صاف ڪندي آهي جيڪي غيرالله جي الوهيت جا قائل يا الله جي الوهيت ۾ ڪنهن ٻئي کي به ڀائيوار بڻائيندا آهن. انهيءَ معاشري جون سڀ رسمون ۽ عبادتون هڪ الله لاءِ خاص ٿي وينديون آهن، ۽ انهيءَ کان سواءِ باقي سڀني سان سندن لاڳاپا ختم ٿي ويندا آهن. اهڙي قسم جي مثالي اسلامي معاشري جي سمورن قانونن جو منڍ صرف خدا پاڪ جي ذات هوندي آهي، ۽ اها جماعت انهن خدائي قانونن ۾ ڪنهن ٻئي قانون جي ملاوٽ کي هرگز گوارا نه ڪندي آهي.

اهو ئي اهو رويو آهي، جنهن کي اختيار ڪرڻ کان پوءِ هي جماعت صحيح معنيٰ ۾ ”مسلم جماعت“ جي نالي سان سڏاڻي ويندي ۽ جنهن معاشري کي هي جماعت منظم ڪندي انهيءَ کي ”مسلم معاشرو“ ڪري ڪوٺيو ويندو. ڪنهن به

جماعت جو شمار انهيءَ وقت تائين مسلم جماعت ۾ نه ٿي سگهندو جيستائين هو الله جي خالص عبوديت جو اقرار نه ڪندي. جيئن جو مٿي ذڪر ڪري چڪا آهيون. نه صرف ايترو پر جيستائين اها جماعت پنهنجي زندگي جي نظام کي خدا جي عبوديت واري بنياد تي منظم ۽ استوار نه ڪري چڪي آهي انهي کان اڳ اهڙي معاشري کي ”مسلم معاشرو“ چئي نه ٿو سگهجي. انهيءَ جو دليل هي آهي ته اهو اولين بنياد جنهن مٿان اسلام جي عمارت قائم ٿي آهي ۽ مسلم معاشرو وجود ۾ اچي ٿو يعني ”لااله‌الاالله محمدرسول الله“ جي شهادت، جيڪا پنهنجي ٻنهي جزن سميت اڃا قائم نه ٿي آهي.

انهيءَ ڪري هن کان اڳواٽ جو اسلام جي اجتمائي نظام کي قائم ڪرڻ جي باري ۾ سوچ ويچار ڪيو وڃي ۽ انهيءَ نظام جي بنياد تي هڪ مسلم معاشري جي قائم ڪرڻ لاءِ تدبيرون تلاش ڪيون وڃن، ضروري آهي ته سڀ کان پهريائين ماڻهن جي قلب ۽ ضمير کي غيرالله جي بندگي جي مڙني صورتن جي اثر کان پاڪ ڪرڻ جي طرف ڌيان ڏريو وڃي ۽ جن ماڻهن جا قلوب ۽ ذهن غير الله جي بندگي کان پوري طرح پاڪ صاف ٿيندا وڃن اهي سڀ گڏجي هڪ جماعت ناهين. اها ئي جماعت جنهن جا ڪارڪن پنهنجي اعتقادن ۽ تصورن جي لحاظ کان، مراسم عبادت جي لحاظ کان، ۽ شريعت ۽ قانون جي لحاظ کان غير الله جي بندگيءَ کان پوريءَ طرح آزاد هجن اسلامي معاشري جي پيڙه وجهي سگهن ٿا، ۽ پوءِ جيڪو شخص به اسلامي معاشري ۾ زندگي بسر ڪرڻ چاهيندو اهو انهيءَ ۾ شامل ٿيندو ويندو ۽ انهيءَ کي اسلامي معاشري جو عقيدو، عبادتون ۽ انهيءَ جو اهو قانون اختيار ڪرڻو پوندو جنهن ۾ الله جي خالص عبادت کان سواءِ ٻي ڪنهن شيءِ جو پاڇو به

نہ هوندو يا ٻين لفظن ۾ هو لا الہ الا اللہ محمد رسول اللہ جي قولي شهادت جي عملي تصوير هوندو. اهو ئي اهو طريقو آهي جنهن مطابق دنيا جي پهرين اسلامي جماعت وجود ۾ آئي ۽ پهريون اسلامي معاشرو زمين جي سيني تي نمودار ٿيو. آئينده بہ صرف انهيءَ طريقي مطابق اسلامي جماعت جي واڌ ويجهہ ٿي سگهي ٿي ۽ اسلامي معاشري کي چار چنڊ لڳي سگهن ٿا.

ياد رهي تہ اسلامي معاشري کي وجود تڏهن نصيب ٿي سگهندو جڏهن سڀ ماڻهو ۽ جماعت اللہ تعاليٰ کان سواءِ هر هستي کي ـــــ پوءِ اها ڪٿي " مستقل بالذات " هجي يا ڪيس ذات باري سان شريڪ ڪيو وڃي ـــــ پري اڇلائي ڇڏين، ۽ پنهنجو گردن صرف مالڪ الملڪ جي حضور ۾ جهڪائي ڇڏين ۽ هميشہ لاءِ هي فيصلو ڪري ڇڏين تہ پنهنجي زندگيءَ جي نظام جو چرخو صرف خدا جي بندگي مطابق هلائيندا ـــــ انهيءَ اجتماع ۽ فيصلي جي نتيجي ۾ هڪ نئون معاشرو جنم وٺندو جيڪو جيتوڻيڪ قديم معاشري جي ڪک مان ئي پيدا ٿيندو ليڪن پنهنجي نئين عقيدي ۽ فڪر ۽ نئين نظام زندگي جي بدولت انهيءَ فرسوده جاهل معاشري لاءِ هڪ چئلينج ثابت ٿيندو. هي نئون زندگيءَ جو نظام اسلام جي پهرين بنياد رسالت محمدي ( رسول اللہ صلي اللہ عليہ وسلم ) توحيد ۽ رسول اللہ صلي اللہ عليہ وسلم جي رهنمائي جو مظهر هوندو.

عين ممڪن آهي تہ قديم جاهل معاشرو سڄي جو سڄو اسلامي معاشري ۾ جذب ٿي وڃي ۽ هي بہ ممڪن آهي تہ ائين نہ ٿئي. هن ڳالهہ کي بہ امڪان کان خارج ڪري نہ ٿو سگهجي تہ جاهل معاشرو مسلم معاشري سان صلح صفائي جو ور ورې، انجي ابتڙ مسلم معاشري جي خلاف جهالت جو رد عمل هتيار بند ويڙهہ جي شڪل بہ اختيار ڪري سگهي ٿو. هونءَ هن باب ۾

خدائي سنت انئين پئي رهي آهي ته جاهل معاشرو ئي اسلامي معاشري تي شب خون جو وار وهائيندو آهي. ڪڏهن ته ُهن جيش اسلام جي انهيءَ هراول دستي تي چڙهائي ڪئي جيڪو اڃا اسلامي معاشري جي داغ بيل وجهڻ کان وانجهو ئي نه ٿيو هو، ۽ متفرق افراد ۽ گروهن ۾ ورهايل هو، ۽ ڪڏهن جاهل معاشري اسلامي معاشري جي قائم ٿيڻ کان پوءِ چڙهائي ڪئي آهي. حضرت نوح عليه السلام کان وٺي حضرت ﷺ تائين بلا استثنا، اسلامي دعوت جي پوري تاريخ ۾ اهائي صورتحال پيش ايندي آئي آهي.

هيءَ هڪ واضح ۽ طبعي حقيقت آهي ته نئون اسلامي معاشرو انهيءَ وقت تائين نه تعمير جي ڪنهن مرحلي کي طئي ڪري سگهي ٿو ۽ نه پنهنجي وجود کي مڃرائي سگهي ٿو، جيستائين هو انهيءَ حد تائين قوت حاصل نه ڪري وٺي، جو انهيءَ جي آڌار تي هو قديم جاهل معاشري جي اره زورائيءَ جو آسانيءَ سان مقابلو ڪري سگهي. صرف ايترو ئي نه پر اها قوت چوڌاري ۽ هر لحاظ کان گهري هئڻ گهرجي. اعتقاد ۽ تصور جي قوت، اخلاق ۽ نفسياتي تربيت جي قوت، تنظيم جي قوت ۽ جماعتي نظام جي قوت ۽ اهي سڀ قوتون جن جي مدد سان هو جاهل معاشري جو مقابلو ڪري سگهي پاڻ وٽ هجڻ ضروري آهن، ۽ جيڪڏهن انهيءَ جي مٿان غلبو حاصل نه ڪري سگهي ته هن ۾ ايتري سگهه ضرور هجي جو گهٽ ۾ گهٽ هن سان مٿين ڏيو بيٺو هجي ۽ ڪنهن به قيمت تي اسلامي معاشري کي شڪست ۽ هزيمت جو منهن نه ڏسڻو پوي.

## جاهل معاشري جون خصوصيتون

هينئر اچو ته هي ڏسون ته "جاهل معاشري" جي

ڪهڙي حقيقت آهي ۽ اسلام انهيءَ سان مقابلي ڪرڻ لاءِ ڪهڙو طريقو اختيار ڪري ٿو ؟

مختصر لفظن ۾ اسلام جي نظر ۾ مسلم معاشري کان سواءِ هر ٻيو معاشرو جاهل معاشرو آهي. جيڪڏهن اسين انهيءَ جي صحيح منطقي تعريف ڪرڻ چاهيون ته هيئن چئي سگهون ٿا ته هر اهو معاشرو جيڪو پنهنجي بندگي ڪي پوءِ اها ڪٿي اعتقاد ۽ تصور ۾ هجي، مراسم عبادت ۾ هجي يا قانوني نظام ۾ هجي، انهيءَ کي صرف الله تبارڪ و تعاليٰ لاءِ خالص نٿو بڻائي، انهيءَ کي جاهل معاشرو ٺي ڪوٺيو ويندو. انهيءَ تعريف جي روشنيءَ ۾ اڄ دنيا ۾ جيترا به معاشرا موجود نظر اچن ٿا اهي سمورا "جاهل معاشرا" آهن انهيءَ سلسلي ۾ ڪميونسٽ معاشرا سڀ کان چوٽ تي آهن. پهريون انهيءَ ڪري ته انهن الله سبحانه' و تعاليٰ جي ذات برتر جي متعلق الحاد واري روش اختيار ڪئي آهي ۽ منڊون خدا جي هستي جا منڪر آهن، ۽ هو هن نظرئي جا علمبردار آهن ته هن ڪائنات جو خالق، علت مادو يا نيچر آهي، ۽ انسان ۽ انجي تاريخ جو خالق ۽ محرڪ، اقتصاد يا پيداوار جا آلات آهن. ٻيو انهيءَ ڪري ته ڪميونسٽ جنهن به نظامِ زندگي کي قائم ڪندا آهن انهيءَ ۾ بندگيءَ جو حق الله تعاليٰ کي نه پر ڪميونسٽ پارٽي کي حاصل هوندو آهي. انهيءَ جو ثبوت ڪميونسٽن جو اهو اقتدار ۽ پيشوائي آهي جيڪو ڪميونسٽ ملڪن ۾ عملي طرح ڪميونسٽ پارٽي کي حاصل هوندو آهي. انهيءَ کان سواءِ ڪميونزم جي انهن بنيادي نظرين ۽ انهيءَ نظام جي قائم هجڻ ڪري جيڪي نتيجا عملي طرح آڏو پيا اچن انهن جو رنگ ڍنگ ۽ مهانڊا به صفا جاهل معاشري جهڙا آهن، مثال طور انهن ٺي نظرين جو هي قول آهي جو ڪميونسٽ معاشري ۾ انسان

جا ”بنيادي مطالبا“ صرف اهي چاڻايا ويندا آهن جيڪي حيوان جا مطالبا هوندا آهن. يعني کائڻ پيئڻ، لباس، گهر ۽ شهواني خواهش. انسان کي هڪ جانور ڪري ڇاڻڻ جو هڪ نتيجو اهو وجي ظاهر ٿئي ٿو ته انسان جي حيثيت ۾ جيڪي اخلاقي گڻ هنجي طبيعت ۽ مزاج ۾ هوندا آهن. انهن کي پوريءَ ريت لتاڙيو ويندو آهي، ۽ انسان کي انهن تمام پاڪ روحاني ضرورتن ۽ تقاضائن کان محروم ڪيو ويندو آهي جيڪي ”انساني روح“ لاءِ اڻٽر هونديون آهن ۽ جيڪي انسان کي حيوان کان هڪ ممتاز درجو عطا ڪنديون آهن. انهن ضرورتن ۽ تقاضائن ۾ سر فهرست الله تي ايمان آڻڻ ۽ انهيءَ ايمان کي اختيار ڪرڻ لاءِ ڪليل آزادي ۽ انهيءَ جي اظهار ۽ اعلان جو غير مشروط حق آهي. اهڙيءَ ريت انسان لاءِ پنهنجي ”شخصيت“ جي اظهار جي آزادي به سندس خاص خصوصيت آهي. اها ”شخصيت“ گوناگون روپن ۾ پنهنجا جلوا ڏيکاريندي رهندي آهي. انفرادي ملڪيت ۾ انهيءَ ”شخصيت“ جو اظهار ٿيندو آهي. پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪنهن ڪاروبار جي چونڊ ۽ انهيءَ ۾ خصوصي مهارت پيدا ڪرڻ ۾ به انهيءَ شخصيت کي دخل هوندو آهي. فن جي ذريعي قابليت جي اظهار ۾ به انهيءَ ”شخصيت“ جون ڇوليون موجزن هونديون آهن. اهڙيءَ ريت اشتراڪي نظام هر انهيءَ انساني آزادي لاءِ موت جو پيغام کڻي ايندو آهي، جيڪي انسان ۽ حيوان، ۽ انسان ۽ مشين جي وچ ۾ امتياز قائم ڪري انسانيت جو ڳاٽ اوچو جهليندڙيون آهن.

سڀ بت پرست ۽ مشرڪ معاشرا به جاهل معاشرن جي ليکي ۾ آهن. انهيءَ قسم جا معاشرا اڄ سوڊ و هندوستان، جپان، فلپائن ۽ آفريڪا ۾ موجود نظر اچن ٿا. جيڪا ڳالهه انهن کي جاهل معاشرن جي قطار ۾ بيهاري ٿي اها هيءَ آهي:

(١) ته اهي معاشرا الله تعاليٰ کان سواءِ ڪجهه ٻين هستين جي الوهيت واري صفت ۾ اعتقاد رکندا آهن يا الوهيت ۾ الله سان گڏ ٻين هستين کي ڀائيوار ڀانئيندا آهن.

(٢) ته انهن معاشرن نت نوان ديوتا ۽ معبود گهڙي سنواري رکيا آهن، نه صرف ايترو پر عملي طرح پوڄا ڪري انهن جي آڏو سر جهڪائي نيازمنديءَ جا آداب به بجا آڻيندا آهن. هيءَ ڳالهه به انهن معاشرن کي جاهل معاشرا قرار ڏيارڻ لاءِ ڪافي آهي ته انهن معاشرن ۾ جيڪي قانون ۽ شريعتون نافذ ڪيون وينديون آهن انهن جو سرچشمو ۽ ماخذ به خدا ۽ انجي شريعت نه هوندي آهي. پر ڪجهه ٻيون هستيون هونديون آهن. پوءِ اهي ڪٿي پادري هجن يا ڪاهن پروهت هجن يا اهي سڪيولر ادارا، جيڪي خدائي شريعت کان منهن موڙي قانون جوڙيندا آهن. اهڙين ”هستين“ کي قوم، پارٽي يا ڪنهن ”هستي“ جي اسم تي ”حاڪميت اعليٰ“ جو منصب حاصل هوندو آهي. حالانڪ حاڪميت اعليٰ جو منصب خدا کانسواءِ ڪنهن کي به حاصل نه آهي، ۽ انهيءَ کي صرف انهيءَ صورت ۾ زمين جي سيني تي عملي شڪل ۾ نافذ ٿيندي ڏسي سگهجي ٿو جيئن جو خدا پنهنجي رسولن جي ذريعي پنهنجي ٻانهن لاءِ انهيءَ کي پسند فرمايو آهي.

روءِ زمين تي موجود سڀ يهودي ۽ عيسائي معاشرا به جاهل معاشرا آهن. انهن پنهنجن عقيدن ۾ تحريف آڻي ڇڏي آهي، ۽ الوهيت کي صرف الله تعاليٰ جي مخصوص صفت قرار ڏيڻ جي بجاءِ ٻين کي به انهيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ڪندا آهن. انهيءَ شرڪ ڪيترين ئي شڪلين اختيار ڪري ورتيون آهن. ڪٿي هي ”إبنيت“ جي شڪل ۾ آهي (جيئن جو يهودين جو عقيدو آهي ته نعوذ بالله عزير عليه السلام خدا جو پٽ آهي)

۽ ڪٿي تثليث جي شڪل ۾ موجود آهي (جيئن جو الله تبارڪ و تعاليٰ بي بي مريم ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام بابت عيسائين جو گمراه عقيدو آهي). ڪٿي انهيءَ الله جي باري ۾ اهڙو تصور قائم ڪري ڇڏيو آهي جيڪو الله جي حقيقت جو ضد آهي. ڪٿي انهي مخلوق سان الله جي تعلق کي اهڙي رنگ ۾ رڱي ڇڏيو آهي جيڪو حقيقت ۾ سراسر خلاف حق آهي. ارشاد رباني آهي.

وَقَالَتِ الْيَهُودُ عُزَيْرٌ ابْنُ اللهِ وَقَالَتِ النَّصَارَى الْمَسِيحُ ابْنُ اللهِ ذَالِكَ قَوْلُهُمْ بِأَفْوَاهِهِمْ يُضَاهِؤُنَ قَوْلَ الَّذِينَ كَفَرُوا مِنْ قَبْلُ قَاتَلَهُمُ اللهُ أَنَّى يُؤْفَكُونَ.
(توبه: ٣٠)

ترجمو:- ”يهودي چوندا آهن ته عزير الله جو پٽ آهي ۽ عيسائي چوندا آهن ته مسيح الله جو پٽ آهي، هي بي حقيقت ڳالهيون آهن جيڪي هو پنهنجي زبانن مان ڪڍن ٿا، انهن ماڻهن جي پوئلڳن ۾ جيڪي انهن کان پهريائين ڪفر ۾ مبتلا ٿيا. خدا جي مار انهن تي، هي ڪٿان دوکو کائي رهيا آهن.“

لَقَدْ كَفَرَ الَّذِينَ قَالُوا إِنَّ اللهَ ثَالِثُ ثَلٰثَةٍ ط وَمَا مِنْ إِلٰهٍ إِلَّا إِلٰهٌ وَّاحِدٌ وَإِنْ لَّمْ يَنْتَهُوا عَمَّا يَقُولُونَ لَيَمَسَّنَّ الَّذِينَ كَفَرُوا مِنْهُمْ عَذَابٌ أَلِيمٌ. (مائده ٧٣)

ترجمو:- ”يقينًا ڪفر ڪيو انهن ماڻهن جن چيو ته الله ٽن مان هڪ آهي. حالانڪ هڪ خدا کان سواءِ ڪو به خدا نه آهي. جيڪڏهن هي ماڻهو پنهنجي انهن ڳالهين کان باز نه آيا ته انهن مان جنهن جنهن ڪفر ڪيو آهي انهيءَ کي دردناڪ سزا ڏني ويندي.“

وَقَالَتِ الْيَهُودُ يَدُ اللهِ مَغْلُولَةٌ غُلَّتْ أَيْدِيهِمْ وَلُعِنُوا بِمَا قَالُوا بَلْ يَدَاهُ مَبْسُوطَتَانِ يُنْفِقُ كَيْفَ يَشَاءُ. (مائده: ٦٤)

ترجمو :- ”يهودي چوندا آهن تہ الله جا هٿ ٻڌل آهن، ٻڌا ويا انهن جا هٿ ۽ لعنت پئي انهن تي انهيءَ بڪواس جي بدولت جيڪا هي ڪندا آهن. الله جا هٿ تہ ڪشادا آهن، هو جهڙيءَ ريت چاهيندو آهي خرچ ڪندو آهي.“

وَ قَالَتِ الْيَهُوْدُ وَالنَّصٰرٰى نَحْنُ اَبْنٰٓؤُا اللّٰهِ وَاَحِبَّآؤُهٗ، قُلْ فَلِمَ يُعَذِّبُكُمْ بِذُنُوْبِكُمْ بَلْ اَنْتُمْ بَشَرٌ مِّمَّنْ خَلَقَ (مائده: ١٨)

ترجمو :- ”يهودي ۽ نصارا چوندا آهن تہ اسان الله جا پٽ ۽ انهيءَ جا دادلا آهيون. انهن کان پڇو پوءِ هو توهنجي گناهن جي توهانکي سزا ڇو ڏيندو آهي. درحقيقت توهان بہ اهڙائي انسان آهيو جهڙا ٻيا انسان خدا پيدا ڪيا آهن.“

هي معاشرا انهيءَ ڪري بہ جاهل معاشرا آهن ڇو تہ انهن پنهنجي لاءِ ٻانهپ جون جيڪي رسمون ۽ پوڄا جون جيڪي شڪليون ناهي رکيون آهن انهن جو تصور گمراہ عقيدن ۽ مشرڪانہ نظرين تان ورتل آهي، ۽ انهيءَ ڪري بہ اهي جاهل معاشرا آهن جو انهن جي مڙني قانونن ۽ شريعتن جو بنياد ربّ جي بندگيءَ واري نظرئي تي رکيل نہ آهي. نہ هو خدا جي حاڪميت جا اقراري آهن ۽ نہ خدا جي شريعت کي خودمختياري جو ڪل اختيار ڏيڻ لاءِ دل سان تيار آهن. البتہ انهن انسانن تي مشتمل ئي اهڙا ادارا قائم ڪري ڇڏيا آهن جن حاڪميت اعليٰ جي انهيءَ منصب ۽ مقام تي قبضو ڄمائي ڇڏيو آهي جيڪو صرف خدا تعاليٰ جو حق آهي. قرآن حڪيم پنهنجي نزول جي دور ۾ اهڙن ماڻهن کي مشرڪ ۽ ڪافر جو لقب ڏنو هو، ڇو تہ انهن ماڻهن حاڪميت جو اهوئي حق پنهنجي احبار ۽ رهبان کي ڏيئي ڇڏيو هو. جيڪي هٿ

ٻوڪيون شريعتون جوڙيندا هئا ۽ هي ماڻهو اکيون ٻوٽي انهن کي قبول ڪندا هئا ارشاد رباني آهي.

اِتَّخَذُوْٓا اَحْبَارَهُمْ وَرُهْبَانَهُمْ اَرْبَابًا مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَالْمَسِيْحَ ابْنَ مَرْيَمَ ۚ وَمَآ اُمِرُوْٓا اِلَّا لِيَعْبُدُوْٓا اِلٰـهًا وَّاحِدًا ۚ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۭ سُبْحٰنَهٗ عَمَّا يُشْرِكُوْنَ

(توبه: ۳۱)

ترجمو: ”انهن پنهنجي عالمن ۽ درويشن کي الله کان سواءِ پنهنجو رب ڪري ورتو آهي ۽ اهڙي طرح مسيح ابن مريم کي به، حالانڪه انهن کي هڪ معبود کان سواءِ ڪنهن جي به بندگيءَ ڪرڻ جو حڪم نه ڏنو ويو هو. اهو جنهن کان سواءِ ڪو به عبادت جي مستحق نه آهي پاڪ آهي انهن مشرڪانه ڳالهين کان جيڪي هو ڪن ٿا.“

هي ماڻهو پنهنجي عالمن ۽ بزرگن لاءِ الوهيت وارو عقيدو نه رکندا هئا ۽ نه انهن جي آڏو وجي پيشاني جهڪائيندا هئا. ليڪن هو فقط هي تسليم ڪندا هئا ته انهن کي حاڪميت جو مقام حاصل آهي. انهيءَ جي نتيجي ۾ هو الله جي حڪم ۽ اذن کان بي نياز ٿي جيڪا شريعت جوڙيندڙ هئا هي ماڻهو انهيءَ کي پنهنجي جيءَ ۾ جاءِ ڏيندا هئا. جيڪڏهن انهيءَ وقت قرآن انهن کي مشرڪ ۽ ڪافر چئي پڪاريو هو ته اڄ ته پاڻ ان کان وڌيڪ انهن جو ڪافر ۽ مشرڪ هجڻ ثابت آهي. اهو انهيءَ ڪري ته اڄ انهن جن ماڻهن کي اهو حق ڏيئي ڇڏيو آهي، اهي عالم ۽ بزرگ نه آهن پر انهن جي برابري وارا ٿي ماڻهو آهن.

انهيءَ سلسلي ۾ آخري ڳالهه هي سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته موجوده دور ۾ موجود نام نهاد ”مسلم“ معاشرا دراصل جاهل معاشرا آهن. جنهن بنياد تي اسين انهن جو ڳاڻاٽو جاهل

معاشرن ۾ ڪري رهيا آهيون، اهو هي نہ آهي تہ انهن الله جي هستي کان سواءِ ڪنهن ٻي هستي تي ايمان آندو آهي يا غير الله جي آڏو وڃي مٿو ٽيڪيندا آهن يا پوڄا ڪندا آهن، ليڪن هي انهيءَ معنيٰ ۾ جاهل معاشرا آهن تہ انهن جي زندگي جو نظام رب العالمين جي بندگيءَ جي اصول تي نہ هلي رهيو آهي. هو جيتوڻيڪ الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ اِلٰه ۾ ايمان نہ ٿا رکن ليڪن انهن ”الوهيت“ جي خاص صفت يعني ”حاڪميت“ کي ٻين جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي ۽ غير الله جي حاڪميت کي پنهنجين اکين ۾ جاءِ ڏيو ويٺا آهن. اهائي حاڪميت انهن جي زندگي جي نظام، قانونن، قدرن، روايتن، ريتن رسمن ۽ مطلب تہ اٽڪل روءِ انهن جي سڄي اجتمائي زندگيءَ جو بنياد آهي.

وَمَنْ لَّمْ يَحْكُمْ بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ فَاُولٰۤئِكَ هُمُ الْكٰفِرُوْنَ (مائده: ۴۴)

ترجمو: ”جيڪي ماڻهو الله جي نازل ڪيل قانون مطابق فيصلو نہ ڪن اهي ڪافر آهن“ ۽ محڪوم ماڻهن جي باري ۾ فرمايو ويو

اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ يَزْعُمُوْنَ اَنَّهُمْ اٰمَنُوْا بِمَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ وَمَآ اُنْزِلَ مِنْ قَبْلِكَ يُرِيْدُوْنَ اَنْ يَّتَحَاكَمُوْٓا اِلَى الطَّاغُوْتِ وَقَدْ اُمِرُوْٓا اَنْ يَّكْفُرُوْا بِهٖ، (النسآء: ٦٠)

ترجمو: ”اي نبي اوهان ڪين ڏٺو انهن ماڻهن کي جيڪي دعويٰ تہ ڪن ٿا تہ اسان ايمان آندو آهي انهيءَ ڪتاب تي جيڪو اوهان جي طرف نازل ڪيو ويو آهي ۽ انهن ڪتابن تي جيڪي توهان کان اڳ ۾ نازل ڪيا ويا هئا. ليڪن هنن جي مرضي اها هوندي آهي تہ پنهنجي معاملن جي فيصلي ڪرائڻ

لاءِ طاغوت ( خدا کان سواءِ ڪا بي هستي ) جي طرف رجوع ڪن ، حالانڪه انهن کي طاغوت سان بغاوت ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو هو .“

فَلَا وَ رَبِّكَ لَا يُؤْمِنُوْنَ حَتّٰي يُحَكِّمُوْكَ فِيْمَا شَجَرَ بَيْنَهُمْ ثُمَّ لَا يَجِدُوْا فِيْ اَنْفُسِهِمْ حَرَجًا مِّمَّا قَضَيْتَ وَ يُسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا ( النساء : ٦٥ )

ترجمو : ” نه اي نبي (صلي الله عليه وسلم) تنهنجي رب جو قسم هي ڪڏهن به مومن ٿي نه ٿا سگهن، جيستائين جو پنهنجي تڪرارن ۾ هي اوهان کي فيصلو ڪرڻ وارو نه مڃي وٺن، پوءِ جيڪو ڪجهه فيصلو تون ڪرين انهيءَ تي پنهنجي دلين ۾ به ڪا تنگي محسوس نه ڪن ، ليڪن دل جي گهراين سان انهيءَ کي تسليم ڪن .“

هن کان پهريائين الله تعاليٰ يهودين ۽ نصارن کي انهيءَ ڏوه جو ڏوهاري قرار ڏنو هو ۽ انهن جي ڏوهن جي فهرست ۾ شرڪ، ڪفر، الله جي بندگيءَ کان منهن موڙڻ ۽ انهيءَ جي مقابلي ۾ احبار ۽ رهبان جي بندگي اختيار ڪرڻ وارن ڏوهن لاءِ ٻڌايو هو، ۽ انهن سڀني ڏوهن جو واحد بنياد هي ٻڌايو ته انهن عالمن ۽ بزرگن کي اهي ئي حق ۽ اختيار سونپي ڇڏيا هئا جيڪي اڄ اسلام جي دعويٰ ڪندڙن پنهنجي ئي ملت جي ڪجهه ماڻهن کي سونپي ڇڏيا آهن. الله تعاليٰ جي نزديڪ يهود ۽ نصاريٰ جو هي فعل اهڙو ئي شرڪ ليکيو ويو جهڙوڪ نصاريٰ عيسيٰ ابن مريم کي الله بڻائڻ ۽ ان جي بندگي ڪرڻ هو. اسلام جي نظر ۾ شرڪ جي انهن ٻن قسمن ۾ ڪو به فرق نه آهي. ٻئي لحاظ کان الله وحده لا شريڪ له جي بندگيءَ جي دائري کان ٻاهر، دين الاهي کان بيزار ۽ لا اله الا الله جي شهادت کان منهن موڙڻ جي حڪم ۾ اچي وڃن ٿا.

موجوده مسلم معاشرن مان ڪجهه ته پنهنجي ”لادينيت“ جو پڌرو اعلان ڪندا آهن، ۽ دين حق سان پنهنجي هر ڪنهن قسم جي لاڳاپي کان صفا ناڪار ورڻندا آهن. ڪجهه معاشرا زبان جي حد تائين ” دين جو احترام “ ڪندا آهن. ليڪن پنهنجي اجتماعي نظام مان انهن دين حق کي صفا بي دخل ڪري ڇڏيو آهي. انهن جو چوڻ آهي ته اسين ” غيب “ جا قائل نه آهيون، اسين پنهنجي اجتمائي نظام جي عمارت کي ” علم ۽ تجربي “ جي آڌار تي اڏ يندا سين. جنهن ” علم ۽ تجربو “ هوندو اتي ” غيب “ جي هلي ڪانه سگهندي. اهي ٻئي هڪ ٻئي جو ضد آهن ـــ ليڪن انهن جو هي خيال بذات خود هڪ قسم جي جهالت آهي ۽ صرف اهي ئي ماڻهو هن قسم جون ڳالهيون ڪري سگهن ٿا جيڪي نج چرپٽ ۽ جهالت جا پتلا هجن. ڪجهه معاشرا اهڙا آهن جن حاڪميت جي واڳ عملي طرح غير الله جي حوالي ڪري ڇڏي آهي. هنن جي جهڙي مرضي هوندي آهي اهڙي شريعت جوڙي وٺندا آهن ۽ پوءِ پنهنجي انهيءَ هٿ ٺوڪي شريعت جي باري ۾ هي عجيب و غريب دعويٰ به ڪندا آهن ته ”هي خدا جي شريعت آهي“ ـــ انهيءَ لحاظ کان اهي سڀ معاشرا هڪ ئي قسم جي حيثيت جا مالڪ آهن جو انهن جو بنياد خدا جي بندگيءَ واري اصول تي رکيل نه آهي.

انهيءَ اصولي حقيقت جي واضح ٿيڻ کان پوءِ انهن سڀني جاهلي معاشرن جي باري ۾ اسلام جو مؤقف هن هڪ فقري ۾ بيان ڪري سگهجي ٿو ته ” اسلام انهن سڀني معاشرن جي اسلاميت ۽ قانوني جواز کي تسليم نه ٿو ڪري.“ اسلام جي نظر انهن ليبلن، ٽائيٽلن ۽ سائن بورڊن تي نه آهي جيڪي انهن معاشرن پنهنجي مٿان ٽنگي ڇڏيا آهن. انهيءَ تسوري مڪر ۽ فريب

جي باوجود انهن سڀني معاشرن ۾ هڪ ڳالهه مشترڪ موجود نظر اچي ٿي، ۽ اها هي آهي ته انهن مڙني جي زندگيءَ جو چرخو الله تعاليٰ جي ڪامل بندگيءَ کان خالي آهي. انهيءَ لحاظ کان هي معاشرا ٻئي ڪافر ۽ مشرڪ معاشرن سان جهالت جي صفن ۾ هم رنگ ۽ هم آهنگ آهن.

انهيءَ بحث جي نتيجي ۾ اسين خود بخود انهيءَ آخري نڪتي تي پهچي ويا آهيون، جنهن کي اسان هن باب جي شروع ۾ بيان ڪيو آهي. يعني انساني زندگيءَ ۾ تبديلي آڻڻ لاءِ اسلام جو دائمي ۽ ابدي طريق ڪار ڪهڙو آهي. اهو طريقهءِ ڪار جيڪو زمان ۽ مڪان جي قيد کان آزاد آهي، ۽ هر زماني ۾ پوءِ ڪٿي اهو دور حاضر هجي يا ايندڙ دور بعيد ـــــ ليڪن اسلام جو طريقهءِ ڪار واحد ٿي رهندو. ـــ انهيءَ سوال جو جواب اسين انهيءَ بحث جي روشنيءَ ۾ معلوم ڪري سگهون ٿا جيڪو اسان مٿي ”مسلم معاشري جي فطرت ۽ حقيقت“ جي عنوان سان بيان ڪري چڪا آهيون، ۽ جنهن جو خلاصو هي آهي ته مسلم معاشرو پنهنجي زندگي جي هر ننڍي وڏي معاملي کي الله تعاليٰ جي بندگيءَ جي اصول تي قائم ڪندو آهي. مسلم معاشري جي انهيءَ فطرت ۽ مزاج مقرر ٿيڻ کان پوءِ اسانکي هڪ ٻئي اهم سوال جو جواب به ملي سگهي ٿو، اهو سوال هي آهي ته اها اصل شيءِ ڪهڙي آهي جنهن کي انساني زندگيءَ جو سرچشمو مول مقصد منڍ ۽ بنياد ٿيڻ گهرجي؟ ڇا الله جو دين ۽ انهيءَ جو پيش ڪيل نظام حيات اسانجي اها ضرورت پوري ڪري سگهي ٿو؟ يا انهيءَ لاءِ اسانکي ڪنهن انساني نظام حيات جي طرف رخ ڪرڻو پوندو؟.

اسلام انهيءَ سوال جو نهايت ڪرو ۽ غير مبهم جواب سواءِ ڪنهن ڇڏڇڏان ۽ حيلي بهاني جي اسانجي آڏو پيش

ڪري ڏئي ٿوءِ هن جو چوڻ آهي تہ انساني زندگي ڪي مجموعي حيثيت سان جنهن اصل حقيقت کي پنهنجو مول مقصد، مرجع ۽ بنياد قرار ڏيڻ گهرجي —— اهو الله جو دين ۽ انهيءَ جو تجويز ڪيل نظام حيات آهي. جيستائين انهيءَ کي اجتماعي زندگي جو بنياد ۽ انهيءَ جو محور ۽ مرڪز نہ بڻايو ويندو تہ "لا اِله الاالله محمد رسول الله" جي شهادت جيڪا اسلام جو رڪن اول آهي اها نہ تہ قائم ٿي سگهندي ۽ نہ حقيقي اثر ۽ نتيجا ئي پيدا ڪري سگهندي. جيستائين انهيءَ اصول کي تسليم نہ ڪيو ويندو ۽ بنا ڪنهن بہ ڪجھ جي انهيءَ جي تابعداري نہ ڪئي ويندي، انهيءَ وقت تائين خدا تعالى جي خالص بندگيءَ وارو گهربل مقصد، رسول الله ﷺ جي ٻڌايل طريقي مطابق هرگز پورو نہ ٿي سگهندو. الله تعالى جو ارشاد آهي.

وَمَا آتَاكُمُ الرَّسُولُ فَخُذُوهُ وَمَا نَهَاكُمْ عَنْهُ فَانْتَهُوا. (حشر: ٧)

ترجمو. "رسول جيڪي ڪجھ توهان کي ڏئي انهيءَ کي اختيار ڪريو ۽ جنهن شئي کان منع ڪري انهيءَ کان رڪجي وڃو."

انهيءَ کان سواءِ اسلام انسان جي آڏو هي سوال رکي ٿو تہ "انتم اعلم ام الله" (ڇا توهان علم زياده ٿا رکو يا الله؟) ۽ پوءِ خود ئي جواب ڏيئي فرمائي ٿو والله يعلم و انتم لا تعلمون (الله ڄاڻي ٿو ۽ توهين نہ ٿا ڄاڻو) وما اوتيتم من العلم الا قليلا (جيڪي ڪجھ علم توهان کي ڏنو ويو آهي اهو تمام ٿورو آهي) هن مان اهو ظاهر آهي تہ جيڪا هستي سڄي علم جي مالڪ آهي، جنهن انسان کي پيدا ڪيو ۽ جيڪا انهيءَ کي روزي رسائيندڙ آهي انهيءَ کي هي حق حاصل آهي تہ اها انسان جي حڪمران بہ هجي ۽ انهيءَ جو دين زندگيءَ جو نظام هجي،

۽ انهيءَ ڪيٺي زندگيءَ جو مول مقصد ۽ سرچشمو قرار ڏيڻ گهرجي. باقي رهي ڳالهه انسان جي پنهنجي هٿ ٺوڪين فڪرن ۽ نظرين جي ته انهن ۾ نه ڦڏو ئي ڦڏو آهي ۽ اهي نافرمانيءَ جو شڪار ٿي ويندا آهن، ڇو ته انهن جو بنياد انساني علم تي رکيل آهي ـــــ انسان خود نا آشناءِ راز آهي ۽ جيڪو علم انهيءَ کي ڏنو ويو آهي اهو تمام ٿورو ۽ ناقص آهي.

خدا جو دين ڪو تيلين جو ٿنڀ نه آهي ۽ نه انهيءَ جو پيش ڪيل نظام حيات ڪو دريا جو پاڻي آهي. ڪلمه شهادت جي ٻنهي حصن ۾ انهيءَ جي واضح حد بندي ڪئي وئي آهي، ۽ انهيءَ کي قرآن مجيد جي احڪامن ۽ قاعدن ۽ قانونن جي حفاظت ۾ رکيو ويو آهي جنهن کي الله تعاليٰ ۽ پيغمبر اسلام بيان فرمايو آهي جيڪڏهن ڪنهن معاملي ۾ نص موجود هجي ته فيصلي جو بنياد اهوئي هوندو ۽ نص جي هوندي اجتهاد جي گنجائش نه هوندي، ۽ جيڪڏهن نص موجود نه هوندي ته اجتهاد پنهنجو رول ادا ڪندو، ليڪن انهن اصولن ۽ ضابطن جي تحت جن کي الله تعاليٰ پنهنجي نظام حيات ۾ بيان فرمائي ڇڏيو آهي ائين نه ٿئي جو انهيءَ معاملي ۾ نفساني خواهشن جي تابعداري ڪئي وڃي. ارشاد رباني آهي

فَاِنْ تَنَازَعْتُمْ فِيْ شَيْءٍ فَرُدُّوْهُ اِلَى اللّٰهِ وَالرَّسُوْلِ. (النسا)

ترجمو:ـ ”جيڪڏهن ڪنهن ڳالهه ۾ توهانجي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي پوي ته انهيءَ کي الله ۽ انجي رسول جي طرف واپس ڪريو.“

اجتهاد ۽ استنباط جا اصول به مقرر ڪيا ويا آهن، ۽ اهي معلوم ۽ معروف آهن انهن ۾ ڪو به وهم ۽ گمان موجود نه آهي ۽ نه انهن ۾ ڪنهن قسم جي ڊرائي ۽ ڦلهائي موجود

آهي. ليڪن ڪنهن کي به هن ڳالهه جي اجازت نه آهي ته هو پنهنجي جوڙيل قانون کي وٺي خدا جي شريعت بڻائي. البت جيڪڏهن خدا جي حاڪميت اعليٰ جو اعلان ڪيو وڃي ۽ قوت ۽ اختيار جو سرچشمو صرف الله سبحانهٗ و تعاليٰ جي ذات هجي، ڪا به قوم يا پارٽي يا ڪو به فرد بشر انهيءَ جو سرچشمو نه هجي، ۽ خدا جي منشا ۽ مرضي معلوم ڪرڻ لاءِ الله جي ڪتاب ۽ انجي رسول جي سنت طرف رجوع ڪيو وڃي ته اهڙي صورت ۾ جيڪا به قانون سازي ٿيندي انهيءَ جو شمار شريعت جي حدن اندر ٿيندو. ليڪن هي حق هر انهيءَ شخص کي نٿو ڏيئي سگهجي جيڪو الله جي نالي تي پنهنجي اقتدار جي چمت چمائڻ جي بدنيت رکندو هجي، جيئن جو ڪنهن زماني ۾ يورپ ٿيئاڪريسي (Theocracy) ۽ "مقدس بادشاهت" جي پردي ۾ انهيءَ جو مزو چکي چڪو آهي. اسلام ۾ انهيءَ طرز جي حڪومت جي ڪا به گنجائش نه آهي. هتي پڌريون ۽ روشن هدايتون موجود آهن جيڪي خدائي شريعت جي چئني طرفن جي حد جو پتو ڏين ٿيون.

"دين زندگي لاءِ آهي" هي هڪ اهڙو جملو آهي جنهن کي تمام غلط معنائن ۾ پيش ڪيو ويو آهي ۽ انهيءَ کي بيحد غلط طريقي سان استعمال پڻ ڪيو ويو آهي، بيشڪ "دين زندگي لاءِ آهي" ليڪن ڪهڙي قسم جي لاءِ؟

هي دين انهيءَ زندگي لاءِ آهي جنهن کي هي دين خود تعمير ڪري ٿو ۽ پنهنجي ڏسيل راهه مطابق نشان منزل جو سونهون ڪري ٿو. هي زندگي انساني فطرت سان مڪمل طور تي هم آهنگ هوندي آهي ۽ انسان جي مڙني حقيقي ضرورتن جو پورائو ڪندي آهي. ضرورتن مان مراد اهي "ضرورتون" نه آهن جن کي انسان پنهنجو پاڻ پنهنجون ضرورتون چائي

ويهندو آهي. ليڪن انهن جو تعين صرف اها هستي ڪري سگهي ٿي ۽ ڪندي، جنهن انسان کي پيدا ڪيو ۽ جيڪا انسان جي ۽ ٻي مخلوق جي سيني ضرورتن کان پوري ريت واقف آهي.

اَلاَ يَعْلَمُ مَنْ خَلَقَ وَهُوَ اللَّطِيفُ الْخَبِيرُ.
(ملڪ: ١٤)

ترجمو:- ”ڇا جنهن مخلوق کي پيدا ڪيو آهي اهو انهيءَ جي حال کي نہ ٿو ڄاڻي. اهو تہ باريڪ بين ۽ خبردار آهي.“

دين جو ڪم هي نہ آهي تہ جنهن طرز جي زندگي هجي هو انهيءَ کي برحق ثابت ڪندو وتي، ۽ انهيءَ جي جائز هجڻ لاءِ سند پيو ورڇي ڏئي، ۽ اهڙي شرعي فتويٰ انهيءَ لاءِ مهيا ڪري ڏئي جنهن کي هو اوڏر تي ورتل ليبل وانگر پنهنجي مٿان چنبيڙي ڇڏي، بلڪ دين تہ انهيءَ لاءِ آهي تہ اهو زندگيءَ کي پنهنجي ڪسوٽي تي ٺڪي ٺوڪي، جيڪو کرو هجي انهيءَ کي برقرار رکي ۽ جيڪو کوٽو ثابت ٿئي انهيءَ کي ڪڍي ٻاهر ڦٽو ڪري ڇڏي. اڃا بہ اڳيرو جيڪڏهن زندگيءَ جو سڄو چرخو دين حق جي مرضيءَ جي خلاف هلندڙ هجي تہ مسلمان جي ذمہ داري آهي تہ هو انهيءَ کي بنہ پاڙون پٽي ڇڏي ۽ انهيءَ جي جاءِ تي نئين زندگيءَ جي اڏاوت ڪري ۽ دين حق جي تعمير ڪيل اها زندگي ئي اصل ۽ برحق زندگي هوندي. انهيءَ فقري جو مفهوم اهوئي آهي تہ اسلام زندگيءَ جو دين آهي. انهيءَ فقري ۾ انهيءَ کان علاوه ڪنهن ٻئي مفهوم جي تلاش ڪنهن بہ لحاظ کان صحيح ۽ درست نہ هوندي!

هتي هي سوال پيدا ٿو ٿئي تہ ”ڇا بشري مصلحت ئي اها اصل شئي نہ آهي جنهن کي انساني زندگي جي شڪل و صورت تيار ڪرڻ گهرجي؟“ ليڪن اسين ٻيهر انهيءَ ئي سوال کي

پڙهندڙن جي آڏو رکنداسين جنهن کي خود اسلام پيدا ڪري ٿو ۽ خود ئي انهيءَ جو جواب به ڏئي ٿو ته انتم اعلم ام الله (ڇا توهان زياده علم ٿا رکو يا الله) والله يعلم وانتم لاتعلمون (دراصل الله ئي علم رکي ٿو ۽ توهان نه ٿا ڄاڻو). الله تعاليٰ جنهن شڪل ۾ پنهنجي شريعت کي نازل ڪيو آهي ۽ جنهن شڪل ۾ الله جي رسول انهيءَ کي اسان تائين پهچايو آهي انهيءَ ۾ خود انساني ضرورتن جو پورو پورو لحاظ رکيو ويو آهي. جيڪڏهن انسان کي هي گمان ٿو ٿئي ته سندس مصلحت انهيءَ قانون جي پابندي ۾ نه آهي بلڪه خلاف ورزي ۾ آهي جنهن کي الله تعاليٰ انسانن لاءِ تجويز فرمايو آهي ته اول ته سندس انهيءَ قياس ۽ احساس جي حيثيت هڪ وهم ۽ وسوسي کان زياده ڪجهه به نه آهي.

إِن يَتَّبِعُونَ إِلَّا الظَّنَّ وَمَا تَهْوَى الْأَنفُسُ وَلَقَدْ جَاءَهُم مِّن رَّبِّهِمُ الْهُدَىٰ ۝ أَمْ لِلْإِنسَانِ مَا تَمَنَّىٰ ۝ فَلِلَّهِ الْآخِرَةُ وَالْأُولَىٰ (نجم: ٢٣ کان ٢٥)

ترجمو:- ”هي ماڻهو بس اٽڪل ۽ پنهنجي نفساني خواهشن جي پيروي ڪندا آهن. انهيءَ جي باوجود جو انهن جي پروردگار جي طرف کان انهن وٽ هدايت اچي چڪي آهي. ڪڏهن انسان کي من ماني مراد به ملي آهي؟ تنهن ڪري آخرت ۽ دنيا ۾ سڀڪجهه الله جي اختيار ۾ ئي آهي.“

پيو ته هي ڳالهه چڱيءَ ريت سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته شريعت جي باري ۾ اهو رويو اختيار ڪرڻ ڪفر جي برابر آهي. آخر اها ڳالهه ائين ڪيئن ٿي سگهي ٿي ته هڪ شخص هي اعلان به ڪري ته منهنجي راءِ ۾ انساني مصلحت ۽ نفعو خدائي شريعت جي مخالفت ۾ آهي ۽ انهيءَ جي باوجود هو انهيءَ دين جو پوئلڳ به رهي ۽ صرف پوئلڳ ئي نه رهي ليڪن اهل دين ۾ ڪيئن شمار ڪيو وڃي.

# باب ڇهون

## آفاقي ضابطهٔ حيات

اسلام فڪر ۽ عمل جي دنيا ۾ پنهنجي عقيدي جي عمارت جي اوسر الله جي ڪامل بندگيءَ جي بنياد تي ڪري ٿو. انهيءَ جي اعتقادن، عبادتن ۽ انساني زندگيءَ جي جملي قانونن ۾ هڪڙي ئي انداز ۾ انهيءَ بندگيءَ جو اظهار ٿئي ٿو. بندگيءَ جي انهيءَ جامع صورت کي هو ”لا إله الا الله“ جي قولي شهادت جي صحيح عملي تقاضا بڻ جائي ٿو، ۽ گڏو گڏ رسول الله ﷺ جي بندگيءَ جي ڪيفيت جو جيڪو تفصيل آهي جيڪا امت مسلمه لاءِ هڪ ميراث آهي انهيءَ کي اسلام محمد رسول الله جي شهادت جو اڻ ٽر نتيجو قرار ڏئي ٿو. اسلام پنهنجي عمارت جي اوسر اهڙي ريت منهي آڻي ٿو جيئن ڪلمهٔ شهادت جا ٻئي حصا اسلامي نظام زندگيءَ جو نقشو تيار ڪري ڇڏين. انهيءَ جي نوراني خدو خال جي صورت گري ڪن ۽ انهيءَ جون جيڪي خصوصيتون آهن انهيءَ کي مڪمل ڪن.

اسلام لاثاني طرز تي پنهنجي عمارت جي جيڪا اڏاوت ڪري ٿو انهيءَ ڪري تاريخ انسانيت جي سمورن نظامن کان انهيءَ کي هڪ جداگانه ۽ ممتاز حيثيت حاصل ٿي وڃي ٿي. در اصل اسلام پنهنجي انهيءَ روني جي بدولت انهيءَ ”مرڪزي قانون“ سان هم آهنگ ٿي ويندو آهي جيڪو صرف انساني وجود ئي نه مگر پوري ڪائنات جو احاطو ڪيون بيٺو آهي.

انهيءَ "مرڪزي قانون" جو دائره عمل صرف انساني زندگيءَ جي نظام تائين ئي محدود نہ آهي پر اهو سڄي نظام هستيءَ کي پنهنجي ٻڌاند ۾ مضبوط ڪيو بيٺو آهي.

## پوري ڪائنات هڪئي مرڪزي قانون جي تابع آهي

اسلامي نظرئي جي مطابق سڄي ڪائنات کي الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي ڪمال قدرت سان خلقيو آهي. الله تعاليٰ انهيءَ کي وجود ۾ آڻڻ جو ارادو فرمايو ۽ اها وجود ۾ اچي ويئي ۽ پوءِ الله تعاليٰ انهيءَ جي اندر اهڙا فطري قانون سموئي ڇڏيا آهن جن جي نتيجي ۾ اها حرڪت ڪري رهي آهي، ۽ انهن قانونن جي سائي ۾ ڪائنات جي سمورن اجزائن ۽ پرزن جي حرڪت ۾ بہ تناسب ۽ هم آهنگي موجود نظر اچي ٿي، ۽ انهي ۾ "ڪلي حرڪت" واري نظام ۾ بہ نظم و ضبط ۽ تناسب ۽ توازن موجود نظر اچي ٿو.

إِنَّمَا قَوْلُنَا لِشَيْءٍ إِذَا أَرَدْنَاهُ أَنْ نَقُولَ لَهُ كُنْ فَيَكُونُ ۝ (نحل: ٤٠)

ترجمو:- "جڏهن اسان ڪنهن شئي کي وجود ۾ آڻڻ چاهيندا آهيون تہ انهيءَ کي صرف اهو چوڻو هوندو آهي تہ ٿي وڃ ۽ بس اها ٿي پوندي آهي."

وَخَلَقَ كُلَّ شَيْءٍ فَقَدَّرَهُ تَقْدِيرًا.

(فرقان: ٢)

ترجمو:- "۽ انهيءَ هر شئي کي پيدا ڪيو ۽ پوءِ انهيءَ کي صحيح صحيح اندازي تي رکيو."

هن ڪائنات جي پٺ تي هڪ ارادو ڪار فرما آهي، جيڪو انهيءَ جي تدبير ڪري ٿو، هڪ طاقت آهي جيڪا انهيءَ کي حرڪت بخشي ٿي، هڪ قانون آهي جيڪو انهيءَ کي تنظيم جو پابند بڻائي ٿو. اهائي قوت هن ڪائنات جي مختلف

جزن جي وچ ۾ نظم ۽ ضبط قائم رکي ٿي ۽ انهيءَ جي حرڪت ۽ گردش کي هڪ قانون ۽ ضابطي ۾ جڪڙي ڇڏي ٿي. جنهن جي نتيجي ۾ نه هو ڪڏهن پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان ٽڪرائجن ٿا ۽ نه انهن جي نظام ۾ ڪڏهن ڪو خلل ڏي واقع ٿئي ٿو. ڪائنات جي انهيءَ ڪاروبار ۾ نه ڪڏهن فساد پيدا ٿئي ٿو ۽ نه ڪا بدنظمي نظر اچي ٿي. ڪائنات جي اها مسلسل ۽ منظم حرڪت ڪڏهن به بيهجي ڪا نه ٿي رهي. اها انهي وقت تائين جاري آهي ۽ جاري رهندي جيستائين مشيتِ ايزدي انهيءَ کي جاري رکڻ چاهيندي، هي ڪائنات انهيءَ مدبر ارادي، محرڪ قوت، غالب ۽ قاهر ضابطي جي مطيع ۽ تابع آهي ۽ انهيءَ آسمانن ۽ زمين جي خالق جي آڏو ڪنڌ جهڪايون بيٺي آهي، حالانڪ هڪ گهڙيءَ لاءِ به اهو ممڪن نه آهي ته اها خدا جي مرضيءَ کي پٺي ڏئي، يا انهيءَ جي نافرماني ڪري يا انهيءَ جي قانون جي خلاف گام وڌائي. انهيءَ فرمانبرداري ۽ اطاعت شعاري جي نتيجي ۾ هي ڪائنات صحيح ۽ سلامت طريقي سان گردش ڪري رهي آهي، ۽ انهيءَ وقت تائين انهيءَ ۾ ڪا به خرابي، ۽ انتشار پيدا ٿي نه سگهندو، جيستائين خود خداوند قدوس جي مرضي انهيءَ کي ختم ڪرڻ جو فيصلو نه ڪرڻ فرمائي.

إِنَّ رَبَّكُمُ اللَّهُ الَّذِي خَلَقَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضَ فِي سِتَّةِ أَيَّامٍ ثُمَّ اسْتَوَىٰ عَلَى الْعَرْشِ يُغْشِي اللَّيْلَ النَّهَارَ يَطْلُبُهُ حَثِيثًا وَالشَّمْسَ وَالْقَمَرَ وَالنُّجُومَ مُسَخَّرَاتٍ بِأَمْرِهِ ۗ أَلَا لَهُ الْخَلْقُ وَالْأَمْرُ ۗ تَبَارَكَ اللَّهُ رَبُّ الْعَالَمِينَ. (اعراف: ٥٤)

ترجمو:- درحقيقت توهانجو ربّ الله ئي آهي، جنهن آسمانن ۽ زمين کي ڇهن ڏينهن ۾ پيدا ڪيو پوءِ پنهنجي تخت سلطنت تي متمڪن ٿيو جيڪو رات کي ڏينهن تي ڍڪي ڇڏي

ٿو ۽ پوءِ ڏينهن رات جي ٻنهي ٻوڙندو ايندو آهي جنهن سج ۽ چنڊ ۽ تارا پيدا ڪيا. سڀ انهيءَ جي فرمان جا تابع آهن. خبردار رهو، هي مخلوق ان جي ئي آهي ۽ حڪم به ان جوئي آهي. وڏي برڪت وارو آهي الله سمورن جهانن جو مالڪ ۽ پروردگار".

## انسان غير ارادي معاملن ۾ مرڪزي قانون جي تابع آهي

انسان هن ڪائنات جو هڪ جز آهي. جيڪي قانون انسان جي فطرت تي پنهنجي حڪمراني هلائيندا آهن، انهن کي به انهيءَ مرڪزي قانون جي حڪمراني کان ٻاهر نه ٿو ڪري سگهجي جيڪو سڄي ڪائنات کي پنهنجي گهيري ۾ جهليو بيٺو آهي. هن ڪائنات کي به الله تعاليٰ ئي خلقي وجود بخشيو آهي ۽ انسان جو خالق به الله آهي. انساني جسم جي پتلي کي انهيءَ ئي زمين جي خاڪ مان جوڙيو ويو آهي. ليڪن الله تعاليٰ انسان جي طبيعت ۾ ڪجهه اهڙيون خاصيتون به موجود ڪري ڇڏيون آهن جن جو شان مٽيءَ جي انهيءَ ذرڙي کان ڏاڍو مٿاهون آهي. انهن جي ڪري ئي آدمي انسان ٿئي ٿو. ليڪن الله تعاليٰ هڪ مقرر اندازي جي مطابق انهن خاصيتن جي عنايت ڪرڻ فرمائي آهي. انسان پنهنجي وجود جي حد تائين پسند يا ناپسند، انهيءَ قانون فطرت جو تابع آهي جنهن کي الله تعاليٰ انهيءَ لاءِ مقرر ڪرڻ فرمايو آهي انسان جي تخليق جو آغاز رب جي مشيت سان ٿيندو آهي نه انسان جي پنهنجي مرضيءَ سان يا پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي مرضيءَ سان. انهيءَ جا ماءُ ۽ پيءُ صرف هڪ ٻئي سان فطري لاڳاپي رکڻ جي حد تائين قدرت رکن ٿا ليڪن پاڻي جي قطري کي انساني وجود ۾ تبديل ڪرڻ جي سگهه انهن جي وس کان ٻاهر آهي. الله تعاليٰ

حمل جي هڪ خاص مدت ۽ جمڻ جي طريقي لاءِ جيڪي اصول جوڙيا آهن انسان انهن جي مطابق زمين تي اچي اک پٽيندو ۽ انهيءَ هوا ۾ اچي ساهه کڻندو آهي جيڪا الله تعاليٰ انهي لاءِ پيدا ڪئي آهي، ۽ اها به ايتري مقدار ۽ انهيءَ ڪيفيت ۾ پنهنجي جسم اندر اوتيندو آهي جيڪا الله سائين انهيءَ لاءِ مقرر ڪئي آهي. هو پنهنجي اندر احساس جي هڪ قوت ۽ ادراڪ رکي ٿو، هن جي جسم تي تڪليف پنهنجو اثر ڏيکاري ٿي، هن کي بک ۽ اُڃ تڙپائي ٿي، هو کائڻ پيئڻ جا مزا ماڻي ٿو........ مطلب ته هن جي مرضي هجي يا نه هجي، هن کي پنهنجي سڄي ڄمار فطرت جي قانون مطابق بسر ڪرڻي پوندي آهي، ۽ انهيءَ سلسلي ۾ سندس ارادي ۽ اختيار کي ڪوبه دخل نه هوندو آهي. انهيءَ لحاظ کان انسان ۾ ۽ هن ڪائنات ۾ انهيءَ ۾ موجود هر ساهه واري ۽ هر اڻ ساهه واري مخلوق ۾ وار برابر به فرق نه آهي. سڀ الله جي مشيت، قدرت ۽ قانون جي آڏو بنا ڪنهن شرط شروط جي اطاعت ۽ وفاداري جو ڪنڌ نمايو بيٺا آهن.

جڏهن خدا تبارڪ و تعاليٰ هن ڪائنات کي وجود بخشيو ۽ انسان کي پيدا ڪيو ۽ انسان کي به انهن قانونن جي تابع بڻايو جن قانونن جي تابعداري ۾ هي پوري ڪائنات چرپر ڪري رهي آهي، ان کان پوءِ انسان لاءِ هڪ شريعت به مقرر ڪئي وئي. انسان انهيءَ شريعت جي روشنيءَ ۾ پنهنجي انهيءَ زندگيءَ جي به تنظيم ڪري سگهي ٿو جنهن ۾ هن جو پنهنجو ارادو هلي سگهي ٿو ۽ پنهنجي انهيءَ زندگي کي قدرت واري طبعي ۽ فطري زندگيءَ سان به هم آهنگ ڪري سگهي ٿو. انهيءَ لحاظ کان هي شريعت انهيءَ ڪامل ۽ مڪمل خدائي قانون جو هڪ حصو آهي جيڪو انسان جي فطرت تي ۽ هن

ڪل ڪائنات جي فطرت تي پنهنجي حڪمرانيءَ جو سڪو هلائي رهيو آهي ۽ انهي کي هڪ توريل تڪيل ۽ مقرر اصول مطابق حرڪت ڏيئي رهيو آهي.

الله رب العزت جو هر ڪلمو، انهيءَ جو هر حڪم ۽ منع نامون، انهيءَ جو هر واعدو، انهيءَ جو هر وعيد، انهيءَ جو هر قانون، ۽ انهيءَ جي هر هدايت ڪائنات جي مرڪزي قانون جوئي هڪ حصو آهي، ۽ انهن مان هر هڪ ڳالهه اول کان آخر تائين سالم صحيح ۽ سرتاپا سچ ئي سچ آهي —— اسين اهڙي خدائي نظام کي فطرت جا فرمان —— يا خدا جا ڪائناتي قانون ڪري ڪوٺيندا آهيون، جيڪي پنهنجي پوري فطري ۽ ازلي صداقت سان اسان کي هن ڪائنات ۾ عمل جي پوري پابندي ڪندي نظر اچي رهيا آهن. انهن قانونن جي ڪارفرمائي ۾ خدا تعاليٰ جي مقرر ڪيل انهن اندازن جي جهلڪ نظر اچي ٿي جيڪي انهيءَ نظام کي قائم رکڻ لاءِ الله تعاليٰ مقرر ڪرڻ فرمايا آهن.

## شريعت الاهي مرڪزي قانون سان هم آهنگ آهي

هي حقيقت هن ڳالهه جو هڪ تمام وڏو دليل آهي ته اها شريعت جنهن کي الله تعاليٰ انساني زندگيءَ جي جوڙجڪ لاءِ جوڙيو آهي اها دراصل هڪ ڪائناتي شريعت آهي. اهو انهيءَ لحاظ کان ته اها ڪائنات جي انهيءَ مرڪزي قانون سان ڳنڍيل ۽ هم آهنگ آهي. انهيءَ حقيقت جي پيش نظر هن دنيا ۾ شريعت جي مطابق انساني زندگيءَ جي هڪ اڻ ٽر ضرورت آهي ڇو ته صرف انهيءَ طريقي سان انسان ۽ ڪائنات (جنهن ۾ هو تڳي رهيو آهي) جي وچ ۾ موافقت ۽ هم آهنگي پيدا ٿي سگهي ٿي. ڳالهه صرف ايتري نه آهي ليڪن واقعو هي آهي ته انسان جي طبعي زندگي ۾ ڪارفرما (طبعي) قانونن (Physical laws)

۽ سندس انهيءَ زندگي جنهن لاءِ هو ارادو رکي ٿو جي اخلاقي قانونن ( Moral laws ) جي وچ ۾ به هم آهنگي ۽ ويجهڙائي شريعت الاهي جي تابعداري جي نتيجي ۾ اوسر وٺي سگهي ٿي، صرف انهيءَ طريقي سان "اندر" ۽ "ٻاهر" جي انسان کي وحدت ۽ هڪجهڙائي جي رنگ ۾ رڱي سگهجي ٿو. ڏنو وڃي ته انسان لاچار آهي. هو ڪائنات جي سمورن قانونن ۽ انهيءَ ۾ حرڪت ڪندڙ مرڪزي جوڙجڪ جي پروڙ کان وانجهو ۽ عاجز آهي. ڪائنات جي قانونن جي پروڙ ته وڏي ڳالهه آهي هو ته انهيءَ قانون جي حقيقت جي به پوري سمجهه نه ٿو رکي جنهن جي ضابطي ۾ سندس پنهنجي جند جڪڙيل آهي ۽ جنهن کان ڪٿر جيترو هٿي به منهن موڙي نه ٿو سگهي. اهو ٿي اهو عجز ۽ لاچاري آهي جنهن جي ڪري انسان هن ڳالهه تي قدرت نه ٿو رکي ته هو پنهنجي زندگي لاءِ ڪا اهڙي شريعت جوڙي سگهي جنهن جي نافذ ٿيڻ کان پوءِ انساني زندگي ۽ حرڪت ڪندڙ ڪائنات جي وچ ۾ موافقت پيدا ٿي سگهي. خير اها موافقت ته تمام وڏي ڳالهه آهي ڪنهن انساني شريعت مطابق خود انسان جي پنهنجي اندروني فطرت ۽ ظاهري زندگي جي وچ ۾ موافقت پيدا ڪرڻ به اڪن کان انب گهرڻا آهن. اها قدرت صرف انهيءَ ذات اقدس کي حاصل آهي جيڪا هن ڪائنات جي ڪاريگر ساز آهي. جنهن خود انسان کي به جوڙيو آهي. جيڪا ڪائنات جي تدبير هلائي ٿي ۽ انهيءَ جو پڻ انتظام ڪري ٿي، ۽ گڏوگڏ انسان جي معاملن جي مدبر ۽ منتخب به آهي، ۽ سڀني کي انهيءَ واحد مرڪزي قانون جي پڪڙ ۾ سوگهو ڪيو بيٺي آهي جنهن کي انهيءَ خود منتخب ڪيو آهي ۽ پسند فرمايو آهي.

بس اها ئي اها حقيقت آهي جيڪا شريعت جي تابعداري
ڪي لازم ۽ اڻ ٽر بڻائي ڇڏي ٿي ته جيئن ڪائنات سان مڪمل
موافقت پيدا ٿي سگهي. انهيءَ قانون جي تابعداري ايتري قدر
ئي لازم ۽ اڻ ٽر آهي، جيتري قدر خود اسلام جي قائم ٿيڻ
لاءِ اعتقاد ۽ نظرئي جو هجڻ اڻ ٽر ۽ لازمي آهي. ڪنهن به
فرد يا جماعت جي زندگي انهيءَ وقت تائين اسلام جي رنگ
کان بي رنگ رهندي جيستائين بندگيءَ کي صرف الله تبارڪ و تعاليٰ
لاءِ مخصوص نه ڪيو ويندو ۽ بندگي جا آداب بجا آڻڻ لاءِ
اهو طريقو اختيار نه ڪيو ويندو جيڪو رسول الله صلي الله
عليه وسلم انسان ذات کي سيکاريو آهي. ٻين لفظن ۾ جيستائين
اسلام جي اول رڪن جي بنهي جزن لا الله الا الله محمد رسول الله
جو نقش عملي زندگيءَ ۾ ظاهر نه ٿيندو، اها زندگي اسلام
جي نور کان خالي هوندي، پوءِ اها زندگي ڪٿي انفرادي هجي
يا اجتماعي.

## خدائي شريعت جي تابعداري ڇو لازم آهي؟

انساني زندگي ۽ ڪائنات جي قانون جي وچ ۾ ڪامل
۽ مڪمل موافقت انسان لاءِ سراسر خير ۽ فلاح جو موجب
آهي، اها ئي هڪ صورت آهي جنهن سان انساني زندگي شر ۽
فساد کان محفوظ رهي سگهي ٿي. انسان کي جيڪڏهن ڪائنات
مان سلامتي وارو پير پرٽو آهي ۽ خود پنهنجي ذات کي به امن
جي سائي ۾ رکڻو آهي ته پوءِ هن لاءِ لازم آهي ته ڪائنات
سان موافقت پيدا ڪري ۽ انهيءَ جي قانون سان هم آهنگ ٿي
وڃي. باقي رهي هي ڳالهه ته ڪائنات جي طرفان انسان کي امن
و امان ۽ حفاظت ڪهڙي ريت ملي سگهي ٿي ته انهيءَ جو
دارو مدار هن ڳالهه تي آهي ته ڪائنات جي حرڪت ۽ انسان
جي وچ ۾ هڪجهڙائي ۽ يڪجهتي پيدا ٿي وڃي. ان طرح انسان

۽ ان جي ذات جي وچ ۾ امن ۽ سلامتيءَ جو قيام به صرف انهيءَ صورت ۾ ممڪن آهي ته انسان جي ظاهري حرڪت ۽ ان جي صحيح فطري تقاضائن ۾ همنوائي هجي ته جيئن انسان ۽ فطرت جي درميان تصادم ۽ معرڪه آرائي جي ڪيفيت پيدا نه ٿئي اهو صرف شريعت الاهي جو ڪمال آهي جو انهيءَ جي ذريعي انسان جي مادي زندگي ۽ ان جي حقيقي فطرت جي وچ ۾ نهايت سهوليت ۽ همواريءَ سان موافقت ۽ تعاون پيدا ڪري سگهجي ٿو ۽ جڏهن فطرت سان انسان تعاون ۽ يڪجهتي واري فضا پيدا ڪري وٺندو آهي ته ان جي نتيجي ۾ انسان جي پنهنجي لڳ لاڳاپن ۽ زندگي جي عام جدوجهد جي وچ ۾ ازخود موافقت جي عمل داري قائم ٿي ويندي آهي. ڇو ته انسان جڏهن فطرت سان تعاون ڪرڻ واري روش اختيار ڪندو آهي ته انهيءَ جو هي نتيجو نڪرندو آهي جو انساني زندگي ۽ ڪائنات جي وچ ۾ مڪمل موافقت پيدا ٿيندي آهي، ۽ انسان جي زندگي ۽ ڪائنات ۾ هڪ ئي نظام جي ڪارفرمائي قائم ٿي ويندي آهي. اهڙي ريت انساني زندگيءَ جي جيڪا اجتماعي دنيا آهي اها به اندروني فساد ۽ ٽڪر کان پاڪ ٿي ويندي آهي. انهيءَ کان بعد ڪائنات جا مختلف اسرار به انهيءَ لاءِ اسرار نه رهندا آهن انسان فطرت جي رازن ۽ رمزن جو ويٺجهار ٿي ويندو آهي، ڪائنات جون ڳجهيون طاقتون سندس آڏو چمڪات ڏيڻ لڳنديون آهن، ۽ ڪائنات جي اونهاين ۾ جيڪي لڪل خزانه هوندا آهن، انهن جي دروازي تي وجي دستڪ ڏيندو آهي. هو انهن قوتن ۽ خزانن کي الله جي شريعت جي رهنمائي ۾ انسانيت جي ڪُلّي فلاح ۽ سعادت لاءِ استعمال ڪندو آهي. اهو سڄو ڪاروبار اهڙي ريت هلندو رهندو آهي جو نه ته ڪٿي ڪو فساد پيدا ٿيندو آهي، ۽ نه انسان فطرت جي وچ ۾ لڙائي ۽

جهگڙي جي نوبت ايندي آهي. ان جي ابتڙ انهن بنهي ۾ هميشه چڪتاڻ پئي هلندي آهي ۽ الله جي شريعت جي مقابلي ۾ انساني خواهشون ۽ نفساني فريب پنهنجو زور هلائيندا رهندا آهن انهيءَ باري ۾ الله جو ارشاد مقدس آهي.

وَلَوِ اتَّبَعَ الْحَقُّ أَهْوَاءَهُمْ لَفَسَدَتِ السَّمٰوٰتُ وَالْأَرْضُ وَمَنْ فِيهِنَّ. (مومنون : ۷۱)

ترجمو "۽ جيڪڏهن حق انهن جي خواهشن جي پٺيان هلي ها ته زمين ۽ آسمان ۽ ان جي سڄي آباديءَ جو نظام درهم برهم ٿي وڃي ها."

## حق ناقابل تقسيم آهي

انهيءَ مان معلوم ٿيو ته اسلامي نظرئي مطابق "حق" هڪ اڪائي آهي. اهو ئي هن دين جو بنياد آهي، ۽ انهي تي ئي زمين ۽ آسمان جو نظام قائم آهي، ۽ انهيءَ سان ئي دنيا ۽ آخرت جا سڀ معاملا درست ٿيندا آهن، ۽ انهيءَ جي ئي باري ۾ انسانن کي الله تعاليٰ جي روبرو حساب ڪتاب ڏيڻو آهي، ۽ جيڪي اها حد اورانگهيندا آهن انهن کي هو سزا به ڏيندو آهي. حق هڪ وحدت آهي جنهن کي ورهائڻ اڻ ٿيڻي ڳالهه آهي. حق ڪائنات جي انهيءَ مرڪزي قانون جو عنوان آهي، جنهن کي خدا تعاليٰ جل شانه' واقع ٿيندڙ سڀني حالتن لاءِ جاري فرمايو آهي. انهي قانون قدرت جي آڏو عالم وجود جون سڀ شيون ۽ سڀ ساهه وارا ۽ بي ساهي مخلوقات ڪنڌ نمايون بيٺي آهي ۽ مڪمل طور تي انهيءَ جي گرفت ۾ آهن.

لَقَدْ أَنْزَلْنَا إِلَيْكُمْ كِتَابًا فِيهِ ذِكْرُكُمْ أَفَلَا تَعْقِلُونَ ○ وَكَمْ قَصَمْنَا مِنْ قَرْيَةٍ كَانَتْ ظَالِمَةً وَّأَنْشَأْنَا بَعْدَهَا قَوْمًا اٰخَرِيْنَ ○ فَلَمَّا

أَحَسُّوا بَأْسَنَا إِذَا هُمْ مِنْهَا يَرْكُضُونَ ○ لَا تَرْكُضُوا وَارْجِعُوا إِلَىٰ مَا أُتْرِفْتُمْ فِيهِ وَمَسَاكِنِكُمْ لَعَلَّكُمْ تُسْأَلُونَ ○ قَالُوا يَا وَيْلَنَا إِنَّا كُنَّا ظَالِمِينَ ○ فَمَا زَالَت تِّلْكَ دَعْوَاهُمْ حَتَّىٰ جَعَلْنَاهُمْ حَصِيدًا خَامِدِينَ ○ وَمَا خَلَقْنَا السَّمَاءَ وَالْأَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا لَاعِبِينَ ○ لَوْ أَرَدْنَا أَن نَّتَّخِذَ لَهْوًا لَّاتَّخَذْنَاهُ مِن لَّدُنَّا إِن كُنَّا فَاعِلِينَ ○ بَلْ نَقْذِفُ بِالْحَقِّ عَلَى الْبَاطِلِ فَيَدْمَغُهُ فَإِذَا هُوَ زَاهِقٌ وَلَكُمُ الْوَيْلُ مِمَّا تَصِفُونَ ○ وَلَهُ مَن فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَمَنْ عِندَهُ لَا يَسْتَكْبِرُونَ عَنْ عِبَادَتِهِ وَلَا يَسْتَحْسِرُونَ يُسَبِّحُونَ اللَّيْلَ وَالنَّهَارَ لَا يَفْتُرُونَ (انبياء : ١٠ کان ٢٠)

ترجمو :- ” بي شڪ اسان تنهنجي طرف هڪ اهڙو ڪتاب اماڻيو آهي جنهن ۾ تنهنجوئي ذڪر آهي، ڇا پوءِ سمجهو نہ ٿا. ڪيتريون ئي ظالم بستيون آهن جن کي اسان پيهي ڇڏيوسين ۽ انهن کان پوءِ ڪيئن ٻي قوم کي آڻي وسايو. جڏهن انهن کي اسان جو عذاب محسوس ٿيو تہ ٿاڻيون ڏيڻ لڳا (ڇپو ويو) ڀڄو نہ، وڃو پنهنجي گهرن ۽ عيش جي سامانن ۾ جن ۾ اوهين آرام ڪري رهيا هئا، شايد جو اوهان کان پڇيو وڃي. چوڻ لڳا هاءِ اسانجي ڪم بختي، بي شڪ اسان ڏوهاري هئاسين، ۽ هو اهي ئي رڙيون ڪندا رهيا، ايستائين جو اسان کين گاهہ ڪري ڇڏيوسين ۽ هو سڙي ڇٽ ٿي ويا. اسان هن آسمان ۽ زمين کي ۽ جيڪو ڪجهہ ڪائنات جي ساخت ۽ ترڪيب، هرايڪي انسان کي ياد ڏيارينڌي رهندي آهي تہ هيءَ ڪائنات حق جي بنياد تي تعمير ٿيل آهي. ۽ حق ئي انهيءَ جو اصل ۽ جوهر

تہ پاڻ وٽان ٺي (ائين) ڪري ڇڏيون ها. ليڪن اسين تہ باطل
تي حق جي ضرب هڻندا آهيون جيڪا انهيءَ جي منڌي مروڙي
ڇڏيندي آهي ۽ هو ڏسندي ڏسندي متجي ويندو آهي، ۽ توهان
لاءِ تباهي آهي انهن ڳالهين جي ڪري جيڪي اوهان جوڙيندا
آهيو. زمين ۽ آسمان ۾ جيڪا بہ مخلوق آهي اها الله جي آهي
۽ جيڪي (فرشتا) انهيءَ وٽ آهن اهي نہ پنهنجو پاڻ کي برو
سمجهي انهيءَ جي بندگي کان منهن موڙيندا آهن ۽ نہ غمگين
ٿيندا آهن. ڏينهن رات انهي جي ٺي تسبيح ڪندا رهندا آهن ۽
ساهي نہ پٽيندا آهن."

## ڪائنات "حق" تي قائم آهي

انسان جي فطرت پنهنجي اونهاين ۾ انهيءَ "حق" جي
پوري پوري پروڙ رکي ٿي. هڪ طرف انسان جي پنهنجي هيئت
۽ جُسي ۽ ٻئي طرف هن جي ارد گرد ڦهليل چوڙي ڪشادي
ڪائنات جي ساخت ۽ ترڪيب، هرلحظي انسان کي ياد ڏياريندي
رهندي آهي تہ هيءَ ڪائنات حق جي بنياد تي تعمير ٿيل
آهي. ۽ حق ٺي انهيءَ جو اصل ۽ جوهر آهي ۽ اها
ڪائنات هڪ اهڙي مرڪزي قانون سان سلهاڙيل آهي
جنهن انهيءَ کي مضبوطي ۽ دوام بخشيو آهي. جنهن ڪري
هن ڪائنات ۾ ڪوبہ خلل پيدا نہ ٿو ٿئي. انهيءَ جون راهون
جدا جدا نہ آهن انهيءَ ۾ ڪنهن ذري جو بہ اختلاف نہ آهي.
انهيءَ جي جزن جو پاڻ ۾ ڪو ٽڪر ۽ تضاد نہ آهي. اها
ڪائنات مڙيئي سڙيئي طريقي سان حرڪت نہ ڪري رهي آهي
نہ ڪو ائين آهي تہ رڳو ڪنهن بخت يا اتفاق جي نتيجي ۾
وجود ۾ آئي آهي يا ڪنهن هڪ باقاعدي رٿابندي ۽ اسڪيم
کان سواءِ پنهنجي راهہ تي گامزن آهي، اها ڪائنات انسان جيءَ
نت نين تاڻن ترڪتاڻن، خواهشن ۽ سرڪش نفساني جذبن جي

هٿن ۾ محض ڪيڏئو نہ آهي، ليڪن اها هڪ اونهي تدبير، سختگير ۽ اڳواٽ مقرر ٿيل نظام جي شاهراه تي بناڪنهن چون چرا جي رُءِي رهي آهي. اختلاف جي شروعات تڏهن ٿئي ٿي جڏهن انسان ۽ انجي فطرت جي وچ ۾ ڦيٿو پيدا ٿئي ٿو، ۽ اهو انهيءَ وقت پيدا ٿيندو آهي جڏهن انسان انهيءَ ”حق“ کان منهن موڙيندو آهي جيڪو هن جي فطرت جي اٿاهه اونهائين ۾ سمايو پيو آهي. ليڪن جڏهن نفساني خواهشون انسان جي مٿان حاوي ٿي وينديون آهن تہ پوءِ هو پنهنجي زندگيءَ لاءِ قانون جي اڳواڻي خدا جي شريعت کان ڪين وٺندو آهي. ليڪن پنهنجي نفساني خواهشن واري شريعت جي هٿ ۾ پنهنجو پلاند ڏيندو آهي. ۽ جهڙيءَ ريت هي ڪائنات پنهنجي مالڪ ۽ مولا جي اڳو پنهنجي گردن نمايو بيٺي آهي اهڙي طرح هو پنهنجي ارادي ۽ خوش دليءَ سان انهيءَ رب ڪائنات جي اڳو سجدي ڪرڻ جي بجاءِ سرتابي ۽ سرڪشيءَ جو غلام ٿي ويندو آهي.

## حق کان منهن موڙڻ جا نتيجا

جهڙيءَ ريت انسان ۽ انجي فطرت ۽ انسان ۽ ڪائنات جي وچ ۾ تصادم ۽ اختلاف پيدا ٿي پوندو آهي، اهڙيءَ ريت اهوئي اختلاف وڏندي وڏندي انساني فردن، انساني جماعتن، قومن ۽ ملتن ۽ جدا جدا انساني نسلن جي وچ ۾ جهڳڙي واري صورت بہ اختيار ڪري ويندو آهي. انهيءَ جو نتيجو وڃي اهو نڪرندو آهي جو ڪائنات جون سڀ قوتون ۽ ذخيرا ۽ خزانا جن کي انسان ذات جي ڀلائيءَ ۽ ترقي لاءِ استعمال ٿيڻ گهرجي ها، اهي اٿندؤ انسان ذات لاءِ تباهي ۽ موت جو پروانو کڻي ايندا آهن.

انهيءَ تفصيل مان هي ڳالهہ واضح ٿي وڃي ٿي تہ اهو اعلي مقصد جنهن لاءِ دنيا ۾ الله تعالي جي شريعت قائم ڪرڻ

گهربل آهي. اهو صرف آخرت لاءِ عمل جو ذخيرو گڏ ڪرڻ
نہ آهي ڇو تہ دنيا ۽ آخرت ٻہ مختلف شيون نہ آهن ليڪن
هڪ ئي منزل جا ٻہ مرحلا آهن. ٻنهي جي حيثيت هڪجهڙي
آهي ۽ ٻئي گڏجي پنهنجي ڪم کي مڪمل ڪن ٿا. الله تعاليٰ
جي شريعت هڪ طرف انساني زندگيءَ ۾ انهن ٻنهي مرحلن ۾
موافقت وارو رنگ پيدا ڪري ٿي ۽ ٻئي طرف پوري انساني
زندگي جا، ڪائنات جي انهيءَ مرڪزي قانون سان پيچ ڳنڍي
ڇڏي ٿي. ائين ڪري ڪائنات جي مرڪزي قانون سان جڏهن
موافقت پيدا ٿيندي تہ انهي جي نتيجي ۾ انسان جي جهوليءَ
۾ سعادت ۽ خوش نصيبيءَ جو جيڪو ڏن ايندو انهيءَ کي
آخرت تائين ملتوي نہ ڪيو ويندو. ليڪن پهرئين مرحلي يعني
دنيا ۾ بہ انهيءَ جا فائدا ظاهر ٿي رهندا البتہ آخرت ۾ اهي
پلارا ڀاڳ پنهنجي بخت جي اوج ۽ ڪمال جي چوٽيءَ تي
پهچي ويندا.

هي آهي هن ڪائنات جي باري ۾ ۽ انهيءَ جي هڪ
حصي يعني انساني وجود متعلق اسلامي تصور جو بنياد. هن
تصور جو پنهنجي فطرت ۽ اصليت جي لحاظ کان انهن سڀني
تصورن سان بنيادي اختلاف آهي. جيڪي اڄ سوڌو دنيا جي
رواج ۾ آيا آهن. اهوئي سبب آهي جو هي تصور پنهنجي پلاند
۾ جن ذمہ دارين ۽ فرضن کي سنڀالي آئيندو آهي اهي دنيا جي
ڪنهن ٻئي تصور ۽ نظريہ حيات ۾ ڳوليا بہ ڪين لڀندا آهن.
انهيءَ تصور جي روشنيءَ ۾ شريعت الاهي جي تابعداري دراصل
انهيءَ ضرورت جي ڪري اٽل آهي جو حيات انساني ۽ حيات
ڪائنات جي وچ ۾ انهيءَ قانون جي وچ ۾ جيڪو انساني
فطرت ۽ ڪائنات جي وچ ۾ جاري ۽ ساري آهي. انهن ٻنهي
جو پاڻ ۾ مڪمل ڳانڍاپو هئڻ گهرجي. انهيءَ ضرورت جي هڪ

هي تقاضا بہ آهي تہ ڪائنات جي مرڪزي قانون ۽ انسانيءَ زندگيءَ جي تنظيم ڪرڻ واري شريعت جي وچ ۾ بہ پوري مطابقت هجي. ڇو تہ شريعت الاهي جي تابعداريءَ سان ئي انسان پوريءَ پوريءَ ريت الله جي بندگي وارو فرض انجام ڏئي سگهي ٿو. جهڙي ريت هي ڪائنات صرف الله جي بندگي ڪري رهي آهي ۽ ڪو بہ انسان پنهنجي لاءِ انهيءَ بندگيءَ جو دعويدار نہ آهي.

جنهن موافقت ۽ مطابقت جي ضرورت جي طرف اسان اشارو ڪيو آهي، انهيءَ جوئي اشارو انهيءَ گفتگو ۾ بہ موجود آهي جيڪا مسلمان ملت جي پيشوا ابراهيم عليه السلام ـــــ ۽ نمرود جي وچ ۾ ٿي هئي. نمرود هڪ جابر حڪمران هو ۽ پنهنجي ملڪ جي عوام جي آڏو هو دعوي ڪندو هو تہ مان (نعوذ بالله) اوهانجو خدا آهيان تنهن ڪري منهنجي بندگي ڪريو. ليڪن انهيءَ جي باوجود افلاڪ، سيارن ۽ ستارن جي دنيا تي انهيءَ جي خدائي جي دعوي سچي ثابت نہ ٿي سگهي. هن جي آڏو جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام هي دليل پيش ڪيو تہ ”جيڪا ذات پوري ڪائنات جي اقتدار جي مالڪ آهي صرف انهيءَ ذات باري کي انساني زندگيءَ تي بہ اقتدار (Sovereignty) حاصل هئڻ گهرجي“ تہ هو هڪو بڪو رهجي ويو، ۽ انهيءَ دليل جو هن کان ڪو بہ جواب نهي نہ سگهيو. قرآن حڪيم انهيءَ قصي کي هن ريت بيان فرمايو آهي:

اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْ حَاۤجَّ اِبْرٰهٖمَ فِيْ رَبِّهٖۤ اَنْ اٰتٰىهُ اللّٰهُ الْمُلْكَ ۘ اِذْ قَالَ اِبْرٰهٖمُ رَبِّيَ الَّذِيْ يُحْيٖ وَ يُمِيْتُ ۙ قَالَ اَنَا اُحْيٖ وَ اُمِيْتُ ؕ قَالَ اِبْرٰهٖمُ فَاِنَّ اللّٰهَ يَاْتِيْ بِالشَّمْسِ مِنَ الْمَشْرِقِ فَاْتِ بِهَا

مِنَ الْمَغْرِبِ فَبُهِتَ الَّذِي كَفَرَ ط وَاللهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ o (بقره ۲۵۸)

ترجمو:- ”ڇا توهان انهيءَ شخص جي حال تي غور نه ڪيو جنهن ابراهيم سان جهڳڙو ڪيو هو، هن ڳالهه تي ته ابراهيم جو رب ڪير آهي، ۽ انهيءَ بنا تي ته انهيءَ شخص کي الله تعاليٰ حڪومت ڏني هئي. جڏهن ابراهيم چيو ته منهنجو رب اهو آهي جنهن جي اختيار ۾ زندگي ۽ موت آهي. ته انهيءَ جواب ڏنو زندگي ۽ موت منهنجي اختيار ۾ آهي. ابراهيم چيو: چڱو الله سج کي اوڀر مان اوڀاري ٿو. تون ٿورو انهيءَ کي اولهه مان اڀار، هي ٻڌي اهو حق جو منڪر دڪو ٻڪو ٿي ويو. ليڪن الله ظالمن کي سونهين دڳ ڪونه لڳائيندو آهي.“

بي شڪ الله تعاليٰ سچ فرمايو:-

اَفَغَيْرَ دِيْنِ اللهِ يَبْغُوْنَ وَلَهٗ اَسْلَمَ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ طَوْعًا وَّ كَرْهًا وَّ اِلَيْهِ يُرْجَعُوْنَ.

(آل عمران: ۸۳)

ترجمو:- ”هيئنر ڇا اهي ماڻهو الله جي اطاعت وارو طريقو (الله جو دين) ڇڏي ڪو ٻيو طريقو چاهين ٿا. حالانڪ زمين ۽ آسمان جون سڀ شيون خوشي ۽ ناخوشي الله جي فرمان جون ئي تابعدار آهن، ۽ انهيءَ جي ئي طرف سڀني کي موٽڻو آهي.“



# باب ستون

## اسلام ئي اصل تهذيب آهي

### اسلامي معاشري ۽ جاهل معاشري جو بنيادي فرق

اسلام صرف ٻن قسمن جي معاشري کي ڄاڻي ٿو. هڪ اسلامي معاشرو ۽ ٻيو جاهل معاشرو. اسلامي معاشرو اهو آهي جنهن ۾ انساني زندگي جي اڳواڻي جي واڳ اسلام جي هٿ ۾ هجي. اهڙيءَ ريت جو انساني عقيدي ۽ عبادتن، ملڪي قانون ۽ نظام ، رياست، اخلاق ۽ ٻين معاملن وغيره ۽ مطلب ته زندگيءَ جي هر پهلو مٿان اسلام جو سڪو هلي ۽ انهيءَ جي عملداري قائم هجي. انجي ابتڙ جاهل معاشرو اهو آهي جنهن ۾ اسلام کي انسان جي عملي زندگيءَ کان بي دخل ڪيو وڃي. جنهن ۾ نه اسلام جي عقيدن ۽ تصورن جي اتي حڪمراني هلندڙ هجي، نه اسلامي قدرن ۽ رد و قبول جي اسلامي پئمانن کي اتي ڪا سرسي ۽ اوچائي حاصل هجي نه اسلامي قانون ۽ ضابطن جو ڏاڪو قائم هجي ۽ نه اسلامي اخلاق ۽ اسلامي معاملن کي مٿاهون مقام حاصل هجي.

اسلامي معاشرو انهيءَ کي نه چئبو آهي جتي "مسلمان" جي نالي سان ڪو انساني ٽولو رهندڙ هجي، ۽ اتي اسلامي شريعت کي ڪا به قانوني پوزيشن حاصل نه هجي. اهڙي معاشري ۾ جيڪڏهن نماز، روزي ۽ حج جو بندوبست به موجود هجي،

تڏهن به اهو اسلامي معاشرو نه ڪوٺيو ويندو. ليڪن انهيءَ کي
هڪ اهڙو معاشرو چاتو ويندو جتي خدا ۽ انجي رسول جي
حڪمن ۽ فيصلن کان آزاد ٿي پنهنجي نفس جي غلامي ڪندي
اسلام جي "جديد ايڊيشن" تيار ڪئي ويندي آهي. نه صرف
ايترو پر ـــ بطور هڪ مثال جي ـــ انهيءَ کي "ترقي پسند
اسلام" جو نالو به ڏنو ويندو آهي.

جاهل معاشرو جدا جدا ويس به پهريندو رهندو آهي.
جن سڀني جو بڻ بنياد جهالت ئي هوندي آهي. موقعو وٺي
ڪڏهن هو اهڙو لباس به اوڙهيندو آهي جنهن ۾ الله سائين جي
وجود مقدس جو منڌون انڪار ڪيو ويندو آهي ۽ انساني
تاريخ جي مادي ۽ جدلي تعبير (Dialectal interpretation)
ڪئي ويندي آهي ۽ "سائنٽفڪ سوشلزم" (Scientific Socialism)
کي نظامِ زندگيءَ جي حيثيت سان عملي جامو پهرايو
ويندو آهي. ڪڏهن اها جهالت هڪ اهڙي جماعت جو ويس
ڍڪي نروار ٿيندي آهي جيڪا خدا جي وجود جي منڪر ته
نه هوندي آهي ليڪن پروردگار عالم جي فرمان رواني ۽ اقتدار
کي صرف آسمان تائين محدود ڪري ڇڏيندي آهي. باقي رهي
ڳالهه زمين مٿان فرمان روائي ڪرڻ جي ته اتي (نعوذ بالله)
خدا کي بي دخل ڪيو ويندو آهي. اها جماعت انساني زندگي
۾ نه خدا جي شريعت کي نافذ ڪندي آهي ۽ نه خدا جي
طرفان تجويز ڪيل انهيءَ نظام حيات کي فرمانروائي جي تخت
تي ويهاريو ويندو آهي، جنهن نظام حيات کي خود الله تبارڪ
و تعاليٰ ابدي قانون چاتايو آهي. اها جماعت ماڻهن کي اها
اجازت ته ڏيندي آهي ته هو ڀلي مسجدن، ڪليسائن ۽ عبادتگاهن
جي چار ديواري جي اندر وڃي خدا جي آڏو متو ٽيڪين،
ليڪن انهيءَ کي اهو هرگز گوارا نه هوندو آهي ته زندگيءَ

جي ٻين معاملن ۾ به خدا جي شريعت کي پنهنجو حاڪم بڻايو وڃي. انهيءَ لحاظ کان اها جماعت زمين جي تختي تي خدا جي الوهيت کان بغاوت جو جهنڊو لهرائيندي آهي ڇو ته انهيءَ طريقي سان خدا جي شريعت کي عملي زندگي ۾ ٻيو وس بڻايو ويندو آهي. حالانڪ الله تعاليٰ جو صريح فرمان آهي.

وهوالذى فى السمآء الله و في الارض الله.

ترجمو:- ”اهوئي خدا آهي جيڪو آسمان ۾ به الله آهي ۽ زمين ۾ الله آهي.“

انهيءَ جماعت جي انهيءَ طرز عمل جي ڪري هن معاشري جو ڳاڻاٽو الله جي انهي پاڪ ۽ پوتر نظام ۾ نه ٿو ٿئي جنهن کي الله تبارڪ و تعاليٰ هن آيت سڳوريءَ ۾ ”دين قيم“ جي لفظن سان بيان ڪرڻ فرمايو آهي.

اِنِ الْحُكْمُ اِلاَّ لِلّٰهِ، اَمَرَ اَلاَّ تَعْبُدُوْٓا اِلاَّ اِيَّاهُ ذٰلِكَ الدِّيْنُ الْقَيِّمُ. (يوسف: ٨٤)

ترجمو:- ”حڪم صرف الله جو آهي. انهيءَ جوئي فرمان آهي ته انهيءَ کان سواءِ ڪنهن جي به بندگي نه ڪئي وڃي. اهوئي دين قيم (ٺيٺ ۽ زندگيءَ جو سنئون طريقو) آهي.“

اهوئي اهو اجتماعي طرز عمل آهي جنهن جي ڪري هن معاشري جو ڳاڻاٽو به جاهل معاشرن جي قطار ۾ ٿيندو آهي، پوءِ اهو ڪئي لک ڀيرا الله جي وجود جو اقرار ڪري ۽ ماڻهن کي هن ڳالهه کان به نه روڪي ته هو پيل مسجدن ڪليسائن ۽ ٻين عبادتگاهن ۾ الله جي آڏو وڃي پنهنجا مذهبي رسم ۽ رواج ادا ڪن.

## صرف اسلامي معاشروئي مهذب معاشرو هوندو آهي

منڍ ۾ اسان اسلامي معاشري جي جيڪا تعريف ٻڌائي

آيا آهيون انهيءَ آثار تي هي چوڻ اجايو نہ ٿيندو تہ صرف اسلامي معاشرو ئي درحقيقت "مهذب معاشرو" آهي. جاهل معاشرا پوءِ ڪئي ڪهڙي بہ رنگ روپ ۾ هجن بنيادي لحاظ کان پنهنجي پيل ۽ غير مهذب معاشرا هوندا آهن. ضروري نظر اچي ٿو تہ انهيءَ ڳالهہ جي پوري سمجهاڻي بيان ڪئي وڃي.

هڪڙي دفعي مان پنهنجي ڪتاب جو اعلان ڪيو جيڪو طباعت هيٺ هو، ۽ انهيءَ جو نالو رکيو "نحو مجتمع اسلامي متحضر" (مهذب اسلامي معاشرو) ليڪن مان ايندڙ اعلان ۾ "مهذب" جو لفظ ڪاٽي ڇڏيم ۽ انهيءَ جو نالو "اسلامي معاشرو" رهڻ ڏنم. انهيءَ ترميم تي هڪ الجزائري ليکڪ جي نظر پيئي جيڪو فرانسي زبان ۾ لکندو آهي. هن ترميم تي تبصرو ڪندي لکيو تہ انهيءَ تبديليءَ جي پٺيرائي اهو نفسياتي عمل ڪري رهيو آهي جيڪو اسلام جي دفاع ڪرڻ وقت ذهن تي اثر انداز ٿيندو آهي. انهيءَ صاحب پڻ افسوس جو اظهار ڪندي چيو تہ هي عمل ڪچائپ جي نشاني آهي، ۽ مونکي اصل مشڪل کي دور ڪرڻ لاءِ حقيقت پسند روبي اختيار ڪرڻ کان روڪي رهيو آهي. آءٌ انهيءَ الجزائري ليکڪ کي معذور ڄاڻان ٿو. آءٌ پاڻ بہ پهريائين انهيءَ جو همخيال هئس، ۽ جڏهن مان پهريون ڀيرو انهيءَ موضوع تي قلم کنيو هو تہ انهيءَ وقت آءٌ بہ انهيءَ انداز تي سوچي رهيو هوس جنهن انداز تي هو اڄ سوچي رهيا آهن، ۽ جيڪا مشڪل اڄ انهن کي درپيش آهي انهيءَ وقت اهائي مشڪل خود مونکي درپيش هئي. يعني هي تہ "تهذيب ڇاکي چئبو آهي؟" انهيءَ وقت تائين مان پنهنجي انهن علمي ۽ فڪري ڪمزورين کان ڇوٽڪارو حاصل ڪين ڪيو هو، جيڪي منهنجي ذهن ۽ نفس جي اونهاين ۾ ذري پرزي سمائجي ويون هيون. انهن ڪمزورين جو پڻ بنياد مغربي لٽريچر ۽ مغربي

فڪر ۽ تصور هئا جيڪي بلاشڪ منهنجي اسلامي جذبي ۽ شعور لاءِ اوپرا هئا ۽ انهيءَ دور ۾ به اهي خيال منهنجي ڪليل اسلامي لاڙي ۽ ذوق سان ميل نه کائيندا هئا. تڏهن به انهن بنيادي ڪمزورين منهنجي فڪر کي ميرو ۽ انجي پاڪ مهاڏن کي بگاڙي ڇڏيو هو. تهذيب جو اهو تصور جيڪو يورپي فڪر ۾ موجود هوندو آهي منهنجي اکين ۾ سمايل هوندو هو، انهيءَ منهنجي ذهن تي اوچتو وجهي ڇڏيو هو ۽ مونکي روشن ۽ حق جي اونهائي تائين پهچڻ واري ديد کان وانجهو ڪري ڇڏيو هو. ليڪن بعد ۾ اصل تصوير تڙڪا ڏيندي اڏو آئي ۽ مون تي هي راز کليو ته اسلامي معاشروئي دراصل مهذب معاشرو هوندو آهي، مان پنهنجي ڪتاب جي نالي تي غور ڪيو ته معلوم ٿيو ته انهيءَ ۾ لفظ ”مهذب“ واڌارو آهي، ۽ انهيءَ سان مفهوم ۾ ڪنهن نئين شئي جو اضافو نه ٿو ٿئي. ابلندو هي لفظ پڙهندڙ جي ذهن مٿان اوپري فڪر جو دونهون ڦهلائي ڇڏيندو جيڪو اڳواٽ منهنجي ذهن تي به ڇانيل هو ۽ جنهن مونکي صحت مند نظر کان محروم ڪري ڇڏيو هو.

هينئر بحث هيٺ موضوع هي آهي ته ”تهذيب ڇا کي چئبو آهي؟“ انهيءَ حقيقت جي سمجهائي اڻ تر معلوم ٿئي ٿي. جڏهن ڪنهن معاشري ۾ حاڪميت صرف الله لاءِ خاص هجي ۽ انهيءَ جو عملي ثبوت اهو موجود هجي جو الله جي شريعت کي معاشري ۾ بالاتري حاصل هجي ته اهڙي معاشري ۾ انسان، باڻ جهڙن انسانن جي غلامي کان حقيقي ۽ ڪامل آزادي حاصل ڪري سگهون ٿا. انهيءَ ڪامل ۽ حقيقي آزادي جو نالو ”انساني تهذيب“ آهي. انهيءَ ڪري ته انساني تهذيب کي هڪ اهڙو ادارو گهربل هوندو آهي جنهن جي حدن اندر

انسان ذات مڪمل ۽ حقيقي آزادي جي زيور سان سينگاريل
هجي، ۽ معاشري جو هر فرد بنا ڪنهن شرط شروط جي انساني
شرف ۽ فضيلت جي نعمتن سان مالا مال هجي، ۽ جنهن معاشري
جو هي حال هجي جو انهيءَ ۾ ڪجهه ماڻهو خدا بڻيا ويٺا
هجن يا شريعتن جا مالڪ ٿي وڃن ۽ باقي ماڻهو انهن جا
فرمان بردار غلام هجن ته اهڙي معاشري ۾ انسان کي هڪ
انسان جي حيثيت ۾ ڪا به آزادي نصيب نه ٿيندي آهي ۽ نه
انهيءَ شرف ۽ فضيلت سان پنهنجي پلاند کي پري سگهندو
آهي جيڪي انسانيت لاءِ لازمي آهن.

انهيءَ سلسلي ۾ هتي هي نڪتو به بيان ڪري ڇڏڻ
ضروري آهي ته قانون جي حد صرف قانوني حڪمن ٿي تائين
محدود نه هوندي آهي، جيئن جو اڄ ڪلهه لفظ شريعت جي
باري ۾ ماڻهن جي ذهنن ۾ محدود ۽ تنگ مفهوم موجود
نظر اچي ٿو. ليڪن تصور ۽ نظريا، زندگيءَ جي واٽ، زندگيءَ
جا قدر قبول ڪرڻ ۽ رد ڪرڻ جا پيمانا، عادتون ۽ روايتون
اهي سڀ شيون قانون جي دائري اندر اچي وڃن ٿيون، ۽
انهن جو اثر ماڻهن مٿان پوندو آهي. جيڪڏهن انسانن جي ڪا
اهي سڀ پابنديون ۽ قانون، خدا جي هدايت کان بي نياز ٿي
پنهنجو پاڻ گهڙي وٺي ۽ انهيءَ معاشري جي ٻين مجبور انسانن
کي به انهيءَ ڪوٽ ۾ قيد ڪري ڇڏي ته پوءِ اهڙي معاشري
کي آزاد معاشرو ڪهڙي ريت ڪوئي سگهجي ٿو؟ در اصل هي
ته اهڙو معاشرو آهي جنهن ۾ بعض ماڻهن کي ربوبيت جو مقام
حاصل آهي ۽ باقي ماڻهو انهن "ارباب" جي عبوديت ۾
سوگها ٿيا پيا آهن. انهيءَ سبب جي ڪري انهيءَ معاشري جو
ڳاڻاٽو پسمانده معاشري ۾ ٿيندو يا اسلامي اصطلاح ۾ انهيءَ
کي جاهل معاشرو ڪوئيو ويندو.

صرف اسلامي معاشروئي اهو منفرد ۽ يڪتا معاشرو آهي
جنهن ۾ اقتدار جي واڳ صرف هڪ الله جي هٿ ۾ هوندي
آهي، ۽ انسان پاڻ جهڙن انسانن جي غلاميءَ جا زنجير ٽوڙي
صرف خدا جي غلاميءَ جي دائري ۾ داخل ٿي ويندا آهن، ۽
اهڙيءَ ريت هو ڪامل ۽ حقيقي آزادي (جيڪا انسان جي
تهذيب جي نشان منزل آهي) جي نعمتن سان مالا مال ٿي ويندا
آهن. انهيءَ معاشري ۾ انساني فضيلت ۽ شرف انهي ئي حقيقي
صورت ۾ پنهنجا نوراني جلوا ڏيکاريندا آهن جيڪي الله تبارڪ
و تعاليٰ انهيءَ لاءِ تجويز ڪرڻ فرمائي آهي. انهيءَ معاشري
۾ انسان هڪ طرف زمين تي خدا جي خليفي مقرر ٿيڻ واري
عهدي تي سرفراز ٿي ويندو آهي ۽ ٻئي طرف "ملا اعليٰ"
۾ هن لاءِ غير معمولي اعزاز ۽ بلند مرتبي جو به اعلان ڪيو
ويندو آهي.

## اسلامي معاشري ۽ جاهل معاشري جون ڌرمي خاصيتون

جڏهن ڪنهن معاشري ۾ انساني اجتماع ۽ تمدن جي
رشتن جو بنياد، عقيدي، تصور نظريي ۽ نظام حيات جي مٿان
رکيل هجي، ۽ انهن جو ماخذ ۽ سرچشمو صرف هڪ الله هجي
۽ انسان خلافت واري درجي تي فائز هجي، ۽ اها صورت نه
هجي جو فرمانروائيءَ جون واڳون زمين جا خدا سنڀاليو ويٺا
هجن ۽ انسان جي ڳچيءَ ۾ انسان جي غلاميءَ جو ڳٽ پيل
هجي ــــــ ليڪن انهيءَ جي خلاف ماڻهو صرف خدا جا ٻانها
هجن ته صرف اهڙيءَ ئي صورت ۾ هڪ اهڙو پاڪيزه انساني
اجتماع وجود ۾ اچي سگهي ٿو جيڪو انهن مڙني سيني بلند
انساني خصلتن جو جلوه گاهه هوندو آهي جيڪي انسان جي
روح ۽ فڪر ۾ سمايل هونديون آهن. ليڪن انجي ابتڙ جي

ڪڏهن معاشري ۾ انساني لنگ لاڳاپي جو بنياد، رنگ، نسل، قوم، ملڪ ۽ انهيءَ قسم جي بين ڳانداپن تي رکيل هوندو ته پوءِ ظاهر آهي ته اهي رشتا زنجير ثابت ٿيندا آهن ۽ انسان جي اعليٰ خاصيتن کي ابرڻ جو موقعو نه ڏيندا آهن. انسان رنگ ۽ نسل ۽ قوم ۽ وطن جي حدبندين کان آزاد ٿي ڪري، انسان ته ٿي رهندو ليڪن روحانيت ۽ عقل کان سواءِ هو انسان رهي نه ٿو سگهي. انهيءَ کان سواءِ هي ڳالهه به آهي ته هو پنهنجي عقيدي، تصور ۽ نظريئي حيات کي پنهنجي آزاد مرضيءَ سان تبديل ڪرڻ جو به اختيار رکي ٿو، ليڪن ڪيس پنهنجي رنگ ۽ پنهنجي نسل کي تبديل ڪرڻ جي قدرت حاصل نه آهي، ۽ نه هن ڳالهه جو ڪيس اختيار حاصل آهي ته هو ڪنهن خاص قوم يا خاص وطن ۾ پنهنجي پيدائش جو فيصلو ڪري. تنهن ڪري هي ثابت ٿيو ته اهو معاشرو جنهن ۾ انسانن جو اتفاق ان ڳالهه تي ٿي وڃي ته سندن اجتماعي زندگي خدا جي حاڪميت تي بدل رهندي ۽ خدا جي شريعت کي اصل اختيار حاصل هوندو ته اهڙي ٿي معاشري کي اسلامي معاشرو سمجهيو ويندو. ان جي ابتڙ اهو معاشرو جنهن جا رهاڪو پنهنجي انساني ارادي جي بنياد مٿان پنهنجي عمارت جي اڏاوت ڪن ته اهو معاشرو پسمانده آهي يا اسلامي اصطلاح ۾ اهو جاهل معاشرو آهي. اسلامي معاشري کي ٿي اهو اعزاز حاصل آهي ته انهيءَ ۾ معاشري جو بنيادي رشتو عقيدي جي مٿان تعمير ٿيندو آهي، ۽ انهيءَ ۾ عقيدو ٿي اها قومي سند هوندو آهي جيڪو ڪاري ۽ ڳوري، ۽ ڳاڙهي ۽ پيلي، عربي ۽ رومي فارسي ۽ حبشي ۽ انهن سڀني قومن کي جيڪي روءِ زمين تي آباد آهن. تن کي هڪ ٿي قطار ۾ اچي بيهاريندو آهي، ۽ انهن کي هڪ ٿي امت جي جهنڊي هيٺان گڏ ڪندو آهي، جنهن

جو پرورد گار صرف الله هوندو آهي ۽ خلق خدا صرف انهيءَ جي حضور ۾ پنهنجي گردن جهڪائيندي آهي. انهيءَ معاشري ۾ معزز اهو هوندو آهي جيڪو زياده متقي ۽ خدا ترس هوندو. انهيءَ ماحول ۾ سڀ ماڻهو هڪ ئي حيثيت جا مالڪ هوندا آهن، ۽ سڀ اهڙي قانون تي اچي متفق ٿيندا آهن جيڪو ڪنهن انسان جو جوڙيل نه ليڪن الله تبارڪ و تعاليٰ جو نازل ڪيل هوندو آهي.

جڏهن معاشري ۾ انسان جي انسانيت ڪيئي وڏي وٿ ڄاتو وڃي ۽ انساني خاصيتن ڪي ئي عزت ۽ قدر جي نگاهن سان ڏٺو وڃي ته اهڙوئي معاشرو مهذب معاشرو هوندو آهي، ۽ جيڪڏهن ماديت ( Materialism ) کي ( پوءِ اها ڪهڙي به شڪل ۽ صورت ۾ هجي ) معاشري ۾ اعليٰ درجي جو مقام حاصل هجي، ته پوءِ اهڙي معاشري کي پسمانده معاشروئي سمجهيو ويندو يا اسلامي اصطلاح ۾ انهيءَ کي جاهل معاشرو ڪوٺيو ويندو. پوءِ اها جدا ڳالهه آهي ته اها ماديت ڪهڙي به رنگ روپ ۾ هجي. جهڙوڪ تاريخ جي مارڪسي تعبير ۾ اعليٰ قدر واري شئي ماده پرستي آهي. يا مادي پئداوار جو وٽس ڏکي اچي جهڙوڪ آمريڪا يورپ ۽ انهن سڀني معاشرن جو حال آهي جيڪي مادي پئداوار کيئي وڏي وٿ ڪري ڄاڻندا آهن، ۽ انهيءَ جي قربانگاهه تي پين سڀني قدرن ۽ انساني خوبين جو ٻلي چاڙهي ڇڏيندا آهن. بهرحال هرصورت ۾ انهيءَ کي پسمانده يا جاهل معاشروئي قرار ڏنو ويندو.

مهذب معاشرو ـــــ يعني اسلامي معاشرو ـــــ مادي کي حقارت جي نظر سان ڪين ڏسندو آهي، نه نظرياتي لحاظ کان انهيءَ تي مذڪون اعتبارئي ڪيو ويندو آهي، ۽ نه مادي پئداوار کي اسلامي معاشرو نظرانداز ڪري ڇڏيندو آهي.

اسلامي معاشري جو نظريو هي آهي ته هي ڪائنات جنهن ۾ اسين تڪيل رهيا آهيون ۽ جنهن تي اسان اثر انداز به ٿيندا آهيون ۽ جنهن مان اسان پاڻ به اثر وٺون ٿا، دراصل جُزي مادي مان ٺهي آهي. اسلامي معاشرو مادي پيداوار کي دنيا ۾ خدائي خلافت جو پشتيبان چاهيندو آهي. بس فرق صرف هي آهي ته اسلامي معاشرو مادي کي اوچي مان وارو ويس ڍڪائي انهيءَ کي پنهنجو اهڙو معبود ڪونه بڻائيندو آهي، جنهن جي مقدس آستاني تي انسان جي سڀني روح ۽ عقل جي خاصيتن ۽ انسانيت جي اعليٰ اصولن کي نڇاور ڪيو وڃي. فرد جي آزادي ۽ شرف کي انهيءَ تي قربان ڪيو وڃي، سماجي اخلاق ۽ معاشري جي مقدس رشتن کي لتاڙيو وڃي، مطلب ته سڀني اوچن اصولن فضيلتن خوبين ۽ عزت ۽ شرف کي ڌوڙ ۾ ملايو وڃي. جيئن جو جاهل معاشرا مادي پيداوار جي جهجهي اپت لاءِ اهي سڀ لڪ اکري وڃي پار پوندا آهن.

جيڪڏهن معاشري جي واڳ اعليٰ انساني قدرن ۽ انهن جي روشنيءَ ۾ تيار ٿيندڙ سهڻن اخلاقن جي هٿ ۾ هوندي ته پوءِ بلاشڪ اهڙوئي معاشرو صحيح معنيٰ ۾ تهذيب جو گهوارو هوندو. انساني قدر ۽ انساني اخلاق ڪو اهڙيون لڪل ڍڪيل شيون نه آهن جن کي آسانيءَ سان ضابطي ۾ نه آڻي سگهجي، ۽ نه اهي اهڙيون شيون آهن جيڪي تاريخ جي مادي تعبير ۽ سائنٽفڪ سوشلزم جي دعويٰ مطابق زماني جي رفتار سان "ترقي" ڪندڙ ۽ روز بروز بدلجي سدلجي سگهن ٿيون، ۽ نه انهن جو اهو حال آهي جو انهن کي ڪا هڪ ٽڪاڻو نه هجي ۽ ڪنهن اصل ۽ مرڪز سان انهن جون شاخون ڳنڍيل نه هجن. مگر هي اهي اخلاق ۽ قدر آهن جيڪي انسان جي جُسي ۾ سمايل انهن خاصيتن کي پائي ڏين ٿا. جيڪي ڪيس

حيوان کان مٿاهون درجو بخشين ٿيون ۽ جيڪي انسان جي اندر واري انهي جوهر جي جوت کي جرڪائين ٿيون جيڪي ڪيس جانورن جي شمار مان ٻاهر ڪڍي انسانن جي شمار ۾ آڻي بيهارين ٿيون هي اخلاق ۽ قدر اهڙا هرگز ڪين آهن جو انسان جي وجود جي انهن صفتن جي پالنا ڪن ۽ انهن ڳالهين کي زور وٺائين جنهن ۾ ماڻهو ۽ جانور هڪ جهڙا ڀاڱي ڀائيوار هوندا آهن.

## تهذيب جو اصل پئمانو

تهذيب جي مسئلي کي جڏهن انهي پئماني سان ماپبو وڃي ته پوءِ پڙ تي ليڪي وانگر هڪ اهڙو سنڌو قائم ٿئي ٿو جيڪو قطعي، اٽل ۽ نه تبديل ٿيندڙ آهي. اهو سنڌو انهن مڙني ڪوششن کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏي ٿو جيڪي ترقي پسندن ۽ قدرن کي هڪ سيال ماري قرار ڏيڻ لاءِ لڳاتار ڪيون پيون وڃن. تهذيب جي مسئلي جي اجهو مٿي بيان ٿيل سمجهاڻي مان هي ڳالهه روشن ٿي وڃي ته "ماحول" ۽ "عرف" جا اصطلاح در اصل اخلاقي قدرن جي سمجهاڻي ڏيئي ڪا رهنمائي ڏيئي نه ٿا سگهن. ليڪن بدلجندڙ "ماحول" ۽ "عرف" جي بنيان هڪ مضبوط ميزان هوندي آهي جنهن کي موسمن جي تبديلي لوڏي ۾ نه آڻي سگهندي آهي. ياد رهي ته انهيءَ ميزان ۾ هن ڳالهه جي ڪابه گنجائش نه آهي. ته ڪجهه اخلاقن ۽ قدرن کي "زرعي" ڪوٺيو وڃي ۽ ڪجهه "صنعتي" يا ڪجهه اخلاق ۽ قدر "سرمايه دارانه" هجن ۽ ڪجهه "سوشلسٽ" يا "بورژوا اخلاق" ۽ "پرولتاري اخلاق" ڏٺو وڃي ته پوءِ انهن اخلاقن جو وجود ئي ختم ٿي ويندو آهي جيڪي ماحول، زندگيءَ جي وٿ، عبوري دور ۽ اهڙن ئي مڙيئي سڙيئي روز ڪلي لاهيندڙ ۽ بدلجندڙ پئمانن جي پيداوار هجن.

اڃا ﻬ انهيءَ متاڃري تقسيم ۽ تعبير جي ابتڙ اتي ” انساني “ اخلاق ۽ قدر هوندا آهن يا انجي برعڪس ” حيواني “ اخلاق ۽ قدر. اسلامي اصطلاح ۾ اسين انهيءَ ڳالهه کي هن ريت بيان ڪري سگهون ٿا تہ اخلاقيات جا صرف ﻬ ٻہ قسم آهن، (١) اسلامي اخلاق ۽ قدر ۽ (٢) جهالت وارا اخلاق ۽ قدر!

اهي انساني اخلاق ۽ قدر، انسان جي وجود جي انهن گوشن کي جوت بخشيندا آهن جيڪي انسان کي حيوان کان جدا ۽ ممتاز ڪندا آهن. اسلام انهن سڀني معاشرن ۽ جن مٿان ڪيس غلبو ۽ حڪمراني حاصل هوندي آهي، انهن اخلاقن ۽ قدرن جي تخم ريزي ڪندو آهي ۽ پوءِ انهن جي ڊوڙي ڪندو آهي، طاقت وڌائيندو آهي، انهن جي سار سنڀال لهندو آهي، ۽ انهن جي پاڙن کي مضبوط کان مضبوط جمت ڏيندو آهي ـــــ پوءِ اهي معاشرا ڪٿي زرعي دور مان گذري رهيا هجن يا صنعتي دور مان پيل بدوي ۽ ڌنارن ۽ ڍور ڍڳن جو معاشرو هجي جن جو گذر سفر ڍور ڍڳي ۽ جانورن تي هجي، ڪٿي اوڇي تمدن وارا ۽ ترقي يافتہ هجن، ڪٿي فقير ۽ مفلس هجن ۽ ڪٿي ڪنگ پريل ۽ سرمائيدار. اسلام هر حالت ۾ انساني گڻن کي مٿي اڀارڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو آهي ۽ حيوانيت جي اوڻهي ڪوه ۾ ٽپي ڏيڻ کان روڪيندو رهندو آهي. در اصل اخلاق ۽ اقدار جي دنيا ۾ اهو سنڌو جنهن جو اسان مٿي اشارو ڏيئي آيا آهيون انهيءَ جو زور اونهائي کان بلنديءَ جي طرف لڳندو رهندو آهي. اهو حيوانيت جي پست دائري کان ڪڍي انسانيت جي دامن ۾ پناهہ ڏيندو آهي ۽ جيڪڏهن اهو چرخو ابتو ڦرندو تہ پوءِ مادي ترقي

(تهذيب) جي هوندي ۽ انهيءَ کي تهذيب جو نالو نہ ڏيڻ گھرجي. ليڪن اهو تنزل ۽ بربادي هوندي يا جهالت.

## تهذيب جي ترقيءَ ۾ خانداني نظام جي اهميت

جيڪڏهن خاندان، معاشري جو اصل ۽ بنياد هجي، ۽ جيڪڏهن خاندان جو بنياد انهيءَ اصول تي قائم هجي تہ زال ۽ مڙس جا پنهنجا پنهنجا ڪم ورهايل هجن، ۽ هرهڪ ماڻهو جنهن خاص ڪم جي صلاحيت ۽ فطري اهليت وٺي دنيا ۾ پير پاتو آهي انهيءَ مطابق ٿي هو پنهنجيون ذميداريون ادا ڪري، ۽ خاندان جو اصل ڪم اهو هجي جو نئين نسل جي تربيت ۽ نگهباني تي ڌيان ڏريو وڃي تہ پوءِ اهڙو معاشرو بي شڪ هڪ مهذب معاشرو ٿي هوندو آهي. انهيءَ طرز جو خانداني نظام، اسلامي نظامِ زندگي جي سائي ۾ اهڙو منور ماحول موجود ڪري ڏيندو آهي، جنهن ۾ اوچن انساني قدرن ۽ انساني اخلاق جا گونچ پيا ڦٽندا آهن، روز بروز پيا جوت وٺندا آهن، ۽ نئين نسل کي پنهنجي تازگي ۽ توانائي سان پيا نوازيندا آهن. اهي قدر ۽ اخلاق خانداني وحدت کان سواءِ ڪنهن ٻئي نظام جي ماحول ۾ پنهنجي پاڙ هڻي نہ ٿا سگھن. ليڪن جيڪڏهن جنسي ڪشش ۽ ناجائز نسل، معاشري جي پيڙه جو پٿر هجي، جنهن کي "آزاد جنسي تعلق" جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي، ۽ مرد ۽ عورت جو پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان لڳ لاڳاپو نفساني خواهش، جنسي بک ۽ حيواني جذبي تي قائم هجي ۽ انهيءَ جو بنياد قدرتي صلاحيتن مطابق ڪم جي ورهاست واري اصول تي تعمير نہ ٿيل هجي، عورت جو ڪم رڳو هار سينگار، دلربائي ۽ ناچ ٽوڪ هجي، ۽ هوءَ نئين نسل جي تربيت ۽ پرگھور لهڻ واري بنيادي فرض تان هٿ کڻي وڃي، ۽ پاڻ يا معاشري جي طلب تي ڪنهن هوٽل يا بحري جهاز يا هوائي

جهاز ۾ ”مهمان نواز“ ٿي رهڻ کي ترجيح ڏني، ۽ اهڙيءَ ريت هوءَ پنهنجي سڀني صلاحيتن ۽ قوتن کي انسان سازي جي بجاءِ مادي پيداوار ۽ سامان سڙي ميڙڻ تي خرچ ڪري ——. چو ته ”انساني پيداوار“ جي ڀيٽ ۾ هن لاءِ مادي پيداوار زياده نفعي بخش، زياده عزت جوڳي ۽ زياده ناميارى ٿيڻ جو ڪارڻ ۽ تعريف لائق آهي —— بس! جيڪڏهن اهڙي نوبت اچي وڃي ته پوءِ اهڙي صورتحال کي تهذيب جي بربادي ۽ تهذيب جي سچائي لاءِ هڪ پيغام سمجهڻ گهرجي. اهڙي حالت کي اسلامي اصطلاح ۾ جهالت ڪري ڪوٺيو ويندو آهي. خانداني نظام ۽ زال مڙس جو هڪ ٻئي سان تعلق ۽ واسطي وارو بنياد هڪ اهڙو اهم مسئلو آهي، جيڪو معاشري جي حيثيت کي مقرر ڪرڻ ۾ قطعي ۽ بنيادي ڪردار ادا ڪري ٿو. انهيءَ ذريعي سان ئي اسين پروڙي سگهون ٿا ته ڪو معاشرو پٺتي پيل آهي يا مهذب آهي، جاهل آهي يا اسلامي. جن معاشرن مٿان حيواني اخلاق ۽ قدرن ۽ حيواني جذبن ۽ خواهشن جي مهر لڳل هوندي آهي، اهي معاشرا ڪڏهن به مهذب ٿي نه ٿا سگهن. پوءِ ڪٿي صنعتي اقتصادي ۽ سائنسي ترقي ۾ انهن ڪٿي ڪيتري به ترقي ڪئي هجي، هي اهڙو پئمانو آهي جيڪو ”انساني ترقي“ جي مقدار جي جاچ ڪرڻ ۾ ڪڏهن به غلطي نه ٿو ڪري.

## مغربي تهذيب جو حال

موجوده دور جي جاهل معاشرن ۾ اخلاق جو مفهوم انهيءَ حد تائين وڃي محدود ٿيو آهي جو انهيءَ ميدان ۾ هر اهو معيار خارج ٿي چڪو آهي، جيڪو ٻڌائي ٿي سگهيو ته انساني صفتن ۽ حيواني صفتن جي وچ ۾ هي سنڌو آهي. انهن معاشرن جي نظر ۾ ناجائز جنسي تعلق اچا به هم جنسي (Homo Sex)

جهڙا ڪڏا ڪم به، رذيل ۽ عيب جوڳا نه ٿا ڄاتا وڃن. اخلاق جو مفهوم قريب قريب اقتصادي معاملن جي دائري جي اندر وڪوڙجي ويو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن سياسي معاملن ۾ به انهيءَ جو چرچو ٿيندو آهي اهو به "رياست جي مفاد" جي حد اندر. جيئن جو مثال طور ڪرسٽائن ڪيلر ۽ برطانوي وزير پروفيمو جو اسڪينڊل، (معاشقو) جنسي لحاظ کان برطانيه جي معاشري جو ڪو ....... اخلاق کان ڪريل ۽ خطرناڪ واقعو نه هو. جيڪڏهن هي واقعو "شرمناڪ" هو ته صرف هن لحاظ کان ته ڪرسٽائن ڪيلر هڪ ئي وقت پروفيمو جي معشوقه به هئي ۽ روسي سفارتخاني جي هڪ بحري اتاشي سان به هن پيچ پختا ڪيا هئا. انهيءَ سبب جي ڪري نوجوان حسينه سان هڪ وزير جا تعلق قائم ڪرڻ، رياست جي "رازن" لاءِ خطري جو ڪارڻ هئا. انهيءَ تي پاڻ واڌارو اهو ٿيو جو انهيءَ وزير ڪوڙ ڳالهايو ۽ برطانوي پارليامينٽ جي آڏو اهو ڪوڙ ظاهر ٿي پيو. انهيءَ واقعي جهڙا ٻيا ڪيترائي اسڪينڊل آهن، جيڪي آمريڪي سينيٽ ۾ پڌرا ٿيندا رهندا آهن. انهيءَ کان علاوه انهن انگريز ۽ آمريڪي جاسوسن ۽ سرڪاري ملازمن جا ڪيترائي حيا سوز داستان آهن. جن پٺيان وڃي روس ۾ پناهه ورتي آهي، ليڪن هن لحاظ کان انهن سڀني واقعن کي ڪو اخلاقي حادثو نه ڄاتو ويو ته انهيءَ جي پس منظر ۾ همجنسي جهڙي ڪڌي ڪم جو ڪو داستان موجود آهي، مگر انهن واقعن کي صرف انهيءَ سبب جي ڪري اهميت حاصل ٿي ويئي جو رياست جا راز انهن جي آڙيءَ ۾ اچي ٿي ويا.

ٻئي ۽ ويجهڙائي وارن مڙني جاهل معاشرن کي اسين ڏسون ٿا ته معلوم ٿئي ٿو ته اهل قلم، آرٽيسٽ، صحافي، اديب ۽ افسانه نويس ۽ ننڍين نينگرين ڪنوارين ڇوڪرين ۽ پرڻيل جوڙن

کي ظاهر ظهور هي مشورو ڏيئي رهيا آهن تہ آزاد جنسي تعلق قائم ڪرڻ هرگز اخلاقي عيب نہ آهي. پر جيڪڏهن ڪو ڇوڪرو پنهنجي ”فرينڊ گرل“ يا ڇوڪري پنهنجي ”فرينڊ بواء“ سان سچي محبت جي دوکي ۾ ڪوڙي محبت ڪري تہ پوءِ بلاشڪ اها عيب جوڳي ڳالهہ آهي. برائي اها آهي تہ ڪا زال اهڙي حالت ۾ بہ پنهنجي پاڪدامني ۽ ناموس جي حفاظت ڪندي رهي، جڏهن جو هن جي سيني ۾ پنهنجي مڙس جي محبت جي باهہ اُجهامي چڪي هجي، ۽ خوبي اها آهي تہ هوءَ ڪو سائي تلاش ڪري ۽ فراخ دلي سان پنهنجو جسم انهيءَ جي آڏو پيش ڪري ڇڏي. اهڙيون اڪيچار تحريرون نظر اچن ٿيون جن ۾ انهيءَ ڇڙواڳي ۽ آزاد خياليءَ جي دعوت ڏني پئي وڃي. اڄ اسين ڏسي رهيا آهيون، جو اخبارن جا اداريا، فيچر، ڪارٽون، سنجيده ۽ مزاحيہ ڪالم انهيءَ قسم جي ڇرواڳ زندگيءَ گذارڻ جو مشورو ڏيئي رهيا آهن.

## خانداني نظام جو اصل ڪردار

انسانيت جي نقطۂ نگاهہ ۽ ”انسانيت جي ارتقا“ کي جاچڻ واري پيماني مطابق اهڙا معاشرا پسمانده ۽ تهذيب کان نا آشنا معاشرا آهن. ”انسانيت جي ارتقا“ وارو رستو جيڪو رخ اختيار ڪري ٿو، انهيءَ ۾ اسين ڏسون ٿا تہ حيواني جذبن کي لغام ڏنو وڃي ٿو، ۽ انهن جي تسڪين جو دائرو محدود ڪيو وڃي ٿو. انهيءَ غرض لاءِ هڪ خاندان جو بنياد قائم ڪيو وڃي ٿو ۽ انهيءَ ۾ ڪم ڪار ۽ گهريلو فرض جي ورهاست، فطري صلاحيتن ۽ ذمہ دارين مطابق ڪئي ويندي آهي، انهيءَ خانداني نظام جو مقصد اهو هوندو آهي تہ فطري طرح ڪم ڪندڙ اهي جذبا اهو اصل ڪارنامو سرانجام ڏين جنهن جو اصل مطلب ۽ مقصد رکو لذت حاصل ڪرڻ

ڏئي آهي پر اهڙو نسل فراهم ڪرڻ آهي جيڪو نہ صرف موجوده نسل جو جانشين هجي، پر انهيءَ ممتاز ۽ بي نظير انساني تهذيب جو صحيح ۽ سچو وارث بڻجي پوي، جنهن ۾ انساني خصوصيتن ۽ گڻن جو سگهنڌ چؤ طرف پيو هٻڪارون هڻند و آهي. ظاهر آهي تہ اهڙو انساني نسل جيڪو حيواني جذبن ۽ خاصيتن جي مٿان قابو حاصل ڪري ۽ انساني خاصيتن کي زياده کان زياده ترقي ۽ ڪمال تائين پهچائي، اهو صرف انهيءَ ماحول ۽ مرڪز مان ئي نمودار ٿي سگهي ٿو. جنهن جي چئني طرفن کان اهڙا زبردست حفاظتي انتظام ٿيل هجن، جو انهن انتظامن کي ٽوڙي نہ سگهجي، ذهنن کي پورو سڪون نصيب هجي ۽ انساني جذبن کي ڪا هيجان پيدا ڪندڙ شئي لوڏي ۾ نہ آڻي سگهي، ۽ اهڙي تهذيب جو بنياد هڪ اهڙي اهم فرض ادا ڪرڻ لاءِ رکيو ويو هجي جيڪو وقتي طور پيدا ٿيندڙ جذبن ۽ هنگامي حالتن جي اثر هيٺ نہ اچي سگهي. ليڪن جنهن معاشري جي اوسر ناپاڪ تعليم ۽ زهريلي تربيت ذريعي ٿي رهي هجي، ۽ جنهن ۾ اخلاقي تصور جو دائرو انهيءَ حد تائين تنگ ٿي وڃي جو اهو معاشرو مڙني جنسي آداب کان ڪورو ٿي وڃي تہ پوءِ اهڙي معاشري ۾ انسانيت ساز تهذيب ۽ تمدن جي ڪا بہ گنجائش نہ هوندي آهي. هي ڳالهہ هن حقيقت جو دليل آهي تہ اسلامي قدر ۽ اسلامي تعليم ۽ تحفظ ئي انسان ذات لاءِ مفيد ۽ مناسب ٿي سگهن ٿا، ۽ انساني معاشري جي ترقي کي جاچڻ لاءِ جيڪو مضبوط ۽ نہ تبديل ٿيندڙ پيمانو آهي انهيءَ مطابق اسلام ئي اصل تهذيب آهي ۽ اسلامي معاشرو ئي تهذيب جي اصل جلوه گاه آهي.

## خدا پرست تهذيب ۽ مادي ترقي

انهيءَ گفتگو جو خلاصو هي آهي تہ جڏهن انسان دنيا

۾ هر پهلو ۾ لحاظ کان الله جي خلافت قائم ڪري ٿو ۽ انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هو پاڻ کي صرف الله جي بندگيءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏي ٿو، غير الله جي هر قسم جي عبادت کان پوري طرح پنهنجو پلاند آجو ڪري ٿو، صرف الله سائين جي پسند ڪيل نظام زندگي کي قائم ڪري ٿو ۽ ٻين سمورن غير الاهي زندگيءَ جي نظامن جي جائز هجڻ کي رد ڪري ڇڏي ٿو، پنهنجي زندگيءَ جي هرهڪ نشان مٿان الله جي شريعت کي فرمانروا بنائي ٿو، ۽ ٻين هرڪنهن قانون ۽ شريعت کان دستبردار ٿي وڃي ٿو، انهن قدرن ۽ اخلاق کي پنهنجي جيءَ ۾ جايون ڏئي ٿو جن کي الله تعاليٰ پسند فرمايو آهي ۽ نام نهاد اخلاق ۽ نظرين کي ٻري ديوار مٿان اڇلائي ڇڏي ٿو، هڪ طرف هو اهو رويو اختيار ڪري ٿو ۽ ٻئي طرف انهن ڪائناتي قانونن جي تلاش ڪرڻ شروع ڪري ٿو، جيڪي الله تبارڪ و تعاليٰ مادي سببن جي اندر سمائي ڇڏيا آهن، ۽ زندگي کي ترقيءَ جي اوج تائين پهچائڻ لاءِ انهن قانونن جي مدد حاصل ڪري ٿو، هو انهن قدرتي قانونن کي زمين جي بي بها خزانن ۽ خوراڪ جي انهن اڻ کٽ ذخيرن جي دريافت لاءِ استعمال ڪري ٿو، جيڪي الله تبارڪ و تعاليٰ، ڪائنات جي سيني ۾ لڪائي رکيا آهن ۽ پنهنجي قانون فطرت مطابق انهن کي سيل مهر ڪري رکيو آهي، ۽ انسان کي هي قدرت ڏيئي ڇڏي آهي ته هو انهن مُهرن کي انهيءَ حد تائين پٽي سگهي ٿو جنهن حد تائين ائين ڪرڻ هن لاءِ، خدا جي خلافت واري فرض سرانجام ڏيڻ لاءِ ضروري ۽ اڻ ٽر هجي. مطلب ته جڏهن انسان دنيا ۾ الله جي عهد ۽ ميثاق مطابق خدائي خلافت جو ڪلمو بلند ڪري ٿو ۽ انهيءَ خلافت جي سائي هيٺ هو رزق جي خزانن جون ڪنجيون کولي ڪڍي ٿو، خام مادي کي صفت ۾ تبديل ڪري

ٿو ۽ انجي نتيجي ۾ گوناگون صنعتون وجود ۾ آئي ٿو، ۽ انهن سيني فني تجربن ۽ علمي معلومات کي ڪم آڻي ٿو جيڪي انساني تاريخ کي حاصل آهن. هو انهن مڙني ذمہ دارين کي هڪ خدا پرست انسان، الله جي برحق خليفي ۽ سچي عبادت گذار هجڻ جي حيثيت ۾ ئي انجام ڏئي ٿو، جڏهن انسان زندگي جي مادي ۽ اخلاقي معاملن ۾ اهو رويو اختيار ڪري ٿو تہ بي شڪ انهيءَ وقت انسان تهذيبي لحاظ کان ڪمال درجي کي حاصل ڪري ٿو ۽ اهڙو انساني معاشرو پنهنجي منزل جي آخري ڏاڪي تي وڃي قدم رکي ٿو. باقي رهيون رڳو مادي ايجادون، تہ اسلام جي نگاهہ ۾ انهن کي "تهذيب" ڪوئي نہ ٿو سگهجي مادي ترقي ۽ جهالت هڪ ٻئي جي خلاف نہ آهن. عين ممڪن آهي تہ ڪنهن معاشري ۾ مادي ترقي عروج تي هجي، مگر انهيءَ جي باوجود اتي جهالت جو بہ هر طرف ڏاڪو ڄميل هجي. بلڪ الله تعاليٰ قرآن حڪيم ۾ ڪيترين جاين تي جهالت جو ذڪر ڪندي وقت، جاهل معاشري جي مادي ترقي کي بہ بيان ڪيو آهي، هيٺين آيتن ۾ انهن جا مثال ڏسي سگهجن ٿا.

أَتَبْنُونَ بِكُلِّ رِيعٍ آيَةً تَعْبَثُونَ ۝ وَتَتَّخِذُونَ مَصَانِعَ لَعَلَّكُمْ تَخْلُدُونَ ۝ وَإِذَا بَطَشْتُم بَطَشْتُمْ جَبَّارِينَ ۝ فَاتَّقُوا اللَّهَ وَأَطِيعُونِ ۝ وَاتَّقُوا الَّذِي أَمَدَّكُم بِمَا تَعْلَمُونَ ۝ أَمَدَّكُم بِأَنْعَامٍ وَبَنِينَ ۝ وَجَنَّاتٍ وَعُيُونٍ ۝ إِنِّي أَخَافُ عَلَيْكُمْ عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيمٍ ۝

(الشعراءُ : ١٢٨ کان ١٣٥)

ترجمو:- "هي توهانجو ڪهڙو حال آهي جو هر اوچي جڳهہ تي لاحاصل هڪ يادگار عمارت تعمير ڪري ڇڏيو ٿا، ۽ وڏا وڏا محلات تعمير ڪريو ٿا ڄڻ تہ توهانکي هميشہ رهڻو

آهي، ۽ جڏهن ڪنهن تي هٿ وجهو ٿا تہ جبار بڻجي وجهو ٿا. بس توهان الله کان ڊڄو ۽ منهنجي اطاعت ڪريو، ڊڄو انهيءَ کان جنهن اهو ڪجهہ توهان کي ڏنو آهي جيڪو توهان ڄاڻو ٿا. توهان کي جانور ڏنا، اولاد ڏني، باغ ڏنا ۽ چشما ڏنا، مون کي توهانجي باري ۾ هڪ وڏي ڏينهن جي عذاب جو خوف آهي."

أَتُتْرَكُونَ فِي مَا هَاهُنَا آمِنِينَ ○ فِي جَنَّاتٍ وَعُيُونٍ ○ وَزُرُوعٍ وَنَخْلٍ طَلْعُهَا هَضِيمٌ ○ وَتَنْحِتُونَ مِنَ الْجِبَالِ بُيُوتًا فَارِهِينَ ○ فَاتَّقُوا اللَّهَ وَأَطِيعُونِ ○ وَلَا تُطِيعُوا أَمْرَ الْمُسْرِفِينَ ○ الَّذِينَ يُفْسِدُونَ فِي الْأَرْضِ وَلَا يُصْلِحُونَ ○

( الشعراء : ١٤٦ کان ١٥٢ )

ترجمو :- "ڇا توهان انهن سڀني شين جي وچ ۾، جيڪي هتي آهن بس اڻين ئي اطمينان سان رهڻ ڏنا ويندؤ؟ انهن باغن ۽ چشمن ۾؟ انهن پوکن ۽ نخلستانن ۾ جن جا ڇڳا رس ڀريا آهن؟ توهان پهاڙ کوٽي فخر سان انهن ۾ عمارتون تعمير ڪريو ٿا، الله کان ڊڄو ۽ منهنجي اطاعت ڪريو. اُنهن بي لغام ماڻهن جي اطاعت نہ ڪريو جيڪي زمين ۾ فساد برپا ڪندا آهن، ۽ ڪا اصلاح نہ ڪندا آهن."

فَلَمَّا نَسُوا مَا ذُكِّرُوا بِهِ فَتَحْنَا عَلَيْهِمْ أَبْوَابَ كُلِّ شَيْءٍ حَتَّىٰ إِذَا فَرِحُوا بِمَا أُوتُوا أَخَذْنَاهُمْ بَغْتَةً فَإِذَا هُمْ مُبْلِسُونَ ○ فَقُطِعَ دَابِرُ الْقَوْمِ الَّذِينَ ظَلَمُوا وَالْحَمْدُ لِلَّهِ رَبِّ الْعَالَمِينَ .

( انعام : ٤٣ کان ٤٤ )

ترجمو:- ”پوءِ جڏهن انهن هن نصيحت کي جيڪا انهن کي ڪئي ويئي هئي، وساري ڇڏيو تہ اسان هر طرح جي خوشحالي جا دروازا انهن لاءِ کولي ڇڏيا، ايستائين جو جڏهن هو انهن بخششن ۾ جيڪي انهن کي عطا ڪيون ويون هيون خوب مگن ٿي ويا تہ اوچتو اسان انهن کي پڪڙي ورتو ۽ هينئر حال هي هو جو هو هر خير کان مايوس هئا. اهڙي ريت اهڙن ماڻهن جي پاڙ ڪپي وئي جن ظلم ڪيو هو ۽ تعريف آهي الله رب العالمين جي لاءِ.“

حَتّٰى إِذَآ أَخَذَتِ الْأَرْضُ زُخْرُفَهَا وَازَّيَّنَتْ وَظَنَّ أَهْلُهَآ أَنَّهُمْ قٰدِرُوْنَ عَلَيْهَآ أَتٰهَآ أَمْرُنَا لَيْلًا أَوْ نَهَارًا فَجَعَلْنٰهَا حَصِيْدًا كَأَنْ لَّمْ تَغْنَ بِالْأَمْسِ.

(يونس: ٢٤)

ترجمو:- ”پوءِ عين انهيءَ وقت جڏهن زمين پنهنجي بهار تي هئي ۽ بوڪون (خوب) ساوڪ سبزي هنيو بيٺيون هيون ۽ انهن جا مالڪ سمجهي رهيا هئا تہ هينئر اسين انهن مان فائدي حاصل ڪرڻ تي قادر آهيون، اوچتوئي اوچتو رات جو يا ڏينهن جو اسانجو حڪم اچي ويو ۽ اسان انهن کي اهڙو غارت ڪري ڇڏيو جو ڄڻ تہ ڪالهہ اتي ڪجهہ هوئي ڪين.“

ليڪن جيئن جو اسين پهرينائين عرض ڪري چڪا آهيون تہ اسلام مادي ترقي ۽ مادي وسيلن جي خلاف نہ آهي ۽ انهن جي اهميت گهٽ نہ ٿو ڪري. بلڪ خدائي نظام جي سائـي هيٺ ٿيندڙ ترقي کي الله تبارڪ و تعالي هڪ نعمت جي حيثيت ڏئي ٿو، ۽ اطاعت ۽ فرمانبرداري جي بدلي ۾ انسانن کي انهيءَ نعمت جي بشارت بہ ڏئي ٿو.

فَقُلْتُ اسْتَغْفِرُوْا رَبَّكُمْ إِنَّهُ كَانَ غَفَّارًا ٥
يُرْسِلِ السَّمَآءَ عَلَيْكُمْ مِدْرَارًا ٥ وَّيُمْدِدْكُمْ بِأَمْوَالٍ
وَّبَنِيْنَ وَيَجْعَلْ لَّكُمْ جَنّٰتٍ وَّيَجْعَلْ لَّكُمْ أَنْهَارًا ٥

(نوح : ١٠ کان ١٢)

ترجمو:- (حضرت نوح فرمائي ٿو ته) مان قوم کي چيو ته توهان پنهنجي پروردگار کان مغفرت طلب ڪريو. بيشڪ اهو مغفرت قبول ڪرڻ وارو آهي. هو توهان تي ڏاڍا ڏاڍا مينهن وسائيندو ۽ مال ۽ اولاد سان توهان کي قوت بخشيندو ۽ توهان لاءِ باغ ڄاهيندو ۽ انهن ۾ توهان لاءِ واهه وهائيندو."

وَلَوْ أَنَّ أَهْلَ الْقُرٰٓى اٰمَنُوْا وَاتَّقَوْا لَفَتَحْنَا
عَلَيْهِمْ بَرَكٰتٍ مِّنَ السَّمَآءِ وَالْأَرْضِ وَلٰكِنْ كَذَّبُوْا
فَأَخَذْنٰهُمْ بِمَا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ٥

(الاعراف : ٩٦)

ترجمو:- "جيڪڏهن ڳوٺن جا ماڻهو ايمان آڻين ها ۽ پرهيزگاري واري هلت هلن ها ته اسين انهن تي آسمان ۽ زمين کان برڪتن جا دروازا کولي ڇڏيون ها، مگر انهن ته انهيءَ کي رد ڪيو، تنهن ڪري اسان انهن کي انهيءَ بري ڪمائي جي نتيجي ۾ پڪڙي ورتو جيڪا هو ڪري رهيا هئا."

مادي ترقي اصل شئي نه آهي ليڪن اصل شئي اهو بنيادي تصور آهي جنهن مان مادي ۽ صنعتي ترقي جي عمارت اڀري رهي ٿي ۽ زندگي جا اهي اصول آهن جن کي هڪ معاشري ۾ مقام ۽ مرتبو حاصل هوندو آهي. انهن اصولن تي پوري طرح عمل ڪرڻ جي نتيجي ۾ انساني تهذيب جون خوبيون ۽ خاصيتون پيون اوسر وٺنديون آهن.

## اسلامي معاشري جي شروعات ۽ ارتقا جو فطري نظام

اسلامي معاشري جو هڪ تحريڪي بنياد تي قائم ٿيڻ ۽ انهيءَ جو هڪ وڌندڙ ويجهندڙ نظام جي حيثيت اختيار ڪرڻ، اهي ٻئي خوبيون گڏجي اسلامي معاشري کي هڪ قسم جو نرالو ۽ لاثاني معاشرو بنائي ڇڏين ٿيون. جنهن سان اهي نظريا ۽ رجحان لاڳو ٿي نه ٿا سگهن جيڪي جاهل معاشرن جي قيام ۽ انهن جي وڌندڙ ويجهندڙ فطرت لاءِ مناسب هوندا آهن اسلامي معاشري جي ولادت هڪ تحريڪ جي جدوجهد جو ڦل هوندو آهي. هي تحريڪي نظام پنهنجي اصول مطابق برابر برسر عمل هوندو آهي، هيءَ تحريڪ ئي معاشري جي هرهڪ فرد جي قدر و قيمت ۽ مرتبي ۽ مقام جو پتو ڏيندي آهي، ۽ انهيءَ کان پوءِ انهيءَ اصل قدر ۽ قيمت جي روشنيءَ ۾ هر فرد جي اصل ڊيوٽي ۽ اجتماعي حيثيت وارو مقام پڻ طئي ڪندي آهي. جنهن تحريڪ جي اصل وجود مان هي معاشرو جنم وٺي ٿو انهيءَ تحريڪ جو فڪري ۽ عملي مرڪز جتان اصل رهنمائي حاصل ٿئي ٿي، هن فاني دنيا کان ٻاهر ۽ انساني دائري کان مٿي هوندو آهي. هيءَ تحريڪ در اصل انهيءَ عقيدي جي چرندڙ پرندڙ تصوير هوندي آهي، جيڪو الله تعاليٰ جي طرفان انسان تي نازل ڪيو ويو آهي ۽ جيڪو انسان کي ڪائنات زندگي ۽ انساني تاريخ جي باري ۾ مخصوص تصور ڏئي ٿو. زندگيءَ جي قدرن ۽ مقصدن جو نئون مفهوم عطا ڪري ٿو ۽ جدوجهد جو مخصوص طريقو سيکاري ٿو جيڪو انهيءَ جي اجتماعي مزاج جي ترجماني ڪري ٿو. انهيءَ دليل جي روشنيءَ ۾ هي ڳالهه ظاهر ٿي ته اها بنيادي طرح تحريڪ پيدا ڪندڙ قوت جنهن جي فيض سان تحريڪ وجود ۾ اچي ٿي، انهيءَ جي جلون جو مرڪز انسان ذات نه هوندي آهي

۽ نه مادي ڪائنات جو ڪو ڪنڊ پاسو انهيءَ قوت جي حرارت ۽ سرگرميءَ جو سرچشمو هوندو آهي، بلڪ جيئن جو اسان مٿي عرض ڪيو آهي ته اهو ”محرڪ“ زمين جي گولي کان ماوراءِ ۽ انساني جهان کان جيڪو مٿاهون جهان آهي، اتان انهيءَ جا حڪم صادر ٿين ٿا. بس اهائي اها خاص خوبي آهي جيڪا اسلامي معاشري ۽ انجي مڪمل مزاج کي ٻين مڙني معاشرن کان اوچو مقام عطا ڪري ٿي.

## اسلامي تحريڪ جا فطري مرحلا ۽ انهن جو مخصوص عملي نظام

هي غير مادي عنصر جيڪو خدا جي تقدير سان غيب جي پردي کان وجود ۾ اچي ٿو، انهيءَ جي وجود ۾ اچڻ کان ٻهريائين انسان جو ذهن بالڪل خالي هوندو آهي ۽ ان جي شروعات ۾ به انسان جي ڪنهن ڪوشش کي دخل نه هوندو آهي. انهيءَ عنصر جي مطالبي جي نتيجي ۾ ئي تحريڪ هڪ اسلامي معاشري جي ٻج ڇٽڻ لاءِ پهريون قدم کڻندي آهي ۽ انهيءَ سان گڏو گڏ ئي انهيءَ جي طرفان ”انسان سازيءَ“ جو عمل شروع ٿي ويندو آهي. اهڙيءَ ريت هڪ اهڙي انسان جي تياري جي مهم شروع ٿي ويندي آهي جيڪو انهيءَ عقيدي تي ايمان رکندڙ هجي جنهن جو القاءُ غيب کان ٿيو آهي ۽ جنهن کي مڪمل طرح تقدير خداوندي جاري فرمايو آهي. جيڪڏهن هڪ انساني فرد به انهيءَ عقيدي تي ايمان آڻي ٿو ته اصولي طرح اسلامي معاشري جو بنياد پئجي وڃي ٿو. اهو اڪيلو ماڻهو انهي نئين عقيدي کي قبول ڪرڻ بعد انهيءَ کي صرف پنهنجي دل ۽ دماغ جي چوديواري جي سونهن بنائي نٿو ڇڏي مگر انهيءَ عقيدي جي آثار تي ميدان عمل ۾ ڪڏي پئي ٿو. انهيءَ عقيدي جي اهائي فطرت هوندي آهي، ۽

هڪ صحتمند ۽ عملي تحريڪ جي اهائي فطرت هوندي آهي.
جنهن بزرگ و برتر قوت انهيءَ عقيدي جو چراغ انسان جي
دل ۾ روشن ڪيو آهي، اها خوب ڄاڻي ٿي ته هي عقيدو دل
جي واديءَ کان ٻاهر اچي انساني ڪائنات جي هڪ هڪ ڇپي
مٿان پنهنجا نشان ڇڏي پوءِ دم پٽيندو، ۽ نور جي اها ڀرپور
لاٽ جنهن جي صدقي دل جي دنيا عقيدي جي نور سان منور
ٿيندي آهي. انهيءَ جي روشنيءَ پکڙجي سڄي جهان ۾
ڦهلجي ويندي.

انهيءَ عقيدي تي ايمان آڻڻ وارن جو تعداد جڏهن ٽن
تائين وڃي پهچندو آهي ته پوءِ اهو عقيدو انهن کي هي پڌائيندو
آهي ته "اوهين هينئر هڪ معاشرو ٿي پيا آهيو........ هڪ جدا
اسلامي معاشرو ........ ۽ انهيءَ جاهل معاشري کان ممتاز معاشرو
جيڪو انهيءَ عقيدي کي تسليم نه ٿو ڪري ۽ جنهن ۾ انهيءَ
عقيدي جي بنيادي اصولن کي مٿاهون مقام حاصل نه هوندو
آهي. (اهي بنيادي اصول جن جو مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون)".
هينئر اسلامي معاشرو عملي طرح وجود ۾ اچي چڪو آهي،
اهي ٽي ماڻهو وڌي ڏهه ٿي ويندا آهن ۽ ڏهن جي جدوجهد
مان سوَ ــ هزار ــ ٻارهن هزار ٿي ويندا آهن، ۽ اهڙيءَ ريت
اسلامي معاشري جي ڍانچي جي تشڪيل ٿيندي ويندي آهي،
۽ انهي جون پاڙون پختيون ٿينديون وينديون آهن. انهيءَ
تحريڪي ترقي جي دوران جهالت سان ٻه ڪشمڪش شروع
ٿي چڪي هوندي آهي. هڪ طرف اهو تازو وجود ۾ آيل
معاشرو هوندو آهي جيڪو عقيدي ۽ تصور جي لحاظ کان،
زندگيءَ جي اصولن ۽ تهذيبي معيارن جي لحاظ کان پنهنجي
تنظيمي جوڙجڪ ۽ نرالي وجود جي لحاظ کان جاهل معاشري
کان جدا ٿي چڪو هوندو آهي، ۽ ٻئي طرف جاهل معاشرو

هوندو آهي جنهن جي اندر مان اسلامي معاشرو موزون ماڻهن کي چُندي ڇاڻي پنهنجي وجود ۾ جذب ڪندو آهي. هيءَ تحريڪ انهيءَ درمياني مرحلي ۾ (انهيءَ درمياني مرحلي جي مدت اها آهي جڏهن اسلامي معاشري جو بنياد نئين سر قائم ٿيندو آهي ۽ اڳتي هلي پنهنجي پيرن تي بيهي هڪ نمايان مقام حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هوندو آهي) پنهنجي معاشري جي هرهڪ فرد جي خوب چڱيءَ طرح آزمائش ڪري چڪي هوندي آهي نه صرف ايترو پر اها تحريڪ معاشري ۾ هر فرد کي اهوئي مرتبو، مقام ۽ اهميت ڏيندي آهي جنهن جو هو اسلامي ميزان ۽ اسلامي معيار جي لحاظ کان حقدار هوندو آهي معاشري جي طرفان خودبخود هن جي انهيءَ مرتبي ۽ مقام جو اعتراف ڪيو ويندو آهي ۽ هن کي هن ڳالهه جي ضرورت پيش نه ايندي آهي ته هو خود پاڻ اڳتي وڌي پنهنجي اهليت جو ثبوت پيش ڪري ۽ انهيءَ ڳالهه جو اعلان ڪندو وتي. باڪ سندس عقيدو ۽ اهي مقدس اصول، جن کي هن جي ذات تي ۽ هن جي معاشري تي بالاتري حاصل هوندي آهي، اهي هن کي مجبور ڪندا آهن ته هو پنهنجو پاڻ کي انهن نظرن کان لڪائي رکي جيڪي هن جي چوڌطرف انهيءَ مقصد لاءِ کڄي رهيون آهن ته هن جي ڪلهن مٿان ڪنهن ذمه دار عهدي جو بار وڌو وڃي. ليڪن تحريڪ ـــــ جيڪا اسلامي عقيدي جو طبعي نتيجو ۽ انهيءَ جي ڪکه مان جنم وٺندڙ معاشري جو جوهر آهي ـــــ اها پنهنجي ڪنهن به فرد کي گمنامي جي گوشي ۾ ضايع ڪرڻ لاءِ تيار نه هوندي آهي. هن تحريڪ جي هر فرد لاءِ ضروري آهي ته هو سرگرم عمل هجي، هن جي عقيدي ۾ جوش ۽ خروش هجي هن جي رت ۾ گرمي هجي، هن جو معاشرو انقلابي عمل سان آشنا هجي ۽ انهيءَ چاق

۽ ڇوبند معاشري جو هر فرد ماهيءَ جي آب وانگر مضطرب ۽ بيقرار هجي، ۽ انهيءَ جهالت جو ڀرپور مقابلو ڪري، جيڪا سنڌس ماحول کي پنهنجي پاڪر ۾ جهليو ويٺي آهي، جنهن جا رهيل کهيل اثر خود هن جي پنهنجي نفس ۾ ۽ سنڌس دوستن جي مزاج ۾ اڃا سوڌو موجود آهن. بس اها ڪشمڪش هڪ دائمي ڪشمڪش آهي. اهوئي مفهوم آهي هن ارشاد نبي ﷺ جو، جنهن ۾ فرمايو ويو آهي ته جهاد قيامت تائين پيو جاري رهندو.

پنهنجي سفر جي دوران تحريڪ کي جن لاهن چاڙهن مان گذرڻو پوي ٿو دراصل انهن جي حالتن کي ڏسي هيءَ فيصلو ڪري سگهبو آهي ته تحريڪ واري معاشري ۾ هرهڪ رڪن ۽ فرد جي ڪهڙي حيثيت آهي ۽ هن جي ڪم جو دائرو ڪهڙو آهي. هي ڳالهه ڪڏهن به ڏيان تان هٽڻ نه گهرجي ته فردن جي ذمہ داري وارن منصبن ۽ عهدن ۽ فرضن جي وچ ۾ زبردست قسم جي هڪجهڙائي ۽ هم آهنگي جي آثار تيئي تحريڪ پنهنجي نشان منزل تائين پهچي سگهي ٿي. اسلامي معاشري جي آغاز ۽ واڌ ويجهه جو اهو انداز ۽ پنهنجي منزل رسڻ وارو هي نمونو، اهي ٻئي اهڙيون نراليون خاصيتون آهن، جيڪي انهيءَ معاشري جي وجود ۽ ترڪيب کي، انهيءَ جي مزاج ۽ شڪل کي، انهيءَ جي نظام ۽ انهيءَ جي عملي پروگرام کي ٻين سڀني معاشرن کان مٿاهون مقام عطا ڪن ٿيون، نه صرف ايترو بر هن کي هڪ منفرد ۽ نرالي حيثيت جو مالڪ بنائين ٿيون. انهيءَ سمجهاڻي کان پوءِ هي سوال هن بحث مان ئي خارج ٿي وڃي ٿو ته ڪو ٻين اجتماعي نظرين جي ذريعي به اسلامي معاشري ۽ انجي مڙني خوبين ۽ چڱاين کي حاصل ڪري سگهجي ٿو، جن جو هينئر اسين ذڪر ڪري چڪا آهيون،

يا وري ڪنهن اهڙي نظام تعليم جي ذريعي انهن کي سمجهي سگهجي ٿو جيڪو انهيءَ معاشري جي فطرت جي خلاف هجي ۽ نه ائين ممڪن آهي جو ڪنهن ٻئي نظام حيات کان اڌارا اصول حاصل ڪري اهڙو معاشرو قائم ڪري سگهجي ٿو.

## اسلامي تهذيب سچي انسانيت جي ميراث آهي

عام انداز کان پاسيرو ٿي اسان "تهذيب" جي جيڪا تعريف ڪئي آهي، انهيءَ جي روشنيءَ ۾ اسلامي معاشرو رڳو هڪ تاريخي مرحلي جوڳي ڳالهه نه آهي، جنهن کي صرف ماضيءَ جي ورقن ۾ تلاش ڪري سگهجي ٿو. بلڪ هيءُ موجوده دور جي طلب ۽ آئيندي جي آرزو ۽ تمنا آهي. هي اهو گوهر مقصود آهي جنهن سان سچي انسانيت اڄ به شرف ياب ٿي سگهي ٿي ۽ سيائي به. انسانيت انهيءَ جي آڌار تي جهالت جي انهيءَ لوهي ڪوٽ جون ديوارون ڀڃي آزاد ٿي سگهي ٿي جنهن ۾ اڄ اها قيد آهي. انهيءَ ڪاري ڪوٽ ۾ اهي قومون به اڄ جڪڙيون پيون آهن جيڪي صنعتي ۽ اقتصادي ترقيءَ ۾ ٻين قومن جون امام آهن ۽ اهي به جيڪي پوئتي پيل ۽ ڪمزور آهن.

اهي قدر ۽ اصول جن جو مختصر لفظن ۾ اسين ذڪر ڪري آيا آهيون، اهي دراصل انساني قدر ۽ اصول آهن. انسانيت انهن اصولن جي حڪمراني ۽ تابناڪي صرف هڪڙي دور ۾ ڏٺي آهي ۽ اهو هو "اسلامي تهذيب جو دور" — هتي "اسلامي تهذيب" بيان ڪرڻ مان اسانجو مطلب اها تهذيب آهي جنهن ۾ هنن قدرن ۽ اصولن کي پوري طرح حڪمراني حاصل هجي. انجي خلاف اهڙي تهذيب جيڪا انهن اصولن کان خالي هجي ته پوءِ انهي صفت ۽ سائنس ۾ ڪيتري به ترقي هجي. ليڪن اها تهذيب اسلامي تهذيب هرگز ٿي نه ٿي سگهي.

اهي قدر ۽ اصول رکو خيالي پلاءُ نہ آهن پر ننهن کان ونئي چوٿيءَ تائين عملي قدر ۽ اصول آهن ۽ انهن جو تعلق حقيقت واري دنيا سان آهي. انسان جڏهن بہ صحيح اسلامي مفهوم جي روشنيءَ ۾ انهن اصولن تي عمل ڪندو تہ پنهنجي مقصد کي حاصل ڪري وٺندو، انهن اصولن کي هر ماحول ۾ عملي جامو پهرائي سگهجي ٿو. پوءِ کڻي اتي ڪهڙو بہ نظام موجود هجي، ۽ صنعت ۽ سائنس ۾ انهيءَ معاشري کڻي ڪهڙي بہ ترقي ڪئي هجي. اهي اصول "زمين جي خلافت" واري ڪنهن بہ عمل ۾ انسان جي ترقي جي راهہ ۾ ڪا بہ رڪاوٽ نہ ٿا وجهن. ڇو تہ اسلامي عقيدي جي فطرت ئي اهڙي آهي جو هو هر لحاظ ۽ هر پهلو کان ترقيءَ جي پيروائي ڪري ٿو. ليڪن انهيءَ سان گڏو گڏ زندگيءَ جا هي اصول انهن ملڪن ۽ معاشرن ۾ خاموش تماشائي ٿي رهڻ تي بہ راضي ٿي نہ ٿا سگهن جيڪي ملڪ ۽ معاشرا، اخلاقي لحاظ کان پٺتي پيل آهن. ڇو تہ اسلامي تهذيب هڪ عالمگير تهذيب آهي ۽ اها هر ماحول ۾ ۽ هر خطي ۾ پنهنجو اوج حاصل ڪري سگهي ٿي. ليڪن انهن ئي بنيادن مٿان جيڪي ٻين سڀني کان نرالا ۽ پنهنجي شان ۾ ٻين سڀني کان اوچا آهن. باقي رهي ٻين معاشرن جي مادي ترقي ۽ واڌ ويجهہ جي ڳالهہ تہ انهن جي ڪا حدبندي ڪرڻ يا ليکو ڪرڻ تہ هرگز ممڪن نہ آهي، ڇو تہ مادي ترقي تہ هر ماحول ۾ انهن ئي صلاحيتن ۽ قوتن کي اوسر بخشيندي آهي جيڪي عملي طرح اتي موجود هونديون آهن.

انهيءَ سمجهاڻيءَ مان هي ڳالهہ واضح ٿي ويئي تہ اسلامي معاشرو پنهنجي مهانڊي ۽ صورت، پنهنجي ايراضي ۽ وسعت، ۽ پنهنجي طرز زندگيءَ جي لحاظ کان تہ بلاشبہ هڪ جامد ۽ نہ تبديل ٿيندڙ تاريخي تصوير نہ آهي ليڪن اسلامي معاشري جو

وجود ۽ انجي تهذيب لازمًا اهڙن اصولن سان جڪڙيل هوندي آهي. جيڪي حد درجي ثوس، نه تبديل ٿيندڙ ۽ انساني تاريخ جا اٽل حقائق هوندا آهن. زندگي جي انهن حقائق کي جڏهن اسين تاريخي حقائق ڪري ڪوٺيندا آهيون ته انهي مان اسانجو مطلب صرف ايترو هوندو آهي ته اهي اصول تاريخ جي هڪ خاص مرحلي ۾ پنهنجو جلوو ڏيکاري چڪا آهن، ۽ انسان انهن کي پلي پت چائي سچائي ٿو. انهن اصولن کي تاريخي قدر قرار ڏيڻ جو هي مقصد هرگز نه آهي ته ڪو هي تاريخ جا پيدا ڪيل آهن.

حقيقت اها آهي ته اهي قدر پنهنجي فطرت جي لحاظ کان ڪنهن خاص زماني سان ملهاڙيل نه آهن. ليڪن هر دور لاءِ آهن، ۽ هي انسان ذات وٽ انهيءَ ازلي سرچشمي کان نازل ٿيا آهن جيڪو ”رباني مرڪز“ آهي. جيڪو انساني دائري کان ٻاهر بلڪ خود مادي ڪائنات جي دائري کان ٿي ماوراٗ ۽ بالاتر آهي.

## اسلامي تهذيب جون مادي شڪليون زماني ۽ ماحول مطابق تبديل ٿينديون رهنديون آهن

اسلامي تهذيب پنهنجي مادي ۽ ظاهري تنظيم لاءِ گوناگون ۽ جدا جدا شڪليون اختيار ڪري سگهي ٿي. ليڪن هن تهذيب جو جن اصولن ۽ قدرن تي بنياد رکيل آهي، اهي بي شڪ دائمي ۽ جامد قدر ۽ اصول آهن. اهو انهيءَ ڪري جو اهي اصول هن تهذيب جا حقيقي ٿنڀا ۽ پشتيبان آهن، ۽ اهي آهن —— صرف خدا جي بندگي، عقيده توحيد جي بنياد تي انساني اجتماع، ماديت تي انسانيت جو غلبو، انساني قدرن جي ترقي ۽ انهن اصولن جي روشنيءَ ۾ انسان جي اندر واري حيوان مٿان غلبو ۽ انسانيت جو عروج، خانداني نظام جو

احترام، زمين تي خداوند قدوس جي خلافت جو قيام، الله تبارڪ و تعاليٰ جي تعليم ۽ هدايت مطابق زندگي گذارڻ، خلافت جي سيني ڪمن ڪارن ۾ صرف الله جي شريعت جو نافذ هجڻ ۽ خدائي قانون جي حڪمراني !!!

جيئن جو مٿي ٻڌائي چڪا آهيون ته اسلامي تهذيب، دنيا داري ۽ مادي تنظيمن جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ انهن صلاحيتن ڪي استعمال ۾ آڻيندي آهي جيڪي عملي طرح ڪنهن ماحول ۾ موجود هونديون آهن. انهيءَ ڪري اسلامي تهذيب جون مادي صورتون ۽ خاڪا جن جي تعمير ابدي اصولن ۽ قدرن جي بنياد مٿان ٿيل هوندي آهي، ليڪن انهيءَ جي باوجود، صنعتي، اقتصادي ۽ سائنسي ترقي جيڪا مختلف درجن ۽ مرحلن ۾ پئي ٿيندي آهي، انهيءَ جو اثر اسلامي تهذيب جي مادي شڪلين تي بهرحال پئي ٿو. تنهن ڪري ان جي شڪلين ۽ خاڪن ۾ لڳاتار تبديلي اچڻ هڪ اڻ ٽر ڳالهه آهي. بلڪ هي تبديلي بجاءِ خود هي ضمانت موجود ڪري ڏئي ٿي ته اسلام ۾ اهڙيءَ لچڪ ۽ گنجائش موجود آهي اهو هر قسم ۽ هر سطح جي ماحول ۾ داخل ٿي، انساني زندگي کي پنهنجي منشا مطابق ڪا صورت بخشي سگهي ٿو. اسلامي تهذيب جي ظاهري ۽ خارجي صورتن ۾ جيڪا لچڪ ۽ تبديل ٿيڻ جوڳي جيڪا حالت موجود آهي، ۽ اسلامي عقيدو جيڪو تهذيب جو سرچشمو آهي، انهيءَ مٿان ماحول ڪان متاثر ٿي ڪا ڳالهه مڙهي ڪانه ويندي آهي بلڪ جيڪا به قدرتي طرح مادي تبديلي ايندي آهي اها خود انهيءَ عقيدي جي فطرت ۽ مزاج جي تقاضا هوندي آهي. البت هي ڳالهه پيش نظر رهڻ گهرجي ته ڪنهن شئي جي لچڪيدار هئڻ جي هي معنيٰ نه آهي ته انهيءَ کي سيال مادي ۾ تبديل ڪيو وڃي. لچڪ ۾ ۽ اهڙي ريت وهي پائي وانگر ٿي هلڻ ۾ تمام وڏو فرق آهي.

اسلام وچ آفريڪا جي مرڪز ۾ وچي انڪ اگهاڙين قومن ۾ تهذيب جو بنياد وڌو هو، ۽ انهيءَ جو اثر اهو ٿيو جو جتي جتي ۽ جيئن جيئن هو اسلام کان متاثر ٿي ٿيا تيئن هو اگهارپ ڇڏي ستر پوش ٿي ويندا هئا، ۽ اگهاڙا گهمندڙ ماڻهو ڪپڙا پائي تهذيب جي دائري ۾ داخل ٿي ويندا هئا، هي سڀ ڪجهه اسلامي تعليم جوئي ڪرشمو هو. هي انهيءَ تعليم جو اثر هو جنهن انساني فڪر کي گوشه نشيني ۽ تنهائي کان ٻاهر ڪڍي پڌرين ۽ چٽين حقيقتن کان روشناس ٿي ڪرايو. انساني ذهن کي جوت بخشي ۽ انسانن کي هن لائق ٿي بنائي ڇڏيو ته هو ڪائنات جي مادي خزانن کي پنهنجي استعمال ۾ آڻي سگهن. اسلامي تهذيب جي زير اثر ماڻهو، قبيلي ۽ برادري جي محدود دائرن مان ٻاهر نڪري امت ۽ ملت جي دائري ۾ داخل ٿي ٿي ويا، ۽ غارن ۾ ويهي سورج ديوتا جي پوڄا ڪرڻ جي بجاءِ پروردگار عالم جي آڏو ڪنڌ جهڪائڻ ٿي لڳا ـــــ بس پوءِ انهيءَ عظيم انقلاب جو نالو تهذيب نه آهي ته پوءِ تهذيب ڪهڙي بلا جو نالو آهي؟ هي انهيءَ خاص ماحول جي تهذيب آهي جيڪو ماحول پنهنجي دائري اندر عملي طرح موجود وسيلن ۽ ذريعن تي اعتماد ڪري ٿو. جيڪڏهن اسلام ڪنهن ٿي ماحول ۾ داخل ٿيندو ته اتي هو پنهنجي تهذيب کي اها شڪل ڏيندو جيڪا انهيءَ ماحول جي وسيلن ۽ ذريعن ۽ انهيءَ ۾ عملي طرح موجود صلاحيتن کي استعمال ڪرڻ ۽ انهن کي ٻاڻ وڌيڪ ترقي ڏيڻ ضروري آهي. مطلب ته اسلامي طرز زندگي جي تحت تهذيب جو قيام ۽ فروغ، صنعتي، اقتصادي ۽ علمي ترقي جي ڪنهن مخصوص معيار تي، دارو مدار نه ٿو رکي، تهذيب جتي به قائم ٿيندي، اتان جي مادي وسيلن ۽ امڪانن کي ٿاهي نڪي استعمال ۾

.آڻيندي ۽ انهن کي پاڻ وڌيڪ ترقي ڏيندي. انهن جي گهربل مقصدن کي اعليٰ ۽ اوچي حيثيت عطا ڪندي، ۽ جتي مادي وسيلا ۽ امڪان موجود نہ هوندا، اتي تهذيب خود انهن وسيلن ۽ امڪانن کي موجود ڪري ڏيندي ۽ انهن جي واڌاري ۽ ترقي جو انتظام ڪندي. ليڪن انهيءَ تهذيب جو بنياد بهرحال پنهنجي ابدي پائدار ۽ مستقل اصولن تي ئي قائم ٿيندو، ۽ انهيءَ ذريعي سان جيڪو اسلامي معاشرو وجود ۾ ايندو انهيءَ جو مخصوص مزاج ۽ مخصوص تحريڪي نظام هر حال ۾ باقي رهندو، اهوئي مزاج ۽ تحريڪي نظام جيڪو اسلامي معاشري جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ پهرئين ڏينهن کان ئي پين سمورن جاهلي معاشرن جي مقابلي ۾ ممتاز ۽ نرالي حيثيت جو مالڪ هوندو آهي.

”صبغة الله و من احسن من الله صبغة؟.“



# باب اٺون

## اسلام ۽ ثقافت

ڇهين باب ۾ اسين ٻڌائي چڪا آهيون ته اسلام جي پهرئين رڪن جو پهريون حصو هي آهي ته بندگي ۽ مڪمل ٻانهپ صرف الله تبارڪ و تعاليٰ لاءِ خاص آهي ۽ لاإله الا الله ۾ انهيءَ مفهوم ۽ تقاضا جي شهادت ادا ڪئي ويندي آهي. انهيءَ رڪن جو ٻيو حصو هي آهي ته انهيءَ بندگي جو تفصيل ۽ صحيح ڪيفيت ڄاڻڻ لاءِ رسول الله ﷺ جي ذات گراميءَ جي طرف رجوع ڪيو وڃي. "محمد رسول الله" (ﷺ) جي شهادت (گواهيءَ) ۾ انهيءَ حقيقت جي طرف اشارو ڪيو ويو آهي. الله جي ڪامل بندگيءَ جي عملي صورت هيءَ آهي ته صرف الله تبارڪ و تعاليٰ جي ذات کي اعتقاد، عمل ۽ قانون مطلب ته هر لحاظ کان معبود تسليم ڪيو وڃي. ڪنهن مسلمان جو هي عقيدو هرگز ٿي نه ٿو سگهي ته الله تبارڪ و تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي به خدائي جو منصب حاصل آهي، ۽ نه مسلمان رهندي ڪو شخص هي تصور به ڪري سگهي ٿو ته خدا کان سواءِ ڪنهن مخلوق جي به عبادت ڪري سگهجي ٿي يا ڪنهن کي حاڪميت جو مقام ڏئي سگهجي ٿو. گذريل صفحن ۾ اسين هي ڳالهه به واضح ڪري آيا آهيون ته عبوديت عقيدي ۽ عبادتن جو صحيح مفهوم ۽ مطلب ڇا آهي. هلندڙ باب ۾ اسين اهو ٻڌائينداسين ته حاڪميت (Sovereignty)

جو صحيح مفهوم ڪهڙو آهي ۽ انهيءَ مفهوم جو ثقافت (Culture) سان ڪهڙو تعلق آهي؟

## خدائي شريعت جي حد

اسلامي نظرئي مطابق الله جي حاڪميت جو مفهوم رڳو ايتروئي نه آهي ته قانوني حڪم الله تبارڪ و تعاليٰ ڪان ورتا وڃن ۽ پوءِ پنهنجن فيصلن ڪرائڻ خاطر انهن حڪمن ڪان مدد ورتي وڃي ۽ فيصلا انهن مطابق ڪيا وڃن. اسلام ۾ خود "شريعت" جو مفهوم به صرف قانوني حڪمن جي دائري تائين محدود نه آهي، نه صرف ايترو پر انهي جو دائرو حڪمراني جي اصولي ضابطن، انهيءَ جي نظام ۽ انجي مختلف صورتن ۽ نمونن تائين به محدود نه آهي. شريعت جو هي محدود ۽ تنگ تصور، اسلامي شريعت ۽ اسلامي نظرئي جي صحيح ترجماني نه ٿو ڪري، اسلام جنهن شئي کي شريعت الاهي ڪوٺي ٿو، اها انهيءَ پوري اسڪيم تي حاوي آهي. جيڪا الله تعاليٰ انساني زندگي جي تنظيم لاءِ جوڙڻ فرمائي آهي. انهيءَ جو دائرو ايترو ڪشادو آهي جو فڪر ۽ نظر جا سڀ قانون قاعدا ۽ حڪمرانيءَ جا اصول انهيءَ ۾ شامل آهن، اخلاق ۽ تمدن جا اصول به انهيءَ دائري ۾ اچي وڃن ٿا، نه صرف ايترو پر زندگيءَ جي معاملات جا قانون ۽ علم و فن جا اصول به انهيءَ جي اثر هيٺ آهن. مطلب ته خدائي شريعت انساني فڪر ۽ نظر جي هرهڪ اصول ۽ زاوئي مٿان هرطرح حاوي آهي.

توهان غور ڪريو ته شريعت الاهيءَ جو دائرو ايترو وسيع آهي جو ذات خداوندي جي باري ۾ انساني تصور هجي يا ڪائنات جي باري ۾ هن جو نقطهٔ نظر، مادي دنيا هجي، جيڪا انسان جي سمجهه ادراڪ ۽ مشاهدي جي زد ۾ آهي، يا ماوراءِ الطبيعت حقيقتون جيڪي انسان جي سمجهه ڪان مٿي

آهن، زندگيءَ جو تڪويني دائرو هجي يا تشريعي، انسان جي حقيقت ۽ ماهيت جو سوال هجي يا هن ڪائنات ۾ خود انسان جي حيثيت جو بحث، ـــــ شريعت اسلامي زندگيءَ جي انهن مڙني معاملن ۽ حقيقتن سان بهرحال بحث ڪري ٿي. اهڙيءَ ريت زندگيءَ جي عملي شعبن مثلاً سياست ۽ معاشرت، اقتصاديات ۽ عدالت، ۽ انهن جي بنيادي اصولن ۽ قاعدن جي رهنمائيءَ کان به اسلامي شريعت منهن نه ٿي موڙي. نه صرف منهن نه ٿي موڙي بلڪ اسلامي شريعت اهو به چاهيندي آهي ته انهن ۾ به رب ذوالجلال جي قانون ۽ حڪم جي عملداري قائم هجي انهيءَ سان گڏوگڏ اها پنهنجي عملداري انهن قانوني حڪمن تي به قائم ڪرڻ چاهي ٿي جيڪي زندگيءَ جي انهن عملي شعبن جي تنظيم ڪن ٿا. (هي اهائي شئي آهي جنهن کي عام طرح اڄ ڪله "شريعت" ڪوٺيو ويندو آهي) حالانڪ شريعت جو هي تنگ ۽ محدود مفهوم انهيءَ وسيع ۽ جامع مفهوم جي ترجماني هرگز نه ٿو ڪري سگهي جيڪو اسلام ۾ اختيار ڪيو ويو آهي. اخلاق ۽ زندگيءَ جي ڪاروبار جي قاعدن قانونن ۾ هن شريعت جي ڪار فرمائي هوندي آهي، ۽ انهن قدرن ۽ پيمانن جي ذريعي هن شريعت جو اظهار ٿيندو آهي جيڪي معاشري ۾ موجود هوندا آهن، ۽ جيڪي اجتماعي زندگيءَ ۾ ماڻهن ۽ شين ۽ انهن جي عملن جي وزن ۽ قيمت جو ڪاٿو لڳائيندا آهن. اهڙيءَ ريت هي شريعت علم ۽ فن جي مڙني محنتن ۽ سرگرمين ۾ انهيءَ جو اظهار ٿيندو آهي، انهن ۾ به اسين اهڙي ريت الله جي رهنمائي جا محتاج آهيون جهڙي ريت جديد ۽ محدود مفهوم جي قانوني حڪمن ۾ اسين خدائي هدايت جا محتاج آهيون.

بهرحال جيستائين حڪومت ۽ قانون جي باب ۾ خدا

جي حاڪميت کي تسليم ڪرڻ جو سوال آهي. اهو اسانجي گذريل بحثن ۾ واضح ٿي چڪو هوندو. اهڙي ريت اخلاق ۽ زندگيءَ جي معاملن ۽ انساني معاشري جي قدرن ۽ رد ڪرڻ ۽ قبول ڪرڻ جي پيمانن جي باري ۾، خدا جي حاڪميت جي نافذ ٿيڻ جي جيڪا ضرورت آهي، اميد آهي ته انهيءَ جي به ڪجهه نه ڪجهه سمجهاڻي ڏئي چڪا آهيون. انهيءَ ڪري ته معاشري ۾ جيڪي اصول ۽ قدر موجود هوندا آهن، رد ڪرڻ ۽ قبول ڪرڻ وارا جيڪي پيمانا رائج هوندا آهن، اخلاق ۽ انساني زندگي جي معاملن جا جيڪي ضابطا ۽ اصول چالو هوندا آهن، انهن سڀني جو سڌو سنئون تعلق انهن نظرين ۽ تصورن سان هوندو آهي، جيڪي انهيءَ معاشري ۾ غالب هوندا آهن. انهيءَ جون شاخون به انهيءَ سرچشمي مان ڦٽنديون آهن جتي انهن نظرين جي بنياد ۾ عقيدي جي حڪمراني قائم هوندي آهي.

ليڪن جيڪا ڳالهه عام ماڻهن کي ته ڇڏيو خود اسلامي لٽريچر جي پڙهندڙن جي لاءِ به حيرت ۽ عجب جو ڪارڻ ٿيندي، اها هي آهي ته فڪر ۽ فن جي ميدانن ۾ به اسلامي تصور ۽ خدائي سرچشمي ۽ مرڪز کي ئي مڪمل طرح اسان جو رهنما ۽ عقيدت جو منبع هئڻ گهرجي.

فن ۽ آرٽ جي موضوع تي هڪ مستقل ڪتاب پڌرو ٿي چڪو آهي جنهن ۾ هن موضوع تي هن نقطه نظر سان گفتگو ڪئي وئي آهي ته سڀ جو سڀ فني ڪاوشون در حقيقت انسان جي تصورن ۽ سندس وجدان جي رد عمل جو تعبير آهن ۽ انسان جي وجدان ۾ هستي ۽ زندگي جي جيڪا ۽ جهڙي تصوير موجود هوندي آهي، اهي سڀ ڪاوشون انهيءَ جو عڪس هونديون آهن. هي سڀ ڳالهيون اهڙيون آهن جن کي اسلامي

تصور نہ صرف پنهنجي ضابطي هيٺ آڻي ٿو بلڪ هڪ مومن ۽ مسلم جي وجدان ۾ انهيءَ جي تخليق به ڪري ٿو. ڇو ته ڪائنات بابت اسلامي تصور، انسان جي وجود ۽ زندگي جي سڀني شعبن مٿان حاوي هوندو آهي، ۽ انهن سڀني شعبن جو پنهنجي خالق سان جيڪو تعلق آهي انهيءَ جي پڻ رهنمائي ڪري ٿو. انهيءَ جو خاص موضوع آهي.

”انسان جي حقيقت ۽ ڪائنات ۾ هن جي حيثيت
هن جو مقصد وجود، هن جو منصبي فرض ۽
هن جي زندگيءَ جا حقيقي اصول ۽ قدر !!“

اهي سڀ اسلامي تصور جا ضروري حصا آهن. ڇو ته اسلامي تصور رڳو هڪ فڪري ۽ خالي خولي ڍانچو نہ آهي. بلڪ هڪ جيئرو جاڳندو فعال، اثر انگيز ۽ محرڪ حقيقت جو نالو آهي، جيڪو انهن سڀني جذبن ۽ تاثرن تي پنهنجي حڪمراني هلائي ٿو جيڪي انسان جي اندر ۾ پيدا ٿيندا رهن ٿا. (۱)

مطلب تہ فڪر ۽ فن جو اسلامي تصور ۽ ان کي رباني سرچشمي سان وابستہ ڪرڻ جو بحث هڪ مفصل گفتگو جي تقاضا ڪري ٿو تہ جيئن انهيءَ مسئلي جي وضاحت سان هن پهلو ۾ بہ الله جي ڪامل بندگيءَ جو اظهار ٿئي، ۽ جيئن جو اسان هيٺ عرض ڪيو آهي تہ موجوده دور جي تعليميافتہ ۽ خود مسلمانن لاءِ بہ (جيڪي الله جي حاڪميت ۽ قانون ساز هجڻ تي ايمان رکن ٿا) هي بحث نرالو ۽ نهايت دلچسپ ثابت ٿيندو.

---

(۱) هي اقتباس محمد قطب جي ڪتاب ”منهج الفن الاسلامي“ مان ورتو ويو آهي، مصنف انهيءَ ڪتاب جي طرف اشارو ڪيو آهي.

## اهڙي علم جن ۾ انسان، خدائي وحي جو پابند آهي

مسلمان کي هي اختيار حاصل نه آهي ته هو ڪنهن اهڙي معاملي ۾ جنهن جو تعلق هستي جي عام تصور، اخلاق ۽ دنيا جي معاملن، قدرن ۽ معيارن، سياست ۽ اجتماع، معيشت جي اصولن ۽ قاعدن، انساني سرگرمين جي بنياد ۽ ان جذبي جي معني سمجهائڻ يا انساني تاريخ جي تعبير سان هجي، الله کان سواءِ ڪنهن ٻي ذات ۽ سرچشمي کان رهنمائي ۽ روشني حاصل ڪري. اهڙيءَ ريت مسلمان هن ڳالهه جو به پابند آهي ته هو انهيءَ رهنمائي ۽ روشني کي حاصل ڪرڻ واسطي اهڙي مسلمان کي پنهنجو ذريعو بڻائي، جنهن جي دين ۽ تقويٰ تي ڪيس ڀروسو حاصل هجي ۽ جنهن جي عقيدي ۽ عمل ۾ تضاد ۽ دورنگي نه هجي.

## اهڙي علم جن ۾ انسان خدائي وحي جو پابند نه آهي

البت مسلمان کي هي اختيار حاصل آهي ته هو مجرد علمن جي تعليم مسلمانن ۽ غير مسلمانن کان به حاصل ڪري سگهي ٿو. مثال طور ڪيميا ( Chemistry ) طبعيات (Physics) حياتيات (Biology) فلڪيات (Astronomy) طبُ (Medicine) صنعت ( Industry ) زراعت ( Agriculture ) انتظام ( Administration ) ( سو به صرف فني حد تائين ) ٽيڪنالاجي، جنگي ساز و سامان جو علم ( فني لحاظ کان ) ۽ انهن جهڙا ٻيا علم ۽ فن حالانڪ اصل اصول اهو آهي ته جڏهن مسلم معاشري جو وجود قائم ٿي وڃي ته اهو پاڻ ڪوشش ڪري ته انهن سڀني سائنسي ميدانن ۽ علمن ۾ تمام زبردست صلاحيت پيدا ڪري. ڇو ته اهي سڀ علم ۽ فن فرض ڪفايه جي حيثيت رکن ٿا. انهن علمن ۾ ڪجهه ماڻهن کي لازمي طور تي زبردست

صلاحيت ۽ مهارت حاصل ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن اهي صلاحيتون پيدا نہ ڪيون وينديون ۽ اهڙي فضا بہ موجود نہ ڪئي ويندي جنهن ۾ انهن صلاحيتن کي ترقي ڪرڻ جو پورو موقعو حاصل ٿئي، انهن تي باقاعدي عمل ٿئي ۽ انهن جا مفيد نتيجا نڪرن تہ پوءِ سڄو معاشرو مجموعي حيثيت کان گنهگار ٿيندو. ليڪن جيستائين اهو سڀ ڪجهہ ميسر نہ ٿئي تہ پوءِ مسلمان کي اجازت آهي تہ هو اهي علم ۽ فن ۽ انهن علمن جي تشريح ۽ سمجهاڻي مسلمان توڙي غير مسلم کان بہ حاصل ڪري سگهي ٿو، ۽ مسلم ۽ غير مسلم ٻنهي جي محنتن ۽ تجربن مان فائدو حاصل ڪري سگهي ٿو، ۽ بنا ڪنهن فرق جي اهي خدمتون مسلم ۽ غير مسلم کي سونپي سگهي ٿو. اهي انهن ڳالهين ۾ شامل آهن جن جي باري ۾ رسول الله ﷺ فرمايو آهي.

”انتم اعلم بامور دنياكم“

(توهان پنهنجي دنيوي ڳالهين کي زياده ڄاڻو ٿا)

ٻئو وچي تہ انهن علمن جو تعلق انهن شين سان نہ آهي جن جو تعلق مسلمان جي حيات و ڪائنات جي عقيدي سان آهي، ۽ نہ انهن جو تعلق انسان ۽ انسان جي مقصد تخليق ۽ انسان جي ذمہ داري جي حقيقت ۽ اردگرد جي ڪائنات سان انسان جي لڳ لاڳاپن جي نوعيت ۽ خود خالق هستي سان انسان جي تعلق جهڙن مسئلن سان آهي. انهن علمن جو تعلق انهن اصولن قانونن ۽ شريعت جي حڪمت سان بہ نہ آهي جيڪي فرد ۽ جماعت جي زندگيءَ جي تنظيم ڪن ٿا. اخلاق ۽ آداب ۽ رسمن ۽ روايتن ۽ انهن قدرن ۽ معيارن سان بہ انهن علمن جو تعلق نہ آهي جن جي هٿ ۾ معاشري جي واڳ هوندي آهي، ۽ جيڪي معاشري ۾ پنهنجا نقش ۽ نشان ڇڏيندا آهن. تنهن ڪري انهن علمن جي حاصل ڪرڻ ۾ مسلمان کي

هي خطرو نہ آهي تہ سندس عقيدي ۾ ڪا خرابي پيدا ٿي ويندي يا هو جهالت جي طرف واپس وري ويندو.

ليڪن جيستائين انساني جدوجهد جي توجيہ جو تعلق آهي ٻوہ ڪٿي اها جدوجهد انفرادي صورت ۾ هجي يا اجتماعي صورت ۾ —— ۽ انهيءَ جدوجهد جو تعلق جيئن تہ سڌو سنئون خود انسان جي ذات ۽ انساني تاريخ جي نظرين سان آهي ——— اهڙيءَ ريت جيتري حد تائين هن ڪائنات جي آغاز، زندگي جي ابتدا، ۽ خود انسان جي ابتدا ۽ تعبير ۽ توجيہ جو تعلق آهي تہ جيئن انهن سڀني ڳالهين جو تعلق ماوراء الطبعيات ( Metaphysics ) سان آهي ۽ ڪيمسٽري، فزڪس، علم فلڪيات ۽ طب وغيره سان ان جو تعلق نہ آهي تنهن ڪري انهن جي اهائي حيثيت آهي جيڪا انساني زندگي ۽ انساني ڏڪ ڏوڙ ۽ ڪوشش کي منظم ڪرڻ وارن اصولن ضابطن ۽ قاعدن قانونن جي آهي. جيئن تہ مٿي بيان ڪيل حقيقتن جو سڌو سنئون رشتو عقيدي ۽ نظرئي سان ملي ٿو، تنهن ڪري ڪنهن بہ مسلمان لاء اهو جائز نہ آهي تہ هو انهن ڳالهين جي ڄاڻ ۽ رهنمائي مسلمان کان سواء ڪنهن ٻئي کان حاصل ڪري مگر اها رهنمائي صرف انهيءَ مسلمان کان حاصل ڪرڻي اٿس جنهن جي دين ۽ پرهيز گاري تي کيس پورو پورو ڀروسو هجي، ۽ هن کي پختو يقين هجي تہ اهو مسلمان انهن ڳالهين ۾ صرف الله تبارڪ و تعاليٰ کان رهنمائي حاصل ڪري ٿو. اصل غرض هي آهي تہ مسلمان جي احساس ۽ شعور ۾ هي حقيقت پوري طرح ذهن نشين ٿي وڃي تہ انهن مڙني ڳالهين جو تعلق عقيدي سان آهي ۽ هو هي ڳالهہ چڱيءَ طرح ڄاڻي وٺي تہ انهن ڳالهين ۾ خدائي وحي مان روشني حاصل ڪرڻ الله جي بندگيءَ جي لازمي تقاضا يا وري انهيءَ شهادت جو اڻ ٽر نتيجو آهي جنهن

۾ هي اعلان ڪيو ويو آهي ته الله کان سواءِ ڪوبه ٻيو معبود نه آهي ۽ محمّد ﷺ الله جو رسول آهي.

البت هن ڳالهه ۾ ڪا به قباحت نه آهي ته هڪ مسلمان انهن ڳالهين ۾ جهالت طرفان ٿيل تحقيق ۽ ڪاوشن جي سيني نتيجن ۽ اثارن کي ڪڙڪائي ڏسي. ليڪن هن نظرئي سان هرگز نه ته ڪو هو انهن ڳالهين جي روشنيءَ ۾ پنهنجي تصور نظرئي ۽ ادراڪ لاءِ ڪو مواد ۽ رهنمائي حاصل ڪري. ليڪن صرف اهو چاڻڻ لاءِ ته جهالت انحراف ۽ نافرمانيءَ جون ڪهڙيون واٽون اختيار ڪيون آهن ۽ پڻ اهو معلوم ڪرڻ لاءِ ته انهن انساني گمراهين کي آخر ڪيئن ختم ڪري سگهجي ٿو ۽ ڪهڙي ريت انسان جي ڏنگاين کي سنئين رستي جو سونهون ڪري انسان کي اسلامي تصور زندگي ۽ اسلامي عقيدي جي تحت صحيح اصولن سان هم ڪنار ڪري سگهجي ٿو.

## انساني علمن تي جهالت جا اثر

فلسفي، تاريخ انساني جي تعبير علم نفس (انهن مشاهدن ۽ اختلافي رائن کي ٻاسيرو ڪري جيڪي "تعبير ۽ توجيه" سان بحث نه ٿا ڪن) اخلاقيات، مذهب ۽ مذهبن جو تقابلي مطالعو، سماجي ۽ عمراني علم (مشاهدن، اعداد و شمار ۽ سڌي سنئين حاصل ڪيل معلومات کي ڇڏي صرف انهيءَ حد تائين جيڪي انهيءَ معلومات ۽ مشاهدن مان حاصل ڪيا ويا آهن ۽ اهي بنيادي نظريا جيڪي انهن علمن جي بنياد تي اوسر وٺن ٿا).

مطلب ته انهن مڙني علمن جو وڏي پاڳي رخ ۽ نشان منزل پوءِ اهو قديم هجي يا جديد، ثابت ٿيو آهي ته اهو هر دور ۾ پنهنجي جاهل عقيدن ۽ خرافات کان بهرحال سڌو سنئون متاثر ٿيو آهي. اجا به جاهل اعتقادن ۽ خرافات جي بنياد تي انهن جي عمارت پڻي تعمير ٿي آهي. اهوئي ڪارڻ آهي.

جو انهن علمن سان زياده تر علم پنهنجي بنيادي اصولن جي لحاظ کان مذهب سان جنگ جوٽيو بيٺا آهن ۽ مذهب جي تصور ۽ نظرئي سان عام طرح ۽ اسلامي تصور سان خاص طرح لکل يا ظاهر دشمني رکن ٿا.

انساني فڪر ۽ علم جا اهي گوشا، اهڙي اهميت نه ٿا رکن جيڪا ڪيمسٽري، فزڪس، فلڪيات، حياتيات ۽ طب وغيره کي حاصل آهي. انهيءَ شرط سان ته آخر ۾ ذڪر ڪيل علم صرف عملي تجربن ۽ عملي نتيجن جي حد تائين رهن، ۽ انهيءَ حد کي اورانگهي فلسفيانه تاويلن ۽ توجيهن (جيءَ اهي ڪٿي ڪهڙي به صورت ۾ هجن) جي منزل تائين نه وڃي پهچن جيئن جو مثال طور "ڊارون ازم" علم حياتيات ۾ مشاهدن جي اثبات ۽ ترتيب جو ڪم سرانجام ڏيندي، ڏيندي پنهنجي جائز حدن کي اورانگهي سواءِ ڪنهن دليل ۽ حجت جي بلڪ سواءِ ڪنهن ضرورت جي، رڳو جذبات جي جوش ۾ اچي هي نظريو به پيش ڪري ڇڏيو ته زندگيءَ جي شروعات ۽ ان جي ارتقا لاءِ طبعي دنيا کان بالاتر ڪنهن قوت جي وجود کي مڃڻ جي منڍون ڪا ضرورت ئي نه آهي.

مسلمانن وٽ انهن معاملن ۽ حقيقتن جي باري ۾ پنهنجي پروردگار عالم جي طرف کان ضروري ۽ اٽل معلومات پهچي چڪي آهي ۽ اها معلومات اهڙي ته اعليٰ ۽ اوچي مقام واري آهي جو ان جي ڀيٽ ۾ انساني معلومات ۽ محنت نهايت ڪمتر، هيچ ۽ ڪريل درجي جي معلوم ٿئي ٿي، ليڪن ڏسو ته انهيءَ جي باوجود انسان هرو ڀرو انهيءَ دائري ۾ اچي دخل ڏئي ٿو جن جو تعلق سڌو سنئون عقيدي ۽ خدا جي بندگي سان آهي.

## ثقافت ۽ صيهونيت

هي ڳالهه ته ثقافت هڪ انساني ميراث آهي، هي ڪنهن

خاص وطن جي حد تائين محدود نہ آهي، نہ انجي ڪا خاص قوميت آهي نہ ان جو ڪنهن مقرر ٿيل مذهب سان رشتو آهي، ـــــ هي بيان سائنسي ۽ فني علمن ۽ انهن جي علمي تشريح جي حد تائين تہ صحيح آهي، ليڪن اهو بہ انهيءَ شرط سان تہ اسين انهن علمن جي حد اورانگهي انهيءَ منزل تائين تجاوز نہ ڪري وڃون جو انهن علمن جي نتيجن جي فلسفيانہ تعبير ( Metaphysical interpretatio n ) ڪرڻ لڳون ۽ اڳتي وڌي، انسان ۽ انسان جي ڪاوش ۽ جد و جهد، ۽ انساني تاريخ جي فلسفيانہ تاويلن جي چڪر ۾ اچي وڃون، ۽ فن ۽ ادب ۽ وجداني تعبير جي ظاهري صورتن جي حد تائين فلسفيانہ سمجهاڻيون پيا ڏيندا وتون، در اصل ڏنو وڃي تہ ثقافت جي باري ۾ اهو نظريو جنهن کي مٿي اسان بيان ڪري آيا آهيون عالمي يهوديت ـــــ جي مختلف چالن مان هڪ چال آهي، جنهن جو بنيادي مقصد اهو آهي تہ سيني حدن ۽ پابندين کي جن ۾ سڀ کان اول عقيدي ۽ مذهب جون حدون ۽ پابنديون آهن ـــ انهن کي لتاڙيو وڃي تہ جيئن يهوديت جو زهر سڄي دنيا جي جسم ۾ جذهن اها دنيا بي حس، مخمور ۽ اڌ مُئي ٿي چڪي هجي، تہ آساني سان داخل ٿي وڃي ۽ پوءِ يهودين کي دنيا ۾ پنهنجي شيطاني سرگرمين کي جاري رکڻ جي پوري آزادي حاصل هجي، انهن سرگرمين ۾ سڀ کان وڏي سرگرمي وياج جو ڪاروبار آهي. جنهن جو مقصد اهو آهي تہ سڄي انسان ذات جي رت ۽ پگهر جو پورهيو، انهن يهودي ادارن جي قبضي ۾ هليو وڃي جيڪي وياج جي بنياد تي هلي رهيا آهن.

اسلام جي آڏو انهن سيني سائنسي ۽ فني علمن ۽ انهن جي عملي تجربن جي پس منظر ۾ ٻن قسمن جون ثقافتون ڪارفرما آهن. هڪ اسلامي ثقافت جنهن جو بنياد اسلامي نظريہ حيات

تي قائم آهي ۽ ٻي جاهل ثقافت، جنهن جو بنياد ظاهر ۾ جدا جدا طريقن ۽ نظرين تي قائم ٿيل آهي ليڪن در حقيقت انهن سڀني جو بنياد ۽ پاڙ هڪ ئي آهي، ۽ اها آهي انساني فڪر کي خداوندي مقام ڏيڻ جي دعويٰ ۽ جذبو، ته جيئن ڪنهن ڳالهه جي غلط يا برابر ٿيڻ جو فيصلو الله جي حضور ۾ پيش نه ڪيو وڃي. اسلامي ثقافت انسان جي سمورن فڪري ۽ عملي سرگرمين جي مڪمل رهنمائي ڪري ٿي ۽ انهن کي پنهنجي رحمت ڀري ڀاڪر ۾ جهلڻ جي پوري صلاحيت رکي ٿي، ۽ انجو دامن اهڙن اصولن ۽ قاعدن، طريقن ۽ خاصيتن سان مالا مال آهي جيڪي نه صرف انهن سرگرمين جي پاڻ وڌيڪ ترقي ۽ اوج جي ضمانت ڏين ٿيون بلڪ انهن کي ابدي حيات ۽ حسن به عطا ڪن ٿيون.

## يورپ جا تجربا اسلامي علوم جي دور جي پيداوار آهن

هن حقيقت کان ڪنهن کي به بي خبر نه رهڻ گهرجي ته تجرباتي علم ( Empirical Sciences ) جيڪي موجوده دور ۾ يورپ جي صنعتي تهذيب جا روح روان آهن، انهن جي جنم ڀومي يورپ نه آهي بلڪ اسپين ۽ مشرق جي مسلمان ملڪن جون اسلامي يونيورسٽيون آهن. انهن علمن جا بنيادي اصول اسلام جي انهيءَ تعليم ۽ هدايتن تان حاصل ڪيا ويا هئا جن ۾ ڪائنات ۽ ان جي فطرت ۽ انجي سيني ۾ دفن ٿيل طرح طرح جي ذخيرن ۽ خزانن جي طرف واضح اشارا موجود آهن. بعد ۾ انهيءَ بنياد تي ئي يورپ ۾ هڪ مستقل علمي تحريڪ برپا ٿي ۽ وقت جي رفتار سان اها ترقي ۽ تڪميل جا مرحلا طئي ڪندي رهي. انهيءَ ئي عرصي ۾ عالم اسلام جو هي حال ٿي ويو جو هو اسلام کان دور ٿيندو ويو.

جنهن جي نتيجي ۾ اسلامي دنيا ۾ هي علمي تحريڪ پهريائين جمود ۽ لاپرواهي جو شڪار ٿي ۽ پوءِ آهستي آهستي ختم ٿي ويئي. انهيءَ جي خاتمي ۾ ڪيترن ئي سببن کي دخل هو. ڪجهه سبب انهيءَ وقت جي اسلامي معاشري جي قائم ٿيل داخلي نظام ۾ موجود نظر پئي آيا ۽ ڪجهه سبب اهي آهن جڏهن صليبي ۽ صيهوني (عيسائي ۽ يهودي) اسلامي دنيا مٿان لڳاتار حملا پئي ڪيا. يورپ اسلامي دنيا کان تجرباتي علمن جو جيڪو سبق حاصل ڪيو هو، انهيءَ جو رشتو هن اسلامي بنيادن ۽ اسلامي اعتقادن کان ڪپي ڇڏيو، ۽ نيٺ جڏهن يورپ چرچ کان (جيڪو خدائي بادشاهت ( Heavenly kingdom ) جي آڙ ۾ انسانن مٿان ظلم جا پهاڙ ڪيرائي رهيو هو) پنهنجو تعلق ختم ڪيو ته انهيءَ افراتفري جي دوران، هن تجرباتي علمن جي اسلامي طريقڪار کي الله تبارڪ و تعاليٰ جي هدايت کان محروم ڪري ڇڏيو. (۱) اهڙي ريت يورپ جو فڪري سرمايو مجموعي طور تي هر دور ۾ هر جڳهه جي جاهلي فڪر وانگر، هڪ بالڪل ئي نئين شئي بنجي پيو. جيڪو پنهنجي فطرت ۽ بنياد جي لحاظ کان اسلامي تصور لاءِ نه صرف اجنبي ۽ اوپرو هو ليڪن اسلامي تصور جو بالڪل ضد به هو ۽ انهيءَ سان سدائين سنئين جنگ جوٽيو بيٺو هو.

بهرحال هڪ مسلمان جو فرض آهي ته هو صرف اسلامي تصور زندگي جي اصولن ۽ قاعدن کي پنهنجو رهنما بنائي ۽ صرف رب العالمين جي هدايت مان ئي نور بصيرت حاصل ڪري جيڪڏهن هو انهيءَ هدايت مان سڌو سنئون فيض حاصل ڪرڻ

(۱) ڏسو ڪتاب ”المستقبل لهذالدين“ باب: ”الفصام النڪد“

جي قدرت رکي ٿو تہ ٺيڪ آهي ٻي صورت ۾ جيڪڏهن هن کي اها قدرت حاصل نہ هجي تہ پوءِ کنهن اهڙي خدا پرست مسلمان کان اها هدايت حاصل ڪري جنهن جي دين ۽ تقويٰ تي هن کي پروسو هجي ۽ جنهن کي هو پنهنجي مڪمل دلي اطمينان سان پنهنجي علم جو ذريعو بنائي سگهندو هجي.

## علم ۽ علم جي ذريعي ۾ حد قائم ڪرڻ درست نہ آهي

هي نظريو تہ علم جدا شئي آهي ۽ ذريعہ علم جدا، تہ اسلام انهيءَ نظرئي کي انهن علمن جي باري ۾ تسليم نہ ٿو ڪري جن علمن جو تعلق انهن تفصيلن سان آهي جيڪي هستي ۽ زندگي اخلاق ۽ قدر، عادتن ۽ رسمن رواجن، انساني نفس ۽ انساني جدوجهد جي متعلق جيڪي ڪجهہ علمي ڇاڻ آهي، انهيءَ باري ۾ اهي انسان جي نقطہ نظر تي اثر انداز ٿيندا آهن. بي شڪ اسلام انهيءَ حد تائين تہ رواداري اختيار ڪري ٿو تہ هڪ مسلمان ڪنهن غير مسلمان يا ناخدا ترس مسلمان کي ڪيمسٽري، فزڪس، فلڪيات، طب، صنعت ۽ زراعت، انتظام ۽ اهڙن ٻين فنن ۾ پنهنجو مددگار بنائي، ۽ اهو بہ انهيءَ حالت ۾ جڏهن ڪو اهڙو خدا پرست مسلمان نہ ملي سگهي جيڪو انهن فنن جي تعليم ڏيئي سگهي ـــــ هوبهو اهائي صورت حال اڄ انهن مائهن کي درپيش آهي جيڪي پنهنجو پاڻ کي مسلمان ڪوٺرائين ٿا. اها صورت حال انهيءَ سبب ڪري پيدا ٿي آهي جو هي مسلمان پنهنجي دين کان ۽ دين جي طريقي کان دور ٿي چڪا آهن ۽ اسلام جي انهيءَ تصور کي وساري چڪا آهن جيڪو انهيءَ خلافت الاهي جي تقاضائن کي پوري ڪرڻ ۽ انهن علمن ۽ تجربن ۽ مختلف قسم جي صلاحيتن جي باري ۾ پيش ڪيو ويو آهي جيڪي علم ۽ فن خلافت

جي نظام کي خدا جي مرضي مطابق سرانجام ڏيڻ لاءِ ضروري ۽ اڻ ٽر آهن. بهرحال مجرد علمن جهڙوڪ فزڪس، ڪيمسٽري ۽ طب وغيره جي حد تائين ته اسلام مسلمان کي اجازت ڏئي ٿو ته هو ڪنهن غير مسلم کان مدد حاصل ڪري، ليڪن اسلام هن ڳالهه جي بنه اجازت نه ٿو ڏئي ته هو پنهنجي عقيدي جي اصول، پنهنجي زندگي جي نظرئي ۽ بنياد، قرآن جي تفسير، حديث ۽ سيرت، نبي اڪرم ﷺ جي تشريح، تاريخ جي فلسفي حرڪت جي فلسفيانه تعبير، پنهنجي معاشري جي عادتن ۽ رسمن رواجن، پنهنجي حڪومت جي نظام، پنهنجي سياست جي جوڙجڪ، پنهنجي ادب ۽ فن ۽ ان جي بنيادي نظرئي وغيره جهڙن اهم ۽ بنيادي ڳالهين لاءِ رهنمائي ۽ سمجهاڻي ڪنهن غير اسلامي نظرئي ۽ اصول کان حاصل ڪري. يا وري ڪنهن اهڙي مسلمان کي مٿي بيان ڪيل اصولن لاءِ پنهنجو رهنما ۽ ذريعو بنائي، جيڪو نه پرهيزگار هجي ۽ نه هن وٽ خوف خدا هجي.

اوهان سان هي ڳالهه اهو شخص ڪري رهيو آهي جنهن پنهنجي عمر جا پورا چاليهه ورهيه ڪتابن جا ورق اٿلائيندي گذاريا آهن، ۽ انهيءَ سڄي عرصي ۾ انهيءَ جو صرف اهو ڪم رهيو آهي ته انساني علم ۽ تحقيق، جدا جدا ميدانن ۾ جيڪي نتيجا موجود ڪري ڏنا آهن. انهن جو زياده کان زياده مطالعو ۽ اڀياس ڪري، علم ۽ تحقيق جا ڪجهه شعبا ته اهي هئا جن ۾ خاص مهارت ( Specialise ) حاصل ڪري رهيو هو ۽ باقي بي علمي دنيا ۾ هن پنهنجي طبعي لاڙي ۽ فطري رغبت جي تحت پٺي جاکوڙ ڪئي. انهيءَ علم ۽ ڄاڻ جي سرمائي ۽ ڌن کي جهولي ۾ ڪئي جڏهن هن پنهنجي اصل عقيدي ۽ سرچشمي جي طرف ڌيان ڏريو ۽ انهن جو مطالعو ڪيو ته هن کي معلوم ٿيو

ته جيڪي ڪجهه هن اڄ سوڌو پڙهيو آهي، اهو انهيءَ عقيدي واري آڻاه ۽ اڻ ڪٿ سرچشمي جي ڀيٽ ۾ نهايت حقير ۽ بي وزن آهي. (بلڪ انهيءَ کي حقير ۽ بي وزن هئڻ ٿي گهرجي) هو انهيءَ ڳالهه تي نادم نه آهي ته هن پنهنجي زندگي جا چاليهه سال ڪهڙين ڳالهين ۾ کپايا. جو ته هن انهيءَ مدت ۾ جهالت جا پڌرا پول چڱيءَ ريت ڏٺا آهن، هن جهالت جي سچائي ۽ محرومي جو مشاهدو ڪيو آهي، جهالت جي پستي جو اندازو ڪيو آهي، هن جي خالي خولي ۽ هتراد و هنگامه آرائي ۽ هٺا هٺو کي ڏٺو آهي ۽ ان جي غرور ۽ هٺ ۽ هوڏ کي خوب پرکيو آهي، ۽ هن کي يقين ٿي ويو ته هڪ مسلمان علم جي انهن ٻنهي متضاد ذريعن يعني خدا واري ذريعي ۽ جهالت واري ذريعي کان هڪ ئي وقت ڪو فائدو ۽ گهربل مقصد حاصل ڪري نه ٿو سگهجي.

انهيءَ جي باوجود هي منهنجي ڪا ذاتي راءِ نه آهي، جو ته هي معاملو انهيءَ ڳالهه کان گهڻو ڪجهه وڌيڪ آهي، جو انهيءَ ۾ ڪنهن شخص جي ذاتي راءِ جي بنياد تي فيصلو ڪيو وڃي. خدا جي ميزان ۾ انهيءَ معاملي جو جيڪو وزن آهي انهيءَ جي ڀيٽ ۾ ڪنهن مسلمان جي راءِ تي اعتماد يا عدم اعتماد جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. هي ته الله ۽ انجي رسول جو فرمان آهي ۽ انهيءَ فرمان کي ئي اسان انهيءَ معاملي ۾ حرف آخر قرار ڏيون ٿا ـــ اسين انهيءَ معاملي ۾ الله ۽ انجي رسول جي طرف رجوع ڪريون ٿا جيئن جو مومنن جو اهوئي ڪردار ۽ رويو هئڻ گهرجي ته هو پاڻ ۾ ڪنهن اختلاف واري ڳالهه کي خدا ۽ انجي رسول جي حضور ۾ کڻي وڃن. مسلمان امت جي باري ۾ يهودي ۽ نصارا جيڪي پنهنجي اندر ۾ ساڙ ساڙيندو ويٺا هوندا آهن الله تبارڪ و تعاليٰ انهن کي بي نقاب ڪندي فرمائي ٿو.

وَدَّ كَثِيرٌ مِّنْ أَهْلِ الْكِتَابِ لَوْ يَرُدُّونَكُم مِّن بَعْدِ إِيمَانِكُمْ كُفَّارًا حَسَدًا مِّنْ عِندِ أَنفُسِهِم مِّن بَعْدِ مَا تَبَيَّنَ لَهُمُ الْحَقُّ ۖ فَاعْفُوا وَاصْفَحُوا حَتَّىٰ يَأْتِيَ اللَّهُ بِأَمْرِهِ ۗ إِنَّ اللَّهَ عَلَىٰ كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ ۔
( بقره: ١٠٩ )

ترجمو:- "اهل ڪتاب مان اڪثر ماڻهو هي چاهين ٿا ته ڪنهن طرح توهان کي ايمان کان ڦيري ڪفر جي طرف موٽايو وڃي. پنهنجي نفس جي حسد جي بنياد تي. انهيءَ کان بعد جو حق انهن تي ظاهر ٿي چڪو آهي. بس عفو ۽ درگذر کان ڪم وٺو، ايستائين جو الله ٿي پنهنجو فيصلو نافذ ڪري ڇڏي. بي شڪ الله هر شئي تي قدرت رکي ٿو.

وَلَن تَرْضَىٰ عَنكَ الْيَهُودُ وَلَا النَّصَارَىٰ حَتَّىٰ تَتَّبِعَ مِلَّتَهُمْ ۗ قُلْ إِنَّ هُدَى اللَّهِ هُوَ الْهُدَىٰ ۗ وَلَئِنِ اتَّبَعْتَ أَهْوَاءَهُم بَعْدَ الَّذِي جَاءَكَ مِنَ الْعِلْمِ ۙ مَا لَكَ مِنَ اللَّهِ مِن وَلِيٍّ وَلَا نَصِيرٍ ۝
( بقره: ١٢٠ )

ترجمو:- " يهودي ۽ عيسائي توکان هرگز راضي نه ٿيندا جيستائين تون انهن جي طريقي تي هلڻ نه لڳين. صاف چئي ڇڏيو ته الله جي هدايت ئي هدايت آهي، ۽ جيڪڏهن توهان انهيءَ علم کان پوءِ، جيڪو توهان وٽ اچي چڪو آهي انهن ( يهود ۽ نصارا ) جي خواهشن جي پيروي ڪئي ته ( پوءِ ) الله جي پڪڙ کان بچائڻ وارو ڪو دوست ۽ مددگار تنهنجي لاءِ نه آهي."

يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا إِن تُطِيعُوا فَرِيقًا مِّنَ الَّذِينَ أُوتُوا الْكِتَابَ يَرُدُّوكُم بَعْدَ إِيمَانِكُمْ كَافِرِينَ
( آل عمران ١٠٠ )

ترجمو :- ”اي ايمان وارو! جيڪڏهين توهان انهن اهل ڪتاب مان ڪنهن هڪ ٽولي جي ڳالهه مڃي ته (پوءِ) هي توهانکي وري ڪفر جي طرف ڦيري وٺي ويندا“.

رسول الله ﷺ جو ارشاد مبارڪ جنهن کي حافظ ابويعلي بروايت حماد ۽ شعبي جي حضرت جابر رضي الله تعاليٰ عنه کان نقل ڪيو آهي، اهو قرآن حڪيم جي ارشادن جي وڌيڪ تشريح ڪري ٿو. حضور اڪرم ﷺ ارشاد فرمائين ٿا.

لاتسألوا اهل الکتاب عن شيء فانهم لن يهدوکم وقد ضلوا، وانکم اما أن تصدقوا بباطل، واما ان تکذبوا بحق، و انه والله لو کان موسى حيًا بين اظهرکم ماحل له الا أن يتبعني.

ترجمو :- ”اهل ڪتاب کان ڪنهن به شي جي باري ۾ پڇا نه ڪريو. (ڇو ته) اهي توهان کي سڌو رستو نه ٻڌائيندا اهي پاڻ پنهنجو رستو گم ڪيو ويٺا آهن. جيڪڏهن انهن جي ڳالهه مڃيو ته (پوءِ) يا ته توهان ڪنهن باطل جي تصديق يا ڪنهن صحيح ڳالهه جي تڪذيب ڪري ويهندؤ. خدا جو قسم جيڪڏهن موسيٰ به توهان جي درميان زنده هجي ها ته انهيءَ لاءِ به منهنجي پيروي ڪرڻ کان سواءِ ڪو بيو رستو اختيار ڪرڻ جائز نه هجي ها.“

هيئنئر جڏهن الله تبارڪ و تعاليٰ ۽ انجي رسول مسلمانن جي باري ۾ يهودين ۽ نصارن جي انهن خطرناڪ عزم ۽ ارادن کي بالڪل قطعي ۽ چٽي سمجهاڻيءَ ۾ واضح فرمائي ڇڏيو آهي ته پوءِ انهيءَ بعد هي حد درجي جي اڻ ڄاڻائي ۽ اندڙ جهڙي ڳالهه ليکندي جو هڪ گهڙيءَ لاءِ به اها خوش فهميءَ رکي وڃي ته يهودين ۽ نصارن مان عقيدن يا اسلامي تاريخ جي باري ۾ جيڪو بحث ڪندا آهيون يا هو مسلم معاشري جي نظام يا مسلم سياست يا مسلم معيشت جي باري ۾ جيڪي

تجويزون پيش ڪندا آهن، انهن جو بنياد ڪنهن نيڪ نيت ۽ سچائيپ تي ٿي سگهي ٿو. يا مسلمانن جي ڀلائي ۽ بهبود جو هنن کي اونو هوندو آهي، يا سچ پچ هو هدايت ۽ روشنيءَ جا طالب آهن. جيڪي ماڻهو الله تعالى جي پڌري اعلان ۽ قطعي فيصلي کان پوءِ به انهن جي باري ۾ ڪو سهڻو گمان رکن ٿا ته پوءِ انهن جو عقل ۽ دانش ماتم ڪرڻ جي قابل آهي.

اهڙيءَ ريت الله تبارڪ و تعالى هي به طئي فرمائي ڇڏيو آهي ته:

”قل إن هدالله هوالهدى“

يعني: ”الله جي هدايت ئي اصل هدايت آهي“

انهيءَ ارشاد رباني هن ڳالهه جو به فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ته الله تبارڪ و تعالى جي تعليم ئي اهو واحد سرچشمو ۽ مأخذ آهي جنهن جي طرف مسلمانن کي پنهنجي سمورن معاملن لاءِ رجوع ڪرڻ گهرجي. خدا جي هدايت کي پٺيءَ ڏيڻ بعد گمراهي ۽ در در اجائي ڀٽڪڻ کان سواءِ ٻيو ڪي به هٿ حاصل نه ٿيندو. بلڪ الله سائين جي هدايت ۽ سرچشمي کان سواءِ ٻيو ڪو اهڙو مرڪز ۽ هدايت جو رستو منڍون آهي ئي ڪين، جتان روشني ۽ نور حاصل ڪري سگهجي. مٿي ذڪر ڪيل آيتن ۾ جو هي فرمايو ويو آهي ته الله جي هدايت ئي در اصل سچي هدايت آهي ته انهي انداز بيان ۽ واضح حڪمن مان ئي اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته وحي الاهي کان پوءِ جيڪي ڪجهه آهي اهو ضلال ۽ جهالت، گمراهي، ڏنگائي ۽ بد بختي ئي آهي. آيت جو اهو مفهوم ۽ مطلب ايتري قدر ته پڌرو ۽ چٽو آهي جو انهيءَ ۾ ڪنهن شڪ ۽ تاويل جي ڪا گنجائش ئي ڪانه آهي.

قرآن حڪيم ۾ هي قطعي حڪم به موجود آهي ته انهي

ماڻهو سان ڪوبہ واسطو وڙو نہ رکيو وڃي، جيڪو الله جي ذڪر کان منهن موڙي ٿو ۽ جيڪو صرف ڏن دولت جي ڪٺي ڪرڻ ۽ انجي ڳولا ۾ رڌل آهي. قرآن حڪيم اهڙي ماڻهو جي باري ۾ بہ هيءَ وضاحت ڪري ڇڏي تہ اهڙو شخص صرف گمان ۽ قياس جو پوڄاري، آهي ۽ علم ۽ يقين جي انهيءَ کي پوري هوا بہ نہ لڳي آهي. قرآن مسلمانن کي گمان ۽ قياس جي پيروي ڪرڻ کان منع ڪري ٿو ۽ جنهن شخص جي نگاه حيات رڳو دنيا جي ظاهري ڏيک ويک تي ئي رهي ٿي، قرآن مجيد جي نظر ۾ اهڙو ماڻهو علم جي جوهر ۽ اک جي روشني ٻنهيءَ کان پالهو هوندو آهي. الله تعاليٰ جو ارشاد آهي:

فَاَعْرِضْ عَنْ مَّنْ تَوَلّٰى عَنْ ذِكْرِنَا وَلَمْ يُرِدْ اِلَّا الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا ذٰلِكَ مَبْلَغُهُمْ مِّنَ الْعِلْمِ اِنَّ رَبَّكَ هُوَ اَعْلَمُ بِمَنْ ضَلَّ عَنْ سَبِيْلِهٖ وَهُوَ اَعْلَمُ بِمَنِ اهْتَدٰى (النجم: ٢٩ کان ٣٠)

ترجمو:- ”جنهن شخص اسان جي ياد کان منهن موڙي ڇڏيو آهي ۽ هو دنيا جي زندگيءَ کان سواءِ ٻي ڪا خواهش نہ ٿو رکي تہ (پوءِ) انهيءَ ڏي ڌيان نہ ڏر. ان جي علم جي انتها صرف ايسائين ئي آهي. تنهنجو پروردگار خوب ڄاڻي ٿو انهيءَ شخص کي جيڪو الله جي راه کان ڀلجي چڪو آهي ۽ انهيءَ شخص کي جيڪو سڌي رستي تي هليو.“

يَعْلَمُوْنَ ظَاهِرًا مِّنَ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَهُمْ عَنِ الْاٰخِرَةِ هُمْ غَافِلُوْنَ (روم: ٧)

ترجمو:- ”هو صرف دنيا جي ظاهري زندگي کي ڄاڻين ٿا ۽ آخرت کان غافل آهن.“

هي ڪوتاه نظر، ظاهر پرست ۽ حقيقي علم کان ڪورو، اهوئي شخص ٿي سگهي ٿو جيڪو الله جي ذڪر کان غافل، ۽ صرف دنيا جي بي بقا زندگيءَ جو طلبگار هوندو. موجوده دور جي سيني سائنس دانن ۽ آرٽ ۽ فن جي ماهرن جو اهوئي حال آهي. هي ماڻهو جنهن علم جا علمبردار آهن. هي اهو علم نہ آهي جنهن جي باري ۾ هڪ مسلمان، انهيءَ علم جي ڄاڻ مٿان دل جي اطمينان سان ڀروسو ڪري سگهندو هجي، ۽ بنا ڪنهن ڀڙڪ ڪڇڻ جي اکيون ٻوٽي انهيءَ مان پنهنجو ٻلاند پرپندو وڃي. ليڪن انهيءَ علم جي معاملي ۾ مسلمان کي صرف انهيءَ حد تائين اجازت آهي تہ هو خالص علمي حد تائين انهيءَ مان ڪو فائدو حاصل ڪري. ليڪن انهيءَ علم کي زندگي جي باري ۾ ۽ انساني نفس ۽ انجي متعلق نظرين جي باري ۾ انهيءَ طرفان پيش ڪيل تعبير ۽ سمجهاڻي طرف هرگز ڌيان نہ ڏيڻ گهرجي. هي اهو علم بہ نہ آهي جنهن جي قرآن حڪيم بار بار تعريف ۽ واکاڻ ڪئي آهي. ارشاد ٿئي ٿو:

"هل يستوي الذين يعلمون والذين لا يعلمون"

ترجمو:- "ڇا علم وارا ۽ علم کان ڪورا برابر ٿي سگهن ٿا."

جيڪي ماڻهو پنهنجي مطلب ڪڍڻ خاطر اهڙين آيتن مان بنا ڪنهن موقعي ۽ نسبت جي اجايا دليل وٺندا آهن، اهي سراسر غلطي تي آهن. علم جي باري ۾ هي آخري فيصلو ڪندڙ ۽ حد قائم ڪندڙ بيان جنهن آيت ۾ موجود آهي، اها آيت هيءَ آهي.

أَمَّنْ هُوَ قَانِتٌ آنَاءَ اللَّيْلِ سَاجِدًا وَقَائِمًا يَحْذَرُ الْآخِرَةَ وَيَرْجُوا رَحْمَةَ رَبِّهِ ط قُلْ هَلْ يَسْتَوِي الَّذِينَ يَعْلَمُونَ وَالَّذِينَ لَا يَعْلَمُونَ ط إِنَّمَا يَتَذَكَّرُ أُولُوا الْأَلْبَابِ ○ (زمر : ٩)

ترجمو:- ”ڇا اهو جيڪو الله جي بندگي ڪري ٿو رات جي وقت سجدي ۽ قيام ۾، ۽ آخرت کان ڊڄي ٿو، ۽ پنهنجي رب جي رحمت جي اميد رکي ٿو، ٻڌايو ته ڇا برابر آهن اهي ماڻهو جيڪي سمجهه وارا آهن ۽ اهي جيڪي بي سمجهه آهن. بي شڪ عقل وارائي نصيحت حاصل ڪندا آهن.“

هي حق حو ٻانهو جيڪو رات جي تنهائين ۾ پنهنجي مالڪ جي آڏو پيشاني جهڪائي ٿو، (قيام ۽ سجدي ۾ هن جي لونءَ لونءَ پنهنجي رب کي پئي ثنواريندي آهي، هٿ ٻاڌائي پنهنجي احڪم الحاڪمين کان دعائون پنندو آهي. آخرت جي خوف کان هن جا انگ پيا ڏڪندا آهن، پنهنجي رب جي رحمت جي اميد جي آثار تي قلب ۽ نظر کي ايمان جي نور سان منور ڪندو آهي، ڏٺو وڃي ته اهوئي اهو خوش بخت انسان آهي جيڪو صحيح معنيٰ ۾ علم جي دولت جي زيور سان سينگاريل آهي ۽ اهو اهوئي علم آهي جنهن جو مٿي بيان ڪيل آيت سڳوري ۾ ذڪر موجود آهي. يعني اهڙو علم جيڪو رباني راهه جي طرف انسان جي رهنمائي ڪندو آهي، پرهيزگاري ۽ پاڪدامني جي نعمت سان هن کي اڏي ڇڏيندو آهي هي اهو علم نه آهي جيڪو انساني فطرت جي پاڙئي سڪائي ڇڏيندو آهي ۽ نيٺ هن کي الحاد ۽ انڪار خدا جي واٽ جو واٽهڙو بنائي ڇڏيندو آهي.

علم جو دائرو صرف عقيدن، ديني فرض، واجبن ۽ شريعت جي حڪمن جي علم تائين ئي محدود نه آهي، پر علم جو دائرو ڏاڍو وسيع آهي. انهيءَ جو تعلق جيترو عقيدن فرض ۽ شريعت جي حڪمن سان آهي، اوتروئي تعلق فطرت جي قانونن ۽ خلافت الاهي جي مصلحت ۽ مفاد تحت انهن قانونن جي تسخير سان به آهي، البت جنهن علم جو بنياد ايمان تي نه هوندو آهي، اهو انهي علم جي تعريف کان خارج آهي. جنهن طرف قرآن اشارو ڪري ٿو. جنهن شئي تي ايمان جو

بنياد رکيل آهي انهيءَ جي وچ ۾ انهن سڀني علمن جي وچ ۾ جن جو تعلق ڪائنات جي حڪمن ۽ فطرت جي قانونن سان آهي (مثلاً فلڪيات، حياتيات، طبعيات، ڪيميا ۽ طبقات الارض) هڪ مضبوط قسم جو رشتو موجود آهي. هي سڀ جو سڀ اهي علم آهن جيڪي الله تبارڪ و تعاليٰ جي هستيءَ جو ظاهر ظهور ثبوت پيش ڪن ٿا. ليڪن انهيءَ ۾ اها ڳالهه ضروري آهي ته اهي علم انسان جي غلط قسمن جي استعمال جو شڪار نه ٿي وڃن ۽ ائين نه ٿئي جو انهن علمن مان الله تبارڪ و تعاليٰ جي وجود مبارڪ واري نظرئي کي ئي تسليم نه ڪيو وڃي. جيئن جو واقعي يورپ ۾ علمي ترقي جي دور ۾ اها افسوسناڪ صورتحال پيش اچي چڪي آهي. در اصل يورپ جي تاريخ ۾ اهڙو دور تڏهن آيو جڏهن علماءُ ۽ ظالم ۽ جفاڪار چرچ جي وچ ۾ بي حد تڪليف ڏيندڙ ۽ نفرت سان ڀرپور اختلاف پيدا ٿي پيا. انهيءَ خطرناڪ صورتحال جو نتيجو اهو نڪتو جو مذهب کان بيزاري انهيءَ حد تائين وڃي پهتي جو يورپ جي سڄي علمي ترقيءَ واري تحريڪ جو بنياد خدا بيزاري واري نظرئي تي قائم ڪيو ويو. انهي تحريڪ يورپ ۾ زندگيءَ جي هر پهلو مٿان پنهنجا اونها ۽ غير معمولي اثر ڇڏيا. بلڪ يورپ جي سڄي نظام فڪر جي مزاج کي ئي ڪٽي بدلائي ڇڏيو، انهن زهريلن اثرن پوءِ ڪري نتيجو اهو آڏو آيو جو رڳو چرچ ۽ چرچ جي نظرين ۽ اعتقادن جي خلاف ئي دشمني ۽ غصي جي باهه ڀڙڪا ڪانه اٿي، مگر مجموعي لحاظ کان خود مذهب جو تصور به نفرت ۽ دشمنيءَ جي آوڙي ۾ اچي ويو. اهو معاملو ايستائين وڌي ويو جو بعد ۾ يورپ علم ۽ دانش جي سڀني مٿدانن ۾ جيڪو ڪجهه فڪري سرمايو موجود ڪري ڏنو اهو سڄي جو سڄو مذهب سان دشمنيءَ

واري جذبي سان تمثار تي ويو، پوءِ ڪٿي اهو ماوراءِ الطبعيات وارو فلسفو هجي يا مجرد علمي ۽ فني تحقيقاتون هجن، بهرحال ظاهر ۾ انهن جو دين ۽ مذهب سان ڪوبه واسطو وڏو نظر نه ٿو اچي. (۱)

اهو ته هيتر اوهان چائي ورتو ته مغرب جو انداز فڪر ۽ پوءِ علم جي هر ميدان ۾ ان جي فڪر جي سڄي ساري سرمائي ۽ نظريي جو بنياد ئي انهن نظرين ۽ تصورن مٿان قائم ٿيو جنهن جي سڄي وجود ۾ مذهب کان نفرت وارا جيوڙا پرڪي رهيا هئا ۽ جيڪو به علمي ڪم ٿيو انجي ذري پرزي مان مذهب سان دشمني ۽ بيزاري وارو مزاج ظاهر ٿي رهيو هو. انهيءَ سمجهاڻي کي بيان ڪرڻ کان پوءِ هن ڳالهه چاڻڻ ۾ هيتر ڪا به دشواري نه ٿيندي ته مغرب جي فڪري سرمائي ۽ انجي مزاج ۽ انداز ۾ مجموعي لحاظ کان اسلام جي خلاف شديد دشمني ۽ نفرت جا جذبا موجود ڇو ٿا نظر اچن. اسلام جي خلاف انهيءَ نفـرت جـو مظاهرو خاص طرح چائي واڻي ڪيو ويندو آهي ۽ اڪثر حالتن ۾ سوچيل سمجهيل اسڪيم جي تحت پرپور ڪوشش ڪئي ويندي آهي ته منيد ۾ نه اسلامي عقيدي ۽ تصورن واري پاڪيزه عمارت کي لوڏيو وڃي ۽ پوءِ آهستي آهستي انهن بنيادن کي ئي پاڙون پٽيو وڃي جيڪي مسلم معاشري ۽ ٻين معاشرن جي حدبندي ڪري فرق قائم ڪندا آهن. انهيءَ ناپاڪ سازش جي چاڻ پوڻ کان پوءِ به جيڪڏهن اسان اسلامي علمن جي تعليم ۾ مغربي انداز ۽ مغربي فڪر واري سرمائي ڏانهن واجهه وجهنداسين ۽ پنهنجي علمي ترقي لاءِ انهيءَ تي پاڙي ويهنداسين ته پوءِ انهيءَ کان وڌيڪ شرمناڪ ڪاهلي ۽ ناقابل تلافي ڪوتاهي ٻي ڪا نه ٿيندي.

---

(۱) ڏسو ڪتاب "المستقبل لهذاالدين" باب: "الفصام النڪد"

بلڪ اسان لاءِ اهو پڻ لازمي آهي ته خالص سائنسي علمن ۽ ٽيڪنالاجي جي تعليم حاصل ڪندي وقت به (جنهن کي اسان موجوده حالتن ۾ مغرب کان حاصل ڪرڻ لاءِ مجبور آهيون) محتاط رهون ۽ انهن علمن جي فلسفي جي پاڇي کان پاڻ کي پاسيرو رکون. ڇو ته ڏٺو وڃي ته اهي ٿي اهي فلسفي جا اثر آهن جيڪي مذهب جو عام طرح ۽ اسلام جو خاص طرح ضد ۽ مخالف ثابت ٿيا آهن ۽ انهن جو معمولي اثر به اسلام جي پاڪيزه ۽ شفاف چشمي کي گدلي ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن.



# باب نائون

## مسلمانن جي قوميت

### مسلمانن جي اجتماعي تنظيم جو بنياد

جنهن سعيد ساعت ۾ اسلام انسان ذات کي اخلاق ۽ اقدار جو نئون تصور عطا ڪرڻ فرمايو، ۽ انهن اخلاقن ۽ قدرن کي حاصل ڪري وٺڻ واري نئين آساني جو سونهون ڪيو، انهيءَ ئي سعيد ساعت ۾ اسلام انسان جي پاڻ ۾ تعلقن قائم ڪرڻ ۽ لڳ لاڳاپن رکڻ جو نئون تصور به پڻ عطا فرمايو. اسلام جي تشريف آوري جو مقصد هي هو ته اهو انسان ۽ هن جي باالظهار جي وچ ۾ تعلق واري ڪم کي صحيح راهه تي لڳائي، ۽ انسان کي اهو ٻڌائي ته پروردگار عالم ئي اها واحد باالختيار هستي آهي جنهن جي بارگاهه عزت مان هن کي پنهنجي زندگيءَ جي قدرن ۽ اصولن ۽ ڪنهن ڳالهه کي رد ڪرڻ يا قبول ڪرڻ جا پيمانا حاصل ڪرڻ گهرجن. ڇوته انهيءَ باري تعاليٰ ئي هن کي خلعت هستي بخشي آهي ۽ کيس زندگي جي بي بها خزاني سان نوازيو آهي. دنيا ۾ هو جيڪي رابطا ۽ تعلق قائم ڪري ۽ لڳ لاڳاپا رکي، ان جي باري ۾ به انهيءَ ذات باري کي پنهنجو مرڪز ۽ منڍ سمجهي جنهن جي ”ڪن فيڪون“ جي ارادي جي نتيجي ۾ هو عدم کان وجود ۾ آيو آهي ۽ جنهن جي طرف هن کي آخر موٽي ئي وڃڻو آهي. اسلام اينديءَ ئي پوري قوت ۽ وضاحت سان انسان

ڪي هي ٻڌايو ته الله جي نظر ۾ انسان ڪي ٻاڻ ۾ متحد رکڻ وارو صرف هڪ ئي رشتو آهي، جيڪڏهن اهو رشتو چڱيءَ ريت قائم ٿي وڃي ته پوءِ ان جي پيٽ ۾ خون ۽ مٽي مائٽي وارا رشتا متجي ويندا آهن.

لَا تَجِدُ قَوْمًا يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ يُوَادُّوْنَ مَنْ حَآدَّ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَلَوْ كَانُوْٓا اٰبَآءَهُمْ اَوْاَبْنَآءَهُمْ اَوْ اِخْوَانَهُمْ اَوْ عَشِيْرَتَهُمْ ط.

( مجادله : ٢٢ )

ترجمو:- ”جيڪي ماڻهو الله ۽ آخرت واري ڏينهن تي ايمان رکن ٿا، انهن کي تون نه ڏسندين ته هو الله ۽ ان جي رسول جي دشمنن سان دوستي رکندا آهن پوءِ کڻي اهي هنن جا پيءُ پٽ ۽ ڀائر ۽ قبيلي وارا ئي ڇو نه هجن.“

دنيا ۾ الله جي پارٽي صرف هڪ آهي انجي پيٽ ۾ ٻيون سموريون پارٽيون شيطان ۽ طاغوت جون پارٽيون آهن.

اَلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا يُقَاتِلُوْنَ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا يُقَاتِلُوْنَ فِي سَبِيْلِ الطَّاغُوْتِ فَقَاتِلُوْٓا اَوْلِيَآءَ الشَّيْطَانِ اِنَّ كَيْدَ الشَّيْطَانِ كَانَ ضَعِيْفًا ○

( النساء : ٧٦ )

ترجمو:- ”جن ماڻهن ايمان وارو رستو اختيار ڪيو آهي اهي طاغوت جي راهه ۾ وڙهندا آهن. (پوءِ) بس شيطان جي سائين سان وڙهو ۽ يقين ڄاڻو ته شيطان جون چالون نهايت ڪمزور آهن.“

وَاَنَّ هٰذَا صِرَاطِيْ مُسْتَقِيْمًا فَاتَّبِعُوْهُ ج وَلَا تَتَّبِعُوا السُّبُلَ فَتَفَرَّقَ بِكُمْ عَنْ سَبِيْلِهٖ ط

( انعام : ١٥٣ )

ترجمو :- ”اهوئي منهنجو سڌو رستو آهي، تنهن ڪري تون انهيءَ تي ئي هل، ۽ ٻين رستن تي نہ هل جو اهي انهيءَ رستي کان هٽائي توکي تفريق ۾ وجهي ڇڏيندا.“

انساني زندگيءَ لاءِ صرف هڪ ئي نظام حق آهي ۽ اهو آهي اسلامي نظام. انهيءَ کان سواءِ جيترا بہ نظام آهن اهي عين جهالت آهن.

أَفَحُكْمَ الْجَاهِلِيَّةِ يَبْغُونَ، وَمَنْ أَحْسَنُ مِنَ اللهِ حُكْمًا لِقَوْمٍ يُوقِنُونَ.

(المائده : ٥٠)

ترجمو:- ”تہ پوءِ ڇا جهالت جو فيصلو گهرن ٿا؟ حالانڪ جيڪي ماڻهو الله تي يقين رکندا آهن، انهن اڏو الله کان بهتر فيصلي ڪرڻ وارو ڪير بہ نہ آهي.“

صرف هڪ ئي شريعت واجب الاتباع آهي، ۽ اها آهي الله جي شريعت. انهيءَ کان سواءِ جيڪي بہ شريعتون آهن اهي نفس جو ڌڪو آهن.

ثُمَّ جَعَلْنَاكَ عَلَى شَرِيعَةٍ مِنَ الْأَمْرِ فَاتَّبِعْهَا وَلَا تَتَّبِعْ أَهْوَاءَ الَّذِينَ لَا يَعْلَمُونَ.

(جاثيہ : ١٨)

ترجمو :- ”اي نبي اسان توکي دين جي معاملي ۾ هڪ صاف شاهراه (شريعت) تي قائم ڪيو آهي. تنهن ڪري تون انهيءَ تي هل ۽ انهن ماڻهن جي خواهشن جي پيروي نہ ڪر جيڪي علم نہ ٿا رکن.“

دنيا ۾ حق صرف هڪ آهي، جنهن ۾ گهٽ وڌائي ۽ ترميم ڪرڻ محال آهي. حق کان سواءِ جيڪي ڪجهہ آهي، گمراهي ۽ اونداهي آهي.

فَمَاذَا بَعْدَ الْحَقِّ إِلاَّ الضَّلاَلُ فَأَنَّى تُصْرَفُونَ.
(يونس: ٣٢)

ترجمو:- ”پوءِ حق کان بعد گمراهي کان سواءِ باقي پيو ڇا رهجي ويو؟ آخر توهان هي ڪيڏانهن ڦيرايو پيو وڃو.“

دنيا ۾ صرف هڪڙي اهڙي سر زمين آهي جنهن کي دارالاسلام ڪوٺي سگهجي ٿو، ۽ اهو ملڪ اهو آهي جتي اسلامي رياست قائم هجي، خدا جي شريعت جي فرمان روائي هجي، حدود الله جو لحاظ هجي، ۽ جتي مسلمان پاڻ ۾ گڏجي ملڪ جو انتظام هلائيندا هجن. انهيءَ کان سواءِ جيڪا به سر زمين هوندي اها ”دارالحرب“ جي حڪم ۾ داخل آهي. ”دارالحرب“ سان هڪ مسلمان ٻن ٽي قسمن جو رويو اختيار ڪري سگهي ٿو. جنگ يا امن جي معاهدي جي تحت صلح، معاهدي وارا ملڪ دارالاسلام جي حڪم ۾ هرگز شامل نه هوندا. انهن ملڪن ۾ دارالاسلام جي وچ ۾ ولايت جو رشتو قائم ٿي نه ٿو سگهي.

إِنَّ الَّذِينَ آمَنُوا وَهَاجَرُوا وَجَاهَدُوا بِأَمْوَالِهِمْ وَأَنْفُسِهِمْ فِي سَبِيلِ اللَّهِ وَالَّذِينَ آوَوْا وَنَصَرُوا أُولَٰئِكَ بَعْضُهُمْ أَوْلِيَاءُ بَعْضٍ ۚ وَالَّذِينَ آمَنُوا وَلَمْ يُهَاجِرُوا مَا لَكُمْ مِنْ وَلَايَتِهِمْ مِنْ شَيْءٍ حَتَّىٰ يُهَاجِرُوا ۚ وَإِنِ اسْتَنْصَرُوكُمْ فِي الدِّينِ فَعَلَيْكُمُ النَّصْرُ إِلَّا عَلَىٰ قَوْمٍ بَيْنَكُمْ وَبَيْنَهُمْ مِيثَاقٌ ۗ وَاللَّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ بَصِيرٌ ○ وَالَّذِينَ كَفَرُوا بَعْضُهُمْ أَوْلِيَاءُ بَعْضٍ ۚ إِلَّا تَفْعَلُوهُ تَكُنْ فِتْنَةٌ فِي الْأَرْضِ وَفَسَادٌ كَبِيرٌ ○ وَالَّذِينَ آمَنُوا وَهَاجَرُوا وَجَاهَدُوا

فِي سَبِيْلِ اللّٰهِ وَالَّذِيْنَ اٰوَوْا وَّنَصَرُوْآ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُؤْمِنُوْنَ حَقًّا لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّرِزْقٌ كَرِيْمٌ ○ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنْ بَعْدُ وَهَاجَرُوْا وَ جَاهَدُوْا مَعَكُمْ فَاُولٰٓئِكَ مِنْكُمْ ط (انفال: ٧٢ كان ٧٥)

ترجمو:- ”جن ماڻهن ايمان قبول ڪيو ۽ هجرت ڪئي ۽ الله جي راھ ۾ پنهنجيون جانيون لڙايون ۽ پنهنجا مال کپايا، ۽ جن ماڻهن هجرت ڪرڻ وارن کي جڳهه ڏني ۽ انهن جي مدد ڪئي اهي ئي در اصل هڪ ٻئي جا ولي آهن، رهيا اهي ماڻهو جن ايمان تہ آندو مگر هجرت ڪري ”دارالاسلام“ اچي نہ ويا تہ انهن سان توهانجو ولايت جو ڪو بہ تعلق نہ آهي، جيستائين جو اهي هجرت ڪري اچي نہ وڃن. هائو جيڪڏهن اهي دين جي معاملي ۾ توکان مدد گهرن تہ انهن جي مدد ڪرڻ توتي فرض آهي، ليڪن ڪنهن بہ اهڙي قوم جي خلاف نہ، جنهن سان تنهنجو معاهدو هجي، جيڪي ڪجهہ تون ڪندو آهين الله انهيءَ کي ڏسندو آهي. جيڪي ماڻهو حق جا منڪر آهن، اهي هڪ ٻئي جي حمايت ڪندا آهن. جيڪڏهن توهان (اهل ايمان هڪ ٻئي جي حمايت) نہ ڪندؤ تہ زمين ۾ فتنو ۽ وڏو فساد برپا ٿيندو، ۽ جن ماڻهن ايمان آندو ۽ جن الله جي راھ ۾ گهر ٻار ڇڏيو ۽ جهاد ڪيو، ۽ پناھ ڏني ۽ مدد ڪئي. اهي ئي سچا مؤمن آهن. انهن لاءِ خطائن کان درگذر آهي ۽ بهترين رزق آهي، ۽ جن ماڻهن بعد ۾ ايمان آندو ۽ هجرت ڪري اچي ويا ۽ توهان سان گڏجي جهاد ڪرڻ لڳا اهي بہ توهان ۾ ئي شامل آهن.“

انهيءَ روشن ۽ مڪمل هدايت ۽ انهيءَ قطعي ۽ لازوال تعليم سان سينگارجي، اسلام دنيا ۾ رونق افروز ٿيو. اسلام انسان

کي خاڪ ۽ مٽي جي رشتن ۽ خون ۽ گوشت جي رابطن کان
ڇوٽڪارو ڏياري هن کي اعليٰ ۽ اوچو مقام بخشيو. اسلام جي
نظر ۾ مسلمان جو ڪو به وطن نہ آهي. هن جو جيڪڏهن
ڪو وطن آهي تہ صرف زمين جو اهو خطو جتي خدائي شريعت
جو جهنڊو جهولي رهيو هجي، ۽ مائهن جي پاڻ ۾ ياري ۽
پريت، تعلق بالله جي بنياد تي قائم هجي. اسلام جي نظر ۾
مسلمان جي ڪا بہ قوميت نہ آهي. جيڪڏهن هن جي ڪا
قوميت آهي تہ صرف اهو عقيدو آهي جنهن ڇانوَ ۾ هو
"دارالاسلام" اندر، مسلم جماعت جو هڪ رڪن ٿيو آهي.
مسلمان جي ڪا بہ رشتي داري ۽ مٽي مائٽي نہ آهي. انهيءَ
کان علاوه جيڪا عقيدي ۽ ايمان کي قبول ڪرڻ جي نتيجي
۾ وجود ۾ اچي ٿي جنهن کان پوءِ هن جي ۽ هن جي سائين
جي وچ ۾ هڪ نهايت مضبوط تعلق ۽ سهارو قائم ٿي وڃي ٿو.
مسلمان جي پنهنجي ماءُ، پيءُ، ڀاءُ، زال ۽ خاندان سان انهيءَ
وقت تائين ڪا بہ رشتي داري مضبوط ٿي نہ ٿي سگهي جيستائين
اهو بنيادي ۽ پهريون رشتو قائم نہ ٿئي، جيڪو سڀ کي پنهنجي
خالق جي ويجهو آڻي ٿو، ۽ پوءِ انهي رباني رشتي جي بنياد
تي ئي انهن جو پاڻ ۾ رت ۽ نسل جي تعلق هيٺ رشتي داريون
قائم ٿي وينديون آهن.

يَـا أَيُّهَـا النَّاسُ اتَّقُـوا رَبَّـكُمُ الَّذِي خَلَقَـكُمْ مِنْ
نَفْسٍ وَاحِدَةٍ وَخَلَقَ مِنْهَـا زَوْجَهَـا وَبَثَّ مِنْهُمَـا
رِجَالًا كَثِيرًا وَنِسَاءً ط وَاتَّقُوا اللهَ الَّذِي تَسَاءَلُونَ بِهِ
وَالْأَرْحَامَ. ( نساء: ١ )

ترجمو:- "اي انسانو! پنهنجي رب کان ڊڄو جنهن توهان
کي هڪ جان مان پيدا ڪيو ۽ انهيءَ جان مان هن جو جوڙو
ٺاهيو ۽ انهن ٻنهي مان ڪيترائي مرد ۽ عورتون دنيا ۾ ڦهلائي

چڏيا. انهيءَ الله ڪان ٻچو جنهن جو واسطو ڏيئي توهان هڪ ٻئي ڪان حق گهرندا آهيو."

ليڪن رباني رشتو هن ڳالهه ڪان نه ٿو روڪي ته والدين سان عام سهڻو سلوڪ اختيار ڪيو وڃي ۽ انهن جو ادب ڪيو وڃي پوءِ ڪٿي هنن جو نظريو کهڙو به هجي. ليڪن جيڪڏهن والدين ظاهر ظهور ڪفر جي حمايت ۾ سند رو ٻڌي بيهي رهن ته اهڙي صورت ۾ هڪ مسلمان جو انهن سان رشتي داري ۽ صله رحمي جو تعلق باقي رهي نه ٿو سگهي. پوءِ سهڻي سلوڪ ۽ نيڪ روبي جون سڀ پابنديون ختم ٿي وينديون آهن. عبدالله بن ابيّ جيڪو رئيس المنافقين هو، انهيءَ جي صاحبزادي حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنه انهيءَ معاملي ۾ اسان لاءِ ڏاڍو روشن مثال پيش ڪيو آهي.

ابن جرير، ابن زياد جي سند سان روايت ڪيو آهي ته رسول الله ﷺ عبدالله بن ابيّ جي صاحبزادي حضرت عبدالله کي گهرائي فرمايو "اوهان کي معلوم آهي ته اوهان جو پيءُ ڇا چئي رهيو آهي؟" عبدالله رضه عرض ڪيو ته منهنجا ماءُ، پيءُ اوهان تي قربان ٿين هن ڇا چيو آهي؟ حضور اڪرم صلعم فرمايو ته "هو چئي ٿو ته جيڪڏهن اسين مديني موٽي وياسين ته اتي عزت وارو ذلت واري کي ڪڍي ٻاهر ڪندو!" حضرت عبدالله چيو: اي الله جا رسول خدا جو قسم هن برابر چيو آهي. والله! اوهين عزت وارا آهيو ۽ ذليل اهوئي آهي. يا رسول الله! پروردگار عالم جو قسم، اوهانجي مديني ۾ تشريف آوري جي وقت اهل يثرب کي معلوم آهي ته هن شهر ۾ مون ڪان وڌيڪ پنهنجي والد جو فرمانبردار ڪو به شخص ڪو نه هو ۽ هينئر جيڪڏهن الله ۽ انجي رسول جي خوشنودي انهيءَ ۾ آهي ته مان (پنهنجي) والد جو سِرُ انهن جي خدمت ۾ پيش ڪريان ته

مان هن جي منڍي لاهي ٿو اڇان. حضور اڪرم ﷺ فرمايو ته ”ائين نه ڪر“ بهرحال جڏهن مسلمان مديني پهتا ته عبدالله بن ابيءَ جو پٽ حضرت عبدالله مديني کان ٻاهر پنهنجي پيءُ جي آڏو تلوار ڪڍي بيهي رهيو، ۽ هن کي چوڻ لڳو ته ڇا تو ائين چيو آهي ته جيڪڏهن اسان مديني موٽياسين ته اتان جو عزت وارو ذليل ماڻهن کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيندو؟ پروردگار جو قسم توکي هينئر ئي معلوم ٿي ويندو ته عزت وارو تون آهين يا الله جو رسول صلي الله عليه وسلم. خدا جو قسم جيستائين الله ۽ ان جو رسول اجازت نه ڏين، توکي مديني جو پاڇو به نصيب ٿي نه ٿو سگهي ۽ تون مديني ۾ هرگز پناهه نه ٿو وٺي سگهين. عبدالله بن ابيءَ رڙ ڪري ٻه دفعا چيو! اي خزرج وارو! ڏسو هي منهنجوئي پٽ مونکي گهر ۾ داخل ٿيڻ کان روڪي رهيو آهي. حضرت عبدالله هن جي گوڙ گهمسان جي باوجود به اهوئي چوندو رهيو ته جيستائين رسول الله ﷺ جو حڪم نه ٿيندو تيستائين خدا جو قسم توکي مديني ۾ هرگز قدم رکڻ نه ڏيندس. اهو گوڙ ٻڌي ڪجهه ماڻهو اچي حضرت عبدالله وٽ گڏ ٿيا ۽ هن کي سمجهايو ۽ نڙيو پئي. ليڪن هن جو هن ڳالهه تي اصرار هو ته جيستائين الله ۽ ان جي رسول جو حڪم نه ملندو مان هن کي مديني ۾ پير پائڻ نه ڏيندس. نيٺ ڪجهه ماڻهو حضور ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ ڳالهه ڪيم جن ٻڌي فرمايو ته عبدالله وٽ وڃو ۽ هن کي چئو ”پنهنجي پيءُ کي گهر اچڻ کان نه روڪي.“ اهڙي ريت اهي ماڻهو حضرت عبدالله وٽ آيا ۽ هن کي حضور صلعم جي ارشاد گرامي کان آگاهه ڪيائون. حضرت عبدالله چوڻ لڳو ته ”جيڪڏهن الله جي نبي جو حڪم آهي ته هينئر هي داخل ٿي سگهي ٿو.“

جڏهن عقيدي ۽ ايمان جو رشتو قائم ٿي ويندو آهي تہ انهيءَ کان پوءِ نسب ۽ رحم جا رشتا نہ بہ هجن تڏهن بہ سڀ اهل ايمان پاڻ ۾ ڀائرن جهڙا ٿي پوندا آهن ۽ انهن جي وچ ۾ هڪ اهڙو نهايت مضبوط رابطو وجود ۾ اچي ويندو آهي جيڪو انهن کي هڪ قالب ۽ هڪ جان بنائي ڇڏيندو آهي. الله تعاليٰ جو ارشاد آهي.

إِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَ هَاجَرُوْا وَ جَاهَدُوْا بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ فِيْ سَبِيْلِ اللهِ وَالَّذِيْنَ اٰوَوْا وَّ نَصَرُوْا اُولٰٓئِكَ بَعْضُهُمْ اَوْلِيَآءُ بَعْضٍ

( انفال : ٧٢ )

ترجمو :- ”جن ماڻهن ايمان آندو ۽ جن الله جي راهہ ۾ گهر ٻار ڇڏيو ۽ الله جي راهہ ۾ پنهنجن مالن ۽ جانين سان جهاد ڪيو ۽ جن ماڻهن هجرت ڪرڻ وارن کي جڳهہ ڏني ۽ انهن جي مدد ڪئي، در اصل اهي ئي هڪ ٻئي جا ولي آهن.“

هن آيت سڳوري ۾ جنهن ولايت جو ذڪر ڪيو ويو آهي اها صرف هڪڙي وقت ۾ موجود رهندڙ ۽ ڪنهن خاص هڪ ئي نسل تائين محدود نہ آهي، بلڪ اها ايندڙ نسلن تائين بہ منتقل ٿيندي رهندي آهي، ۽ مسلمان امت جي اڳين کي پوين سان ۽ پوين کي اڳين سان، مٺ محبت، وفاداري ۽ همدردي، رحمدلي ۽ شفقت جي هڪ مقدس ۽ لازوال تعلق ۾ جڪڙي ڇڏيندي آهي.

وَالَّذِيْنَ تَبَوَّؤُ الدَّارَ وَالْاِيْمَانَ مِنْ قَبْلِهِمْ يُحِبُّوْنَ مَنْ هَاجَرَ اِلَيْهِمْ وَلَا يَجِدُوْنَ فِيْ صُدُوْرِهِمْ حَاجَةً مِّمَّآ اُوْتُوْا وَيُؤْثِرُوْنَ عَلٰٓي اَنْفُسِهِمْ وَلَوْ كَانَ بِهِمْ خَصَاصَةٌ وَمَنْ يُّوْقَ شُحَّ نَفْسِهٖ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ٥ وَالَّذِيْنَ جَآءُوْ مِنْۢ بَعْدِهِمْ يَقُوْلُوْنَ

رَبَّنَا اغْفِرْ لَنَا وَلِاِخْوَانِنَا الَّذِيْنَ سَبَقُوْنَا بِالْاِيْمَانِ وَلَا تَجْعَلْ فِيْ قُلُوْبِنَا غِلًّا لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا رَبَّنَآ اِنَّكَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ. (حشر: ١٠)

ترجمو:- ”۽ جيڪي ماڻهو مهاجرن جي هجرت کان پهريائين مديني ۾ رهندا هئا ۽ ايمان آڻي چڪا هئا (يعني انصار) اهي هجرت ڪرڻ وارن سان محبت ڪندا آهن ۽ مال غنيمت مان مهاجرن کي جيڪي ڪجهه به ڏنو وڃي انهيءَ جي ڪري هي پنهنجي دل ۾ انهيءَ جي ڪا به طلب نه ٿا رکن ۽ پوءِ ڀلي انهن کي تنگيءَ ڇو نه هجي مگر هو (پنهنجي مهاجر ڀائرن کي) ترجيح ڏيندا آهن، ۽ جيڪو شخص پنهنجي طبيعت جي بخل کان محفوظ رکيو ويو ته اهڙائي ماڻهو ڪاميابي حاصل ڪرڻ وارا آهن، ۽ انهن کان بعد جيڪي آيا، اهي هي دعائون گهرندا آهن ته اي اسانجا پروردگار اسان ۽ اسان جي انهن ڀائرن کي معاف فرماءِ جيڪي اسان کان پهريائين ايمان آڻي چڪا آهن ـــــ ۽ اسانجي دلين ۾ اهل ايمان لاءِ ڪو به ڪينو رهڻ نه ڏئي، اي اسانجا پروردگار بي شڪ تون وڏو شفقت ڪرڻ وارو ۽ مهربان آهين.“

## هر دور ۾ عقيدو ئي گڏ ڪرڻ ۽ جدا ڪرڻ جو ڪارڻ آهي

الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي ڪتاب حڪيم ۾ مومنن جي آڏو گذريل پيغمبرن جي برگزيده جماعت جا ڪيترائي مثال ۽ قصا بيان ڪرڻ فرمايا آهن. انهن پاڪ پيغمبرن مختلف زمانن ۾ ايمان جا چراغ روشن ڪيا، ۽ ايمان ۽ عقيدي جي نوراني قافلن جي واڳ جهلي. انهن مثالن ۾ الله تعاليٰ واضح ڪيو آهي ته هر نبي سڳوري جي نگاهه ۾ اصل رشتو اسلام ۽ عقيدي جو رشتو هو. انهيءَ جي ڀيٽ ۾ ٻيو ڪو به رشتو

۽ مٿي سانئي حڪمن ۾ لحاظ ڪان ڪارائتي ثابت ٿي نہ ٿي سگھي.

وَنَادَىٰ نُوحٌ رَّبَّهُ فَقَالَ رَبِّ إِنَّ ابْنِي مِنْ أَهْلِي وَإِنَّ وَعْدَكَ الْحَقُّ وَأَنتَ أَحْكَمُ الْحَاكِمِينَ ٥ قَالَ يَا نُوحُ إِنَّهُ لَيْسَ مِنْ أَهْلِكَ إِنَّهُ عَمَلٌ غَيْرُ صَالِحٍ فَلَا تَسْأَلْنِ مَا لَيْسَ لَكَ بِهِ عِلْمٌ ط إِنِّي أَعِظُكَ أَن تَكُونَ مِنَ الْجَاهِلِينَ ٥ قَالَ رَبِّ إِنِّي أَعُوذُ بِكَ أَنْ أَسْأَلَكَ مَا لَيْسَ لِي بِهِ عِلْمٌ وَإِلَّا تَغْفِرْ لِي وَتَرْحَمْنِي أَكُن مِّنَ الْخَاسِرِينَ ٥

( هود ۴۵ کان ۴۷ )

ترجمو :- ”۽ نوح پنهنجي رب کي پڪاريو، چيو اي منهنجا رب! منهنجو پٽ منهنجي اهل مان آهي ۽ تنهن جو واعدو سچو آهي ۽ تون سڀني حاڪمن کان وڌو ۽ بهتر حاڪم آهين. جواب ۾ ارشاد ٿيو اي نوح! اهو تنهنجي اهل مان نہ آهي. بي شڪ اهو تہ هڪ بگڙيل ڪم آهي تنهن ڪري تون انهيءَ ڳالھ جي مون کي درخواست نہ ڪر جنهن جي حقيقت تون نہ ٿو ڄاڻين. آءٌ تو کي نصيحت ڪريان ٿو تہ پنهنجو پاڻ کي جاهلن وانگر نہ ڪري ڇڏ. نوح فوراً عرض ڪيو. اي منهنجا رب مان تنهنجي پناھ گهران ٿو انهيءَ کان جو اهڙا شئي تو کان گهران جنهن جو مونکي علم نہ آهي. جيڪڏهن اوهان مونکي معاف نہ ڪيو ۽ رحم نہ فرمايو تہ مان برباد ٿي ويندس.“

وَإِذِ ابْتَلَىٰ إِبْرَاهِيمَ رَبُّهُ بِكَلِمَاتٍ فَأَتَمَّهُنَّ ط قَالَ إِنِّي جَاعِلُكَ لِلنَّاسِ إِمَامًا ط قَالَ وَمِن ذُرِّيَّتِي ط قَالَ لَا يَنَالُ عَهْدِي الظَّالِمِينَ ٥ (بقره : ۱۲۴ )

ترجمو :- ”۽ ياد ڪريو جڏهن ابراهيم کي رب، ڪجھ

ڳالهين ۾ آزمايو ۽ اهو انهن سڀني ۾ ڪامياب ٿيو ته ان (الله) چيو ”آءٌ توکي سڀني ماڻهن جو امام بڻائڻ وارو آهيان.“ ابراهيمؑ عرض ڪيو ۽ ڇا منهنجي اولاد سان به اهوئي وعدو آهي؟ هن (الله تبارڪ و تعاليٰ) جواب ڏنو، منهنجو واعدو ظالمن متعلق نه آهي.“

وَاِذْ قَالَ اِبْرَاهِيْمُ رَبِّ اجْعَلْ هٰذَا بَلَدًا اٰمِنًا وَّارْزُقْ اَهْلَهٗ مِنَ الثَّمَرَاتِ مَنْ اٰمَنَ مِنْهُمْ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ قَالَ وَمَنْ كَفَرَ فَاُمَتِّعُهٗ قَلِيْلًا ثُمَّ اَضْطَرُّهٗ اِلٰى عَذَابِ النَّارِ وَ بِئْسَ الْمَصِيْرُ.

(بقره: ١٢٦)

ترجمو:- ”۽ جڏهن ابراهيم دعا ڪئي، اي منهنجا رب هن شهر کي امن جو شهر بڻائي ڇڏ، ۽ ان جي رهاڪن مان جيڪي الله ۽ آخرت تي ايمان آڻين، انهن کي هر قسم جي ميون جو رزق ڏئي. الله فرمايو، ۽ جيڪو ايمان نه آڻيندو، دنيا جي چند ڏهاڙن واري زندگيءَ جو سامان ته مان انهيءَ کي به ڏيندس، مگر نيٺ انهي کي جهنم جي عذاب جي طرف گهليندس ۽ اها بدترين جڳهه آهي.“

حضرت ابراهيم جڏهن پنهنجي پيءُ کي ۽ اهل خاندان کي گمراهيءَ تي مضبوط ڏٺو ته هو انهن کان ڪنارو ڪري ويو ۽ فرمايائين:

وَاَعْتَزِلُكُمْ وَمَا تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَ اَدْعُوْا رَبِّيْ عَسٰى اَلَّا اَكُوْنَ بِدُعَآءِ رَبِّيْ شَقِيًّاo

(مريم: ٤٨)

ترجمو:- ”مان اوهان کي ڇڏيان ٿو ۽ انهن هستين کي به جن کي اوهان ماڻهو خدا کي ڇڏي پڪاريندا آهيو. مان

تہ پنھنجي رب کي ئي پڪاريندس، اميد آھي تہ مان پنھنجي
رب کي پڪاري نامراد نہ رھندس."

الله تبارڪ و تعاليٰ حضرت ابراھيم ۽ انجي قوم جو
ذڪر ڪندي انھن حقيقتن کي مومنن جي آڏو خاص طور پيش
ڪيو آھي، جن جي روشنيءَ ۾ مؤمنن کي انھن حقيقتن جي
پيروي ڪرڻ گھرجي.

قَدْ كَانَتْ لَكُمْ أُسْوَةٌ حَسَنَةٌ فِي إِبْرَاهِيمَ وَالَّذِينَ مَعَهُ
إِذْ قَالُوا لِقَوْمِهِمْ إِنَّا بُرَآءُ مِنْكُمْ وَمِمَّا تَعْبُدُونَ
مِنْ دُونِ اللَّهِ كَفَرْنَا بِكُمْ وَبَدَا بَيْنَنَا وَبَيْنَكُمُ
الْعَدَاوَةُ وَالْبَغْضَاءُ أَبَدًا حَتَّىٰ تُؤْمِنُوا بِاللَّهِ وَحْدَهُ.
(ممتحنہ: ٤)

ترجمو:- "بي شڪ توھان لاءِ ابراھيم ۽ ان جا ساٿي
بھترين نمونو آھن. انھن پنھنجي قوم کي نڪي پڌائي
ڇڏيو تہ اسان کي توھان سان ۽ جن جي توھان الله کان سواءِ
پوڄا ڪندا آھيو، انھن سان ڪوبہ واسطو وڙو نہ آھي. اسان
توھانجي (معبودن ۽ عقيدن کي) بالڪل نہ ٿا مڃون ۽ اسان
۾ ۽ توھان ۾ ھميشہ لاءِ ظاھر ظھور عداوت ۽ دشمني قائم
ٿي وئي آھي، ايستائين جو توھان صرف الله تي ايمان آڻيو."

آھي وڏي ھمت وارا نوجوان مجاھد جيڪي "اصحاب
ڪھف" جي لقب سان مشھور آھن جڏھن انھن ڏٺو تہ دين
۽ عقيدي جھڙي املھہ دولت کي بچائڻ لاءِ، انھن جي پنھنجي
اھل عيال ۽ خاندان ۽ قبيلي ۾ ڪابہ گنجائش نہ رھي آھي تہ
ھو پنھنجي اھل ۽ عيال کي ڇڏي پنھنجي قوم کان جدا ٿي
ويا. ھو پنھنجي وطن کان ھجرت ڪري ويا ۽ پنھنجي ايمان
جي دولت کي بچائيندي پنھنجي رب جي طرف وٺي ڀڳا تہ
جيئن ھو دين ۽ ايمان جي بنياد تي صرف ھڪ الله جا ٻانھا
ٿي رھي سگھن.

إِنَّهُمْ فِتْيَةٌ آمَنُوا بِرَبِّهِمْ وَزِدْنَاهُمْ هُدًى ۝ وَرَبَطْنَا عَلَىٰ قُلُوبِهِمْ إِذْ قَامُوا فَقَالُوا رَبُّنَا رَبُّ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ لَنْ نَدْعُوَ مِنْ دُونِهِ إِلَٰهًا لَقَدْ قُلْنَا إِذًا شَطَطًا ۝ هَٰؤُلَاءِ قَوْمُنَا اتَّخَذُوا مِنْ دُونِهِ آلِهَةً ۖ لَوْلَا يَأْتُونَ عَلَيْهِمْ بِسُلْطَانٍ بَيِّنٍ ۖ فَمَنْ أَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرَىٰ عَلَى اللَّهِ كَذِبًا ۝ وَإِذِ اعْتَزَلْتُمُوهُمْ وَمَا يَعْبُدُونَ إِلَّا اللَّهَ فَأْوُوا إِلَى الْكَهْفِ يَنْشُرْ لَكُمْ رَبُّكُمْ مِنْ رَحْمَتِهِ وَيُهَيِّئْ لَكُمْ مِنْ أَمْرِكُمْ مِرْفَقًا ۝

(الڪهف: ١٣ کان ١٦)

ترجمو:- ”اهي ڪجهه نوجوان هئا جن پنهنجي رب تي ايمان آندو هو ۽ اسان انهن کي هدايت ۾ ترقي بخشي هئي. اسان انهن جون دليون انهيءَ وقت مضبوط ڪري ڇڏيون جڏهن اهي اٿيا ۽ اعلان ڪري ڇڏيائون ته اسانجو پالڻهار ته اهوئي آهي جيڪو آسمانن ۽ زمين جو رب آهي. اسان انهيءَ کي ڇڏي ڪنهن ٻئي معبود کي نه پڪارينداسين. جيڪڏهن اسين ائين ڪريون ته بالڪل اجائي ڳالهه ڪنداسين. (پوءِ انهن پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي چيو) هي اسانجي قوم ته رب ڪائنات کي ڇڏي ٻيا خدا ڏاهيو ويٺي آهي. هي ماڻهو پنهنجي انهيءَ عقيدي لاءِ ڪو واضح دليل ڇو نه ٿا آڻين؟ آخر انهيءَ شخص کان وڏو ظالم ٻيو ڪير ٿي سگهي ٿو جيڪو الله تي ڪوڙ هڻي ۽ هينئر جڏهن جو توهان انهن کان ۽ الله کان سواءِ انهن جي ٻين معبودن کان تعلق ختم ڪري چڪا آهيو ته (پوءِ) هلو هاڻي غار ۾ هلي پناه وٺو. توهانجو رب توهان تي پنهنجي رحمت جو دامن وسيع ڪندو ۽ توهانجي ڪم لاءِ سامان سٺرو موجود ڪري ڏيندو.“

حضرت نوح عليه السلام ۽ حضرت لوط عليه السلام جي زالن جو ذڪر قرآن ۾ اچي ٿو. انهن برگزيده پيغمبرن ۽ انهن جي زالن جي پاڻ ۾ هڪ ٻئي کان صرف انهيءَ سبب ڪري جدائي ٿي ويئي هئي جو انهن جي زالن جو عقيدو پنهنجن مڙسن جي عقيدي کان جدا هو ۽ اهي شرڪ ۾ مبتلا هيون.

ضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا لِّلَّذِيْنَ كَفَرُوا امْرَاَتَ نُوْحٍ وَّامْرَاَتَ لُوْطٍ كَانَتَا تَحْتَ عَبْدَيْنِ مِنْ عِبَادِنَا صَالِحَيْنِ فَخَانَتٰهُمَا فَلَمْ يُغْنِيَا عَنْهُمَا مِنَ اللّٰهِ شَيْئًا وَّقِيْلَ ادْخُلَا النَّارَ مَعَ الدّٰخِلِيْنَ.

(تحريم: ١٠)

ترجمو:- ”ڪافرن جي عبرت لاءِ الله نوح جي عورت ۽ لوط جي عورت جو مثال ڏني ٿو. اهي ٻئي عورتون اسان جي ٻانهن مان ٻن صالح ٻانهن جي نڪاح ۾ هيون. انهن ٻنهي (عورتن) انهن سان خيانت ڪئي مگر الله جي پڪڙ کان ٻنهين جا مڙس انهن کي بچائي نہ سگهيا ۽ عورتن کي حڪم ڏنو ويو تہ وڃو ٻين مائهن سان گڏ توهان بہ جهنم ۾ داخل ٿي وڃو.“

انهيءَ سان گڏ ئي جابر ۽ سرڪش حاڪم فرعون مصر جي زال جو بہ مثال بيان ڪيو ويو آهي ۽ ايمان وارن لاءِ انهيءَ عورت جي ڪردار کي هڪ بهترين نمونو قرار ڏنو ويو آهي.

وَضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوا امْرَاَتَ فِرْعَوْنَ اِذْ قَالَتْ رَبِّ ابْنِ لِيْ عِنْدَكَ بَيْتًا فِي الْجَنَّةِ وَنَجِّنِيْ مِنْ فِرْعَوْنَ وَعَمَلِهٖ وَنَجِّنِيْ مِنَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ.

(تحريم: ١١)

ترجمو:- ”۽ اهل ايمان جي نصيحت لاءِ الله فرعون جي زال جو مثال بيان ڪري ٿو، جڏهن جو انهيءَ دُعا گهري، اي منهنجا پروردگار! منهنجي لاءِ بهشت ۾ پاڻ وٽ هڪ گهر ٺاهي ۽ مون کي فرعون ۽ انجي بڇڙي ڪردار کان ڇوٽڪارو ڏيار ۽ مون کي ظالم ماڻهن کان به ڇوٽڪارو ڏيار.“

اهڙيءَ ريت قرآن مجيد هر قسم جي رشتن ۽ مٽين مائٽين جي باري ۾ مختلف مثال بيان ڪيا آهن. نوح عليه‌السلام جي قصي ۾ پدري رشتي جو مثال ملي ٿو، حضرت ابراهيم جي قصي ۾ پٽ ۽ وطن جي رشتي جو مثال بيان ڪيو ويو آهي، اصحاب ڪهف جي قصي ۾ عزيزن قريبن، قبيلي، برادري، وطن ۽ قوم جي رشتي جو جامع مثال پيش ڪيو ويو آهي. حضرت نوح عليه السلام ۽ لوط عليه‌السلام جي قصي ۽ فرعون جي تذڪري ۾ ازدواجي تعلق جو مثال ڏنو ويو آهي. قرآن جي نظر ۾ اهي سڀ رشتا، عقيدي ۽ ايمان جي ابدي رشتي ۽ ازلي تعلق جي ٽٽي وڃڻ کان پوءِ ڪا به اهميت نه ٿا رکن.

## رسول هاشميؐ جي امت جي ترڪيب جو بنياد

جڏهين نبين سڳورن جي برگزيده جماعت مٽين مائٽين، رشتي دارين، برادرين جو حقيقي پيمانو ۽ پاڪيزه تصور پيش ڪري چڏيندي آهي ته پوءِ ”امت وسط“ (وچين امت) جو وارو ايندو آهي. ”امت وسط“ جي ڪردار کي ڏسجي ٿو ته ان جي تاريخ ۾ به انهيءَ قسم جي مثالن ۽ نمونن ۽ تجربن جو تمام جهجهو ۽ ايمان افروز ذخيرو ملي ٿو. هيءَ امت به انهيءَ رباني راهه تي رمندي نظر اچي ٿي جيڪا ازلون الله تعاليٰ مؤمنن لاءِ چونڊي پسند ڪرڻ فرمائي آهي. هن امت ۾ به اوهين ڏسندؤ ته جڏهن ايمان جو رشتو ٽٽي پوندو آهي، ٻين لفظن ۾ جڏهن انسان ۽ انسان جي وچ ۾ ٻهريون رشتو

ختم ٿي ويندو آهي ته هڪ ٿي خاندان ۽ قبيلي جا ماڻهو جدا جدا ٽولن ۾ ورهائجي وينداآهن، بلڪ هڪ ٿي گهر جي ڀاتين ۾ سنڌا پئجي ويندا آهن.

لَا تَجِدُ قَوْمًا يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ يُوَآدُّوْنَ مَنْ حَآدَّ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَلَوْ كَانُوْا اٰبَآءَهُمْ اَوْ اَبْنَآءَهُمْ اَوْ اِخْوَانَهُمْ اَوْ عَشِيْرَتَهُمْ اُولٰٓئِكَ كَتَبَ فِيْ قُلُوْبِهِمُ الْاِيْمَانَ وَاَيَّدَهُمْ بِرُوْحٍ مِّنْهُط وَيُدْخِلُهُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَاط رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمْ وَرَضُوْا عَنْهُط اُولٰٓئِكَ حِزْبُ اللّٰهِط اَلَآ اِنَّ حِزْبَ اللّٰهِ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ.

( مجادله: ٢٢ )

ترجمو:- ”جيڪي ماڻهو الله تي ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکن ٿا ته انهن کي انهن ماڻهن سان دوستي رکندي نه ڏسندين جيڪي الله ۽ انجي رسول جا دشمن آهن، پوءِ ڪٿي انهن جا پيءُ، يا پٽ يا ڀائر يا قبيلي وارائي ڇو نه هجن. هي (مؤمن) اهي ماڻهو آهن جن جي دلين ۾ الله ايمان نقش ڪري ڇڏيو آهي ۽ غيب جي فيض سان انهن جي تائيد ڪئي آهي ۽ هو انهن کي اهڙن باغن ۾ داخل ڪندو جن جي هيٺان نهرون وهنديون هونديون ۽ هو ان ۾ هميشه رهندا. خدا انهن کان خوش ۽ هو خدا کان خوش. هي خدائي جماعت آهي ۽ ڄاڻ رکو ته خدائي جماعت ئي ڪاميابي حاصل ڪرڻ واري آهي.“

هڪ طرف محمد ﷺ ۽ سندن چاچي ابولهب ۽ سندن هم قبيلي عمرو بن هشام (ابوجهل) جي وچ ۾ رت ۽ نسل جا سڀ رشتا ختم ٿي وڃن ٿا. مڪي جا مهاجر پنهنجن عزيزن ۽ قريبن جي خلاف جنگ جوٽيندي نظر اچن ٿا ۽ جنگ بدر ۾

انهن سان دوبدو مقابلو ڪن ٿا ۽ ٻئي طرف مڪي جي انهن مهاجرن ۽ يثرب جي انصارن جي وچ ۾ عقيدي جو ازلي ۽ سرمدي پيچ پختو ٿي وڃي ٿو. هو هڪ ٻئي جا سڳا ڀائر ٿي وڃن ٿا، ايتري حد تائين جو خوني ۽ نسلي رشتي کان به وڌيڪ هو هڪ ٻئي کي مٺ ۽ محبت ڏين ٿا. هي رشتو مسلمانن جي هڪ نئين برادريءَ کي جنم ڏئي ٿو، اهڙي برادري جنهن ۾ عرب به شامل آهن ۽ غير عرب به، روم جو صهيب رومي به انهيءَ جو رڪن آهي ۽ حبش جو بلال ۽ فارس جو مسلمان به انهيءَ ڪچهريءَ جا مور آهن. انهن حي پاڻ ۾ قبائلي عصبيت ختم ٿي وڃي ٿي. نسلي تعصب ۽ فخر متجي وڃي ٿو، وطن ۽ قوم جي نعرن جي هوا نڪري وڃي ٿي — ۽ الله جو پيغمبر انهن سڀني سان مخاطب ٿيندي فرمائي ٿو:

١- دعوها فانها منتنة.

ترجمو:- ”انهن عصبيتن کان دستبردار ٿي وڃو اهي بدبودار لاشا آهن.“

٢- ليس منا من دعا الى عصبية و ليس منا من قاتل على عصبية و ليس منا من مات على عصبية.

”جيڪو ڪنهن جاهل عصبيت جي طرف دعوت ڏئي ٿو اهو اسان مان نه آهي، جيڪو عصبيت لاءِ جنگ جوڙي ٿو اهو اسان مان نه آهي، جيڪو عصبيت تي مري ٿو، اهو اسان مان نه آهي.“

## دارالاسلام ۽ دارالحرب

مطلب ته انهن مردار ۽ بدبودار عصبيتن جو دور ختم ٿي ويو. حسب نسب واري تعصب ۽ نفرت واري مردار مڙهه کي دفن ڪيو ويو، نسلي برتري واري گمراه ڪندڙ نعري کي پيرن هيٺان لتاڙيو ويو، قومي وڏائي ۽ هٺ واري گندگي کي

ٻاهر اڇلايو ويو، ۽ ان جو پورو نالو ۽ نشان به باقي نه رهيو اهڙي ريت انسان گوشت ۽ رت جي بدبودار لاش ۽ زمين ۽ وطن جي فتني کان پنهنجو پلاند آجو ڪري عالمي افق جي ٻهڪندڙ چمنستان ۾ ايمان جي خوشبوء سان چؤطرف سرهاڻ جا هٻڪار هٽي ڇڏيا. انهيءَ ڏينهن کان مسلمان جو وطن جاگرافي جي ليڪن اندر بند نه رهيو بلڪ سڄو سارو دارالاسلام هن جو وطن ٿي پيو. اهو وطن جتي حڪمراني عقيدي ۽ ايمان جي هوندي آهي، ۽ صرف خدائي شريعت جو سڪو چالو هوندو آهي. اهوئي وطن مسلمان جي پناهگاه بڻيو، ۽ انهيءَ جيئي حفاظت لاءِ هو سندرو ٻڌي بيهي رهيو ۽ انهيءَ جيئي مضبوطي ۽ پائداريءَ لاءِ هن پنهنجي جان جو نذرانو پيش ڪيو ۽ انهيءَ جيئي ترقي ۽ واڌاري لاءِ هن جام شهادت نوش ڪيو. هي داراسلام هر انهيءَ شخص لاءِ امن جي پناه گاه آهي جيڪو اسلامي عقيدي جو ڳٽ پنهنجي ڳچيءَ ۾ هار ڪري پهري ٿو، ۽ اسلامي شريعت کي، پنهنجي زندگيءَ جي قانون جي حيثيت ۾ تسليم ڪري ٿو. اهو شخص به انهيءَ پناه گاه مان فائدو حاصل ڪري سگهي ٿو، جيڪو مسلمان ته نه آهي مگر اسلامي شريعت کي رياست جي نظام جي حيثيت ۾ قبول ڪري ٿو. جيئن جو انهن اهل ڪتاب جو معاملو آهي جيڪي دارالاسلام جي حدن اندر رهندڙ وسندڙ آهن. مگر اها سرزمين جنهن تي اسلام جي حڪمرانيءَ جو جهنڊو جهولندڙ نه هجي، ۽ خدا جي شريعت کي نافذ نه ڪرڻ ڏنو ويو هجي، اها سرزمين مسلمان لاءِ به ۽ دارالاسلام جي انهي ذميءَ لاءِ به دارالحرب آهي، جنهن سان اسلامي رياست جو معاهدو آهي. مسلمان انهيءَ جي خلاف پنهنجي تلوار کي بهرحال مياڻ کان ٻاهر ڪڍندو پوء ڪٿي اها سرزمين هن جي جنم ڀومي ئي ڇو نه هجي، انهي سرزمين

۾ هن جا عزيز ۽ مائٽ، سس ۽ سهروئي ڇو ته آباد هجن، هن
جو مال ۽ ملڪيت به اتي ڇو نه هجي ۽ هن جي دنياداري
جا مفاد به ڇو نه ڪٺي انهيءَ سرزمين سان لاڳاپيل هجن، رسول
اڪرم ﷺ مڪي جي خلاف پنهنجي تلوار کي لهرايو، حالانڪ
مڪو پاڻ ڪريم جن جو آبائي ۽ پيدائشي وطن هو. اتي ئي
پاڻ ڪريم جن جا عزيز ۽ قريب ۽ خاندان جا ماڻهو رهندا
هئا، پاڻ سڳورن ۽ صحابهٔ ڪرام جا گهر، ملڪيتون ۽ جائداد ون
به مڪي ۾ ئي هيون. جن کي پاڻ سڳورا ۽ صحابهٔ ڪرام
هجرت جي وقت پوئتي ڇڏي ويا هئا ـــ ليڪن مڪي جي
سرزمين پيغمبر خدا ۽ ان جي امت لاءِ انهيءَ وقت تائين
دارالاسلام نه ٿي سگهي جيستائين اها اسلام جي آڏو سرنگون
نه ٿي وئي ۽ خدا جي شريعت جي هٿ ۾ اقتدار جي طاقت
نه اچي ويئي.

انهيءَ جو نالو اسلام آهي. زندگيءَ جي انهيءَ نرالي
تصور کي ئي اسلام ڪوٺيو ويندو آهي. اسلام چند شوڪارن
جو نالو نه آهي جو بس انهن کي زبان سان دهرائڻ ئي ڪافي
هجي، ۽ نه ڪنهن مخصوص اهڙي سرزمين تي جنم وٺڻ سان
(جنهن تي اسلام جو ليبل چنبڙيل هجي، يا هن کي اسلام جي
نالي سان ياد ڪيو وڃي) ڪنهن ماڻهو کي کو خود بخود
اسلام جو سرٽيفڪيٽ نه ٿو ملي وڃي ۽ نه اهو اعزاز مسلمان
والدين جي گهر ۾ ولادت وٺڻ سان ورثي ۾ ملي وڃي ٿو.

فَلَا وَرَبِّكَ لَا يُؤْمِنُونَ حَتَّىٰ يُحَكِّمُوكَ
فِيمَا شَجَرَ بَيْنَهُمْ ثُمَّ لَا يَجِدُوا فِي أَنفُسِهِمْ
حَرَجًا مِّمَّا قَضَيْتَ وَيُسَلِّمُوا تَسْلِيمًا ○

(نساء: ٦٥)

ترجمو :- ”نه اي محمد (صلى الله عليه وسلم) پنهنجي رب جو قسم هي ڪڏهن به مؤمن ٿي نه ٿا سگهن، جيستائين پنهنجي اختلافن ۾ هي توکي فيصلي ڪرڻ وارو نه مڃين، پوءِ جيڪي ڪجهه تون فيصلو ڪرين انهيءَ تي پنهنجي دلين ۾ به ڪا تنگي محسوس نه ڪن، بلڪ سربسر تسليم ڪن.“

صرف انهيءَ جو نالو اسلام آهي، ۽ صرف اهائي سرزمين دارالاسلام آهي جتي انجي فرمانروائي هجي. هي وطن، نسل، نسب، خون، قبيلي ۽ برادري جي حدبندين کان بالا ۽ برتر آهي.

## اسلامي وطن ۽ انجي دفاع ڪرڻ وارو اصلي جذبو

اسلام اچي انسان ذات کي انهن سيني زنجيرن مان ڇوڙي آزاد ڪيو جن هن کي زمين جي اونهاين ۾ ڪٺي ٻڌي رکيو هو. اسلام اهو احسان عظيم انهيءَ ڪري ڪيو جيئن انسان آزاد ٿي آسمان جي بلندين ڏانهن پرواز ڪرڻ جي قابل ٿي سگهي. خون ۽ نسب جي سيني سڙيل نظرين کي پيچي پورا پورا ڪري ڇڏي ته جيئن پنهنجي فڪر جي حريت سان انسان ترقيءَ جون منزلون طئي ڪري سگهي. اسلام صاف ٻڌائي ڇڏيو ته زمين جو ڪوبه مخصوص خطو مسلمان جو وطن نه آهي، جنهن جي محبت ۾ پيو هنجون هاري ۽ جنهن جي دفاع ۾ پيو جنگيون جوٽي، مسلمان جي قوميت، جنهن جي ڪري هن کي چاتو سڃاتو وڃي ٿو، اها ڪنهن حڪومت جي عطا ڪيل نيشنلٽي (قوميت) نه آهي. ياد رهي ته مسلمان جي برادري، جنهن جي هو پناهه وٺي ٿو ۽ جنهن خاطر وڙهي ٿو ۽ مري ٿو انهيءَ جي جوڙجڪ خون جي رشتي سان نه ٿي تيار ٿئي. مسلمان جو جهنڊو جنهن تي هو ناز ڪري ٿو ۽ جنهن کي اوچي رکڻ لاءِ هو پنهنجو سر به تري تي رکي ميدان ۾ ڪڏي پوي ٿو، اهو ڪنهن قوم جو جهنڊو نه آهي،

مسلمان جي فتحيابي جنهن لاءِ هو بي تاب رهندو آهي ۽ انهيءَ مقصد جي حاصل ٿيڻ تي هو خدا جي آڏو شڪر جو سجدو ادا ڪندو آهي، اها رڳو فوجي غلبو نه هوندي آهي پر حق جي فتح آهي، جنهن ڪي قرآن هن لفظن ۾ بيان فرمايو آهي:

إِذَا جَاءَ نَصْرُ اللَّهِ وَالْفَتْحُ ۝ وَرَأَيْتَ النَّاسَ يَدْخُلُونَ فِي دِينِ اللَّهِ أَفْوَاجًا ۝ فَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ وَاسْتَغْفِرْهُ إِنَّهُ كَانَ تَوَّابًا ۝

(سورة النصر)

ترجمو :- "جڏهن اچي وڃي الله جي مدد ۽ فتح ۽ تو ڏٺو ماڻهن کي الله جي دين ۾ فوج در فوج داخل ٿيندي. سو تون پنهنجي رب جي حمد ۽ تسبيح ڪر ۽ هن کان استغفار ڪر، بي شڪ هو توبه قبول ڪرڻ وارو آهي."

اها فتح يابي صرف ايمان واري جهنڊي جي ڇانوَ ۾ ئي حاصل ٿي سگهي ٿي. ٻئي ڪنهن به جهنڊي جي عصبيت انهيءَ ۾ شامل ٿي نه ٿي سگهي، هي جهاد دين خدا جي نصرت ۽ سچي شريعت جي سربلندي لاءِ ڪيو ويندو آهي، ڪنهن ٻئي مقصد ۽ مفاد کي ان ۾ ڪو به دخل نه هوندو آهي. هي انهيءَ دارالاسلام جي دفاع جي ڳالهه آهي جنهن جي خصوصيتن ۽ فضيلتن جو اسان مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون. انهيءَ دفاع ۾ ڪنهن ٻئي وطني ۽ قومي تصور جي ملاوٽ ڪري نه ٿي سگهجي. فتح يابي حاصل ڪرڻ کان پوءِ فاتح فوج جي سڄو سارو ڌيان، دلچسپي ۽ توجه جو مرڪز، مال غنيمت جو ڏن ڪٺو ڪرڻ نه هوندو آهي، ۽ نه اها جنگ ڪنهن دنيا جي ڏيکاءَ يا ناليءَ ڪڍڻ خاطر وڙهي ويندي آهي، ليڪن انهيءَ جو اصل مقصد صرف ۽ صرف خدا جي رضامندي حاصل ڪرڻ هوندو آهي ۽ انهيءَ سلسلي ۾ خدا جي تسبيح ۽ ان جي حضور ۾

استغفار ڪرڻ به انهيءَ جهاد جو اصل مقصد هوندو آهي. هي جنگ وطني جذبي ۽ قومي عصبيت جي بنياد تي نه لڙي ويندي آهي ۽ نه انهيءَ جو اهو مقصد هوندو آهي ته پنهنجي اهل ۽ عيال جو بچاءُ ڪيو وڃي. البت پنهنجي اهل ۽ عيال وغيره جي تحفظ جو جذبو انهيءَ بنياد تي هجي ته انهن جي دين ۽ ايمان کي فتني ۽ آزمائش کان بچايو وڃي ته پوءِ انهيءَ ۾ ڪا به خراب ڳالهه نه آهي.

حضرت ابو موسيٰ اشعري کان روايت آهي ته حضور اڪرم ﷺ جن کان پڇيو ويو ته هڪ شخص پنهنجي بهادري جي جوهرن ڏيکارڻ لاءِ وڙهي ٿو، ٻيو (ڪنهن) حميت (۽ ڪنهن جذبي) خاطر وڙهي ٿو ۽ ٽيون ڏيکاءَ لاءِ وڙهي ٿو (هينئر) انهن مان ڪنهڙو خدا جي راه ۾ وڙهي ٿو؟ پاڻ ڪريم جن ورائيو: جيڪو صرف انهيءَ لاءِ وڙهي ٿو ته الله جو ڪلمو بلند ٿئي، (اهوئي اهو ماڻهو آهي) جيڪو الله جي راهه ۾ وڙهي ٿو.

شهادت جو مرتبو صرف انهيءَ ويڙهه جي نتيجي ۾ نصيب ٿي سگهي ٿو، جيڪا صرف خدا جي خاطر وڙهي وڃي. ٻين مقصدن لاءِ جيڪڏهن جنگ جوٽي ويندي ته ٿي سگهي ٿو ته اهي مقصد حاصل ٿين، ليڪن شهادت وارو مقصد حاصل ٿي نه سگهندو.

جيڪو ملڪ مسلمانن جي عقيدي ۽ ايمان سان جنگ جوٽيو بيٺو هجي، ديني فرض کي سرانجام ڏيڻ ۾ رڪاوٽون پيدا ڪري ۽ جتي شريعت جي نظام کي معطل ڪيو ويو هجي ته پوءِ ـــــ اهو ملڪ "دارالحرب" ۾ شمار ٿيندو. پوءِ ڪٿي انهيءَ ملڪ ۾ ڪنهن مسلمان جا عزيز قريب ۽ خاندان جا ماڻهوئي چو نه ڪٿي آباد هجن، يا انهيءَ ملڪ ۾ سندس سرمايو

۽ دولت سيڙيل هجي، يا سندس ملڪيت ۽ ڪاروبار هجي، يا سندس خوشحالي جو دارو مدار انهيءَ ملڪ تي هجي. انهيءَ ملڪ جي پيٽ ۾ زمين جو هر اهو خطو جنهن ۾ مسلمان جي عقيدي کي مضبوطي ترقي ۽ غلبو حاصل هجي، الله جي شريعت جو ڏونڪو وڄي رهيو هجي. انهيءَ کي "دارالاسلام" قرار ڏنو ويندو، پوءِ ڀلي نه ڪٿي انهيءَ ۾ هڪ مسلمان جا اهل و عيال رهائش رکندڙ هجن، نه جي خاندان ۽ قبيلي جا ماڻهو اتي رهندڙ هجن، نه جو اتي ڪو واپار وڙو هجي ۽ نه کي اتي ڪنهن مالي نفعي جو آسرو ۽ دلاسو هجي ـــــ "وطن" اسلامي اصطلاح ۾ انهيءَ مرڪز جو نالو آهي جنهن ۾ اسلام جي عقيدي جي حڪمراني هجي، اسلامي نظام حيات قائم ۽ برپا هجي ۽ خدا جي شريعت کي برتري حاصل هجي. وطن جو اهوئي مفهوم انسانيت جي مرتبي ۽ مذاق جي مطابق آهي. اهڙي ريت اسلام جي نظر ۾ قوميت انهيءَ کي چئبو آهي. جيڪا اسلامي نظرئي ۽ عقيدي جي عنوان تحت هجي، ۽ اهائي اها قوميت آهي جيڪا انسان جي حقيقي شرف ۽ عزت سان مناسبت رکي ٿي.

## قومي ۽ نسلي نعرا جهالت جي بدبوءِ آهن

باقي رهي قبيلي، برادري ۽ قوم، نسل، رنگ ۽ وطن جي عصبيت ۽ دعوت جي ڳالهه، ته اها دعوت نه صرف تنگ نظري، تنگ داماني ۽ محدود الاثر آهي، بلڪ انسان جي بربادي ۽ وحشت جي يادگار پڻ آهي. اها جاهلي عصبيت انهن زمانن ۾ انسان ذات جي گردن تي سوار ٿي ويئي هئي جڏهن انهيءَ جو روح پستي ۽ زوال جي مرض ۾ ورتل هو. رسول الله ﷺ انهيءَ کي "بدبوءِ" سان تشبيهه ڏني فرمائي آهي، يعني اهڙو مردار جنهن جي منهن مان بدبوءِ جا اهڙا طوفان اٿندا هجن

جو انسان جو ذوق نفيس انهيءَ بدبوءِ جي ڪري هڪ زبردست تڪليف ۽ ڪراهت محسوس ڪري رهيو هجي.

جڏهن يهودين اها دعويٰ ڪئي ته هو نسل ۽ قوم جي بنياد تي الله جا محبوب ۽ دادلا آهن ته الله تبارڪ و تعاليٰ انهن جي انهيءَ دعويٰ کي سندن منهن ۾ اڇلائي هنيو ۽ اهو اعلان فرمايو ته هر دور ۾ هر نسل ۽ هر قوم لاءِ ۽ هر جڳهه جي ماڻهن لاءِ بزرگي ۽ خدا جي مقرب هجڻ ۽ معزز ۽ محترم هئڻ جو صرف هڪڙوئي معيار آهي — ۽ اهو آهي ايمان بالله.

وَقَالُوا كُونُوا هُودًا أَوْ نَصَارَىٰ تَهْتَدُوا ۗ قُلْ بَلْ مِلَّةَ إِبْرَاهِيمَ حَنِيفًا ۖ وَمَا كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِينَ ۝ قُولُوا آمَنَّا بِاللَّهِ وَمَا أُنزِلَ إِلَيْنَا وَمَا أُنزِلَ إِلَىٰ إِبْرَاهِيمَ وَإِسْمَاعِيلَ وَإِسْحَاقَ وَيَعْقُوبَ وَالْأَسْبَاطِ وَمَا أُوتِيَ مُوسَىٰ وَعِيسَىٰ وَمَا أُوتِيَ النَّبِيُّونَ مِن رَّبِّهِمْ لَا نُفَرِّقُ بَيْنَ أَحَدٍ مِّنْهُمْ وَنَحْنُ لَهُ مُسْلِمُونَ ۝ فَإِنْ آمَنُوا بِمِثْلِ مَا آمَنتُم بِهِ فَقَدِ اهْتَدَوا ۖ وَّإِن تَوَلَّوْا فَإِنَّمَا هُمْ فِي شِقَاقٍ ۖ فَسَيَكْفِيكَهُمُ اللَّهُ ۚ وَهُوَ السَّمِيعُ الْعَلِيمُ ۝ صِبْغَةَ اللَّهِ ۖ وَمَنْ أَحْسَنُ مِنَ اللَّهِ صِبْغَةً ۖ وَنَحْنُ لَهُ عَابِدُونَ ۝

(البقرة: ١٣٥ کان ١٣٨)

ترجمو:- "يهودي چون ٿا (ته) يهودي ٿي وڃو ته سڌي راهه حاصل ڪندؤ. عيسائي چوندا آهن، عيسائي ٿي وڃو ته هدايت حاصل ڪندؤ. انهن کي چئو: نه، بلڪ سڀ کي ڇڏي ابراهيم جو طريقو اختيار ڪريو ۽ ابراهيم مشرڪن مان نه هو. مسلمانو! چئو ته اسان ايمان آندو الله تي ۽ انهيءَ هدايت تي جيڪا ابراهيم، اسماعيل، اسحاق، يعقوب ۽ اولاد يعقوب

جي طرف نازل ٿي هئي ۽ جيڪا موسيٰ ۽ عيسيٰ ۽ ٻين سڀني پيغمبرن کي انهن جي رب جي طرفان ڏني ويئي هئي. اسان انهن (پيغمبرن) جي وچ ۾ ڪا به تفريق نه ٿا ڪريون ۽ اسين الله جا مسلم آهيون. پوءِ جيڪڏهن اهي اهڙي ريت ايمان آڻين جنهن ريت اوهان آندو آهي، ته هدايت تي آهن ۽ جيڪڏهن انهيءَ کان منهن موڙين ته پوءِ صاف ڳالهه آهي ته هو اجائي ضد ۾ پئجي ويا آهن تنهن ڪري اطمينان رکو ته انهن جي مقابلي ۾ الله توهانجي هدايت لاءِ ڪافي آهي. اهو سڀ ڪجهه ٻڌي ۽ ڄاڻي ٿو. الله جو رنگ اختيار ڪريو. انهيءَ جي رنگ کان سٺو رنگ ٻيو ڪنهن جو هوندو؟ ۽ اسان انهيءَ جي ئي بندگي ڪرڻ وارا ماڻهو آهيون."

الله جي محبوب، برگزيده ۽ وڏنڊڙ قوم در حقيقت اها مسلم امت آهي جيڪا نسلي ۽ قومي اختلاف، رنگ ۽ روپ جي فرق، ۽ وطن ۽ ملڪ جي دوريءَ جي باوجود به صرف ۽ صرف الله تعاليٰ جي جهنڊي هيٺان متحد ٿي اچي پنهنجا خيما کوڙيندي آهي.

كُنْتُمْ خَيْرَ أُمَّةٍ أُخْرِجَتْ لِلنَّاسِ تَأْمُرُوْنَ بِالْمَعْرُوْفِ وَتَنْهَوْنَ عَنِ الْمُنْكَرِ وَتُؤْمِنُوْنَ بِاللهِ

(آل عمران: ١١٠)

ترجمو:- "توهان اها بهترين امت آهيو جنهن کي انسانن جي هدايت ۽ اصلاح لاءِ ميدان ۾ آندو ويو آهي. توهان نيڪيءَ جو حڪم ڏيندا آهيو، بدي کان روڪيندا آهيو ۽ الله تي ايمان رکندا آهيو."

هي اها خدا پرست امت آهي جنهن جي پهرين صف واري دستي جو اڄهو هي شان هو جو ان ۾ عرب جي مان

واري خاندان جو چشم و چراغ ابوبڪر رض شامل هو ته حبش جو بلال رض، روم جو صهيب ۽ فارس جو مسلمان به انهيءَ ڪچهريءَ جا مور هوندا هئا. بعد ۾ ايندڙ نسل به انهيءَ دل نشين انداز ۽ حيرت جوڳي نظام جي پاڪر ۾ هڪ ٻئي پٺيان دنيا جي آڏو پنهنجي سهڻي سيرت ۽ اخوت جو اظهار ڪندا رهيا. عقيده توحيد هن امت جي قوميت رهي، آهي ۽ دارالاسلام انجو وطن رهيو آهي ۽ الله جي حاڪميت انهيءَ جو امتيازي اصول رهيو آهي ۽ قرآن حڪيم انجي زندگيءَ جو دستور رهيو آهي.

## وطن ۽ قوم جون عصبيتون توحيد جو ضد آهن

وطن قوميت ۽ قرابت جو هي پاڪيزه ۽ اوچو تصور اڄ حق جي داعين جي دلين تي پوري طرح نقش ٿي وڃڻ گهرجي، ۽ اهڙي وضاحت ۽ خوبصورتي سان انهن جي دل ۽ دماغ جي رڳ رڳ ۾ سمائجي وڃڻ گهرجي جو جهالت جي باهرين نظرين جي انهيءَ ۾ ڏيپ به نه هجي ۽ "شرڪ خفي" کي به انهيءَ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڪو گس نه ملي. هرقسم جي شرڪ کان پوءِ اها ڪٿي وطن پرستي هجي يا نسل پرستي ۽ قوم پرستي يا دنيا جي ڍونڊ جهڙن مفادن ۽ فائدن جي بوجا وارو شرڪ هجي، انهن سڀني کان قوميت جو اسلامي تصور پاڪ ۽ شفاف آهي. شرڪ جا اهي سڀ قسم الله تبارڪ و تعالى هڪ آيت ۾ گڏ ڪري فرمايا آهن ۽ انهن جي تقاضائن کي به بيان ڪرڻ فرمايو آهي ۽ پوءِ انسان کي هن ڳالهه جي موڪل ڏني ويئي آهي ته هو انهن پنهي پڙن مان ڪهڙي پڙ کي ترجيح ڏئي ٿو.

قُلْ اِنْ كَانَ اٰبَآؤُكُمْ وَ اَبْنَآؤُكُمْ وَ اِخْوَانُكُمْ وَاَزْوَاجُكُمْ وَعَشِيْرَتُكُمْ وَاَمْوَالُ نِ اقْتَرَفْتُمُوْهَا وَتِجَارَةٌ

تَخْشَوْنَ كَسَادَهَا وَ مَسَاكِنُ تَرْضَوْنَهَا اَحَبَّ اِلَيْكُمْ مِنَ اللهِ وَ رَسُوْلِهِ، وَ جِهَادٍ فِيْ سَبِيْلِهِ، فَتَرَبَّصُوْا حَتّٰي يَاْتِيَ اللهُ بِاَمْرِهِ ط وَاللهُ لاَ يَهْدِ الْقَوْمَ الْفَاسِقِيْنَ o
( التوبہ : ٢۴ )

اي نبي! ٻڌائي ڇڏ تہ جيڪڏهن توهانجا پيئر ۽ توهانجا پٽ ۽ توهانجا ڀائر ۽ توهانجون زالون ۽ توهان جا عزيز ۽ قريب ۽ توهانجا اهي مال جيڪي توهان ڪمايا آهن ۽ توهانجا اهي ڪاروبار جن جي مندي تي وڃڻ، جو توهانکي پؤ آهي ۽ توهان جا اهي گهر جيڪي توهان کي پسند آهن، توهان کي الله ۽ انجي رسول ۽ انجي راہ ۾ جهاد ڪرڻ کان وڌيڪ پيارا آهن تہ (پوءِ) انتظار ڪريو ايستائين جو الله پنهنجو فيصلو توهانجي آڏو آڻي ۽ الله فاسق ماڻهن جي رهنمائي نہ ڪندو آهي.“

اهڙيءَ ريت حق جي داعين ۽ اسلامي تحريڪ جي علمبردارن جي دلين ۾ ”جهالت ۽ اسلام“ جي حقيقت ۽ ”دارالحرب“ ۽ ”دارالاسلام“ جي سمجهاڻي جي باري ۾ معمولي قسم جا شڪ ۽ شبها پيدا ٿيڻ نہ گهرجن. در اصل اهڙن شڪن شبهن جي وسيلي ئي اڪثر ماڻهن جي ايمان ۽ يقين مٿان ڌاڙو هنيو ويندو آهي ـــ نہ تہ ٻي صورت ۾ هيءَ ڳالهہ ڪنهن وضاحت جي محتاج نہ آهي تہ جنهن ملڪ ۾ اسلام جي حڪمراني قائم نہ هجي ۽ اسلامي شريعت نافذ نہ هجي، انهيءَ ملڪ جو اسلام سان ڪهڙو تعلق ٿي سگهي ٿو. هي ڳالهہ بہ ڪنهن تشريح ۽ سمجهاڻي جي محتاج نہ آهي تہ ڪو بہ اهڙو ملڪ دارالاسلام ٿي نہ ٿو سگهي جنهن ۾ اسلام جي عطا ڪيل طرز زندگي ۽ قانون حيات کي اقتدار حاصل

نہ هجي. ايمان کي پٺي ڏيئي ماڻهو ڪفر جيٺي آغوش ۾ هليو ويندو آهي. جتي اسلام نہ هوندو تہ اتي پڪ ئي پڪ جهالت جو چرخو هلندڙ هوندو ۽ حق کان منهن موڙڻ کان پوءِ گمراهي ۽ ضلالت کان سواءِ ڪيس پنهنجي پلاند ۾ ٻيو ڪجهہ ٻہ هڙ حاصل نہ ٿيندو.



# باب ڏهون

## دوررس تبديليءَ جي ضرورت

## اسين اسلام کي ڪيئن پيش ڪريون

جڏهن اسين ماڻهن جي آڏو اسلام کي پيش ڪريون ته پوءِ اسانجا مخاطب مسلمان هجن يا ڪٽي غير مسلم هجن، بهرحال اسانکي هڪ پڌري حقيقت کان پوري طرح باخبر رهڻ گهرجي، ۽ اها حقيقت هي آهي جيڪا خود اسلام جي فطرت ۽ مزاج جو نتيجو آهي ۽ اسلام جي تاريخ انهيءَ جو ثبوت فراهم ڪري رهي آهي. مختصر لفظن ۾ انهيءَ حقيقت کي هيئن بيان ڪري سگهجي ٿو.

اسلام هن زندگي ۽ ڪائنات جو جيڪو تصور پيش ڪري ٿو اهو نهايت درجي جو جامع ۽ نرالو تصور آهي، ۽ انهيءَ جون جيڪي خوبيون آهن، اهي ٻئي هنڌ ڳوليون به ڪانه لينديون. انهيءَ تصور تحت انساني زندگيءَ جو جيڪو نظام پيش ڪيو وڃي ٿو اهو نظام ايترو ته اونهون ۽ جامع آهي جو زندگيءَ جي سمورين ننڍين وڏين ڳالهين جي رهنمائي ڪري ٿو. نه صرف ايترو پر پنهنجي ذات ۾ هڪ مستقل ۽ ڪامل نظام آهي، ۽ هن کي اهڙين خاص خوبين ۽ خصلتن سان نوازيو ويو آهي جو اهڙو امتياز وري ڪنهن ٻئي نظام کي حاصل نه آهي هي تصور بنيادي طرح انهن مڙني جاهلي تصورن جو ضد آهي

جيڪي قديم زماني کان رائج آهن يا موجوده دور ۾ پڻ رائج
نظر اچن ٿا. ٿي سگهي ٿو ته هي تصور ڪجهه معمولي ۽
اڻ لکين ڳالهين ۽ تفصيلن ۾ ڪڏهن ڪڏهن جاهل تصورن سان
مشابهت رکي، ليڪن جيستائين انهن اصولن ۽ ضابطن جو سوال
آهي جن مان هي جزوي ۽ معمولي پهلو ظاهر ٿين ٿا ته پوءِ
اهو نظريو انهن سڀني نظرين ۽ تصورن کان بلڪل مختلف ۽
جدا آهي جيڪي انساني تاريخ ۾ اڄ سوڌو رائج آهن ۽ پنهنجي
اصول جي مطابق ترقي حاصل ڪري رهيا آهن. تنهن ڪري
اسلام جو سڀ کان پهريون ڪم هي آهي ته هو هڪ اهڙي
انساني زندگيءَ جو نقشو تيار ڪندو آهي جيڪو سندس تصور
جو صحيح نمائندو ۽ انجو عملي تفسير هجي. هو دنيا ۾ هڪ
اهڙو نظام قائم ڪندو آهي جيڪو الله سائين جي پسند ڪيل
زندگيءَ واري وات جي عملي تصوير هوندو آهي ڏٺو وڃي
ته الله تعاليٰ مسلمان امت کي دنيا ۾ پيدا ئي انهيءَ مطلب لاءِ
ڪيو آهي ته هوءَ خدائي طريقي واري زندگيءَ جي ترجمان ٿي
رهي ۽ انهيءَ کي دنيا جي آڏو عمل جي زبان سان پيش ڪري.
الله تعاليٰ جو ارشاد آهي:

كُنْتُمْ خَيْرَ أُمَّةٍ أُخْرِجَتْ لِلنَّاسِ تَأْمُرُونَ بِالْمَعْرُوفِ وَتَنْهَوْنَ عَنِ الْمُنْكَرِ وَتُؤْمِنُونَ بِاللَّهِ.
(آل عمران: ١١٠)

ترجمو:- "توهان اها بهترين امت آهيو جنهن کي انسانن لاءِ پيدا
ڪيو ويو آهي. توهان نيڪي جو حڪم ڪندا آهيو ۽ برائي
کان روڪيندا آهيو ۽ الله تي ايمان آڻيندا آهيو."

انهيءَ امت جي هو، هي صفت بيان ڪري ٿو ته:

الَّذِينَ إِنْ مَكَّنَّاهُمْ فِي الْأَرْضِ أَقَامُوا الصَّلَاةَ وَآتَوُا الزَّكَاةَ وَأَمَرُوا بِالْمَعْرُوفِ وَنَهَوْا عَنِ الْمُنْكَرِ ط
(الحج: ٤١)

ترجمو:- ”هي اهي ماڻهو آهن جو جيڪڏهن اسين انهن کي اقتدار ڏيون ته هي نماز قائم ڪندا، زڪواة ڏيندا نيڪيءَ جو حڪم ڏيندا ۽ برائيءَ کان روڪيندا.“

اسلام جو هي شان نه آهي جو هو دنيا ۾ اڳواٽ قائم ٿيل جاهل نظرين ۽ تصورن سان صلح ۽ ناهه ڪرڻ وارو رويو اختيار ڪري يا جاهل نظامن ۽ جاهل قانونن سان انهيءَ قسم جو ڪو معاهدو ڪري ته اسانجو هڪ ٻئي سان ڪو به اختلاف نه آهي ۽ پاڻ ۾ هميشه لاءِ ڪير ڪنڌ ٿي رهنداسين. اهو مؤقف ۽ رويو اسلام انهيءَ ڏينهن به اختيار نه ڪيو هو جنهن ڏينهن هن، دنيا ۾ قدم رکيو هو ۽ نه اڄ هو اهو مؤقف اختيار ڪري سگهي ٿو ۽ نه آئينده لاءِ هن ڳالهه جي ڪا اميد آهي ته اسلام اهو رويو اختيار ڪندو. جهالت جو تعلق ڪٿي ڪهڙي به دور سان هجي بهرحال اها جهالت آهي ۽ اها درحقيقت الله تعاليٰ جي بندگيءَ کان انحراف ۽ الله تعاليٰ جي موڪليل نظام زندگي سان بغاوت آهي، جهالت انهيءَ شئي جو نالو آهي جيڪا خدا کي ڇڏي زندگيءَ جي قانونن ۽ اصولن لاءِ ڪنهن ٻئي کان رهنمائي حاصل ڪري. قاعدا، اصول، روايتون، قدر ۽ معيار ڪنهن نقلي خدا جي در تان ٻني. ان جي خلاف اسلام نالو آهي خدا جي حضور ۾ پيشاني جهڪائڻ جو. اسلام ڪنهن دور ۽ ڪنهن خاص حالت لاءِ مخصوص نه آهي ليڪن اهو هر دور لاءِ آهي ۽ هر حالت لاءِ فائدي مند آهي. انهيءَ جي مشن انسانن کي جهالت جي تاريڪين کان ڪڍي هدايت جي روشني ۾ آڻڻ آهي، وڌيڪ چٽن لفظن ۾ جهالت هي آهي ته انسان پاڻ جهڙن انسانن جي ئي بندگي ڪري. يعني ڪجهه ماڻهو غلبو ۽ برتري حاصل ڪري، خدا جي مرضي ۽ منشا کي پٺي ڏيئي ٻين ماڻهن لاءِ قانون جوڙين ۽ هو انهيءَ ڳالهه سان ڪو به

واسطو وڙو نہ رکين تہ قانون سازي وارن اختيارن کي کھڙي شڪل ۾ استعمال ڪيو ويو آھي ـــ ۽ اسلام ھي آھي تہ سڀ جو سڀ ماڻھو صرف الله وحده' لاشريڪ له' جي بندگي ڪن. پنھنجن سمورن تصورن، عقيدن، قانونن، اصولن، زندگي جي قدرن ۽ رد ۽ قبول لاءِ صرف الله جي وات ڏانھن واجھائين ۽ مخلوق جي بندگي کان ڪنڌ ڪڍائي پوري طرح خالق جي بندگيءَ لاءِ پاڻ کي وقف ڪري ڇڏين.

اھا حقيقت خود اسلام جي فطرت جي تقاضا آھي ۽ اھا فطرت اسلام جي انھيءَ ڪردار مان ظاھر ٿئي ٿي جيڪو دنيا ۾ ھو سرانجام ڏئي چڪو آھي يا سرانجام ڏيڻ چاھي ٿو، اھائي حقيقت اسانکي انھن سڀني ماڻھن جي آڏو جن کي اسلام جي دعوت ڏيون، پوءِ اھي مسلمان ھجن يا غير مسلم، ھڪڙيءَ نموني واضح ڪرڻ گھرجي.

## اسلام ۽ جھالت ۾ ھرگز صلح ٿي نہ ٿو سگھي

اسلام جھالت سان "نيمي درون نيمي برون" واري روئي جھڙي ڪابہ مصالحت قبول نہ ٿو ڪري. معاملو ڪٿي انھيءَ جي تصور ۽ نظرئي جو ھجي يا انھيءَ تصور ۽ نظرئي مطابق تيار ٿيندڙ زندگيءَ جي قانونن جو، بھرحال ھر صورت ۾ اسلام رھندو يا جھالت رھندي. ٽين اھڙي ڪابہ صورت نہ آھي جنھن ۾ اڌ اسلام ھجي ۽ اڌ جھالت. اسلام کي اھڙي ڪابہ صورت قبول يا پسند نہ آھي. انھيءَ معاملي ۾ اسلام جو نقطہ نگاہ بالڪل واضح ۽ پڌرو آھي ھن جو چوڻ آھي تہ حق اھا وحدت آھي جنھن جو تجزيو ٿي نہ ٿو سگھي. حق نہ ھوندو تہ پڪ ئي پڪ باطل موجود بيٺو ھوندو. حق ۽ باطل جو پاڻ ۾ ھٿ ۾ ھٿ ملائي ھڪ ھلاڪ ھنگھہ ورائڻ ٿي محال آھي. حڪم ياتہ الله جو ھلندو يا جھالت جو. الله جي شريعت جو سڪو

چالو ٿيندو يا وري نفساني خواهشن جي عملداري قائم ٿيندي انهيءَ حقيقت کي قرآن حڪيم ڪيترن ئي آيتن ۾ بيان ڪرڻ فرمايو آهي.

وَأَنِ احْكُمْ بَيْنَهُمْ بِمَا أَنْزَلَ اللَّهُ وَلَا تَتَّبِعْ أَهْوَاءَهُمْ وَاحْذَرْهُمْ أَنْ يَفْتِنُوكَ عَنْ بَعْضِ مَا أَنْزَلَ اللَّهُ إِلَيْكَ (المائده ۴۹)

"ترجمو (پوءِ اي محمد صلي الله عليه وسلم) اوهين الله جي نازل ڪيل قانون جي مطابق انهن ماڻهن جي معاملن جو فيصلو ڪريو ۽ انهن جي خواهشن جي پيروي نہ ڪريو. انهن کان هوشيار رهو جو ڪٿي هي ماڻهو اوهان کي فتني ۾ وجهي انهيءَ هدايت جي ڪنهن حصي کان نہ منحرف ڪري ڇڏين جيڪا خدا اوهانجي طرف نازل ڪئي آهي."

فَلِذَٰلِكَ فَادْعُ وَاسْتَقِمْ كَمَا أُمِرْتَ ج وَلَا تَتَّبِعْ أَهْوَاءَهُمْ (شوريٰ : ۱۵)

ترجمو "پوءِ هن طرف دعوت ڏيو ۽ انهيءَ تي ڄميا رهو جيئن جو اوهانکي حڪم ڏنو ويو آهي ۽ انهن جي ڪري خواهشن جي پيروي نہ ڪريو."

فَإِنْ لَمْ يَسْتَجِيبُوا لَكَ فَاعْلَمْ أَنَّمَا يَتَّبِعُونَ أَهْوَاءَهُمْ ۚ وَمَنْ أَضَلُّ مِمَّنِ اتَّبَعَ هَوَاهُ بِغَيْرِ هُدًى مِنَ اللَّهِ ۚ إِنَّ اللَّهَ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الظَّالِمِينَ

(القصص ۵۰)

ترجمو "۽ جيڪڏهن اوهانجي مطالبي جو جواب نہ ڏين نہ ڄاڻي وٺ تہ هي ماڻهو پنهنجين خواهشن جا پوئلڳ آهن، ۽ انهيءَ شخص کان وڌيڪ گمراه ڪير ٿي سگهي ٿو جنهن پنهنجي خواهش جي پيروي ڪئي ۽ الله جي هدايت جي پرواهہ نہ ڪئي — بيشڪ الله تعاليٰ ظالم ماڻهن کي هدايت نہ ڏيندو آهي."

ثُمَّ جَعَلْنَاكَ عَلَىٰ شَرِيعَةٍ مِّنَ الْأَمْرِ فَاتَّبِعْهَا وَلَا تَتَّبِعْ أَهْوَاءَ الَّذِينَ لَا يَعْلَمُونَ ○ إِنَّهُمْ لَن يُغْنُوا عَنكَ مِنَ اللَّهِ شَيْئًا ۚ وَإِنَّ الظَّالِمِينَ بَعْضُهُمْ أَوْلِيَاءُ بَعْضٍ ۖ وَاللَّهُ وَلِيُّ الْمُتَّقِينَ ○ ( الجاثيه: ١٨ )

ترجمو "اي نبي اسان تو کي دين جي معاملي ۾ صاف شاهراه (شريعت) تي قائم ڪيو آهي. تنهن ڪري تون انهيءَ تي ئي هل ۽ ماڻهن جي خواهشن جي پيروي نہ ڪر جيڪي علم نہ ٿا رکن. هي الله وٽ تنهنجي ڪنهن ڪم نہ ايندا، ۽ بيشڪ ظالم هڪ ٻئي جا رفيق آهن ۽ الله پرهيزگارن جو دوست آهي."

أَفَحُكْمَ الْجَاهِلِيَّةِ يَبْغُونَ ۚ وَمَنْ أَحْسَنُ مِنَ اللَّهِ حُكْمًا لِّقَوْمٍ يُوقِنُونَ ( المائده: ٥٠ )

ترجمو:- "پوءِ ڇاجي جهالت جو فيصلو چاهين ٿا. حالانڪ جيڪي ماڻهو الله تي يقين رکندا آهن. انهن جي آڏو الله کان وڌيڪ بهتر فيصلي ڪرڻ وارو ڪير بہ نہ آهي."

انهن آيتن مذڪورين مان چٽيءَ ريت اِهو ظاهر ٿئي ٿو تہ رادون صرف ٻہ ئي آهن، ڪا ٽين راہ ڪانهي. يا تہ الله ۽ انجي رسول جي دعوت جي آڏو پنهنجو ڪنڌ نمائڻو پوندو يا ٻي صورت ۾ نفساني خواهش جي پيروي ڪرڻي پوندي. الله جو فيصلو اکين تي رکيو ويندو يا جهالت جي دستور کي ڪٺي ڇميو ويندو. جيڪڏهن اهو طئي ڪيو تہ الله جي قانون مطابق فيصلا نہ ڪرڻا آهن تہ انهيءَ جي معني اها ٿيندي تہ خدا جي حڪم کي قبول نہ تو ڪيو وڃي ۽ انهن کي پٺي ڏني وڃي ٿي. ڪتاب الله جي مٿي ذڪر ڪيل پڌرين آيتن جي سمجهائڻي بعد ڪنهن بحث مباحثي ۽ حيلي بهاني جي ڪا بہ گنجائش نہ ٿي رهي.

# اسلام جي اصل مشن

انهيءَ جو صاف مطلب اهو آهي تہ دنيا ۾ اسلام جو اولين فرض اِهو آهي تہ جهالت کي انساني قيادت جي اڳواڻيءَ جي منصب تان هٽائي، اقتدار جي واڳ خود پنهنجي هٿ ۾ قابو ڪري ۽ هن جو جيڪو مخصوص زندگيءَ جو نظام ۽ مستقل ۽ دائمي اصولن وارو نظريو آهي، انهيءَ کي پوري طرح نافذ ڪري ڇڏي. انهيءَ صالح قيادت مان انهيءَ جو مقصد انسانيت جي فلاح ۽ بهبود آهي جيڪا صرف انهيءَ صورت ۾ قائم ٿي سگهي ٿي جڏهن انسان صرف پنهنجي خالق جي آڏو سر نمائي ۽ انسان ۽ ڪائنات جي حرڪت ۾ موافقت ۽ هم آهنگي پيدا ٿي وڃي. انهيءَ جو مقصد اهو آهي تہ اسلام انسان کي انهيءَ اوچي مقام جو مالڪ بنائي جيڪو الله تبارڪ و تعاليٰ تجويز ڪيو آهي، ۽ کيس نفساني خواهشن جي غلبي ۽ اثر کان ڇوٽڪارو ڏياري. هي اهوئي مقصد آهي جنهن کي حضرت ربيع بن عامر، ايراني فوج جي اڳواڻ رستم جي جواب ۾ بيان ڪيو هو. رستم پڇيو هو تہ "توهان هتي ڇو آيا آهيو." ربيع جواب ڏنو هو:

"الله تعاليٰ اسان کي انهيءَ مقصد لاءِ موڪليو آهي تہ اسان انسانن کي انسانن جي پانهپ کان آزاد ڪري الله وحده' جي بندگي ۾ داخل ڪريون. دنيا پرستي جي ويچارن کان ٻاهر ڪڍي دنيا ۽ آخرت، ٻنهي جي فيض واري چشمي مان سيراب ڪريون. انساني دينن جي ظلم ۽ ستم کان ڇوٽڪارو ڏياري انهن کي اسلام جي عدل جي پاڇي ۾ آڻيون."

اسلام انسان جي انهن نفساني خواهشن جي تائيد ۽ پٺڀرائي لاءِ نہ آيو آهي جن جو انسان مختلف نظرين ۽ تصورن جي روپ ۾ ۽ نت نين رسمن ۽ رواجن جي رنگ ۾ اظهار ڪندو رهندو آهي. اسلام جي شروعاتي دور ۾ بہ اهڙا نظريا

۽ رسم ۽ رواج موجود هئا ۽ اڄ بہ ـــ مشرق ۽ مغرب ۾ انسانيت تي نفساني خواهشن جو غلبو ۽ حڪمراني آهي.
اسلام انساني خواهشن جي انهيءَ حڪمراني کي مضبوط ڪرڻ لاءِ نہ آيو آهي مگر انهيءَ لاءِ آيو آهي تہ هو اهڙن سمورن تصورن، قانونن، رسمن ۽ رواجن جو تختو اونڌو ڪري ڇڏي، ۽ انهن جي جاءِ تي پنهنجي مخصوص بنيادن تي انساني زندگي جي نئين سر اڏاوت ڪري. هڪ نئين دنيا تخليق ڪري، زندگي جا نوان وس عطا ڪري ـــ جنهن جو مرڪز ۽ محور اسلام هجي.

## جهالت سان اسلام جي جزوي مشابهت

ڪڏهن ڪڏهن ائين محسوس ٿيندو آهي تہ اسلام جا بعض جزوي گوشا، انهيءَ جهالت واري زندگي جي بعض گوشن جهڙا آهن ۽ ٿوري مشابهت محسوس ٿيڻ لڳندي آهي. اهي جزوي گوشا جيڪي عملي طرح ماڻهن کي پنهنجي گهري ۾ جهليو بيٺا هوندا آهن. ليڪن اها ڳالهہ چڱي طرح نوٽ ڪرڻ گهرجي تہ انهيءَ جو اهو مطلب هرگز نہ آهي تہ جاهليت جا ڪجهہ جزا اسلام ۾ موجود آهن ليڪن هي رڳو هڪ اتفاق آهي جو ڪجهہ معمولي ۽ فروعي ڳالهين ۾ اسلام ۽ جهالت ۾ مشابهت پيدا ٿي ويندي آهي. ورنہ ٻنهي جي، بڻ جدا جدا وڻن واري حيثيت آهي ۽ ٻنهي جون پاڙون ۽ شاخون هڪ ٻئي کان بالڪل نراليون ۽ ڏور آهن. اجا بہ ائين چئجي تہ انهن ۾ زمين ۽ آسمان جيترو فرق آهي. هڪ تہ اهو وڻ آهي جنهن کي خود خدا پاڪ جي حڪمت پوکي ۽ انگوريو آهي ۽ ٻيو اهو (شجر خبيث) آهي جنهن جون پاڙون انساني خواهشن جي زمين ۾ ڪتل آهن.

وَالْبَلَدُ الطَّيِّبُ يَخْرُجُ نَبَاتُهُ بِإِذْنِ رَبِّهِ، وَالَّذِي خَبُثَ لَا يَخْرُجُ إِلَّا نَكِدًا. (اعراف: ٥٨)

ترجمو:- ”جيڪا زمين سٺي هوندي آهي اها پنهنجي رب جي حڪم سان خوب ميوا (وغيره) اپائيندي آهي، ۽ جيڪا زمين خراب هوندي آهي انهيءَ مان خراب فصل ڪانسواءِ ڪجهه نه ايرندو آهي.“

جهالت خبيث ۽ فاسد مادو آهي، پوءِ اها ڪٿي قديم هجي يا جديد- جهالت جي بڇڙائي ۽ فساد واري نقشي مختلف زمانن ۾ مختلف رنگ روپ پئي اختيار ڪيا آهن. ليڪن انهيءَ جي پاڙ دراصل منڍون هڪڙي ئي رهي آهي، ۽ انهيءَ جڙ جو بنياد ڪوتاهه نظر ۽ جاهل انسانن جي خواهشن جي مرڪز ۾ ڪتل هوندو آهي جيڪي پنهنجي کهيلائپ ۽ خرمستيءَ واري چار ڪان ٻاهر نڪرڻ جي سگهه نه سارينداآهن. يا وري انهيءَ جهالت جي پاڙ چند طبقن يا چند قومن يا چند نسلن جي مفاد پرستي جي بنياد ۾ پوکيل هوندي آهي، ۽ پوءِ اها مفاد پرستي، عدل ۽ انصاف، حق ۽ صداقت ۽ خير ۽ ڀلائي وارن جذبن مٿان غلبو حاصل ڪري ويندي آهي. ليڪن الله جي شريعت انهن مڙني فسادن ۽ انجي سببن جي پاڙ وڍي ڇڏيندي آهي ۽ انسانن لاءِ اهڙو قانون موجود ڪري ڏيندي آهي جيڪو انسان جي دخل اندازي ڪان پاڪ ۽ مٿاهون هوندو آهي، ۽ انهيءَ باري ۾ هي شڪ شبهو هرگز نه ٿو ڪري سگهجي ته انهيءَ ۾ ڪو انساني جهل جي ٿوري گهڻي ملاوٽ به هوندي يا انساني هوس ۽ غرض واري پليتي به انهيءَ ۾ مليل هوندي يا اها سچي شريعت ڪنهن انساني جٿي جي مفاد پرستي جي چار ۾ ڦاسي بي انصافي وارو رستو اختيار ڪندي.

الله تبارڪ و تعاليٰ جي اماڻيل نظريهٔ حيات ۽ انسانن جي جوڙيل نظرئي جي وچ ۾ اهوئي بنيادي ۽ جوهري فرق آهي، ۽ انهيءَ اصول تحت ئي انهن پنهيءَ جو هڪ نظام تحت

ڳڻ ٿيڻ محال آهي ڇو ته پنهي نظامن ۾ ڪڏهن به موافقت ۽
صلح جهڙو معاملو پيدا ٿي ئي نه ٿو سگهي انهيءَ سمجهاڻيءَ
جي روشنيءَ ۾ ڪنهن اهڙي نظام جو ايجاد ڪرڻ ئي دراصل
”ڪوئو ڪوئي منهن ۾ پائي“ واري چوڻي جي برابر آهي جيڪو
اڌ تتر ۽ اڌ بٽير هجي. انهيءَ جو اڌ اسلام ڪان ورتل هجي
۽ اڌ جهالت ڪان. جهڙي ريت الله تبارڪ و تعاليٰ شرڪ ڪي
معاف نه ٿو ڪري. اهڙي ريت هو پنهنجي نازل ڪيل زندگي
واري نظرئي سان ڪنهن ٻئي نظرئي جي شرڪت به قبول
ڪرڻ نه ٿو فرمائي. اهي ٻئي ڏوه الله جي حضور ۾ هڪ ئي
درجي ۾ آهن. ڇو ته ٻئي دراصل هڪ ئي ذهنيت جي
پيداوار آهن.

## خالص اسلام جي دعوت

جڏهن اسين ماڻهن جي آڏو اسلام جي دعوت پيش
ڪيون ۽ دعوت ۽ تبليغ جو فرض سرانجام ڏيون ته پوءِ اسلام
جي باري ۾ مٿي بيان ڪيل حقيقت اسانجي ذهنن ۾ ايتري
قدر ته ڄميل، پختي ۽ ذهن ۾ سمايل هجي ۽ انهيءَ جو تصور
اسانجي آڏو ايترو چٽو ۽ روشن هجي جو انهيءَ کي بيان ڪرڻ
مهل اسانجي زبان ويچاري نه ٿي وڃي ۽ ڪنهن به موقعي تي
شرم محسوس نه ٿيڻ گهرجي ۽ گڏو گڏ ماڻهن کي به انهيءَ
شڪ شبهي ۾ رهڻ نه ڏيون، ۽ انهن کي هن ڳالهه جو پوري
طرح قائل ڪري ڇڏيون ته جيڪڏهن هو اسلام جي دامن ۾
اچي پناهه وٺندا ته انهن جي زندگيءَ جا چنڊ ۽ ستارا به بدلجي
ويندا. انهن جي عمل ۽ ڪردار ۾ انهن جي اصولن ۽ ضابطن
کي به تبديل ڪنداسين ۽ انهن جي نظرين ۽ سوچ جي ڪائنتي
جو رخ به موڙي ڇڏينداسين. انهيءَ تبديلي جي نتيجي ۾ اسلام
انهن کي اهو ”خير ڪثير“ عطا ڪرڻ فرمائيندو جنهن جي

ڪشادگي ۽ برڪت جو انسان پورو اندازو به لڳائي نه ٿو سگهي. اهو انهن جي فڪر ۽ نظرين ۾ بلندي پيدا ڪندو، انهن جي حالتن ۽ معاملن جو معيار بلند ڪندو ۽ انهن کي انهيءَ عزت ڀرئي مقام ۽ شرف جوڳي منزل جي وچي ويجهو رسائيندو جيڪو انسانيت کي سونهي ٿو. جنهن ڪريل جهالت جي گند سان هنن پاڻ کي گدلو بڻايو آهي انهيءَ غلاظت جو ڪو نشان به انهن جي جسم تي باقي نه رهندو. سواءِ انهيءَ جي جو جهالت واري دور جون اهڙيون ننڍيون ڳالهيون موجود هجن جيڪي اتفاق سان اسلامي نظام جي ننڍين ڳالهين سان ڪا مشابهت رکندڙ هجن. ليڪن اهي به پنهنجي اصلي حالت ۾ باقي نه رهي سگهنديون بلڪ اسلام جي انهي عظيم اصول جي رنگ ۾ رڱجي وينديون. ڇو ته اسلام جو نظريو ۽ انجو نقشو جهالت جي انهيءَ خبيث ۽ ناڪاري نظرئي کان بالڪل نيارو ۽ مختلف آهي.

اسلام انهيءَ عظيم انقلاب برپا ڪرڻ بعد انسانن کي علم ۽ تحقيق جي انهن شعبن کان محروم نه ڪندو جن جو بنياد مشاهدي ۽ حقيقت تي اڏيل آهي. بلڪ هو انهن شعبن کي پاڻ وڌيڪ ترقي ڏيندو. مطلب ته اسلام جي داعين جو فرض آهي ته ماڻهن کي انهيءَ وهم ۾ رهڻ نه ڏين ته ڪو اسلام به انسان جي هٿ ٺوڪين اجتماعي نظرين مان هڪ نظريو ۽ جڙتو نظامن مان هڪ نظام آهي، جهڙيءَ ريت اهڙا ڪيترائي نظام جدا جدا نالن ۾ جدا جدا جهنڊن جي ڇانوَ هيٺ دنيا ۾ موجود نظر اچن ٿا. بلڪ انهيءَ حقيقت جو ثبوت فراهم ڪيو وڃي ته اسلام هڪ خالص ۽ آفاقي نظام آهي. اهو پنهنجي ذات ۾ هڪ ابدي حقيقت آهي ۽ ان جي پنهنجي ازلي انفراديت آهي. انهيءَ جو انساني زندگيءَ بابت جدا تصور

آهي ۽ هو انسان ذات لاءِ هڪ نيارو نياپوڪڙي آيو آهي. هو انسانيت کي ڪجهه ڏيڻ چاهي ٿو اهو هتراڌو نظامن واريـن خيالي جنتن کان هزار درجا بهتر ۽ پلارو آهي. اهو هڪ ارفع ۽ اعليٰ نظام آهي پاڪيزه ۽ جرڪندڙ آهي انهيءَ جو نظريهٔ حيات ٻهڪندڙ آهي، هو دنيا جي زينت جو هڪ سيگار آهي. انهيءَ جو طريقو انصاف وارو ۽ متوازن آهي، انهيءَ آب حيات جون شاخون ناليون انهيءَ پاڪ چشمي مان ڦٽي وهن ٿيون جن جو مرڪز خود خدا جي ذات بابرڪات آهي.

جڏهين اسين انهيءَ انداز تي اسلام جو شعور حاصـل ڪنداسين ته اهو شعور اسانجي اندر ۾ هي صلاحيت پيدا ڪري ڇڏيندو جو اسين اسلام جي دعوت پيش ڪندي وقت پوري پروسي ۽ سگهه سان، اجان به پوري همدردي ۽ درد سان ماڻهن سان مخاطب ٿيون. انهيءَ شخص جهڙي همت ۽ پروسي وانگر جنهن کي هي پرپور يقين هجي ته هو جنهن دعوت کي پيش ڪري رهيو آهي اها سراسر حق آهي ۽ انجي ابتڙ پيا ماڻهو جنهن راه جا راهي آهن اها باطل جي راه آهي. همدردي هجي ته انهيءَ شخص جهڙي جيڪو ڏسي ته انهيءَ نظر سـان ته انسان ذات بدنصيبي ۾ وڪوڙيل آهي ۽ ظلم جي چڪيءَ ۾ پيڙجي رهي آهي، نه صرف ايترو پر اهڙي داناءُ کي اها به چاڻ هئڻ گهرجي ته اهڙي تڙپندڙ انسانيت کي سعادت ۽ سدورائپ جي پاڪر ۾ ڪهڙيءَ ريت آڻي سگهجي ٿو. دل ۾ سوز هجي ته انهيءَ شخص جهڙو جيڪو محسوس ڪري ته انسانيت اونده جي درياه ۾ ٽاپا ٽوبا کائي رهي آهي ۽ ڪيس اها به سڌ هجي ته هو انهن پڪيل وانهڙن کي اکين جي جوت ۽ دل جي روشني ڪتان ۽ ڪهڙيءَ ريت آڻي ڏيندو، جنهن کان سواءِ هو حق رستو ڳولي نه سگهندا.

مطلب ته اسلام جي سچي ۽ صحيح شعور حاصل ٿيڻ.
کان پوءِ اسانکي هن ڳالهه جي حاجت نه هوندي ته اسين چور
دروازي کان ساٿين جي دلين ۾ اسلام داخل ڪريون، اهڙي طرح
جو انهن جي نفساني خواهشن ۽ باطل ۽ گمراه نظرين جي ٻه
ٿوري گهٽي پٽ پرائي ڪري ڇڏيون. ليڪن ائين نه ٿيندو.
اسان ڪنهن رڪ رڪاءُ کانسواءِ انهن جي آڏو اسلام جي سچي
پچي دعوت پيش ڪنداسين ۽ انهن کي وڏي واڪ چٽي
ٻڌائينداسين ته هي جهالت جنهن جي گندگي ۾ اوهان چئني
طرفن کان وڪوڙيل آهيو اها ناپاڪ ۽ پليت آهي، الله تعاليٰ
توهان کي انهيءَ نجاست ۽ گندگي کان پاڪ ڪرڻ چاهي ٿو.
هي ماحول جنهن ۾ اوهان ساه کڻي رهيا آهيو اهو سراسر بڇڙو
۽ فسادي آهي ۽ الله تعاليٰ توهان لاءِ پاڪ ۽ طيّب نظام پسند
ڪرڻ فرمائي ٿو. زندگيءَ جو اهو انداز جنهن کي توهان
اختيار ڪيو آهي حد درجي ڪريل ۽ نفرت جوڳو آهي ۽
الله تعاليٰ توهان کي بلند مقام عطا ڪرڻ چاهي ٿو. توهان جا
هي رات ۽ ڏينهن بدبختي ۽ ذلت ۽ مايوسي ۽ نامرادي جي
ڪوهيڙي جي ڌنڌ ۾ بسر ٿي رهيا آهن ۽ الله تعاليٰ چاهي
ٿو ته توهان لاءِ آساني پيدا ڪري، توهانکي پنهنجي رحمت
جي آغوش ۾ آڻي ۽ توهانکي سعادتمندي جو تاج پهرائي
اسلام توهانجي نظرين ۽ افڪار جو رنگ ئي بدلائي ڇڏيندو.
توهانجي حالتن جي ڪايا پلٽي ڇڏيندو، توهان جي نون اصولن
۽ نظرين سان سڃاڻپ ڪرائيندو. توهانکي اهڙي بالاتر ۽
برتر زندگيءَ سان سرفراز ڪندو جو انهيءَ جي پيٽ ۾ موجوده
زندگيءَ کي تڇ ڄاڻڻ لڳندو. توهانجي رات ۽ توهانجي ڏينهن
۾ هو هڪ اهڙو انقلاب برپا ڪري ڇڏيندو جو توهان پاڻ
موجوده عالمگير صورتحال کان نفرت ڪرڻ لڳندو. هو

توهانکي اهڙن تهذيبي سانچن ۾ گهڙي تيار ڪندو جو توهان موجوده تهذيبي سانچن کي ڪمتر ۽ حقير ڄاڻڻ لڳندو جيڪي هن وقت دنيا ۾ رائج آهن. جيڪڏهن بخت جي بي وفائي جي ڪري توهان اسلامي زندگيءَ جو عملي نقشو نه ڏسي سگهيا آهيو ڇو ته توهانجا دشمن هن ڳالهه تي متحد ۽ متفق آهن ته زندگيءَ جو اهو پيارو نظام دنيا ۾ ڪڏهن به برپا نه ٿي سگهي ته ـــــ اچو ته اسين توهانکي انهيءَ جي لذت ۽ مٺاج جو لطف وٺرايون. ڇو ته الله مهربان جي توفيق سان انهي ـــــ زندگيءَ جو اسين پنهنجي قلب ۽ ضمير جي دنيا ۾ مشاهدو ڪري چڪا آهيون. اسان پنهنجي قرآن، پنهنجي شريعت ۽ پنهنجي تاريخ جي سيرگاهه ۾ انهيءَ جو ديدار ڪري چڪا آهيون پنهنجي مستقبل جي خوشنما تخيل ۾ جهاتي پائي چڪا آهيون جنهن جي اچڻ ۾ هرمل جي داڻي برابر به ڪو شڪ شبهو نه آهي.

اسانکي گهرجي ته انهيءَ طرز ۽ انهيءَ انداز سان اسان ماڻهن جي آڏو اسلام پيش ڪريون. اسلام جي فطرت ۽ طبيعت به اهائي آهي، اها اصل شڪل آهي جنهن ۾ اسلام پهريون ڀيرو انسانن سان مخاطب ٿيو هو. جزيرةالعرب ۾، ايران ۾، روم ۾، هرانهيءَ خطي ۾ جتي اسلام ماڻهن کي پڪاريو انهيءَ انداز ۽ نهيءَ طريقي سان پڪاريو. انهيءَ انسانيت کي بلند درجي تي فائز ڪرڻ واري نگاهه سان ڏٺو ڇو ته اهوئي ان جو صحيح مقلم هو، انهيءَ انسانيت سان درد ڀري زبان ۾ بول بوليا ڇو ته اهائي ان جي فطرت هئي. انهيءَ انسانيت کي ڪنهن رک رکاءَ شڪ شبهي ۽ خوف جي صاف لفظن ۾ چٽابنچ ڏني، ڇو ته هن

جو اهوئي طريقو هو. هن ڪڏهن به ماڻهن کي انهيءَ خوشفهمي ۾ رهڻ نه ڏنو ته هو انهن جي عملي زندگي کي، انهن جي تصورن ۽ نظرين کي ۽ انهن جي قدرن ۽ اخلاق کي ڇهندو ڪين، ۽ جيڪڏهن ڇهندو به ته رڳو هيڏانهن هوڏانهن جون ڪجهه اڻ لکئيون تبديليون ايندڀون !!! اهڙي ريت اسلام ڪڏهن به ماڻهن جي من پسند اصولن، قانونن، نظرين ۽ فڪرن جي مالڪي نه ڪئي، نه انهن سان پنهنجي لاءِ ڪا تشبيه پيدا ڪرڻ ڏني جيئن اڄ اسان جي ڪجهه "مفڪرين اسلام" جو ڏنڊو بڻجي ويو آهي. ڪڏهن هو "اسلامي ڊيموڪريسي" جي اصطلاح اختيار ڪندا آهن ۽ ڪڏهن "اسلامي سوشلزم" جي هام هڻندا آهن، ۽ ڪڏهن اها ڳالهه هڻندا آهن ته دنيا جي موجوده اقتصادي، سياسي ۽ قانوني نظامن ۾ اسلام کي رڳو ڪجهه معمولي تبديلين ڪرڻ جي ضرورت آهي. **اهڙي قسم جون ڪوڙيون ۽ سٽيپيون ڳالهيون صرف انهيءَ ڪري ڪيون وينديون آهن ته جيئن ماڻهن جي نفساني خواهشن واري جذبي کي هڙيئي ٺيڪ ڏجي.**

ليڪن هي اسلام ناني ماسيءَ جو ويڙهو نه آهي- هي اسلام انهيءَ اسلام کان بالڪل مختلف آهي جيڪو بعض "مفڪرين اسلام" جي طرفان پيش ڪيو ويندو آهي. هي جهالت جو اوتڙ جيڪو زمين جي سڄي گولي کي پنهنجي گهيري ۾ جهليو بيٺو آهي ـــــ انسانيت کي انهيءَ کان ٻاهر ڪڍي اسلام جي رحمت ڀرئي ڀاڪر ۾ آڻڻ لاءِ نهايت دوررس ۽ وسيع تبديلي جي ضرورت آهي. اسلام جي زندگيءَ جو نقشو جهالت جي انهن سيني نقشن کان نهن کان ڇوڙيءَ تائين نرالو بلڪه ضد آهي، جيڪي موجوده دور ۾ نظر اچن ٿا ۽ قديم دور ۾ به انهن جو سڪو هلندڙ هو. موجوده انسانيت شقاوت ۽ زبون

حالي جي جن ڇپن هيٺان چنگهي رهي آهي اهو رڳو ڪجهه معمولي ڦير ڦار سان هٽائي نه ٿيون سگهجن. انسانيت جيڪڏهن انهيءَ تفاوت ۽ زبون حاليءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهي ٿي ته صرف انهيءَ صورت ۾ جو هڪ همه گير دور رس ۽ جوهري انقلاب برپا ڪيو وڃي ـــــ مخلوق جي هٿراڌو نظامن کي بي دخل ڪري خالق ڪائنات جي نظام کي جاري ڪيو وڃي انساني قانونن کي گوشمالي ڏيئي انسانن جي پروردگار جي قانون کي اختيار ڪيو وڃي. ٻانهن جي حڪمراني کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ٻانهن جي پالڻهار جي غلامي جو ڳٽ هار ڪري ڳچيءَ ۾ پهريو وڃي. هي آهي اهو صحيح ۽ حقيقت جوڳو رستو ۽ طريقو. انهيءَ نظام کي بيان ڪرڻ ۾ بالڪل صفائي ۽ همت کان ڪم ورتو وڃي ۽ انهيءَ معاملي ۾ ماڻهن کي ڪنهن شڪ ۽ دوکي ۾ رهڻ نه ڏنو وڃي. ٿي سگهي ٿو ته منڍ ۾ ماڻهو انهيءَ قسم جي دعوت کان ڇرڪ کائين، انهيءَ کان وڻءَ وڃن. ليڪن اها ڪا نئين ڳالهه نه آهي. ماڻهو انهيءَ وقت به اسلام جي دعوت کان ائين ئي ڀڙڪي پري ڀڄي ويندا هئا ۽ ڪنبي ويندا هئا ۽ نفرت ڪندا هئا، جڏهن پهريون ڀيرو انهن جي آڏو هي دعوت پيش ڪئي وئي هئي، انهن کي هي ڳالهه ڏاڍي ڏکي لڳندي هئي ته محمد ﷺ صلي الله عليه وسلم انهن جي نظرين ۽ وهمن جي تحقير ڪري ٿو، انهن جي ديوتائن تي نڪته چيني ڪري ٿو انهن جي نظام زندگي جي نا ڪار ڪري ٿو، انهن جي رسم ۽ رواج ۽ عادتن کان بيزار آهي ۽ پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجن چند پوئلڳن لاءِ انهن جي رسمن ۽ روايتن، قانونن ۽ ضابطن جي ابتڙ نوان اصول ۽ ضابطا ۽ قدر ۽ اخلاق ڪٺي اختيار ڪيا اٿائين ـــــ ليڪن آخر ٿيو ڇا؟ انهن ئي ماڻهن جن کي پهريائين حق جي دعوت نه آئڙي هئي پوءِ ساڳو حق

جي ئي دامن ۾ انهن پناهه ورتي، جنهن حق کان هو ائين ڀڄا
ٿهندا هئا جـو " ڪانهم حمر مستنفرة فرت مـن قسورة ".
( ڄڻ ته اهـي جهنگلي گڏهه آهن ۽ شينهن کـي ڏسي
وٺي ڀاڄ ڪاڏي اٿائون ) جنهن حق جي خلاف انهن پوري
طاقت ۽ سـورا حيلا هلايا، جنهن جي پوئلڳن کي هن مڪي
جي بي بس زندگيءَ ۾ قسمين قسمين جا ايذاءَ ڏنا ۽ هـر طرح
سان انهن کي ڇيڇلايو ۽ پوءِ هجرت کان پوءِ مدني جي
زندگيءَ ۾ به انهن کي سکهارو ٿيندي ڏنائون ته اتي به انهن
جي خلاف ڇتيون ويڙهيون شروع ڪري ڏنائون —— ليڪن
نيٺ انهيءَ ئي حق جي آڏو ٻانهون ٻڌي غلام بڻجي ويا.

## دعوت اسلامي جي ڪاميابي جو راز

اسلامي دعوت کي مڪي ۾ جن حالتن سان منهن ڏيڻو
پيو هو اهي اڄوڪين حالتن جي پيٽ ۾ وڌيڪ حوصلا افزا،
اميد جوڳيون ۽ سازگار نه هيون. انهيءَ وقت به اها اڻ ڄاتل سڃاتل
دعوت هئي ۽ جهالت انهيءَ کي ڌڪاريندي رهندي هئي. اها
رڳو مڪي جي تنگ گهٽين ۾ قيد ٿي پئي هئي. دنيا ۽ اقتدار
جا پرستار، هٺ ڌوڻي انهيءَ کي ختم ڪرڻ جي ڌنڌي ۾
رڌل هئا، پنهنجي دور ۾ اها سڄي دنيا لاءِ هڪ اوپري شئي
هئي. هن کي چئني طرفن جي اهڙين عظيم ۽ جابر سرڪش
سلطنتن پنهنجي گهيري ۾ آندو هو جيڪي انهيءَ جي سمورن
مقصدن ۽ اصولن جون دشمن هيون. انهيءَ جي باوجود به حق
جي انهيءَ دعوت انهن تمام ڏکين حالتن ۾ به پنهنجي دامن
۾ طاقت جو غير معمولي سرمايو سانڍي رکيو هو، اهڙيءَ طرح
اڄ به هن ۾ اوتري ئي سگهه ۽ قوت آهي ۽ آئينده لاءِ به انهيءَ
جي اها قوت قائم ۽ دائم رهندي. انهيءَ جي قوت جو راز
خود انهيءَ جي عقيدي جي فطرت ۾ سمايل آهي. اهوئي سبب

آهي جو ڏکين ۽ ڏکين حالتن ۾ مشڪل ۽ مشڪل ماحول ۾ به انهيءَ جو ڪم جاري رهيو آهي. انهيءَ طاقت جو سرچشمو اهوئي سدو سنئون ۽ روشن ”حق“ آهي جنهن جي بنياد تي هيءَ دعوت قائم آهي. انهيءَ جي قوت جي ڪنجي هن جو انساني فطرت سان هم آهنگ ٿيڻ آهي. انهيءَ جي قوت جو سرچشمو انهيءَ حي حيرت انگيز صلاحيت ۾ پوشيده آهي ته اها هر مرحلي ۾ انسانيت جي اڳواڻي ڪرڻ جي اهل آهي ۽ انهيءَ کي ترقي ۽ عروج جي راهه جو راهي بڻائي سگهي ٿي، پوءِ ڀلي انسانيت اقتصادي ۽ اجتماعي لحاظ کان ۽ علمي ۽ عقلي لحاظ کان انحطاط ۽ زوال واري دور ۾ هجي يا ترقي ۽ خوشحالي واري دور مان ان جو گذر هجي. انهيءَ کان سواءِ اسلامي قوت جو هڪ راز هي به آهي ته هي کليل لفظن ۾ جهالت ۽ انجي مادي طاقتن کي چئلينج ڏيندي آهي، ۽ هوءَ اها کليل ميدان ۾ چئلينج انهيءَ اعتماد ۽ ڀروسي سان ڏيندي آهي جو هن کي پنهنجي اصول ۽ انجي ڪنهن ننڍي ۾ ننڍي ڳالهه جي تعريف ۽ تبديلي به گوارا نه هوندي آهي. اها جهالت جي من مرضي سان ڪا به صلح واري پاليسي اختيار نه ڪندي آهي، ۽ نه جهالت جي حدن ۾ داخل ٿيڻ لاءِ چور دروازن ۽ حيلن ۽ بهانن کي تلاش ڪندي آهي. هي تحريڪ دهل جي ڏونڪي تي حق جو اعلان ڪندي آهي ۽ ماڻهن کي چڱيءَ طرح آگاهه ڪري ڇڏيندي آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ جيڪو انسانن جو خالق آهي اهو خوب ڄاڻي ٿو ته انهن جي فطرت ڪهڙي آهي، ۽ انهن جي دلين جا راز ڪٿي ڪٿي سمايل آهن. انهيءَ کي خوب معلوم آهي ته؛ جيڪڏهن حق کي پوري صفائي ۽ قوت سان علي الاعلان پيش ڪيو وڃي ۽ ان کي پيش ڪرڻ ۾ ڪنهن رازداري، نقاب پوشي ۽ ڇپ ڇپائي

وارو طريقو اختيار نہ ڪيو وڃي تہ انهيءَ جو اثر ضرور دل جي گهراين ۾ گهر ڪري ويندو آهي.

## اسلام جي اندري ۽ اڻ پوري دعوت نقصانڪار آهي

انساني نفس، زندگيءَ جو هڪ نمونو ڇڏي ٻئي نموني اختيار ڪرڻ جي پوري صلاحيت ۽ استعداد رکندا آهن. بلڪ مڪمل تبديلي انهن لاءِ بعضي بعضي ننڍين تبديلين جي بجاءِ آسان هوندي آهي. هڪ اهڙي نظام حيات کي اختيار ڪرڻ، جيڪو پهرئين کان زياده بدتر، زياده ڪامل ۽ زياده پاڪيزه هجي، خود انساني فطرت بہ ان جي تائيد ڪري ٿي. ان جي ابتڙ جيڪڏهن اسلامي نظام پاڻ ئي هيڏانهن هوڏانهن ڪجهہ معمولي تبديليون آڻي ۽ ٿوري گهڻي اصلاح پيدا ڪري ۽ انهيءَ کي ئي ڪافي سمجهيو وڃي ـــ تہ پوءِ مڪمل جاهل نظام کي ڇڏي مڪمل اسلامي نظام جي طرف قدم وڌائڻ آخر ڪهڙي ريت جائز ٿي سگهي ٿو؟ ظاهر آهي تہ هڪ چالو ميچالو نظام تي جميو رهڻ هڪ اهڙي ڳالهہ آهي جنهن کي سمجهي سگهجي ٿو. انهيءَ ڪري تہ اهو اڳواٽ ئي هڪ جميل جمايل نظام تہ آهي. انهيءَ نظام ۾ ئي سڌارا ۽ تبديليون آڻي سگهجن ٿيون، پوءِ اهڙي صورت ۾ اهڙي نظام جي طرف وڪ وڌائڻ جنهن جون گهڻي ڀاڱي خاصيتون ۽ خوبيون نئين نظام سان مشابهت رکن ٿيون، انهيءَ کي رد ڪري ۽ انجي جاءِ تي هڪ غير قائم شده نظام کي اختيار ڪرڻ جي پوءِ آخر ڪهڙي ضرورت باقي رهجي وڃي ٿي؟

## اسلام کي پنهنجي صفائي جي ضرورت نہ آهي

اهڙيءَ ريت بعضي اهڙا ”اسلام جا وڪيل“ بہ هرهنڌ ملي سگهن ٿا جيڪي اسلام کي ماڻهن جي آڏو اهڙي حيثيت ۾ پيش ڪندا آهن جو ڄڻ تہ اسلام هڪ ملزم آهي ۽ هو ان

جا وڪيل صفائي آهن. هو اسلام جي صفائي ۽ دفاع جنهن طريقي سان ڪندا آهن اهو ڪجهه هن ريت هوندو آهي:

"موجوده نظام فلاڻا فلاڻا ڪم ڪيا آهن ۽ جيئن ته اسلام اهي ڪارناما سرانجام نه ڏيئي سگهيو آهي. مگر صاحبو! اسلام ته اهي ڪم اڳواٽ ڪري چڪو آهي جن کي موجوده تهذيب چوڏهن سو سالن کان پوءِ ڪري رهي آهي."

بچاءُ ڪرڻ جو ڪهڙو نه احمقانه طريقو آهي ۽ صفائي پيش ڪرڻ جو انداز ڪيڏو نه غلط آهي!!!

اسلام جاهل نظامن ۽ انهن جي برن ۽ تباهه ڪن ڪارروائين کي پنهنجي عمل کي جائز ثابت ڪرڻ لاءِ هرگز دليل جي حيثيت ۾ پيش نه ڪندو آهي ۽ نه هن کي اها ضرورت آهي. اهي تهذيبون جن اڪثر ماڻهن جي ديد کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو آهي ۽ انهن جي دل ۽ دماغ تي هڪ زبردست اثر ويهجي ويو آهي، در اصل اهي نج جاهل نظام جو عملي تفسير آهن، ۽ اسلام جي ڀيٽ ۾ هر لحاظ کان ناقص، خالي، گهٽ ۽ تڇ آهن، هن دليل ۾ ڪو وزن نه آهي ته انهن تهذيبن جي ڇانءَ ۾ پلجندڙ ماڻهو، انهن ماڻهن کان وڌيڪ خوش حال آهن جيڪي نام نهاد "عالم اسلامي" ۾ رهندڙ آهن.

**ڏنو وڃي ته انهن علائقن جي باشندن پنهنجي ذلت حالت انهيءَ ڪري نه ڪئي آهي ته هو مسلمان آهن، بلڪ هنن کي اهي ڏينهن انهيءَ ڪري ڏسڻا پيا آهن جو انهن اسلام کان منهن موڙيو آهي.**

اسلام ته پنهنجي صداقت لاءِ ماڻهن جي آڏو هي دليل پيش ڪري ٿو ته هو انهيءَ حد تائين جهالت کان وڌيڪ ڀلارو ۽ برڪت وارو آهي جو هو انهيءَ جو تصور به ڪري نه ٿا سگهن. هو جهالت کي برقرار رکڻ لاءِ نه پر انهيءَ کي موڙيو پاڙون

پٽڻ آيو آهي، هو انسانيت کي انهيءَ غلاظت ۾ ڪرڻ ۽ وڏ يڪ وقت لاءِ رهائڻ نه ٿو چاهي بلڪ هو انسانيت کي انهيءَ گند جي ڍير ۽ مصيبت کان ٻاهر ڇڪي پاڪ ڪرڻ لاءِ آيو آهي.

اسانڪي انهيءَ حد تائين نه شڪست خورده نه هئڻ گهرجي جو اسين رائج الوقت نظرين ۽ اصولن ۾ اسلام جا مهانڊا تلاش ڪرڻ لڳون، اسانڪي انهن سڀني نظرين ۽ اصولن کي پوءِ کڻي اهو مشرق جو علمبردار هجي يا مغرب جو، لم ڏيئي پٽ کان ٻاهر اڇلائڻ گهرجي، ڇو ته اهي نظريا انهن بلند ۽ اوچن مقصدن جي ڀيٽ ۾ نهايت پست، حقير ۽ غير ترقي يافته آهن جن کي اسلام پنهنجو نظريو قرار ڏئي ٿو ۽ انسانيت جي آڏو پيش ڪري ٿو. جڏهن اسين ماڻهن کي صحيح اسلام جي بنياد تي دعوت ڏينداسين ۽ انهن جي آڏو اسلام جي جامع تصور جو بنيادي عقيدو پيش ڪنداسين ته خود انهن جي فطرت جي اونهاين مان، انهيءَ جي تعريف ۾ حق جا نعرا بلند ٿيندا. انهيءَ جي نتيجي ۾ هڪ تصور کان ٻئي تصور طرف ۽ هڪ حالت کان ٻي حالت طرف، منتقل ٿي اچڻ جو انهن کي جواز ۽ دليل ملي ويندو. هو پنهنجي دل، ۾ انهيءَ عظيم تبديلي لاءِ ڪا به ارهائي محسوس نه ڪندا. ان جي خلاف هي دليل انهن کي هرگز متاثر ڪري نه ٿو سگهي جو اسين وات ڦلهو ڪري، ويچارا ٿي هي چئون ته رائج ٿيل نظام کي ڇڏي هڪ غير رائج نظام جي طرف ڀڄ پريو، هي توهان واري رائج ٿيل نظام ۾ صرف ضروري تبديليون آڻيندو ۽ توهانڪي انهيءَ تي ڪو به اعتراض نه هئڻ گهرجي، انهيءَ ڪري ته موجوده نظام ۾ اوهان جيڪي ڪجهه ڪري رهيا آهيو، اهوئي ڪجهه توهان نئين نظام ۾ به ڪري سگهندؤ. بس توهانڪي ٿورو پنهنجين عادتن ۽ خواهشن ۽ چال چلت ۾ ڪجهه معمولي

تبديليون ڪرئيون پونديون، ۽ ان کان بعد توهان جن عادتن ۽ خواهشن تي هريل مريل آهيو، اهي ته انهيءَ صورت ۾ قائم رهنديون، انهن سان ڇيڙ ڇاڙ نه ڪئي ويندي، ۽ جيڪڏهن ڪا هٿ چراند تي به سهي ته اها اڻ لکي هوندي.

هي طريقو ظاهر ۾ ڏاڍو آسان موهيندڙ ۽ مرنجان مرنج آهي، مگر پنهنجي مزاج جي لحاظ کان انهيءَ ۾ ڪنهن به قسم جي ڪشش نه آهي. انهيءَ ڪانسواءِ انهيءَ جو حقيقت سان ڏور جو به واسطو نه آهي. ڇو ته هيءَ حقيقت ته واڪا ڪري ٻڌائي رهي آهي ته اسلام رڳو زندگي جي ڪجهه اصولن ۽ نظرين کي ئي تبديل نه ٿو ڪري، صرف اجتماعي زندگي جي قانونن ۽ نظرين کي ئي لوڏي نه ٿو ڇڏي، بلڪ احساس ۽ جذبن جي دنيا کي به اهڙي ريت پنهنجي بنياد ۽ اصل کان لنه تبديل ڪري ڇڏي ٿو جو جهالت واري زندگيءَ جي ڪنهن به اصول ۽ نظرئي سان ان جو تعلق بالڪل ختم ٿي وڃي ٿو مختصر لفظن ۾ هي بيان ڪرڻ ڪافي ٿيندو ته اسلام زندگيءَ جي ننڍي ۾ ننڍي معاملي کان وٺي وڏي کان وڏي معاملي تائين انسان کي انسانن جي بندگيءَ جي گهٽ سان جند آزاد ڪرائي رب العالمين جي حضور ۾ جهڪائڻ چاهي ٿو.

فَمَنْ شَاءَ فَلْيُؤْمِنْ وَ مَنْ شَاءَ فَلْيَكْفُرْ وَ مَنْ كَفَرَ فَإِنَّ اللّٰهَ غَنِيٌّ عَنِ الْعَالَمِيْنَ

ترجمو ”جنهن کي وڻي ايمان آڻي ۽ جنهن کي وڻي ڪفر جو رستو اختيار ڪري ۽ جيڪو ڪفر ڪري ٿو ته بي شڪ الله تعاليٰ سڄي جهان کان بي نياز آهي.“

هي مسئلو درحقيقت ڪفر ۽ ايمان جو مسئلو آهي شرڪ ۽ توحيد جو مسئلو آهي، جهالت ۽ اسلام جو مسئلو آهي انهيءَ ئي بنيادي حقيقت کي اظهر من الشمس هئڻ گهرجي.

جن ماڻهن جي زندگي جهالت واري زندگي آهي، لڳ ڀڳ اهي اسلام جي دعويٰ ڪن مگر اهي مسلمان نہ آهن. انهن سان ڪجهہ خود فريبيءَ ۾ مبتلا آهن يا ٻين کي دوکو ڏيئي رهيا آهن ۽ اهي اجايا پور پيا پچائين تہ اسلام انهن جي جهالت جو همنوا ۽ ڪنهن حد تائين هم خيال ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن هو ائين سوچين ٿا تہ انهن کي ڪير روڪي سگهي ٿو؟ ليڪن انهن جي خود فريبي ۽ دنيا فريبي واري عمل سان حقيقت تہ تبديل ڪانہ ٿي سگهندي. انهن ماڻهن جو اسلام نہ اسلام آهي ۽ نہ هو مسلمان آهن. اڄ جيڪڏهن اسلامي دعوت برپا ٿي وڃي تہ پهريائين انهن جاهل ٻنهي کي اسلام جو قائل ڪرائڻو پوندو ۽ انهن کي نئين سر حقيقي مسلمان ڪرڻو پوندو.

اسين ماڻهن کي اسلام جي طرف انهيءَ ڪري ڪوٺ نہ ڏيئي رهيا آهيون تہ ڪو اسان انهن کان ڪنهن اجر جا طالب آهيون ۽ نہ ملڪ ۾ اسان اقتدار حاصل ڪرڻ يا فساد برپا ڪرڻ جا خواهشمند آهيون. پنهنجي ذات لاءِ اسان کي ڪنهن بہ شئي جي نفعي جي هرگز لالچ نہ آهي. اسانجو اجر ۽ اسانجو حساب ماڻهن جي مٿي نہ آهي. پر اسين پنهنجي پالڻهار کان اها پڻ پنداسين. ماڻهن کي اسلام جي طرف ڇڪڻ لاءِ جيڪا شئي اسان کي مجبور ڪري رهي آهي، اها صرف هي آهي تہ اسين انهن جا حقيقي همدرد ۽ سچا سڄڻ آهيون. پوءِ انهيءَ راهہ ۾ اسانجي مٿان مصيبتن جا ڪٽڪي ڀلي ڪيرايا وڃن. ليڪن حق جي داعي جي اهائي فطري شاهراه آهي ۽ اهي ئي حالتون هن کي پنهنجي فرض ادا ڪرڻ لاءِ اڳڀرو ڪنديون آهن. تنهن ڪري ماڻهن کي اسانجي زندگيءَ جي ڪردار ۽ عمل ۾ اسلام جي صحيح تصوير نظر اچڻ گهرجي، ۽ انهن کي انهيءَ ڪري بار ڪڻ جو اندازو

به هٿ گهرجي، جنهن جي ڪٺڻ جو اسلام انهن ڪان مطالبو ڪري ٿو ۽ جنهن جي بدلي ۾ انهن ڪي اسلام اڻ مٽيو اجر ۽ خير عطا ڪري ٿو جنهن جو اسلام علمبردار آهي. اهڙيءَ ريت ماڻهن ڪي هي به معلوم ٿي وڃڻ گهرجي ته جنهن جهالت جي ڪُن ۾ هو غوطا کائي رهيا آهن، انهيءَ جي باري ۾ اسانجي راءِ اها آهي ته نج جهالت آهي. اسلام جو انهيءَ سان ٻري جو به واسطو نه آهي. جيئن ته جهالت ڪي شريعت مان فيض حاصل نه ٿو ٿئي انهيءَ ڪري اها صرف نفس جي مار آهي، ۽ جيئن ته هن ڪي حق جي هوا به نه لڳي آهي تنهن ڪري ٻنان ڪنهن شڪ شبهي جي اها باطل آهي.

فماذا بعدالحق الا الضلال

اسين جنهن اسلام جا علمبردار آهيون انهيءَ ۾ ڪو به اهڙو پهلو نه آهي جنهن جي ڪري اسانکي شرمندگي ٿئي يا احساس ڪمتري ۾ مبتلا ٿيون، يا انهيءَ صفائي جي اسانکي ضرورت محسوس ٿئي، ۽ نه ان ۾ اهڙو ڪو نقص يا خامي آهي، جنهن جي ڪري اسان انهيءَ کي ماڻهن تائين پهچائڻ لاءِ ڪنهن سازش يا تخريب ڪاري جو سهارو تلاش ڪريون يا جيئن جو انهيءَ جي اصليت ۽ فطرت آهي ته وڏي واڪ انهيءَ جي حقانيت دنيا جي آڏو پيش ڪئي وڃي، تنهن ڪري ڪو ضرور نه آهي جو انهيءَ مٿان قسم قسم جا نقاب وجهي انهيءَ کي پيش ڪريون. در اصل ڏنو وڃي ته اهو مرض انهيءَ ڪري مسلمانن ۾ پيدا ٿيو آهي جو مشرق ۽ مغرب ۾ جيڪي جاهل نظام موجود آهن انهن کي روحاني ۽ نفسياتي شڪست نصيب ٿي آهي. انهيءَ بعد اهي ”مسلمان“ انساني قانونن ۾ اهڙين ڳالهين کي تلاش ڪرڻ ۾ رذل هوندا آهن، جن کي هٿ ڪري هو اهو چئي سگهن ته ڏسو، هن ڳالهه جي اسلام به تائيد ۽

موافقت ڪري ٿو. يا وري هو جهالت جي سر انجام ڏنل ڪارنامن ۾ انهن ڳالهين جي ناز ۾ هوندا آهن، جن مان هي دليل وٺي سگهن ته ڏسو اسلام به هي ڪم ڪري ڏيکاريو آهي.

جيڪو شخص اسلام ۽ انجي تعليم جي صفائي جي ضرورت محسوس ڪري ٿو يا هن جي ذهنيت شڪست خورده ۽ حيلن بهانن هلائڻ واري آهي ته اهڙو شخص هرگز اسلام جي صحيح نمائندگي ڪري نه ٿو سگهي. هو اهو مورڪ سچڻ آهي جيڪو پاڻ ته انهيءَ ڪوڪلي ۽ سڄي جهالت جي رعب ۽ غلبي هيٺ آيل آهي، جنهن جو سڄو نظام تضاد سان ڀريل آهي جنهن جو سڄو جسم ڪمزورين سان ڀٽي ٿيو پيو آهي، مگر هو نادان آهي جو اتلندو انهيءَ جهالت جي تائيد ۾ نت نوان دليل ۽ بهانا پيش ڪري ٿو. اهي ماڻهو اسلام جا دشمن آهن، ۽ اسلام جي خدمت ڪرڻ جي جاءِ تي اتلندو ان کي نقصان پهچائي رهيا آهن. بلڪ ٻين کي به مجبور ڪندا آهن ته هو به انهن جي پٺ پرائي ڪن. انهن جون ڳالهيون پڙهي ائين محسوس ٿئي ٿو ته ڄڻ ته اسلام مجرمن جي ڪٽهڙي ۾ بيٺو آهي ۽ پنهنجي دفاع ڪرڻ لاءِ پاڻ کي مجبور ۽ لاچار ٿو سمجهي.

## مغربي ذهنيت رکندڙ ماڻهن جي حياءِ بازي

جنهن زماني ۾ منهنجو آمريڪا ۾ رهڻ ٿيو هو، انهن ڏينهن جي ڳالهه آهي ته اسلام جا اهڙائي نادان دوست اسان سان وچڙندا رهندا هئا. اسان مان انهن ماڻهن جو تعداد ٿورو هو، جن جي نسبت اسلام سان هئي. اسلام جي مخالفن جي مقابلي ۾ اسانجا ڪجهه دوست بچاءُ ۽ مدافعت وارو رويو اختيار ڪندا هئا، مگر انهن مڙني جي ابتڙ، مغربي جهالت جي باري ۾ منهنجو رويو سخت ۽ جارحانه هوندو هو، ۽ پاڻ کي

ڪڏهن به احساس ڪمتري ۾ مبتلا نه رکندي، مغربي جهالت
جي ڪمزور ۽ اڏوهي ڪاڏل مذهبي عقيدن تي سخت تنقيد
ڪندو هوس. مغربي جهالت جي انسانيت سوز معاشرتي
اقتصادي ۽ اخلاقي حالت کي بنان ڪنهن هٻڪ جي بي نقاب
ڪندو هوس ۽ پڌائيندو هوس ته مسيحيت جا اهي تثليث وارا
اصول ۽ گناه ۽ ڪفاري وارا نظريا، سليم عقل ۽ پاڪيزه ضمير
لاءِ قابل قبول ٿي نه ٿا سگهن. هي سرمايه دارانه نظام ۽ هڪ هٿي
وياج خوري ۽ ٻيا انسانيت کي کُهندڙ حيلا بهانا، هي ڇڙواڳ
انفرادي آزادي، جنهن ۾ معاشري جي ڀلائي ۽ هڪ ٻئي سان
همدردي جي انهيءَ وقت تائين ڪا به گنجائش نه آهي جيستائين
قانون جو ڏنڊو حرڪت ۾ نه اچي، زندگيءَ جو هي مادي
پرستي وارو معمولي ۽ مرڻينگ نظريو، هي چوپاين جهڙي
بي لغامي، جنهن کي آزاد ميل ميلاپ جي نالي سان ياد ڪيو
ويندو آهي. هي بنت حوا جي جسمن جي تجارت، جنهن کي
”عورتن جي آزادي“ جي عنوان سان سڏيو ويندو آهي، هي
طلاق ۽ گهريلو زندگي وارا دل ڏاريندڙ، تڪليف ڏيندڙ ۽
فطرت جي اصول جي خلاف چالو قاعدا ۽ قانون، هي پليت ۽
پاڳان جهڙو ذات پات ۽ نسلي امتياز وارو ورتاءُ ـــ اهو سڀ
ڪجهه عقل جو ضد ۽ انسانيت لاءِ باعثِ شرم آهي ـــ
انهيءَ سان گڏو گڏ ٿي مان انهن کي پڌائيندو هوس
ته اسلام ڪيتري قدر عقلي ۽ علمي نظريو آهي،
ڪيتري قدر بلند نگاهه، انسانيت نواز، شاداب ۽
زرخيز نظام آهي. هي انهن افقن تائين پهچيون
ڏاڪڻيون وڌڻ چاهي ٿو جن تائين انسان پرواز
ڪري سگهي ٿو ـــ مگر اڄ انسان اتي پهچڻ کان

لاچار آهي. اسلام عملي زندگيءَ جو نظام آهي، ۽ هي زندگيءَ جي سمورن مونجهارن کي انسان جي سليم فطرت جي تقاضائن جي روشنيءَ ۾ حل ڪري ٿو.

مغربي زندگيءَ ۾ اهي عملي حقيقتون هيون، جن سان اسان سيني جو واسطو پيو هو، ۽ جڏهن اسلام جي روشنيءَ ۾ انهن حقيقتن جو جائزو ورتو ويندو هو ته مغربي تهذيب جي متوالن جا گردن شرم کان هيٺ جهڪي ويندا هئا. ليڪن انهيءَ جي باوجود اسلام جا اهڙا دعويدار به موجود آهن جيڪي انهيءَ ڪرفتيءَ جي ڏير کان مرعوب ٿي چڪا آهن، جنهن ۾ جهالت ويڙهي سيڙهي پيئي آهي. حيرت آهي ته اهي ماڻهو مغرب جي انهيءَ ڏوپڻ جي ڏڳن مان ۽ مشرق جي شرمناڪ ۽ بدصورت مادي پرستي وارين نظرين مان اهي شيون ڳوليندا ڦوليندا ٿا وتن جن لاءِ هو ثابت ڪري سگهن ته انهن جي اسلام سان تشبيه آهي يا انهن جو مثال ۽ نمونو اسلام جهڙو آهي.

## حق جي داعين لاءِ ڪم ڪرڻ جو صحيح طريقو

انهيءَ کان پوءِ مونکي هن ڳالهه چوڻ جي ضرورت محسوس نه ٿي ٿئي ته اسانکي يعني اسلامي تحريڪ جي علمبردارن کي هي ڳالهه نه ٿي سونهي جو اسان جهالت جو ڪنهن لحاظ کان ساٿ ڏيون، جهالت جي ڪنهن نظرئي سان، يا جهالت جي ڪنهن روايت سان ڪنهن قسم جي سودي بازي ڪريون، پوءِ کڻي اسانجي مٿان مصيبت جو پهاڙ ٿي ڇونه ٽٽي پوي ۽ جبر ۽ تشدد جو نظام اسانجي خلاف آزمائشن جو طوفان ئي ڇونه برپا ڪري ڇڏي.

اسانجو سڀ کان پهريون فرض اهو آهي ته اسين جهالت کي مٽائي انهيءَ جي جاءِ تي اسلامي نظرين ۽ اسلامي قدرن ۽ روايتن کي قائم ڪريون. اهو مقصد، جهالت سان منڊ و منڊي

۾ ملائي هلڻ يا سفر جي شروعات ۾ ڪجهه وڪون ان سان گڏجي ڪٿڻ سان حاصل نه ٿي سگهندو. اسان جا ڪجهه دوست واقعي اهڙي قسم جون رٿون سوچي رهيا آهن ليڪن انهيءَ جو مطلب وڃي اهو نڪرندو ته اسان پنهنجي سفر جي پهرئين ڏاڪي تي ئي پنهنجي شڪست جو اعلان ڪري ڇڏيو.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته رائج الوقت اجتمائي نظرين ۽ وڏندڙ ويجهندڙ معاشرتي روايتن جو دٻاءُ نهايت شديد ۽ ڇيلهه ڇڪيندڙ ڪندڙ آهي. خاص طرح عورت جي باري ۾ اهو دٻاءُ اڃان به زياده آهي. ويچاري مسلمان عورت انهيءَ جهالت جي طوفان ۾ ڏاڍي بي رحم دٻاءَ ۽ خوفناڪ مخالفت سان منهن ڏيئي رهي آهي —— ليڪن حقيقت بهرحال حقيقت آهي انهيءَ کان منهن موڙي نه ٿو سگهجي. انهيءَ ڪري اسان کي پڪ ئي پڪ ثابت قدمي ۽ وڏي جگر جو ثبوت ڏيڻو پوندو ۽ پوءِ حالتن تي غلبو حاصل ڪرڻو پوندو. اهڙي طرح اسان کي جهالت جي انهي اونهي اوڙاه جي چئني طرفن جوبه مشاهدو ڪرڻو پوندو جنهن ۾ اڄ اها اونڌي ٿي ڪري پيئي آهي. ۽ انهيءَ جي مقابلي ۾ دنيا کي اسلامي زندگي جا اهي نوراني منارا ۽ آسمان سان ڳالهيون ڪندڙ چراغ ڏيکارڻا پوندا جن جا اسين داعي آهيون.

ايڏو عظيم ڪم هن ريت سرانجام نه ڏيئي سگهبو جو اسين ڪجهه قدم جهالت سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلون، نه هن طريقي سان مڪمل ٿي سگهي ٿو جو اسين هينئر ئي جهالت کان صفا سڀ واسطا ختم ڪري، انهيءَ کان بالڪل جدا ٿي، گوشہ نشين ٿي وڃي هڪ ڪنڊ وسايون. اهي ٻئي، فيصلا غلط آهن. اسان کي جهالت واري ماحول ۾ گذر ته ڪرڻو آهي پر اهڙي شان سان جو اسانجي انفراديت ۽ تشخص قائم رهي،

جهالت سان لين ڏين ڪريون پر پنهنجو پلاند بچائي، حق جو پڌرو اعلان ڪريون ليڪن سوز ۽ محبت سان. ايمان ۽ عقيدي جي اصول تي اسانجو شان بلند هجي، ليڪن انڪساري بردباري ۽ تواضع جي اصول تحت، ۽ آخر ۾ هي بنيادي حقيقت به اسان جي قلب ۽ ذهن تي پوري طرح نقش ٿيڻ گهرجي ته، اسان جو گذر جهالت واري ماحول ۾ ٿي رهيو آهي، انهيءَ جهالت جي مقابلي ۾ اسان جو رستو زياده سڌو ۽ سنئون آهي، اسان جي مشن هڪ بنيادي انقلاب برپا ڪرڻ آهي ـــــ يعني انسانيت کي جهالت جي گهگهه اونداهيءَ مان ٻاهر ڪڍي اسلام جي نوراني ماحول ۾ پهچائڻو آهي.

جهالت ۽ اسلام جي وچ ۾ هڪ وڏي ويڪري ۽ ڪشادي وادي حائل آهي، جنهن مٿان انهيءَ مقصد خاطر ڪا پل نه ٿي اڏي سگهجي ته اهي ٻئي ننديون اچي سينو سيني سان ملائين. بلڪ جيڪڏهن اهڙي ڪا پل ناهي سگهجي ٿي ته صرف انهي مطلب لاءِ ته جهالت جا پرستار انهيءَ پل کي اڪري اچي اسلام جي رحمت ڀري آغوش ۾ پناه وٺن. ٻوه اهي ڪٿي عام طرح اسلامي وطن جا رهاڪو، اسلام جا دعويدار هجن يا انهيءَ کان ٻاهر جا ماڻهو هجن. اهو انهيءَ ڪري ته جيئن هو اونده ۾ ناپا ڪائڻ جي بجاءِ ٻهنڪدڙ ماحول ۾ اچي وڃن ۽ انهيءَ پريشاني ۽ مونجهاري کان ڇوٽڪارو حاصل ڪن جنهن ۾ هو ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين غرق ٿيا پيا آهن، ۽ انهيءَ خير ۽ برڪت سان پنهنجي دل ۽ دماغ کي منور ڪن جنهن جو فيض انهيءَ جماعت حاصل ڪيو آهي جنهن اسلام کي سچاتو آهي، ۽ جيڪو اسلام جي ڏي ٻاچي ۾ جيئڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي، جيڪڏهن ڪنهن کي هي دعوت پسند نه

آهي تہ اسانکي انهن لاءِ اهوئي چوڻو آهي، جنهن جو حڪم الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي رسول کي ڏنو هو.

لکم دينکم ولي دين

(توهان لاءِ توهانجو دين ۽ منهنجي لاءِ منهنجو دين.

(سورة الڪافرون)



# باب يارهون

## ايمان جي حڪمراني

خداوند ڪريم جو ارشاد آهي.

وَلَا تَهِنُوا وَلَا تَحْزَنُوا وَأَنْتُمُ الْأَعْلَوْنَ إِن كُنْتُمْ مُؤْمِنِينَ. (آل عمران: ١٣٩)

ترجمو:- ”دل شڪسته نه ٿيو، غم نه ڪريو، توهان ئي غالب ٿيندو جيڪڏهن توهان مؤمن آهيو“.

## ايمان بالله جي تقاضا

هن آيت مان ظاهر ۾ جيڪو مفهوم سمجهه ۾ اچي ٿو، اهو هي آهي ته انهيءَ ۾ الله تعاليٰ جي طرفان جيڪا هدايت ڏني ويئي آهي انهيءَ جو تعلق صرف جهاد سان آهي، جنهن ۾ قتال (ويڙه) ٿيندي آهي. ليڪن انهيءَ هدايت جو اصل روح، دائرو، پس منظر، انهيءَ جا ڪارڻ ۽ سبب اڃا ڪجهه پيا به آهن. انهن جو مفهوم قتال جي خاص حالت ڪان زياده وسيع ۽ جامع آهي. هي آيت در اصل انهيءَ دائمي ڪيفيت جو نقشو پيش ڪري ٿي جيڪو هر گهڙيءَ مؤمن جي احساس ۽ اعصاب تي، ذهن ۽ فڪر تي حاوي هئڻ گهرجي، ۽ دنيا جي مادي شين، انسانن، واقعن ۽ اصولن سان جڏهن مؤمن جو واسطو پوي، ته خدا جي انهيءَ ئي هدايت کي پيش نظر رکڻ گهرجي. ٻين لفظن ۾ هيءَ هدايت هڪ مؤمن ۾ نفسياتي بلندي

۽ خود اعتمادي جي اهڙي ڪيفيت پئدا ڪرڻ چاهي ٿي جيڪا هر وقت هن جي مزاج ۽ شعور ۾ موجود هئڻ گهرجي. پوءِ ڪٿي کهڙي ٿي قسم جي دعوت هجي ۽ کهڙين ٿي حالتن سان هن کي منهن ڏيڻو پوي، کهڙي ٿي قسم جا ماڻهو هن جي راهه ۾ روڙا اٽڪائين ۽ کهڙي ٿي قسمن جي قدرن پيمانن ۽ اصولن سان هن کي مقابلو ڪرڻو پوي، ليڪن بهرحال هن کي پنهنجي نفسياتي بلندي خود اعتمادي ۽ توڪلت علی الله جي جذبي کي قائم رکڻ گهرجي.

ايمان جي اها بلندي ۽ بالاتري انهن سڀني اصولن جي باري ۾ ظاهر ٿيڻ گهرجي جن جو مرڪز ۽ منبع ايمان جي سرچشمي کان سواءِ ڪنهن ٻئي هنڌ آهي. اهو جذبو دنيا جي انهن طاقتن جي باري ۾ به قائم هئڻ گهرجي جن پنهنجو رشتو ايمان کان ٽوڙيو آهي، ۽ انهن دينوي اصولن، قدرن ۽ پيمانن جي باري ۾ به قائم هئڻ گهرجي جن جون شاخون ”شجر ايمان“ مان نه ڦٽيون آهن. اهڙيءَ ريت انهيءَ قسم جو اظهار دنيا جي انهن روايتن جي باري ۾ به هئڻ گهرجي جيڪي ايمان جي رنگ ۾ رڱيل نه آهن ۽ دنيا انهن قانونن ۽ ضابطن جي باري ۾ به هئڻ گهرجي جن جو نقشو ايمان جي هٿان تيار نه ٿيو آهي. ايمان جي اها ڪيفيت، زندگيءَ جي انهن نظامن متعلق به قائم رهڻ گهرجي جن جو خمير ايماني بصيرت تيار نه ڪيو آهي. انهيءَ جو عڪس مادي ڪمزوري، عددي قلت ۽ ناداري ۾ به نظر اچڻ گهرجي ۽ مادي طاقت، عددي ڪثرت ۽ خوش حالي ۾ پڻ. ايمان جي طاقت وڏي ۾ وڏي سرڪش ۽ نافرمان طاقت جي آڏو به گوڏا نه کوڙيندي آهي، ۽ نه ڪنهن معاشري جي روايت ۽ باطل قانون جي آڏو پنهنجي شڪست تسليم ڪندي آهي. ايماني قوت ڪنهن اهڙي نظام جي آڏو

۽ پنهنجو سر نہ جهڪائيندي آهي جيڪو سائهن ۾ ڪئي ڪيترو ئي دلعزيز هجي، پر ايمان جي نور کان محروم هجي. جهاد جي دوران ثابت قدمي، مردانگي، ۽ صف شڪني جو مظاهرو، ايماني قوت جي مظاهرن مان صرف هڪڙي ڪيفيت آهي. جيڪا الله تبارڪ و تعاليٰ، مٿي ذڪر ڪيل آيت ۾ بيان ڪرڻ فرمائي آهي.

ايمان جي بدولت پيدا ٿيڻ واري طاقت ۽ قدرت رکو وقتي عزم ۽ ارادي جو نتيجو نہ هوندي آهي، نہ هي ڪنهن عارضي جذبي تحت پيڙڪو کائي اٿندڙ وڏائي ۽ حميت جو ڪرشمو آهي ۽ نہ ڪنهن جذبي جو ڪمال آهي، بلڪ هيءَ طاقت ۽ بلندي هڪ ابدي ڪيفيت آهي ۽ انهيءَ جو بنياد انهيءَ غير متزلزل ۽ دائمي حق تي رکيل آهي جيڪو ڪائنات جي فطرت جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي. جيڪو حق، طاقت جي منطق، ماحول جي تصور، معاشري جي اصطلاح ۽ انساني عرف کان زياده پائدار ۽ طاقت ور آهي ڇو تہ انهيءَ جو رابطو انهيءَ حي و قيوم ذات سان آهي جنهن لاءِ فنا نہ آهي .

## ايماني قوت جا اثر

معاشري تي ڪجهہ اصولن ۽ نظرين جي حڪمراني هوندي آهي، ڪجهہ همہ گير روايتن جو سڪو چالو هوندو آهي، جن جي پٺ تي انهن اصولن ۽ روايتن جو نهايت سخت دٻاءُ ۽ مضبوط معاشرتي زنجير جڪڙيل هوندا آهن. هي حالتون انهيءَ شخص لاءِ ناقابل برداشت هونديون آهن. جنهن ڪسي ڪنهن طاقت ور هستيءَ جي پناهہ حاصل نہ هجي، ۽ جيڪو بغير ڪنهن سهاري جي معاشري کي چئلينج ڏيندو آهي. غالب فڪرن ۽ نظرين جا پنهنجا مخصوص اثر ۽ تقاضائون

هوندي آهن، جن کان انهيءَ وقت تائين ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ڏاڍو مشڪل هوندو آهي جيستائين ڪنهن اهڙي اعليٰ ۽ اوچي حقيقت سان انسان جو رشتو قائم نه ٿي وڃي، جنهن جي پناهه ۾ اچي وڃڻ ڪان پوءِ هن کي انهن نظرين ۽ فڪرن جي طاقت جو ڪو به خيال نه ٿئي، ۽ هو انهن کي پورو ڪنهن ليکي ۾ به نه آڻي. ظاهر آهي ته نظر جي اها بلندي ڪنهن شخص ۾ انهيءَ وقت تائين پيدا ٿي نه ٿي سگهي، جيستائين جنهن طاقت وٽ هن پناهه ورتي آهي. انهيءَ جو اثر ۽ رعب انهن نظرين ۽ فڪرن ڪان وڏيڪ سگهارو، با اثر، ۽ زياده قومي ۽ قدرت وارو نه هجي. جيڪو شخص معاشري جي عام وهڪري جي مخالف رخ تي بيهي رهي ٿو، معاشري جي حڪمراني نظام کي چئلينج ڏئي ٿو، معاشري جي عام عرف، ان جي چالو قانونن، قدرن، اصولن ۽ نظرين، ۽ انهن جي گمراهين ۽ غلطين خلاف آواز بلند ڪري ٿو ته اهڙي حالت ۾ هو جيستائين ڪنهن اهڙي هستيءَ جو سهارو حاصل نه ڪندو جيڪا انسانن ڪان زياده قوي، پهاڙ ڪان زياده مضبوط ۽ زندگي ڪان زياده عزيز هجي، ته انهيءَ ماڻهو کي نه صرف پنهنجي نستائي ۽ ناتوانائي جو شديد احساس ٿيندو بلڪ هن هيڏي ساري پريل ٿهيل دنيا ۾ پنهنجو پاڻ کي بلڪل اجنبي ۽ بي وس محسوس ڪندو ـــ اهوئي سبب آهي جو الله تبارڪ و تعاليٰ جي شفيق ۽ رحيم ذات، مؤمن کي "ميدان" ڪارزار ۾ ائين ڪو نه موڪليندي آهي جو هو اڪيلي سِر معاشري جي تيز ڇولين جو مقابلو ڪندو رهي، پهاڙ جهڙن وڏن نظرين ۽ اصولن جي بار هيٺان چنگهندو رهي، رنج ۽ ملال بي بسي ۽ بي ڪسي ۾ وڪوڙيل رهي ـــ ليڪن انهيءَ رب ارض و سماوات جي طرفان مؤمن کي هي فرحت بخش نياپو ٿو پهچي.

وَلَا تَهِنُوا وَلَا تَحْزَنُوا وَ أَنْتُمُ الْأَعْلَوْنَ إِنْ كُنْتُمْ مُؤْمِنِيْنَ.

ترجمو:- ”دل شڪسته نه ٿيو غم نه ڪريو، توهان ئي غالب ٿيندؤ جيڪڏهن توهان مؤمن آهيو“.

اها تعليم ۽ هدايت انهيءَ ”مايوسي ۽ رنج“ پنهي دردن جو دارون آهي. هي ٻئي احساس اهي آهن جيڪي ڏکين حالتن ۾ عام طور تي انسان تي طاري ٿي ويندا آهن. ليڪن هڪ مرد مؤمن انهي پنهي احساسن کي رکو صبر ۽ ماٺ سان ئي نه، پر هڪ بلند نگاهه ۽ بهادري واري جذبي سان هيٺ دٻائي ڇڏيندو آهي. هو هڪ اهڙي اعليٰ ۽ اوچي مقام تي وڃي فائز ٿيندو آهي، جتان هن کي طاغوتي طاقتون، غالب قدر ۽ نظريا ترقي يافته فڪر، دنيوي دستور ۽ قانون، معاشري جون جاري ۽ ساري عادتون، رسمون ۽ گمراهي جي چؤطرف گڏ ٿيندڙ ماڻهو، اهي سڀ ڪيس پست ۽ هيٺان نظر ايندا آهن.

مؤمن ئي غالب ۽ برتر آهي. پنهنجي سهاري جي لحاظ کان به ۽ پنهنجي هدايت واري چشمي جي فضيلت جي نقطهء نظر کان به، هن جي آڏو ماڪ ۽ سلطنت جي ڪا به وقعت نه هوندي آهي ۽ نه وڏيون وڏيون شخصيتون هن لاءِ ڪنهن قيمت ۽ قدر جي لائق هونديون آهن. عام مقبوليت حاصل ڪرڻ وارا قدر ۽ معيار جن کي ملڪ ۾ عروج حاصل هوندو آهي، هن جي نگاهه ۾ اهي هيچ هوندا آهن، ۽ جن ڳالهين کي ماڻهو وڏي اهميت ڏيندا آهن اهي ڳالهيون هن جي وقار تي ڪو به رعب وجهي نه سگهنديون آهن ـــــ انهيءَ لحاظ کان هو اعليٰ ترين هستيءَ جو مالڪ آهي. هو هميشه لاءِ خدا جي شفاف چشمي مان پنهنجي اڃ اجهائيندو آهي، هو هر معاملي

۾ خدا جي دربار جو وچي دربان ٿيندو آهي، ۽ هر گهڙيءَ انهيءَ جي حڪم اڏو ۽ پاڻهون پڌي بيهندو آهي.

## اسلامي عقيدي جي فضيلت ۽ ڪمال

ڪائنات جي معرفت ۽ ادراڪ حاصل ڪرڻ ۾ به مؤمن ٻين کان اوچو ۽ مٿاهون هوندو آهي. انهيءَ ڪري ته ايمان بالله ۽ نظريہ توحيد ـــ پنهنجي انهيءَ صورت ۾، جنهن ۾ اسلام انهن کي پيش ڪري ٿو، ڪائنات جي عظيم حقيقت جي معرفت حاصل ڪرڻ جا شاهي دروازا آهن. اهڙيءَ ريت توحيد وارو نظريو جيڪا تصوير پيش ڪري ٿو اها ايتري قدر ٻهڪندڙ، صاف، حسين ۽ پوري پني آهي جو جڏهن اسين انجي ڀيٽ انهن اڪيچار تصورن ۽ عقيدن سان ڪندا آهيون، جن جي مزاج جو اهو حال آهي جو ڪائنات جي باري ۾ انهن جا نظريا ڏنل ۽ رعب ۾ آيل آهن يا وري مشرڪ مذهبن يا آسماني دينن ۾ تعريف ٿيل نظامن واري انهن جي صورت آهي. يا انهن کي مڪروه ۽ مادي پرستي وارين تحريڪن جنم ڏنو آهي. جڏهن انهن نظرين جي انهن افعال سان اسلامي عقيدي جي عظمت ۽ رفعت جي ڀيٽ ڪندا آهيون ته پوءِ اسلام جو شان ۽ رتبو بالڪل ظاهر ٿي پوندو آهي، **تنهن ڪري جيڪي ماڻهو ڪائنات جي باري ۾ انهي قسم جي معرفت حاصل ڪري چڪا آهن ته پوءِ بي شڪ اهي ڪائنات جي سڀني مخلوق کان اعليٰ، افضل، بالا ۽ برتر هئڻ گهرجن.** (۱)

مومن پنهنجي انهيءَ تصور ۾ به ٻين کان اوچو ۽ بلند هوندو آهي جيڪو سندس نظريو، زندگي ان جي اصولن ۽

---

(۱) تفصيل لاءِ ڏسو مصنف جو ڪتاب "خصائص التصور الاسلامي و مقوماته"

پيمانن بابت هوندو آهي، اهي پيمانا جن سان انساني زندگي، انهيءَ جي احوالن، واقعن، ماڻهن جي حيثيت ۽ قيمت جي ڪٿ ڪئي ويندي آهي، جيڪو عقيدو خدا شناسي (انهن خدائي صفتن جي روشنيءَ ۾ جن کي اسلام بيان ڪيو آهي) جي بنياد تي قائم هجي ۽ اقدار ۽ معيارن جي انهن حقيقتن جي آگاهي جي نتيجي ۾ ظاهر ٿئي جيڪي صرف زمين جي هن ننڍي گولي تائين محدود نه آهن بلڪ سڄي ڪائنات جي مٿان حاوي آهي ته پوءِ اهڙو عقيدو فطري طرح مؤمنن کي اصولن ۽ پيمانن جو هڪ اهڙو تصور عطا ڪندو آهي جيڪو انهن اڻ پوري، ناقص ۽ غير متوازن پيمانن کان گهڻو ڪجهه وڌيڪ، اعليٰ، پاڪيزه ۽ مضبوط هوندو آهي. جو ته انهن غير فطري ۽ انساني پيمانن جو حال اهو آهي جو انهن جو بدلجڻ سدلجڻ عام انسانن جي هٿ ۾ هوندو آهي. انهن جو علم تمام گهٽ هوندو آهي، جيڪي هڪ ئي انساني نسل ۾ ڪيترائي پيرا پيمانا بدلائيندا رهندا آهن، بلڪ هڪ ئي قوم ۾ انهن جي ڦير گهير ڪندا رهندا آهن، بلڪ هڪ ئي ماڻهوءَ جي باري ۾ انهن جا پيمانا صبح جو ڪجهه هوندا آهن ۽ شام جو ڪجهه.

مؤمن پنهنجي احساس ۽ ضمير ۽ اخلاق ۽ دنيوي معاملن ۾ به ڏاڍو سچو ۽ تمام اوچي ڪردار جو مالڪ هوندو آهي. هو جنهن خدا تي ايمان رکي ٿو انهيءَ جون صفتون تمام گهڻيون آهن هو "اسماءُ حسنيٰ" جو مالڪ آهي. اهو عقيدو بذات خود مؤمن جي وجود ۾ عظمت ۽ بلندي، پاڪائي ۽ صفائي، پاڪدامي ۽ پرهيزگاريءَ جو احساس پيدا ڪندو آهي، ۽ صالح عمل ۽ خدائي خلافت جو صحيح مفهوم ان جي ذهن نشين ڪندو آهي. انهيءَ کان سواءِ هي عقيدو مؤمن کي هي محڪم يقين به عطا ڪندو آهي ته آخرت ئي اصل ۾

"دارالجزا" آهي. اتي نيڪ عملن ۽ پاڪ زندگي جو جيڪو اجر حاصل ٿيندو انهيءَ جي ڀيٽ ۾ دنيا جا ڏک ۽ سور ڪک برابر به نه آهن، اها ڳالهه مؤمن جي ضمير ۾ اطمينان ۽ سڪون جي اهڙي بهاري پيدا ڪري ڇڏيندي آهي جو جيڪڏهن سڄي ڄمار ۾ هو دنيا جي مال ۽ متاع کان محروم رهي تڏهن به پنهنجي زبان تي شڪايت جو حرف به نه آڻيندو آهي.

مؤمن پنهنجي قانون ۽ زندگيءَ جي نظام جي لحاظ کان به اعليٰ ۽ افضل آهي. انسان، پراڻي دور کان وٺي اڄ سوڌو جيترين شريعتون ۽ زندگيءَ جا نظام جوڙيا آهن، مؤمن جڏهن انهن جو جائزو وٺندو آهي ۽ پنهنجي شريعت ۽ نظام زندگي سان انهن جي ڀيٽ ڪندو آهي ته کيس معلوم ٿيندو آهي ته هزارها ورهن جون اهي انساني ڪاوشون ۽ سخت جاکوڙ، اسلام جي محڪم شريعت ۽ جامع نظام جي ڀيٽ ۾ ائين آهن جيئن ٻارڙن جي راند ۽ اڻڄاڻن جي ٽاپن ٽوپن ڪاڻ واري عمل کان وڌيڪ ڪا به حيثيت نه ٿيون رکن. تنهن ڪري مؤمن جڏهن پنهنجي انهيءَ بلند مقام تي ويهي، پتڪيل انسانيت جي ڏتڙيل ۽ ويچاري حالت ۽ بي رحمي تي محبت ڀري نظر ڊوڙائيندو آهي ته هن کي انهي ڳالهه ۾ ڪو به شڪ نه ٿو رهي ته اهڙو نظر ئي ايندو آهي ته انسان جي بدنصيبي ۽ گمراهي کي ختم ڪرڻ لاءِ هن کي ضرور ڪجهه ڪرڻ گهرجي.

## جهالت جو نقطهءِ نظر ۽ مؤمن جو نقطهءِ نظر

اهوئي اهو نقطهءِ نظر آهي جيڪو اسلام جي دور اول جي مسلمانن جهالت جي انهن سڀني ڪوڪان مظاهرن، طاقتن، انهن جي قانونن ۽ روايتن جي مقابلي ۾ اختيار ڪيو هو.

جهالت جون اهي طاقتون جن پنهنجي دور ۾ انسان کي پانهو ٻڌائي ڇڏيو هو. جهالت ڪنهن مخصوص دور جو نالو نه آهي، بلڪ هڪ خاص حالت جو نالو آهي، ۽ ماضي ۽ حال ۾ جڏهن به انساني سوسائٽي اسلام جي سڏي راهه کان منهن موڙيندي آهي ته جهالت جي اها حالت اچي منهن ڪڍندي آهي، ۽ آئينده لاءِ جڏهن به انسانيت سڌي راهه تان ٿيڙي ويندي ته ته اهائي حالت پيش ايندي.

قادسيه جي جنگ ۾ ايراني فوج جي ناميا ري سپه سالار رستم جي ڪيمپ ۾ جڏهن حضرت مغيره بن شعبه ويو ۽ هن اتي جهالت جي رنگ روپ ۽ جلال ۽ رعب کي ڏٺو ۽ انهيءَ کي ڏسي هن جيڪو رويو اختيار ڪيو ابو عثمان نهدي انهيءَ کي هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي:

”جڏهن مغيره بن شعبه درياهه جي پل اڪري ايراني فوج ۾ پهتو ته ايراني سپاهين مغيره کي پاڻ وٽ ويهاريو ۽ رستم کان ان جي ملاقات جي اجازت گهري، هن پنهنجي شڪست کي لڪائڻ لاءِ پنهنجي زيب ۽ زينت ۾ ڪا به تبديلي ڪانه ڪئي هئي. مغيره اڳتي وڌيو. سيني ماڻهن پنهنجيون مخصوص وردیون پاتيون. سندن مٿن تي تاج هئا، سون جي تارن سان پرت ٿيل لباس پهريو ويٺا هئا. چار سئو قدم غاليچن تي پنڌ ڪري رستم تائين پهچي پيو سگهجي. مغيره خيمي ۾ داخل ٿيو. هن جا وار چئن حصن ۾ ڳتيل هئا. اندر پهچندي ئي هو رستم جي تخت تي چڙهي انهيءَ جي مسند تي ويهي رهيو. درباري اهو ڏسي امالڪ مغيره تي ڪڙڪي پيا ۽ هن کي هيٺ ڪيرائي وڌائون. مغيره چيو ”اسان تائين توهان جي دانشمنديءَ جون خبرون پهچنديون هيون. ليڪن توهان کان وڌيڪ بي وقوف پيو ڪير نه هوندو. اسان عربن ۾ اها ننڍ

وڏائي ڪين آهي. اسان مان ڪير به ڪنهن کي غلام نه بڻائيندو آهي سواءِ انهيءَ جي جو هو وڙهڻ تي چاهي ۽ گرفتار ٿي وڃي. مون کي گمان هو ته توهان به پنهنجي قوم جي اهڙي پرگهور لهندا هوندؤ جهڙي ريت اسان ڪندا آهيون. توهان جي هي حرڪت هاڻي ڪتي آهي ۽ انهيءَ کان بهتر ته اهو هو جو توهان اڳواٽ ئي مون تائين هي اطلاع پهچائي ڇڏيو ها ته توهان مان ڪجهه ماڻهو توهان لاءِ رب جو درجو رکن ٿا، ۽ توهانجو نظام گڙ ٻڙ آهي، مان توهان وٽ پنهنجي مرضي سان نه آيو آهيان پر توهانجي ڪوٺ تي آيو آهيان. هتي اچي مونکي اڄ معلوم ٿيو آهي ته توهانجو نظام بي حد ضعيف ۽ ڪمزور آهي، ۽ توهان کي شڪست ٿي ڪاٺي آهي. بي شڪ اهڙي سلوڪ ۽ اهڙي قسم جي ذهنيت جي سهاري تي بادشاهت قائم نه رهي سگهندي آهي."

ربعي بن عامر به قادسيه واري جنگ کان اڳ ۾ رستم ۽ ان جي درٻارين جي سامهون ايماني جرأت ۽ بلند نگاهي وارو رويو اختيار ڪيو هو (اهو واقعو ابن ڪثيرالبدايه والنهايه ۾ بيان ڪيو آهي) اهو ڪجهه هن ريت آهي:

"حضرت سعد بن ابي وقاص رض ربعي بن عامر کي، ايراني فوج جي سپه سالار رستم ڏانهن پنهنجو سفير ڪري موڪليو. ربعي بن عامر اتي پهتو ته ڏٺائين ته درٻار غلم ۽ غاليچن سان سينگاري پئي آهي. رستم جيڪو لباس پهريو ويٺو هو انهيءَ ۾ موتي جڙيل هئا. هن کي مٿي تي سونو تاج هو ۽ سندس ڪپڙا ڏاڍا قيمتي ۽ بي بها هئا، ۽ انهيءَ رعب تاب سان تخت تي ويٺو هو. ربعي بن عامر کي ڦاٽل ۽ پراڻا ڪپڙا هئا. ڪپس هڪ ننڍي ڍال هئي، ننڍو گهوڙو، بس اهائي هن جي حيثيت هئي. هو گهوڙي تي سوار ٿيو غاليچن کي لتاڙيندو ويو، ۽ پوءِ

گھوڙي تان هيٺ لٿو، قيمتي طول ويهاڻي سان پنهنجي گھوڙي کي ٻڌائين ۽ پاڻ رستم ڏانهن وڃڻ لڳو. جنگي هٿيار ٻه ڪيس ساڻ هئا ۽ جسم تي زره ٻه پاٽل هئس. ماڻهن چيو جنگي سامان ته لاهي. چوڻ لڳو مان پاڻ نه آيو آهيان، مون کي گهرايو ويو آهي، جيڪڏهن توهانکي منظور نه آهي ته مان هيئنر ئي واپس وڃان ٿو. رستم چيو: اچڻ ڏيوس. هن انهيءَ ئي غاليچي تي پنهنجو نيزو کوڙيو ۽ اڳتي وڌيو. نيزي جي چهنب غاليچي کي جڳهه جڳهه تي ٽنگي ڇڏيو. ماڻهن پڇيو توهان ماڻهن جو اچڻ ڪيئن ٿيو آهي. چيائين: اسانکي الله تعاليٰ انهيءَ لاءِ موڪليو آهي ته جنهن جي پنهنجي خواهش هجي، انهيءَ کي انسانن جي بندگيءَ کان آجو ڪري الله جي بندگيءَ ۾ داخل ڪريون ۽ دنيا جي تنگين مان ٻاهر ڪڍي آخرت جي وسعتن ۾ پهچايون ۽ مذهبن جي زيادتين کان ڇوٽڪارو ڏياري اسلام جي عدل جي ڇانءَ هيٺ آڻيون."

انهيءَ کان بعد هڪ انقلاب اچي ٿو. مسلمان جي نظر ايڏي بلند ٿي وڃي ٿي جو هو هيئنر مادي طاقت جي پروسي ۽ مرعوب ذهنيت کان بلڪل خالي ٿي چڪو آهي. هن ۾ هڪ زبردست احساس برتري ۽ جذبهٔ خودي پيدا ٿي ويو آهي ۽ جيڪڏهن هن جي دل ۾ ايمان جي شمع اجا روشن آهي ته هو غالب قومن کي هيچ ڪري ٿي ڄاڻيندو، ۽ هن کي انهي ڳالهه جو پختو يقين هوندو ته مادي محڪومي هڪ عارضي مرحلو آهي جيڪو اڄ نه ته سڀاڻي ختم ٿي ويندو. ايمان وارو لشڪر نيٺ ميدان کٽي ويندو ۽ هن کي پڪ ئي پڪ فتح حاصل ٿيندي. فرض ڪريو ته جيڪڏهن انهيءَ مرحلي ۾ مؤمن جي جان هلي ويئي ته انهيءَ ڪمزوريءَ جي باوجود به هو انهيءَ باطل جي آڏو گوڏا نه کوڙيندو، ڇو ته هو هن جذبي

سان سرشار هوندو آهي ته انسان ته روز پيا پنهنجي موت مرندا آهن، ليڪن هن کي ته شهادت جو درجو نصيب ٿيندو، هو جڏهن هن دنيا کان ڪوچ ڪندو ته سڌو پنهنجي رب جي جنت ۾ وڃي مهمان ٿيندو. جيڪي ماڻهو اڄ هن تي غالب آهن ۽ هن مٿان قهر ۽ ظلم ڪري رهيا آهن اهي جڏهن دنيا کان موڪلائيندا آهن ته عبرتناڪ جهنم انهن جي رهڻ جي جاءِ ٿيندي، ٻنهي جي انهي نتيجي ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق آهي. مؤمن انهن ٻي ويچارن ۾ محو هوندو آهي ته هن کي پنهنجي رب ڪائنات جي هن حڪم جو پڪو ويساهه ۽ سنٽڻ ۾ ايندو آهي:

لَا يَغُرَّنَّكَ تَقَلُّبُ الَّذِينَ كَفَرُوا فِي الْبِلَادِ ۝ مَتَاعٌ قَلِيلٌ ثُمَّ مَأْوَاهُمْ جَهَنَّمُ وَبِئْسَ الْمِهَادُ ۝ لَٰكِنِ الَّذِينَ اتَّقَوْا رَبَّهُمْ لَهُمْ جَنَّاتٌ تَجْرِي مِنْ تَحْتِهَا الْأَنْهَارُ خَالِدِينَ فِيهَا نُزُلًا مِنْ عِنْدِ اللَّهِ خَيْرٌ لِلْأَبْرَارِ ۝

( آل عمران: ١٩٦ کان ١٩٨ )

ترجمو:- ”ملڪن ۾ خدا جي نافرمان ماڻهن جي هلت چلت توکي ڪنهن دوکي ۾ نه وجهي. هي رڳو چند ڏهاڙن واري زندگيءَ جو ٿورو لطف آهي پوءِ هي سڀ جهنم ۾ ويندا جيڪا ڏکڻ جي بدترين جاءِ آهي. ان جي ابتڙ جيڪي ماڻهو پنهنجي رب کان ڪنبندي زندگي بسر ڪندا آهن، انهن لاءِ اهڙا باغ آهن، جن جي هيٺان نهرون وهنديون آهن، انهن باغن ۾ هو هميشه رهندا، الله تعاليٰ جي طرف کان انهن لاءِ هي مهماني جو سامان آهي، ۽ جيڪي ڪجهه الله وٽ آهي نيڪ ماڻهن لاءِ اهوئي سڀ کان بهتر آهي.“

معاشري تي اهڙن عقيدن، فڪرن، قدرن ۽ اصولن جو غلبو هوندو آهي جيڪي مؤمن جي عقيدي، فڪر، پيماني ۽ ميزان جي ابتڙ باڪ شديد مخالف هوندا آهن. هي احساس هن جي دل ۽ دماغ مان ڪڏهن به جدا نه ٿيندو آهي ته هو هڪ اعليٰ ۽ بلند مقام تي فائز آهي ۽ هي دنيا پرست ۽ عيش جا ڪوڙيا، هن ڪان گهڻو گهڻو هيٺ تحت‌الثريٰ جي تري ۾ پيا آهن. هو انهيءَ بلند مقام تي آٿي جڏهن انهن ماڻهن تي هڪ نظر وجهندو آهي ته هڪ طرف هو پنهنجي حد تائين پاڻ کي عزت نفس، خود داري ۽ خود پسندي جي جذبي سان سرشار محسوس ڪندو آهي ۽ ٻئي طرف انهن پست ماڻهن لاءِ هن جي دل ۾ همدردي ۽ خيرخواهي جا جذبا پيا چولبون هڻندا آهن. هن جي خواهش هوندي آهي ته هدايت جي اها روشني جنهن جي پالوٽ الله سائين هن جي مٿان ڪئي آهي، انهن کي به جيڪر نصيب ٿئي ۽ جنهن افق جي بلندين تي هو پرواز ڪري رهيو آهي جيڪر انهن کي به انهيءَ منزل تائين مٿي وٺي اچي.

ڏنو وڃي ته باطل هڪ محشر ۽ هنگامو برپا ڪندو آهي. هاءِ هُو جو غلغلو بلند ڪندو آهي، رڙيون ڪندو ۽ نرڙقاڙيندو آهي، اوچو ڳات ڪري مُڇن کي تاؤ ڏيندو آهي، چئني طرفن ڪان خوشامدي ۽ هلڪڙا ماڻهو هن جي چوڌاري اهڙو ته ماحول پيدا ڪري ڇڏيندا آهن جو جنهن جي ڪري انسانن جي بصيرت ۽ بصارت ٻنهي تي پردو پئجي ويندو آهي ۽ پورو اهو ڏسي به نه سگهندا آهن ته انهيءَ اکين تي جادو هلائيندڙ ماحول جي پٺيان ڪهڙو بدروح ۽ ڪهڙي بڇڙي صورت لڪل آهي ۽ ڪهڙي منحوس ۽ اونداهي صبح ڇُپيل آهي!!!

مؤمن پنهنجي بلند مقام تان باطل ۽ انجي گوڙ گهمسان تي نظر ڊوڙائيندو آهي، فريب کاڌل انساني جماعتن ڏانهن واجهائيندو آهي، ليڪن هن ۾ ڪنهن به ڪمزوريءَ جو احساس پيدا نه ٿيندو آهي ۽ نه هن کي ڪو رنج ۽ ڏک به ٿيندو آهي، ۽ نه حق تي ان جي ثبت قدمي ۾ ڪاگهٽتائي، ۽ راهه مستقيم ۾ ڪو تزلزل پيدا ٿيندو آهي. بلڪ پڪيل راهين ۽ فريب کاڌل انسانن جي هدايت لاءِ هن ۾ جيڪا تڙپ ۽ بيتابي موجود هوندي آهي انهيءَ ۾ پاڻ واڌارو اچي ويندو آهي.

معاشرو پست ۽ ذليل خواهشن جي وهڪري ۾ ٻڏل هوندو آهي، جنسي ۽ سفلي جذبن جي طوفان ۾ پيو ٿاٻا کائيندو آهي، گندگي ۽ غلاظت ۾ گتو پيو هوندو آهي، ۽ پوءِ وري انهيءَ خام خيالي ۾ مگن هوندو آهي ته هو زندگيءَ جي لذتن کان لطف اندوز ٿي رهيو آهي ۽ آزاد زندگيءَ جا مزا ماڻي رهيو آهي. اها نوبت اچي هن حد تائين پهچندي آهي جو معاشري ۾ پاڪيزه تفريح ۽ حلال جو لقمو مشڪل بلڪ اڻ لڀ ٿي ويندو آهي. گندگي جي ڍيرن ڪانسواءِ ٻي ڪا به شئي پاڄي نه رهندي آهي، جيڏانهن نظر ڊوڙايو غلاظت ۽ ڪرفتيءَ جا واهه ۽ درياهه وهي رهيا آهن. انهيءَ حالت ۾ مؤمن، غلاظت ۾ غرق ٿيندڙ ماڻهن ۽ گندگي سان چنبڙيل انسانن کي مٿان جهاتي پائي ڏسندو آهي، توڙي جو هو انهيءَ سڄي ماحول ۾ هڪ سير ۽ اڪيلو هوندو آهي ـــ ليڪن هن جي حوصلن ۾ ڪو به شڪست جو احساس ۽ هن جي قلب ۽ جگر جي ڪنهن به گوشي ۾ غم ۽ افسوس کي پناهه نه ملي سگهندي آهي. هن جي نفس ۾ ڪڏهن به اهو احساس پيدا نه ٿيندو آهي ته هو به پنهنجو پاڪيزه ۽ بي داغ لباس لاهي اگهاڙن جي انهيءَ حمام ۾ اگهاڙو ٿي وڃي ۽ انهيءَ بدبودار تلاءَ ۾ غوطا کائڻ

لڳي. مؤمن جنهن ايمان جي نشي ۽ يقين جي لذت سان سرشار هوندو آهي، انهيءَ جي صدقي هو پنهنجو پاڻ کي هڪ تمام اوچي ۽ بلند مقام تي بيٺل محسوس ڪندو آهي.

هڪ اهڙي معاشري ۾ جيڪو دين کان باغي هجي، نيڪين ۽ فضيلتن کان خالي، اعليٰ ۽ برتر قدرن ۽ اصولن کان وانجهو، ۽ شريفاڻه ۽ مهذب آداب کان نا آشنا هجي، مطلب ته هر انهي خوبي کان بيگانو ٿي چڪو هجي جيڪا پاڪائي، حسن، طهارت ۽ نفاست جي تعريف ۾ شمار ٿئي ٿي، اهڙي معاشري ۾ مؤمن پنهنجي دين جي اصولن جي اهڙي ريت بهادري سان پابندي ڪندو آهي جهڙيءَ ريت ڪو شخص پنهنجي مٺ ۾ باهه جا انگر کڻيون وتي. باقي رهيا ٻيا ماڻهو ته هو انهيءَ جي اهڙي بهادري کي ڏسي ٽوليون ۽ چٿرون ڪندا آهن، هن جي نظرين کي طعنن ۽ ٺٺولين جو نشانو بڻائيندا آهن. ليڪن مؤمن اهو سڀ ڪجهه ٻڌندو ۽ سهندو آهي، ليڪن هو ڪيڏي هرگز نه ٿيندو آهي ۽ بزدلي ۽ بي همتي جو شڪار نه ٿيندو آهي. بلڪ ان جي ابتڙ احساس برتريءَ سان انهن ٺٺوليڪن تي نظر وجهندو آهي ۽ پوءِ هن جي زبان تي انهن لئي پاڪ گفتن جو ورد جاري ٿي ويندو آهي جيڪي انهي لئي برگزيده جماعت جي هڪ فرد حضرت نوح عليه‌السلام جي زبان تي جاري ٿـي ويـا هئا. تاريخ جي پر وقار ۽ طويل وادين ۾ ايمان ۽ عشق جا نوراني ۽ نه ٽٽندڙ سلسلا جاري ٿيندا رهيا آهن. حضور انور مسخري ڪندڙ ماڻهن کي فرمايو هو:

إِنْ تَسْخَرُوا مِنَّا فَإِنَّا نَسْخَرُ مِنْكُمْ كَمَا تَسْخَرُونَ. (هود: ٣٨)

ترجمو:- ”اڄ جيڪڏهن توهان اسان تي کلو ٿا ته اسان به توهان تي ائين کلنداسين جهڙيءَ ريت توهان کلي رهيا آهيو.“

مؤمن کي انهيءَ نوراني ڪاروان ۽ انهيءَ جي پيٽ ۾ بدقسمت ۽ بدنصيب قافلي، ٻنهي جي عاقبت جو نقشو الله تبارڪ جي هن بيان ۾ نظر اچي ويندو آهي.

إِنَّ الَّذِينَ أَجْرَمُوا كَانُوا مِنَ الَّذِينَ آمَنُوا يَضْحَكُونَ ○ وَإِذَا مَرُّوا بِهِمْ يَتَغَامَزُونَ ○ وَإِذَا انْقَلَبُوا إِلَىٰ أَهْلِهِمُ انْقَلَبُوا فَكِهِينَ ○ وَإِذَا رَأَوْهُمْ قَالُوا إِنَّ هَٰؤُلَاءِ لَضَالُّونَ ○ وَمَا أُرْسِلُوا عَلَيْهِمْ حَافِظِينَ ○ فَالْيَوْمَ الَّذِينَ آمَنُوا مِنَ الْكُفَّارِ يَضْحَكُونَ ○ عَلَى الْأَرَائِكِ يَنْظُرُونَ ○ هَلْ ثُوِّبَ الْكُفَّارُ مَا كَانُوا يَفْعَلُونَ.

( المطففين ۲۹ کان ۳۹ )

ترجمو:- ”بي شڪ مجرم ( دنيا ۾ ) ايمان وارن تي کلندا هئا، ۽ جڏهن انهن وٽان لانگهائو ٿيندا هئا ته انهن کي اکيون ھڻندا هئا، ۽ جڏهن پنهنجي اهل جي طرف واپس ويندا هئا ته ( مسلمانن جي تذڪرن کي ) مشغلو بڻائيندا هئا، ۽ جڏهن مسلمانن کي ڏسندا هئا ته چئي ڏيندا هئا، ته بي شڪ هيءَ ماڻهو گمراه آهن. حالانڪ انهن کي ( مسلمانن لاءِ ) داروغو بڻائي نه موڪليو ويو. اڄ ( آخرت ۾ ) مسلمان ڪافرن تي کلندا ۽ تختن تي ويٺي نظارا ڪري رهيا هوندا. ڇا ڪافرن هينئر پنهنجي ڪيتي جو بدلو حاصل ڪري ( نه ) ورتو.“

هن کان پهريائين به قرآن ڪريم اسانجي آڏو ڪافرن جو هي قول نقل ڪيو آهي جڏهن هو اهل ايمان کي چوندا هئا:

• وَإِذَا تُتْلَىٰ عَلَيْهِمْ آيَاتُنَا بَيِّنَاتٍ قَالَ الَّذِينَ كَفَرُوا لِلَّذِينَ آمَنُوا أَيُّ الْفَرِيقَيْنِ خَيْرٌ مَقَامًا وَأَحْسَنُ نَدِيًّا. ( مريم : ۷۳ )

ترجمو:- ”انهن ماڻهن کي جڏهن اسانجون پڌريون آيتون پڙهيون وينديون آهن تہ انڪار ڪرڻ وارا ايمان وارن کي چوندا آهن، پڌايو اسان ٻنهي جماعتن مان ڪير بهتر حالت ۾ آهي ۽ ڪنهن جون مجلسون زياده شاندار آهن.“

يعني ٻنهي ٽولن مان ڪهڙو ٽولو سٺو آهي؟ اهي مکي، سردار ۽ مالدار ماڻهو جن محمد ﷺ تي ايمان نہ آندو آهي يا اهي نادار بي ڪس ماڻهو جيڪي حضور اڪرم جي مجلس جا مور آهن؟ نصر بن حارث، عمرو بن هشام، وليد بن مغيره، ۽ ابوسفيان بن حرب جهڙا قوم جا اڪابر، يا بلال، عمّار، صهيب ۽ خباب جهڙا بي سهارا ماڻهو ۽ جيڪڏهن محمد ﷺ جي دعوت ڪا سٺي دعوت هجي ها تہ ٻوء ڇا سندن پوئلڳ اهڙائي بدحال هجن ها، جن کي قريش ۾ ڪو بہ دٻدٻو ۽ وقار حاصل نہ آهي ۽ پاڻ ۾ گڏجي ويهڻ لاء هڪ معمولي گهر (دار ارقم رض) کان سواء انهن کي ڪا ٻي جاء نصيب نہ آهي، جڏهن جو انهن جا مخالف عظيم الشان ۽ رعب دار اوطاقن ۽ بنگلن جا مالڪ آهن، جاه ۽ جلال انهن جا قدم چمي ٿو، قوم جي ناخدائي انهن کي حاصل آهي.

بس اهو آهي دنيا پرستن جي سوچ جو انداز، ۽ انهن ماڻهن جو طرز فڪر جن جي نگاهن تي هر دور ۽ هر جڳهہ تي کوپا چڙهيل آهن ۽ جيڪي افق جي بلندين کي ڏسي نہ ٿا سگهن. هي حڪمت الاهيء جو فيصلو آهي تہ عقيدو ۽ ايمان دنيوي ٺاه ٺوه ۽ ظاهري ٺٺ ٺانگر ۽ سينگار کان، آجو ۽ حرص ۽ لالچ جي سامانن کان پاڪ رهندو. انهيء کي قبول ڪرڻ لاء اوپارڻ واري شئي ڪنهن حاڪم جو قرب، ڪنهن اقتدار ۽ ٺٺ ٺانگر جو حرص، ڪو وڏندڙ نعرو ۽ ڪنهن خواهش جي تسڪين هوندي. بلڪ جدوجهد ۽ مشقت، بهادري ۽ جهاد

۽ سر ڏڄ جي بازي لڳائي ڇڏڻ وارو جذبو اڀارڻ وارو هوندو،
ته جيئن جيڪو هن واديءَ ۾ پير پري اهو هن يقين سان اچي
ته هو انهيءَ نظريه کي عقيدي جي حيثيت ۾ قبول ڪري
رهيو آهي. هو انهيءَ نظريه کي ڪنهن انسان جي خوشنوديءَ
حاصل ڪرڻ لاءِ نه پر خالص الله جي رضامندي حاصل ڪرڻ
لاءِ قبول ڪري ۽ انهن مڙني لالچن ۽ دلبن کان پٺي پاسو
ڪري جن تي عام طرح ماڻهو اڪن ڇڪن تي پوندا آهن.
انهيءَ ڪردار جو مظاهرو اهڙي ته بهتر نموني ۾ هئڻ گهرجي
جو انهي کي ڏسي ڪو به شخص انهيءَ عقيدي کي اختيار
ڪرڻ جي جرئت ئي نه ڪري سگهي جيڪو دنيوي لالچ ۽ لوڀ جو
طالبو هجي، حرص ۽ هيچ جو غلام هجي، ٺٺ ٺانگر ۽ جاه ۽ حشمت جو
پوڄاري هجي، ۽ هن جي نظر ۾ انساني نظرين ۽ اصولن جو
قدر الله جي مرضي ۽ خوشنوديءَ جي مقابلي ۾ وڌيڪ هجي،
پوءِ ڪٿي خدا جي آڏو انهن جي ڪا به وقعت ۽ قدر نه هجي.

## مؤمن جو شان

مؤمن پنهنجي اصولن ۽ نظرين لاءِ، پئمانا ۽ اوزار انسانن
کان ڪونه پنندو آهي جو ان ڪري ڪيس انسانن جي اندازن
۽ تور تڪ جي پيروي ۾ پويان پويان هلڻ جي ضرورت محسوس
ٿئي، بلڪه هو اهي سڀ هدايتون انسانن جي رب کان وٺندو
آهي، ۽ اهوئي هن لاءِ ڪافي ۽ شافي هوندو آهي ــــ هو
مخلوق جي مرضي ۽ خواهشن کي به پنهنجي لاءِ معيار نه ڇاٽيندو
آهي انهيءَ ڪري جو هو مخلوق جي خواهشن پٺيان ليل ليل
ڪندو وتي. بلڪ هن جو سرچشمو اها حق جي ميزان هوندي
آهي جنهن ۾ ڪا به تبديلي نه ايندي آهي ۽ جيڪا ڪڏهن به
هيڏانهن هوڏانهن لڏندي لمندي نه آهي. هو انهن سيني شين کي
هن محدود ۽ فاني دنيا کان حاصل نه ڪندو آهي بلڪ اهي

شيون انهن آب حيات وارن چشمن مان اوير ڪائي ٿو جي ضمير کي ڀهڪائي ڇڏيندڙ آهن، جتان سڄي ڪائنات کي "خلعتِ وجود" عطا ٿي آهي، ته پوءِ هو پنهنجي اندر ۾ ئي نستائي ۽ پنهنجي دل ۾ جهوريون ڇو وجهندو جڏهن جو هن جي لنءُ پنهنجي سائين سان لڳي ويندي آهي ۽ هميشه لاءِ هن جي لونءِ لونءِ ۾ هدايت ۽ حق جون تندون پيون تنوارينديون آهن.

هو حق ئي آهي. حق کي ڇڏي هن کي گمراهي کان سواءِ ٻيو ڇا پلئي پئجي سگهجي ٿو؟ گمراهي جي دربار ۾، جيڪڏهن اقتدار، دٻدٻو ۽ رعب تاب آهي، جيڪڏهن طبلچي، لنگها ۽ ماڻهن جا هشام هن جي ڊوڙاري ڇهتيا پيا آهن —— ته هجن پيا. انهن ڳالهين سان حق جي قدر ۽ اصول ۾ هرمل جي دائي برابر به گهٽتائي نه ٿيندي آهي. مؤمن سچ جو گاروڙي آهي. سچ کي ڇڏي ڪوڙ جا رندا هو ڪونه روڙيندو آهي، ڇو ته اتان ڪجهه ملڻ جي اميد نه آهي. بس مؤمن جيڪڏهن مؤمن آهي ته هو هرگز حق کي ڇڏي باطل کي پسند نه ڪندو آهي ۽ حق جي عيوض ۾ باطل جو سودو نه ڪندو آهي. حالتون ڪٿي ڪهڙيون به هجن، مؤمن کان هيءَ اميد ڪرڻ ته هو حق جي بدران باطل کي پنهنجي سيني سان لائيندو، اڻ ٿيڻي ڳالهه آهي.

رَبَّنَا لاَ تُزِغْ قُلُوبَنَا بَعْدَ إِذْ هَدَيْتَنَا وَهَبْ لَنَا مِنْ لَدُنْكَ رَحْمَةً إِنَّكَ أَنْتَ الْوَهَّابُ ۝ رَبَّنَا إِنَّكَ جَامِعُ النَّاسِ لِيَوْمٍ لاَ رَيْبَ فِيهِ إِنَّ اللهَ لاَ يُخْلِفُ الْمِيعَادَ.

( آل عمران : ٨ کان ٩ )

ترجمو :- "اي اسانجا پروردگار! جڏهن اسانکي سڌي وات جو سونهون ڪرائي چڪو آهين ته پوءِ ڪٿي اسانجي

دلين کي ڪج (برائي) ۾ مبتلا نہ ڪرڻ فرمايو. اسانکي پنهنجي فيض واري خزاني مان رحمت عطا ڪر، جو تون ئي حقيقي فياض آهين. اي پروردگار پڪ ئي پڪ تون سڀني ماڻهن کي هڪڙي ڏينهن گڏ ڪرڻ وارو آهين، جنهن جي اچڻ ۾ ڪو گمان نہ آهي. بي شڪ الله پنهنجي واعدي کان ڦرڻ وارو نہ آهي."



# باب ٻارهون

## ڏونگر ڏوريو جن

وَالسَّمَاءِ ذَاتِ الْبُرُوجِ ○ وَالْيَوْمِ الْمَوْعُودِ ○ وَ شَاهِدٍ وَّ مَشْهُودٍ ○ قُتِلَ أَصْحَابُ الْأُخْدُودِ النَّارِ ذَاتِ الْوَقُودِ ○ إِذْهُمْ عَلَيْهَا قُعُودٌ ○ وَّهُمْ عَلَىٰ مَا يَفْعَلُونَ بِالْمُؤْمِنِينَ شُهُودٌ ○ وَمَا نَقَمُوا مِنْهُمْ إِلَّا أَنْ يُؤْمِنُوا بِاللهِ الْعَزِيزِ الْحَمِيدِ ه الَّذِي لَهُ مُلْكُ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ ط وَاللهُ عَلَىٰ كُلِّ شَيْءٍ شَهِيدٌ ○ إِنَّ الَّذِينَ فَتَنُوا الْمُؤْمِنِينَ وَالْمُؤْمِنَاتِ ثُمَّ لَمْ يَتُوبُوا فَلَهُمْ عَذَابُ جَهَنَّمَ وَلَهُمْ عَذَابُ الْحَرِيقِ ○ إِنَّ الَّذِينَ آمَنُوا وَ عَمِلُوا الصَّالِحَاتِ لَهُمْ جَنَّاتٌ تَجْرِي مِنْ تَحْتِهَا الْأَنْهَارُ ○ ذَالِكَ الْفَوْزُ الْكَبِيرُ ○ إِنَّ بَطْشَ رَبِّكَ لَشَدِيدٌ ○ إِنَّهُ هُوَ يُبْدِئُ وَ يُعِيدُ ○ وَهُوَ الْغَفُورُ الْوَدُودُ ○ ذُو الْعَرْشِ الْمَجِيدُ ○ فَعَّالٌ لِّمَا يُرِيدُ ○

( البروج : ١ کان ١٦ )

ترجمو:- ”قسم آهي برجن واري آسمان جو. قسم آهي انهيءَ ڏينهن جو جنهن جو واعدو ڪيو ويو آهي. قسم آهي شاهدي ڏيڻ واري جو ۽ انهيءَ جو جنهن جي مقابلي ۾ شاهدي

ڏني ڇڏي ته ماريا ويا خندق وارا ـــ ٻاهر جون خندقون ـــ جن ۾ انهن گهوٽڻي ٻارڻ وجهي ڇڏيو هو. ۽ هو خندق تي ويٺل هئا، ۽ اهل ايمان سان جيڪو (ظلم ۽ ستم) هو ڪري رهيا هئا، انهيءَ جو تماشو ڏسي رهيا هئا. هو اهل ايمان جي هن ڳالهه تي خار کائيندڙ هئا جو هنن انهيءَ خدا تي ايمان آندو هو جيڪو زبردست ۽ تعريف جي لائق آهي، ۽ انجي بادشاهت آهي آسمانن ۽ زمين جي، ۽ الله هر شئي جي حال کان واقف آهي. بي شڪ جن ماڻهن مؤمن مردن ۽ مؤمن عورتن کي ايذاءَ ڏنا ۽ پوءِ توبه نه ڪئي انهن لاءِ جهنم جو عذاب آهي ۽ انهن لاءِ سڙڻ جو عذاب آهي. البت جن ماڻهن ايمان آندو ۽ انهن نيڪ عمل ڪيا، انهن لاءِ باغ آهن جن جي هيٺان نهرون وهنديون هونديون. هيءَ تمام وڏي ڪاميابي آهي. بي شڪ پنهنجي رب جي پڪڙ ڏاڍي سخت آهي. اهوئي آهي جيڪو پهريون دفعو پيدا ڪندو آهي ۽ اهوئي آهي جيڪو (قيامت جي ڏينهن) ٻيهر پيدا ڪندو، ۽ اهو بخشڻ هار ۽ محبت ڪندڙ آهي. عرش جو مالڪ آهي ۽ اعليٰ شان وارو آهي. جيڪو چاهيندو آهي ڪري ڇڏيندو آهي."

## "اصحاب الاخدود" جي قصي مان سبق

"اصحاب الاخدود" جو قصو جيڪو سورة البروج ۾ بيان ٿيو آهي، اهو انهيءَ لائق آهي جو اهي سڀ اهل ايمان ۽ تدبر وارا غور ڪن جيڪي دنيا جي ڪنهن به خطي ۾ ۽ تاريخ جي ڪنهن به دور ۾ خدا جي دين جي طرف دعوت ڏيڻ وارو فرض سر انجام ڏيئي رهيا آهن. قرآن حڪيم انهيءَ قصي کي جهڙيءَ ريت بيان ڪرڻ فرمايو آهي، جنهن انداز سان تمهيد قائم ڪئي آهي پوءِ ان تي جيڪي تبصرا ڪيا آهن انهيءَ سان گڏوگڏ جيڪا تعليم ڏني آهي ۽ جيڪي فيصلا

بيان ڪيا آهن، انهن سڀني ڳالهين جي ذريعي قرآن حڪيم درحقيقت انهن بنيادي اصولن تي روشني وڌي آهي جيڪي ”دعوت الي الله“ جي فطرت، انهيءَ دعوت جي باري ۾ انسانن جي رويّي ۽ انهن امڪاني حالتن جو پتو ڏين ٿا جيڪي پيش اچي سگهن ٿيون. اهڙيون حالتون انهيءَ تمام ڪشادي دنيا ۾ پيش اچن ٿيون جنهن جي ايراضي زمين جي گولي ڪان به وسيع ۽ جنهن جو عرصو دنيوي زندگي ڪان به وڌيڪ ڊگهو آهي. قرآن حڪيم انهيءَ قصي ۾ مؤمنن جي آڏو انهن جي راهن جا نقش ۽ نشان به چٽائي سان بيان ڪيا آهن، . . . . ڪي هن ڳالهه تي آماده ڪيو آهي ته هو انهيءَ راهه ۾ پيش ايندڙ هر ممڪن مصيبت جو خنده پيشاني سان خيرمقدم ڪن، جيڪا مصيبت غيب جي پردي ۾ لڪيل ۽ سمايل آهي، ۽ جيڪا در اصل قدرتي قانون مطابق تقدير خداوندي جي طرفان مقدر هوندي آهي.

## مؤمنن جي فتح

هي هڪ اهڙي جماعت جو قصو آهي جنهن پنهنجي پروردگار عالم تي ايمان آندو هو ۽ انهيءَ پنهنجي سچي ايمان جو صاف صاف اظهار ڪرڻ چاهيو هو. ليڪن انهن تي جابرن ظالمن ۽ دل جي ڪارن اهڙا ڪلور ڪيا جيڪي بيان ڪرڻ ڪان ٻاهر آهن. هو ايتري قدر ته انڌ جي گهوڙي تي سوار هئا جو مؤمنن تي ظلم ڪرڻ جو پڪو پهه پچايون ويٺا هئا. هو مؤمنن کي انهيءَ عقيدي ڪان باز رکڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا جيڪو الله تبارڪ و تعاليٰ جي ذات تي ايمان آڻڻ لاءِ انسانيت جو حاصل آهي. اهي ظالم انسان ذات جي انهيءَ شرف ۽ عزت جي وقار کي خاڪ ۾ ملائي رهيا هئا جنهن سان الله تبارڪ و تعاليٰ انسان کي خاص طور نوازيو آهي ته جيئن انسان

دنيا ۾ رڳو هڪ رانديڪي وانگر نہ ٻڌجي وڃي جو ظالم ۽ سنگ دل حاڪم انهيءَ کي چيچلائي چيچلائي انهيءَ جي آهن ۽ دانهن سان پنهنجي دل وندرائين، هن کي باهہ ۾ ڪباب ڪن، ۽ پنهنجي لاءِ تفريح ۽ لطف اندوزيءَ جو سامان پيدا ڪن. هي قدسي نفس (پاڪ روح) ايمان ۽ عقيدي جي جنهن جذبي سان سرشار هئا انهيءَ جي صدقي مؤمن انهيءَ آزمائش ۾ اڪري پار پيا، ۽ جنهن امتحان ۾ انهن کي آزمايو ويو هو، انهيءَ ۾ نيٺ فاني زندگي، عقيدي جي هٿان شڪست کاڌي. جنهن جي نتيجي ۾ هي مجاهد انهن ظالمن ۽ جبارن جي دڙڪي داٻ ۽ رعب تاب کان متاثر نہ ٿيا. باهہ جي عذاب ۾ سڙي موت جي آغوش ۾ هليا ويا، مگر پنهنجي دين کان هڪ پاڪون بہ پوئتي سُرڻ لاءِ تيار نہ ٿيا. درحقيقت هي پاڪ نفس دنيا جي اڌاري زندگي جي محبت ۽ بندگي کان آزاد ٿي چڪا هئا. انهيءَ ڪري دردناڪ موت جي عذاب کي پنهنجن اکين سان ڏسڻ جي باوجود بہ جيئري رهڻ جي خواهش انهن کي پنهنجي پياري عقيدي کان هٽ ڪڍائڻ ۽ ذلت قبول ڪرائڻ لاءِ آماده نہ ڪري سگهي. هو سفلي (نفساني) دنيا جي بندشن ۽ من موهيندڙ ڪشش کان نجات حاصل ڪري "ملاءِ اعليٰ" ڏانهن پرواز ڪري ويا ـــــ اهو ڪارنامو دراصل فاني زندگي تي ابدي عقيدي جي فتح جو ڪرشمو هو.

## "اصحاب الاخدود، جانورن کان بہ بڇڙو ٽولو

انهن ايمان سان سرشار، بلند فطرت، صالح ۽ شرافت جي پتلن مؤمنن جي مقابلي ۾، باغي، سرڪش، بڇڙن ۽ مجرم انسانن جي چوڪڙي هئي جيڪي باهہ جي مچ وٽ ويهي انهن جي جيئري سڙڻ جو تماشو ڏسي رهيا هئا تہ ڏسون تہ اهل ايمان ڪيئن ٿا سُور سهن ۽ باهہ ۾ پچي ڪباب ٿين. هو انهيءَ

نظاري کي ڏسي لطف اندوز ٿي رهيا هئا ته ٻاهر جيئرن جاڳندن ماڻهن کي ڪيئن ٿي چرڪائي ڇڏي ۽ ڪهڙيءَ ريت شريفن جي هي جماعت اکـ ڇنڀ ۾ پڙڪندڙ ٻيڙ جو ٻکـ ٿئي.

جڏهن ڪڏهن نوجوان يا ننڍي نيٽي نياڻي، نينگر يا ٻوڙهي، معصوم يا پڪي عمر واري مؤمن ۽ مؤمنياڻي کي ٻاهر جي شعلن ۾ اڇلايو پئي ويو ته اهي درندا بدمست ٿي پئي ويا. رت جي ڦوهارن ۽ گوشت جي ٽڪرن کي سڙندي ڏسي چرين وانگر ٽمچر مچائي پئي نچيا. هي انسانيت سوز واقعو ظاهر ڪري ٿو ته انهن بدبخت ظالمن جي فطرت ۽ جبلت انهيءَ حد تائين ميسارجي ۽ ڏوڙ ۾ لتجي ويئي هئي جو انهن لاءِ هي جانورن جهڙو سلوڪ ۽ خوفناڪ عذاب ڇڻ ته هڪ قسم جو لطف ۽ لذت هو. پستي جي هي اها انتها آهي جو ڪو جنگلي جانور به هن وقت تائين انهيءَ حد تائين نه پهتو آهي. انهيءَ ڪري جو درندو جيڪڏهن شڪار ڪندو آهي ته خوراڪ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪندو آهي، نه انهيءَ لاءِ ته شڪار تيل اڌ مئي جانور کي تڙپندو ڏسي ڪا لذت حاصل ڪري. گڏو گڏ هي واقعو هن ڳالهه جي طرف به توجه ڇڪائي ٿو ته خدا پرست اهل ايمان جي روحن، انهيءَ آزمائش ۾ ڪهڙيءَ ريت اوج ڪمال جي نشان کي وڃي ڇهيو، جيڪو هر دور ۽ هر زماني ۾ انسانيت جي آخري منزل چاتو ويو آهي.

## انهيءَ مقابلي ۾ فتح ڪنهن کي نصيب ٿي

دنيا جي حساب سان جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته معلوم ٿيندو ته ظلم، عقيدي جي مٿان فتح حاصل ڪئي ۽ صالح، صابر ۽ خدا پرست ٽولي جي ايماني قوت جيڪا بنا ڪنهن شڪ شبهي جي پنهنجي اوج ڪمال کي حاصل ڪري چڪي هئي، انهيءَ ايمان ۽ ظلم جي مقابلي ۾، بي وزن ۽ بي قيمت ثابت ٿي، نه

قرآن ۾ پڌائي ٿو نه اهي روايتون ۾ پڌائين ٿيون جيڪي انهيءَ واقعي جي باري ۾ وارد ٿيون آهن ته آيا الله تبارڪ و تعاليٰ انهن ظالمن کي به انهن جي تمام بڇڙي ڏوه جي اهڙي طرح سزا ڏني هجي، جهڙي طرح قوم نوح، قوم هود، قوم صالح، قوم شعيب ۽ قوم لوط کي ڏني آهي يا جهڙيءَ ريت فرعون ۽ انجي لشڪر کي مڪمل قهاري شان ۽ طاقت سان سزا ڏني هئي —— جيتوڻيڪ ته دنيا پرست جي نقطهء نظر کان انهيءَ واقعي جي پڇاڙي ڏاڍي افسوسناڪ ۽ الم انگيز آهي.

مگر ڇا ڳالهه بس انهي تي ختم ٿي وڃي ٿي؟ ڇا ايمان جي انتهائي بلندين تائين پهچڻ واري خدا پرست جماعت انهن تمام سخت عذابن جي نتيجي ۾ باه جي کوهن ۾ خاڪ ٿي ختم ٿي ويئي؟ ۽ مجرمن جو ٽولو جيڪو رذالت ۽ ڪميڻائپ جي آخري حدن کي به اورانگهي چڪو هو، اهو دنيا ۾ سزا کان صفا بچي ويو؟ جيستائين حساب جو تعلق آهي ته انهيءَ افسوسناڪ خاتمي جي باري ۾ دل ۾ ڪجهه ارهائي محسوس ٿيندي آهي. ليڪن قرآن مؤمنن کي هڪ ٻئي قسم جي تعليم ڏيندو آهي ۽ انهن جي اڏو هڪ ٻئي ئي حقيقت تان پردو هٽائيندو آهي، هو انهن کي هڪ نئون پيمانو ڏيندو آهي جنهن ذريعي شين جو صحيح وزن جاچي سگهن ۽ حق ۽ باطل جي جنگ معرڪن سان انهن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو ان جي اصل حقيقت ۽ اصل ميدان کان آگاهه ٿي سگهن.

## ڪاميابي جو اصل معيار

دنيا جي زندگي ۽ ان جون آسائشون ۽ تڪليفون، ڪامرانيون ۽ محروميون ئي زندگيءَ جي ميدان ۾ آخري حقيقتون نه آهن. رڳو اهوئي اهو مال نه آهي جيڪو نفعي ۽ نقصان جو حساب پڌائي سگهي. ڪاميابي صرف ظاهري غلبي جو نالو

نہ آهي بلڪ هي ڪاميابي جي بي شمار صورتن مان رڳو هڪ صورت آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ جي عدل واري ميزان ۾ اصل وزن عقيدي جو آهي ۽ الله جي منڊيءَ ۾ جنهن مال جي کپت آهي اهو صرف ايمان جي دولت آهي. ڪاميابي جي اعليٰ ترين صورت هي آهي تہ روح، مادي تي غالب اچي وڃي، عقيدي کي رنج ۽ ملال تي ڪاميابي حاصل ٿئي ۽ آزمائش جي مقابلي ۾ ايمان فتح ياب ٿي وڃي ــــ تنهن ڪري اصحاب الاخدود جي واقعي ۾ اهل ايمان جي روح، خوف ۽ تڪليف تي، دنيا جي حرص ۽ هوس تي زندگيءَ جي محبت ۽ سخت آزمائش تي اها عظيم فتح حاصل ڪئي آهي، جا رهندي دنيا تائين اها انسان ذات لاءِ قابل فخر هوندي ــــ اهائي اصل ڪاميابي آهي.

## مؤمن جو موت خود هڪ اعزاز آهي

سڀ انسان موت جي پاڪر ۾ هليا ويندا آهن. ليڪن موت جا سبب مختلف هوندا آهن. مگر سڀني انسانن کي اها ڪاميابي نصيب نہ ٿيندي آهي. نہ سڀ ايترو اوچو ايمان جو معيار پيش ڪري سگهندا آهن نہ انهيءَ حد تائين ڪامل آزادي حاصل ڪري سگهندا آهن ۽ نہ اهي ايتري بلند افق تائين پرواز ڪري سگهندا آهن، هي الله جو فضل هوندو آهي جو هو هڪ مبارڪ ٽولي کي پنهنجي پاڻهن مان چونڊي وٺندو آهي جو مرڻ ۾ تہ ٻين انسانن سان شريڪ ضرور هوندو آهي مگر هڪ اهڙو شرف ۽ اعزاز صرف انهيءَ کي نصيب ٿيندو آهي ــــ هي شرف ۽ اعزاز هن کي "ملاءُ اعليٰ" ۾ ملندو آهي بلڪ هڪ ٻئي پئمان ايندڙ انساني نسلن جي نقطہ نظر کي بہ حساب ۾ شامل ڪبو تہ خود دنيا ۾ بہ اهڙو مبارڪ گروه ۽ اعزاز جو بلند مرتبو حاصل ڪري وٺندو آهي.

## انهن مؤمن انساني نسل جي اچ رکي آهي

مؤمن ايمان هارائي پنهنجين جانين کي بچائي پئي سگهيا. انهيءَ ۾ خود انهن جو پنهنجو ڪيترو نقصان ٿئي ها ۽ سڄي انسانيت کي ڪيتري قدر نقصان پهچي ها! هي ڪيڏو نه وڏو نقصان هو جو جيڪڏهن اهي مؤمن هن روشن حقيقت کي پنهنجي پيرن هيٺان لتاڙي ڇڏين ها ته زندگي جيڪڏهن ايمان کان خالي هجي ته انهيءَ جو ٽڪو به قيمت نه آهي، آزادي جهڙي نعمت کان محروم هجي ته اها ڪنهن ليکي ۾ ليکڻ جي قابل نه آهي. ڏنو وڃي ته جيڪڏهن ظالم ۽ نافرمان ماڻهو انهيءَ حد تائين دلير ٿي وڃن جو جسمن تي قبضي حاصل ڪرڻ بعد دلين ۽ روحن تي به حڪم هلائڻ لڳن ته اها زندگيءَ جي تمام وڏي پستي آهي.

هي اها پاڪيزه ۽ بلند حقيقت آهي جنهن کي اهل ايمان انهيءَ وقت ٿي محسوس ڪري ورتو هو جڏهن جو هو اڃا دنيا ۾ موجود هئا. جڏهن باه انهن جي جسمن کي ڇهي رهي هئي ته هو اوڏي مهل به نهيءَ عظيم حقيقت ۽ پاڪيزه اصول تي ڇميا بيٺا هئا. انهن جا فني جسم باه ۾ پچي ڪباب ٿي رهيا هئا — ليڪن انهن جو هي عظيم ۽ پاڪيزه اصول ڪاميابي جي فتح جو اعلان ڪري رهيو هو، بلڪ پاڻ باهه ساڙي انهيءَ کي صاف ڪري ڏنگي سون وانگر بنائي رهي هئي.

## حق ۽ باطل جي ڪشمڪش جو مقابلو ۽ ميدان

حق ۽ باطل جي معرڪي جو ميدان صرف هن دنيا جو اسٽيج نه آهي ۽ زندگي صرف هن ئي دنيوي زندگيءَ جو نالو نه آهي، مقابلي ۾ حصو وٺندڙ صرف اهي ئي ماڻهو نه هوندا آهن جن جو انهيءَ نسل سان تعلق هجي جيڪي هڪ ٻئي سان مقابلو ڪري رهيا هجن. دنيا جي سڀني واقعن ۾ خود ”ملاء اعليٰ“

شريڪ ٿين ٿا، ان جو مشاهدو ڪن ٿا ۽ انهن تي شاهد رهن ٿا. انهن ڪي انهيءَ ميزان ۾ توربن ٿا جيڪا ڪنهن خاص وقت ۽ نسل جي دنياوي ميزان کان مختلف هوندي آهي، بلڪ اها پوري انساني نسل جي ميزانن کان به مختلف هوندي آهي. هڪ ئي وقت ۾ دنيا ۾ جيترا به انسان آهن ”ملاءاعليٰ“ انهيءَ کان ڪئين دفعا مبارڪ ارواحن تي مشتمل آهن – پس بلاشڪ حق جي لشڪر تي ”ملاءاعليٰ“ جي ستائش ۽ تڪريم دنيا وارن جي فيصلن، اندازن، عزت ۽ افزائش کان ڪئين ڀيرا وڌيڪ عظيم ۽ وزني هوندي آهي.

انهن سڀني مرحلن کان پوءِ آخرت به آهي. هي اصل ۽ فيصلہ ڪن ميدان آهي. دنيا جي اسٽيج انهيءَ ميدان سان لڳولڳ آهي، جدا نہ آهي. حقيقت جي لحاظ کان به ۽ مؤمن جي احساس ۽ شعور جي لحاظ کان به اهڙي ريت حق ۽ باطل جي مقابلي جي اسٽيج رڳو دنيا تائين ئي ختم تي نہ ٿي وڃي، انهيءَ جي حقيقي خاتمي جو مرحلو تہ اڃا آيو ئي نہ آهي. دنيا جي اسٽيج تي انهيءَ معرڪي جو جيڪو حصو پيش ڪيو ويو آهي صرف انهيءَ ڪي ڏسي ڪو فيصلو ڪرڻ ڪا صحيح ۽ انصاف جوڳي ڳالهہ نہ آهي. اهو انهيءَ ڪري تہ اهو فيصلو تہ انهيءَ معرڪي جي صرف مهڙين حصي ڪي ڏسي ڪيو ويو آهي.

## مؤمنن جا انعام

پهرئين قسم جي نظر (جنهن مطابق هر شئي جو فيصلو دنيا جي اسٽيج تي ئي ٿيندو آهي) ڪوتاه، اڇاتري ۽ محدود آهي، اها اڀهاري انسان جي نگاه آهي. ٻئي قسم جي نظر دور انديش، حقيقت شناس، جامع ۽ زياده ڪشادي آهي. قرآن مؤمنن ۾ اهائي نگاه پيدا ڪندو آهي. اهائي نگاه

انهيءَ حقيقت جي صحيح ترجمان آهي جنهن تي ايمان جي صحيح ۽ سچي نظرئي جي عمارت قائم آهي. انهيءَ ئي بنياد تي الله تبارڪ و تعاليٰ مؤمنن سان ايمان ۽ اطاعت ۾ ثابت قدم رهڻ، آزمائش ۽ امتحان ۾ ڪامياب ٿيڻ ۽ زندگيءَ جي فتنن ۽ آزمائشن تي فتح حاصل ڪرڻ تي جنهن اجر ۽ ايمان جو واعدو ڪرڻ فرمايو آهي، اهو مؤمنن جي دل جي اطمينان لاءِ هڪ وڏو سهارو ۽ آڌار آهي. ارشاد ٿئي ٿو:

اَلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَ تَطْمَئِنُّ قُلُوْبُهُمْ بِذِكْرِ اللّٰهِ اَلَا بِذِكْرِ اللّٰهِ تَطْمَئِنُّ الْقُلُوْبُ ـ

(الرعد: ٢٨)

”جن ماڻهن ايمان آندو ۽ انهن جي دلين کي الله جي ذڪر سان اطمينان نصيب ٿيندو آهي. آگاهه رهو، الله جي ياد ئي اها شيءِ آهي جنهن سان دلين کي اطمينان نصيب ٿيندو آهي“. اهو بدلو پاڄهاري پالڻهار جي خوشنودي ۽ محبت جي نتيجي ۾ ضرور حاصل ٿيندو.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ سَيَجْعَلُ لَهُمُ الرَّحْمٰنُ وُدًّا

(مريم: ٩٦)

ترجمو: ”جن ماڻهن ايمان آندو ۽ انهن صالح عمل ڪيا عنقريب رحمان انهن لاءِ دلين ۾ محبت پيدا ڪندو“.
رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو: جڏهن ڪنهن ٻانهي جو ٻار مري ويندو آهي ته الله تعاليٰ پنهنجي فرشتن کان دريافت ڪرڻ فرمائيندو آهي ته: توهان منهنجي فلاڻي ٻانهي جي ٻار جو روح قبض ڪيو آهي؟ هو عرض ڪندا آهن ”هائو“ الله تعاليٰ فرمائيندو آهي: توهان منهنجي ٻانهي جي لختِ جگر جو روح قبض ڪيو آهي؟ هو عرض ڪندا آهن ”هائو اي پروردگار“.

انهيءَ تي الله تعاليٰ انهن کان پڇندو تہ ”انهيءَ موت تي منهنجي ٻانهي ڇا چيو؟“ فرشتا چوندا آهن ”انهيءَ اوهانجي حمد ڪئي ۽ اناللہ و انااليہ راجعون“ چيو. اهو ٻڌي الله تعاليٰ حڪم ڏيندو تہ منهنجي انهيءَ ٻانهي لاءِ جنت ۾ هڪ گهر ٺاهي ڇڏيو ۽ انهيءَ جو نالو بيت الحمد رکو“ (ترمذي)

حضور اڪرم ﷺ جو پيو ارشادگرامي آهي تہ الله عزّوجل فرمائيندو آهي، مان پنهنجي ٻانهي لاءِ اهو ڪجهہ آهيان جيڪو منهنجي باري ۾ هو گمان رکندو آهي. جڏهن هو منهنجو ذڪر ڪنهن گروهہ ۾ ڪندو آهي تہ مان هن جو بهتر جماعت ۾ ذڪر ڪندو آهيان جيڪڏهن هو هڪ ٻاڪ منهنجي نزديڪ ايندو آهي تہ آءٌ هڪ هٿ هن ڏي سري ايندو آهيان. جيڪڏهن هو هڪ هٿ قريب ايندو آهي تہ آءٌ هن جي طرف هڪ قدم وڌائيندو آهيان ۽ جيڪڏهن هو منهنجي طرف هلي ايندو آهي تہ مان هن جي طرف ڊڪي ويندو آهيان (بخاري وسلم)

هي واعدو آهي انهيءَ ڳالهہ جو تہ ”ملاءِ اعليٰ“ وارا پاڪ روح مؤمنن لاءِ دعاگو آهن ۽ انهن سان گهري دلچسپي ۽ همدردي رکندا آهن.

اَلَّذِيْنَ يَحْمِلُوْنَ الْعَرْشَ وَمَنْ حَوْلَهٗ يُسَبِّحُوْنَ بِحَمْدِ رَبِّهِمْ وَيُؤْمِنُوْنَ بِهٖ وَيَسْتَغْفِرُوْنَ لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا رَبَّنَا وَسِعْتَ كُلَّ شَيْءٍ رَّحْمَةً وَّعِلْمًا فَاغْفِرْ لِلَّذِيْنَ تَابُوْا وَاتَّبَعُوْا سَبِيْلَكَ وَقِهِمْ عَذَابَ الْجَحِيْمِ ○ (المؤمن: ٧)

ترجمو:- عرش الاهي جا حامل فرشتا ۽ اهي جيڪي عرش جي گرد و پيش حاضر رهندا آهن، سڀ پنهنجي پالڻهار جي حمد سان انهيءَ جي تسبيح ڪندا آهن. هو انهيءَ تي

ايمان رکندا آهن ۽ مؤمنن جي حق ۾ مغفرت جي دعا ڪندا آهن. هو چوندا آهن: اي اسان جا رب، تون پنهنجي رحمت ۽ پنهنجي علم سان هر شيء تي ڇانيل آهين، بس معاف ڪري ڇڏ ۽ دوزخ جي عذاب کان بچاء انهن ماڻهن کي جن توبه ڪئي آهي ۽ تنهنجو رستو اختيار ڪيو آهي.

هي واعدو آهي انهيءَ ڳالهه جو ته شهيدن لاءِ الله وٽ دائمي زندگي آهي.

وَلَا تَحْسَبَنَّ الَّذِيْنَ قُتِلُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللهِ اَمْوَاتًا بَلْ اَحْيَآءٌ عِنْدَ رَبِّهِمْ يُرْزَقُوْنَ ۝ فَرِحِيْنَ بِمَآ اٰتٰهُمُ اللهُ مِنْ فَضْلِهٖ وَيَسْتَبْشِرُوْنَ بِالَّذِيْنَ لَمْ يَلْحَقُوْا بِهِمْ مِّنْ خَلْفِهِمْ اَلَّا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ۝ يَسْتَبْشِرُوْنَ بِنِعْمَةٍ مِّنَ اللهِ وَفَضْلٍ وَّاَنَّ اللهَ لَا يُضِيْعُ اَجْرَ الْمُؤْمِنِيْنَ ۝
(آل عمران: ١٦٩ کان ١٧١)

ترجمو:- جيڪي ماڻهو الله جي راه ۾ قتل ٿيا، انهن کي مردو نه سمجهو، اهي ته حقيقت ۾ زنده آهن. پنهنجي رب وٽ رزق حاصل ڪري رهيا آهن. جيڪي ڪجهه الله پنهنجي فضل سان انهن کي ڏنو آهي، انهيءَ تي خوش و خرم آهن ۽ مطمئن آهن ته جيڪي اهل ايمان انهن جي پٺيان دنيا ۾ رهجي ويا آهن ۽ اڃا اتي نه پهتا آهن، انهن لاءِ به ڪنهن خوف ۽ رنج جو موقعو نه آهي. هو الله جي انعام ۽ انهيءَ جي فضل تي خوش ۽ فرحت ۾ آهن ۽ انهن کي معلوم ٿي چڪو آهي ته الله مؤمنن جو اجر ضايع نه ڪندو آهي.

## باغين جو انجام

اهڙي ريت الله تبارڪ وتعاليٰ بار بار هي تنبيه ڪئي

آهي تہ هو حق جي منڪرن، ظالمن، سرڪشن ۽ مجرمن کي آخرت ۾ پڪڙيندو ۽ دنيا ۾ هڪ مقرر مدت تائين انهن کي ڍگهي واڳ ڏيندو ۽ انهن کي مهلت ڏيندو. جڏهين جو انهن مان بعض کي الله تعاليٰ ڪڏهين ڪڏهين دنيا ۾ بہ پڪڙيندو آهي. ليڪن اصل سزا لاءِ آخرت تي ئي زور ڏنو ويو آهي.

لَا يَغُرَّنَّكَ تَقَلُّبُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فِي الْبِلَادِ ۝ مَتَاعٌ قَلِيْلٌ ثُمَّ مَأْوَاهُمْ جَهَنَّمُ وَبِئْسَ الْمِهَادُ
(آل عمران: ١٩٦-١٩٧)

ترجمو:- ”ملڪ ۾ خدا جي نافرمان ماڻهن جي هلت چلت توکي ڪنهن دوکي ۾ نہ وجهي. هي ڪجهہ ڏهاڙن جي زندگيءَ جو لطف آهي. پوءِ انهن جو ٽڪاڻو جهنم هوندو جيڪا رهڻ جي تمام خراب جڳهہ آهي.“

وَلَا تَحْسَبَنَّ اللهَ غَافِلًا عَمَّا يَعْمَلُ الظّٰلِمُوْنَ إِنَّمَا يُؤَخِّرُهُمْ لِيَوْمٍ تَشْخَصُ فِيْهِ الْأَبْصَارُ ۝ مُهْطِعِيْنَ مُقْنِعِيْ رُءُوْسِهِمْ لَا يَرْتَدُّ إِلَيْهِمْ طَرْفُهُمْ وَأَفْئِدَتُهُمْ هَوَاءٌ ۝ (ابراهيم: ٤٢-٤٣)

ترجمو:- ”هي ظالم ماڻهو جيڪي ڪجهہ ڪري رهيا آهن، تون الله کي انهيءَ کان غافل نہ سمجهہ. الله تہ انهن کي ڍگهي واڳ ڏيئي رهيو آهي، انهيءَ ڏينهن لاءِ جڏهن اهو حال هوندو جو اکيون ڦوٽاريل آهن. (پنهنجا) منهن مٿي ڪنيو پگا وڃي رهيا آهن، نظرون مٿي جميل آهن ۽ دليون اڏريون وڃن ٿيون.

فَذَرْهُمْ يَخُوْضُوْا وَيَلْعَبُوْا حَتّٰى يُلٰقُوْا يَوْمَ

مَّهُمُ الَّذِي يُوعَدُونَ ۝ يَوْمَ يَخْرُجُونَ مِنَ الْأَجْدَاثِ سِرَاعًا كَأَنَّهُمْ إِلَىٰ نُصُبٍ يُوفِضُونَ ۝ خَاشِعَةً أَبْصَارُهُمْ تَرْهَقُهُمْ ذِلَّةٌ ۚ ذَٰلِكَ الْيَوْمُ الَّذِي كَانُوا يُوعَدُونَ.

(معارج ۴۲ کان ۴۴)

ترجمو:- ”انهن کي بيهوديون ڳالهيون ۽ راند ڪرڻ ڏيو، ايستائين جو آخرڪار اهو ڏينهن اچي موجود ٿئي جنهن جو اسان سان واعدو ڪيو ويو آهي. اهو ڏينهن جڏهين هي قبرن مان نڪري ٻاهر ٿيندا ۽ اهڙيءَ ريت ڀڄي رهيا هوندا جو ڄڻ ته هو ڪنهن وٺاڻ جي طرف ڊوڙي رهيا آهن. انهن جون نگاهون جهڪيل هونديون چهرن تي ذلت ڇانيل هوندن اهو ئي ته اهو ڏينهن هوندو، جنهن جو اسان سان واعدو ڪيو ويو هو.“

اهڙيءَ ريت انساني زندگيءَ جو ”ملاءاعليٰ“ جي زندگيءَ سان به رشتو قائم آهي ۽ دنيا ۽ آخرت سان به، تنهن ڪري خير ۽ شر جو معرڪو حق ۽ باطل جي آويزش ۽ ايمان ۽ بغاوت جي ڪشمڪش جو سڄو دارومدار صرف دنيا جي اسٽيج تي نه آهي، ۽ نه هي معاملو دنيوي زندگي جي حد تائين ختم ٿي وڃي ٿو ۽ نه دنيوي زندگيءَ ۾ انهيءَ جو فيصلو ٻڌايو ويندو آهي. دنيوي زندگي ۽ ان سان وابسته سڀ راحتون ۽ تڪليفون يا لذتون ۽ محروميون ئي الله جي فيصلي واري ميزان جو اصل وزن نه آهن. انهيءَ حقيقت جي لحاظ کان خير ۽ شر جي معرڪي جو ميدان به وسيع آهي ۽ عرصو به ڏاڍو وسيع آهي ۽ ڪاميابي ۽ ناڪامي جي پيمانن ۽ وزن جو دائرو به ڏاڍو وسيع آهي. انهيءَ ئي بنياد تي مؤمن جي فڪر

۽ نظر جي آفاق ۾ غير معمولي ڪشادگي پيدا ٿي ويندي آهي ۽ هن جون دلچسپيون ۽ توجهه وارييون شيون به تمام اوچي درجي واريون هونديون آهن ۽ هيءَ دنيا ۽ ان جون رنگينيون ۽ زندگي ۽ ان جون تقاضائون هن جي نظر ۾ حقير ۽ بي قدر ٿي وينديون آهن ۽ جيترو قدر هن جي فڪر ۽ نظر جا اصول بلند ٿيندا ويندا آهن ته هن جي درجن ۾ به بلندي پيدا ٿيندي ويندي آهي. اهڙي وسيع، جامع، پاڪيزه ۽ بلند تر ايماني تصور پيدا ڪرڻ لاءِ "اصحاب الاخدود" جو قصو هڪ چوٽيءَ جو مثال آهي.

## حق جي منڪرن جا مختلف انجام

"اصحاب الاخدود" جي واقعي ۽ سورة "بروج" مان "دعوت الى الله" جي مزاج ۽ هر امڪاني صورتحال جي باري ۾ "داعي" جي موقف تي هڪ ٻئي پهلوءَ کان به روشني پوي ٿي. "دعوت الى الله" جي تاريخ، ٻين گوناگون ۽ عجيب و غريب دعوتن کي به جدا جدا شڪلين ۾ ختم ٿيندي ڏٺو آهي.

انهيءَ قوم نوح، قوم هود، قوم شعيب ۽ قوم لوط جي هلاڪت ۽ بربادي ڏٺي آهي ۽ ڪجهه اهل ايمان جي نجات کي به ڏٺو آهي. مگر قرآن هي نه ٻڌايو آهي ته نجات حاصل ڪرڻ وارن بعد ۾ دنيا ۽ دنيوي زندگيءَ جي اندر ڪهڙو پارٽ ادا ڪيو. انهن قومن جي تباهي جا اهي مثال ٻڌائين ٿا ته ڪڏهين الله تعاليٰ حق جي منڪرن ۽ ظالمن کي دنيا ۾ ئي عذاب جي هڪ حصي جو مزو چکائي ڇڏيندو آهي. باقي رهي ڳالهه مڪمل سزا جي ته، اها صرف آخرت ۾ ئي ملي سگهي ٿي. هن دعوت فرعون ۽ ان جي لشڪر جي غرق

ٿيڻ واري نظاري کي به ڏٺو آهي ۽ هي به ڏٺو آهي ته ڪهڙي ريت حضرت موسيٰ عليه ۽ ان جي قوم کي بچايو ويو ۽ پوءِ ان کي ملڪ ۾ اقتدار پڻ بخشيو ۽ هي دوراهو هو جڏهن هيءَ قوم پنهنجي سچي تاريخ ۾ پهرين جي پيٽ ۾ سڀ کان وڌيڪ صالح قوم هئي. جيتوڻيڪ اها ڪڏهن به ”مڪمل استقامت“ واري درجي کي حاصل نه ڪري سگهي هئي ۽ انهيءَ دنيا ۾ خداوندي دين کي زندگيءَ جي جامع نظام جي حيثيت سان برپا نه ڪيو- ليڪن هي نمونو پهرين نمونن کان مختلف آهي. ”تاريخ دعوت“ اهڙي ريت انهن مشرڪن جي لاشن جا انبار به ڏٺا جن هدايت کان منهن موڙيو ۽ محمد ﷺ تي ايمان آڻڻ کان انڪار ڪيو ۽ هي به ڏٺو ته جڏهن اهل ايمان جي دلين تي عقيدي جي، حيرت انگيز حد تائين حڪمراني قائم ٿي ويئي ته دنيا ۾ مڪمل ڪاميابي ڪهڙي ريت وڌي انهن جا پير چميا، ۽ پهريون ڀيرو انساني تاريخ هي منظر به ڏٺو ته نظامِ خداوندي، انساني زندگيءَ جي اصل حاڪم جي حيثيت ۾ عملي طرح قائم ٿيو. هيءَ هڪ اهڙي صورت هئي جو انساني تاريخ، نه هن کان پهريائين انهيءَ جو مشاهدو ڪيو هو ۽ نه بعد ۾. جيئن جو اسين ٻڌائي چڪا آهيون ته اسلامي دعوت جي تاريخ ”اصحاب الاخدود“ جو نمونو به ڏٺو آهي. انهيءَ کان سواءِ تاريخ، قديم ۽ جديد زماني ۾ پيا به ڪيترا ئي منظر ڏٺا آهن. جن کي ”تاريخ ايمان“ جي دفتر ۾ ڪو نمايان مقام حاصل نه ٿي سگهيو ۽ اڄا سوڌو هن جي نظر طرح طرح جا نمونا پسي رهي آهي، جن کي تاريخ انهن ئي نتيجن مان ڪنهن نه ڪنهن نتيجي سان آمهون سامهون ٿيڻو پوي ٿو. اهي نتيجا جيڪي صدين کان تاريخ جي سيني ۾ محفوظ رهندا پيا ٿا اچن.

## اصحاب الاخدود جو نرالو انجام ۽ مؤمنن لاءِ انهيءَ واقعي ۾ اصل عبرت

ٻين نمونن جو بہ ذڪر بي شڪ ضروري آهي. ليڪن انهي نموني کي بيان ڪرڻ کان سواءِ ڪو چارو بہ نہ آهي، جنهن نموني جي نمائندگي ”اصحاب الاخدود“ وارو واقعو ڪري ٿو. همت ۽ عزيمت جو هي اهڙو اٽل ۽ اڻ ٽر نمونو آهي جنهن ۾ ڏسجي ٿو تہ مؤمنن کي عذاب کان ڇوٽڪارو نہ ٿو ملي ۽ ڪافرن جي بہ دنيا ۾ پڪڙ نہ ٿي ٿئي. اِهو انهيءَ ڪري آهي تہ جيئن مؤمنن ۽ حق جي داعين جي شعور ۾ هي ڳالهہ پوري ريت ويهجي وڃي تہ حق جي راهہ ۾ انهن کي بہ اهڙي صورتحال ۽ انجام سان واسطو پئجي سگهي ٿو، اها آزمائش انهن تي بہ اچي سگهي ٿي، انهيءَ باري ۾ هنن کي ڪوبہ اختيار حاصل نہ آهي. انهن جو ۽ انهن جي ايمان جو معاملو سراسر الله جي سپرد آهي. انهن جي ذمہ داري رڳو هي آهي تہ هو پنهنجو فرض پورو ڪن ۽ پوءِ هليا وڃن، هو صرف الله کي پنهنجي لاءِ پسند ڪن، زندگي کي عقيدي تي ترجيح ڏين ۽ جيڪڏهين ڪين آزمائش ۾ وڌو وڃي تہ ايمان جي مدد سان ان تي غلبو حاصل ڪن، زبان ۽ نيت سان الله جي صداقت جي گواهي ڏين ۽ پنهنجي عمل ۽ ڪردار سان بہ. انهيءَ کان بعد الله جي مرضي آهي تہ هنن سان ڪهڙي بہ هلت هلي ۽ هنن جي دشمنن سان ڪهڙو بہ رويو اختيار ڪري پنهنجي دين ۽ پنهنجي دعوت لاءِ جيڪو مقام چاهي تہ پسند ڪرڻ فرمائي. هن کي وڻي تہ هنن کي انهن نتيجن مان ڪنهن نتيجي جي حوالي ڪري جن نتيجن سان مؤمنن ۽ ”تاريخ عزيمت“ کي منهن ڏيڻو پيو آهي يا هنن لاءِ اهڙو طريقو پسند ڪرڻ فرمائي جنهن کي هو خود ئي چاهي ۽ ڏسي ٿو.

## مؤمن الله تعاليٰ جي اجر جا طالب ۽ گهرجائو آهن

دراصل مؤمن کي الله جي اجر جي ئي طلب هوندي آهي ۽ هو آن جا ڪامي آهن. هو جيڪو ڪجهه ڪم انهن کان وٺڻ چاهي ٿو، جتي ۽ جڏهن چاهي ٿو ۽ جنهن انداز سان چاهي ٿو، انهن جو ڪم اهو آهي ته پنهنجي ڪم کي پورو ڪن ۽ طئي شده معاوضو حاصل ڪن. جيڪا دعوت ڏني وڃي ٿي انهيءَ جو ڪهڙو نتيجو نڪري ٿو، هي ڳالهه انهن جي ذمي داريءَ ۾ شامل نه آهي ۽ نه هيءَ انهن جي وس جي ڳالهه آهي. اها مالڪ جي ذمي داري آهي، مزدور ۽ ڪارڪن جو انهيءَ سان ڪوبه واسطو نه آهي.

مؤمن پنهنجي مزدوريءَ جي پهرين قسط دنيا ۾ئي وصول ڪري وٺندا آهن. اها قسط آهي، سچي زندگيءَ ۾ دل جو اطمينان، احساس ۽ شعور جي بلندي، تصورن ۽ نظرين جو حسن ۽ پاڪيزگي، نفساني گمراهين ۽ بڇڙين خواهشن کان آزادي، خوف ۽ پريشاني کان ڇوٽڪارو. هي قسط به هو انهيءَ محدود دنيا ۾ ئي وصول ڪري وٺندا آهن جيڪا انهن کي ”ملاءِ اعليٰ“ ۾ مان مرتبي، ذڪرِ خير ۽ عزت جي شڪل ۾ ملندي آهي. اجر جي سڀ کان وڏي قسط انهن کي آخرت ۾ ملندي انهن کان حساب ڏاڍو سولو ۽ معمولي ورتو ويندو ۽ انهن کي وڏيون وڏيون نعمتون عطا ڪيون وينديون. انهن سڀني قسطن کان پلي شيءِ جيڪا انهن کي هر قسط سان ملندي آهي، اها آهي الله جي خوشنودي ۽ الله جي هيءَ وڏي عنايت آهي جو انهيءَ هنن کي انهيءَ مقصد لاءِ چونڊيو آهي ۽ هو ”دستِ قضا ۾ صورت شمشير هجز“ ۽ جي قدرت ۽ حڪمت جي ڍال بڻجن ته جيئن هو دنيا ۾ ان ذريعي جيڪو چاهين اهو ڪارنامو سرانجام ڪري ڏيکارين.

## ڀورئين مبارڪ دؤر جا مؤمن

قرآن حڪيم ڀورئين دور ۾ مؤمنن جي برگزيده جماعت جي جيڪا تربيت ڪئي هئي، اها ارتقاء ۽ ڪمال جي انهيءَ ئي بلند درجي کي پهچي چڪي هئي، جنهن جي نتيجي ۾ انهن پنهنجي انفراديت کي بالڪل فنا ڪري ڇڏيو ۽ دعوت الى الله جي ڪم ۾ انهن پنهنجي "انا" کي هميشه لاءِ موڪل ڏيئي ڇڏي، هو صرف صاحبِ دعوت لاءِ مزدور ۽ ڪارڪن جي حيثيت ۾ خدمت انجام ڏيندا رهيا. هو هر حال ۽ هر ڳالهه ۾ الله جي انهيءَ پسند ۽ فيصلي تي راضي رهيا. پيغمبر جي تربيت به قرآن جي تعليم سان گڏ موجود هئي. هيءَ تربيت انهن جي دلين ۽ نگاهن کي جنت جي طرف متوجه ڪري رهي هئي ۽ انهن کي هي تلقين ڪري رهي هئي ته جيڪو ڪردار انهن لاءِ پسند ڪيو ويو آهي هو انهي ڪردار کي ثابت قدميءَ سان انهيءَ وقت تائين ادا ڪندا رهن جيستائين الله تبارڪ و تعالىٰ پنهنجو اهو فيصلو نازل نه ٿو فرمائي جيڪو دنيا ۾ به هن کي گهربل آهي ۽ آخرت جي لحاظ کان به هن کي محبوب آهي. حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم مڪي ۾ حضرت عمّار رضه ۽ انجي امڙ ۽ انجي ابي (رضي الله عنهم) کي پنهنجي اکين مبارڪن سان ڏسي رهيا آهن ته انهن کي شديد عذاب ڏنو پيو وڃي ليڪن پاڻ هن کان وڌيڪ ڪجهه به نه ٿا فرمائين.

صبراً آل ياسر موعد ڪم الجنة

(آل ياسر صبر جو دامن نه ڇڏجو، توهان سان جنّت جو واعدو ٿي چڪو آهي. حضرت جناب بذارت رضي الله تعالي عنه بيان ڪن ٿا ته رسول خدا صلي الله عليه وسلم ڪعبي جي

پاڇي ۾ چادر جي ٽيڪ ڏيو آرام فرمائي رهيا هئا ته اسان سندن خدمت ۾ شڪايت پيش ڪئي ۽ عرض ڪيو:
"اوهان الله کان اسان لاءِ مدد ڇو نه ٿا گهرو، ۽ اسان لاءِ دعا ڇو نه ٿا گهرو؟"
حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جواب ڏيڻ فرمايو:
"توهان کان اڳ وارين امتن جو اهو حال هو جو هڪ ماڻهوءَ کي پڪڙيو ويندو هو ۽ هن لاءِ زمين ۾ کڏ کوٽي هن کي هيٺ لاٿو ويندو هو، پوءِ آرو هلاءِ هن کي منهن کان وٺي هيٺ تائين ٻه اڌ ڪري ڇيريو ويندو هو. انهن جي جسمن تي گوشت ۽ هڏين جي وچ ۾ لوه جون ڦڻيون هلايون وينديون هيون. ليڪن اهو سڀ ڪجهه انهن کي دين کان هٽائي نه سگهندو هو. خدا جو قسم الله انهيءَ دين کي مڪمل ڪري ڇڏيندو ۽ اهو وقت ايندو جڏهين هڪ سوار صنعا کان حضرموت تائين سفر ڪندو مگر هن کي ڪوبه خوف نه هوندو. صرف خدا جو خوف هوندو يا ٻڪرين تي بگهڙن جي حملي جو. ليڪن توهان ماڻهو جلدبازي ڪندا آهيو."
(بخاري)

## مؤمن لاءِ الله تعاليٰ جي حڪمت

هر ڪم ۽ هر حال ۾ ڏٺو وڃي ته ضرور الله تبارڪ وتعاليٰ جي زبردست حڪمت سمايل هوندي آهي. اهوئي هن سڄي ڪائنات جي تدبير جو مالڪ آهي، انهيءَ جي مهڙ ۽ پڇاڙيءَ کان باخبر آهي، هن دنيا ۾ جيڪي ڪجهه وهي واپري ٿو، انهيءَ جي تنظيم اهوئي مدبر ۽ منتظم ڪري ٿو. غيب جي پڙدي ۾ جيڪا حڪمت ۽ مصلحت پوشيده آهي صرف اهوئي انهيءَ کي ڄاڻي ٿو. اها حڪمت ۽ مصلحت تاريخ جي سڄي

سفر ۾ انهيءَ جي مرضي ۽ منشا جي تابعداري ۾ رهي آهي.
بعض وقتن تي الله عزّ و جلّ ڪيترين صدين ۽ نسلن گذرڻ
کان پوءِ هڪ اهڙي واقعي جي حڪمت تان پردو کڻندو آهي
جنهن کي انهيءَ دور ۽ واقعي وارا ماڻهو نه ڄاڻندا هئا ۽
شايد هو انهيءَ ڳالهه معلوم ڪرڻ ۾ رڌل هوندا ته هي واقعو
ڇو پيش آيو ۽ پنهنجي پروردگار کان سوال ڪري رهيا
هوندا ته ائين ڇو ٿيو آهي. اهو سوال پڇڻ ئي پنهنجي جاءِ تي
هڪ جهالت آهي. جنهن کان مؤمن پاڻ بچائيندو رهندو آهي.
ڇو ته اڳواٽ ئي سڌ هوندي آهي ته الله تبارڪ و تعاليٰ جي
هر فيصلي ۾ حڪمت سمايل آهي. مؤمن جو وسيع تصور ۽
زمان ۽ مڪان جي اصولن، قدرن پيمانن جي باري ۾ هن جي
سمجهه ۽ بالغ نظري کيس اجازت ئي ڪانه ڏيندي آهي ته هو
اهو سوال سوچي به سگهي. تنهن ڪري هو قضا ۽ قدر واري
قافلي سان پوري اطمينان، رضا ۽ تسليم جي جذبي سان سرشار
رمندو رهندو آهي.

## قرآن جي اصل تربيت

قرآن اهڙا ”قاوب“ تيار ڪري رهيو هو جيڪي
امانت(۱) جي ڳري بار کڻڻ لاءِ تيار ٿي وڃن ۽ ضروري
هو ته اهي دليون ايتريون مضبوط، جاندار، پاڪيزه ۽ خالص
هجن جو انهيءَ راهه ۾ پنهنجي هر شيءِ نڇاور ڪري ڇڏين ۽
هر آزمائش کي خوش آمديد چون، ۽ ٻئي طرف دنيا جي مال
متاع مان ڪنهن به شيءِ تي نظر رکڻ جي بجاءِ صرف آخرت
جي فڪر کي پنهنجي هيٺئين ۾ هنڊائين ۽ صرف خدا جي
رضامندي جا طلبگار هجن. مطلب ته اهڙا پاڪ ۽ بي نظير نفس
هجن جيڪي دنيا جو سفر مرندي گهڙيءَ تائين تڪليف ۽

(۱) اشارو آهي خدائي خلافت کي قائم ڪرڻ جي طرف.

تنگي، محرومي ۽ ڏک بک، عذاب ۽ آزار ۾ اهڙي ريت ڪرڻ لاءِ تيار هجن جو انهن حالتن جي باوجود انهن جي ڪردار مان بهادري ۽ قرباني جو جذبو پوريءَ طرح نمايان هجي، ۽ دنيا ۾ ڪنهن به ابهاري جزا، حق واري دعوت جي ترقي، اسلام جي غلبي ۽ مسلمانن جي شان ۽ شوڪت جي شڪل ۾ ئي چونه ظاهر ٿئي. نه صرف ايترو پر هو پنهنجي انهيءَ مزاج ۽ ڪردار ۾ انهيءَ وقت به ڪا تبديلي نه آڻي جڏهين ظالمن کي پنهنجن ڪڌن ڪرتوتن جي ڪري قدرت طرفان ڳرو عذاب ۽ سزا به ملي رهي هجي- جيئن جو اڳين حق جي منڪرن تي خدا جو عذاب نازل ٿيو آهي.

## ضروري نه آهي ته مؤمن کي دنيا ۾ غلبو حاصل ٿئي

جڏهين انهي اوچي ڪردار جا ضمير وجود ۾ اچي ويا جيڪي هن يقين سان سرشار هئا ته دنيا جي سفر ۾ ڪنهن اجر ۽ معاوضي کان سواءِ انهن کي هر خدمت ۽ هر قرباني سرانجام ڏيڻي آهي ۽ جيڪي سمجهي رهيا هئا ته صرف آخرت ۾ ئي حق ۽ باطل جي وچ ۾ اصل فيصلو ٿيندو، جڏهين اهڙا پاڪ نفس موجود ٿي ويا ۽ الله تبارڪ و تعاليٰ ڏٺو ته انهن مان هن جيڪو سودو ڪيو آهي، انهيءَ ۾ هو سچا ۽ مخلص آهن تڏهن الله تبارڪ و تعاليٰ زمين ۾ انهن تي پنهنجي نُصرت ۽ مدد نازل فرمائي ۽ زمين جي امانت انهن کي سونپي ڇڏي. مگر هي امانت هن سبب ڪري ڪانه ڏني ته هو انهيءَ کي پنهنجي ذاتي استعمال ۾ آڻين مگر انهيءَ لاءِ ڏني ته هو نظام حق کي برپا ڪن. انهيءَ ڳوري امانت کي کڻڻ جي اهليت ۽ حق انهن کي انهيءَ ڏينهن ئي حاصل ٿي ويو هو. جڏهين جو انهن سان دنيا ۾ ڪنهن ڪاميابي ۽ فائدي جو

واعدو نہ ڪيو ويو ھو جنھن جي ھو طلب ڪن ھا، ۽ نہ انھن جون نظرون دنيا جي ڏن دولت تي ڪتل ھيون. ھو صحيح معنيٰ ۾ انھيءَ ڏينھن ڪان الله تعاليٰ لاءِ خالص ٿي چڪا ھئا، جنھن ڪان انھن جي نگاھن ڪي خدا وند قدوس جي رضا ڪان سواءِ ڪنھن بہ اجر ۽ جزا جي تلاش نہ رھي ھئي.

قرآن جي جن آيتن ۾ نصرت جو وعدو ڪيو ويو آھي يا غيبي تائيد ۽ مدد جي ڳالھہ ڪئي ويئي آھي يا ھي اطلاع ڏنو ويو آھي تہ مشرڪن ڪي دنيا ۾ ئي مؤمنن جي ذريعي پنھنجو ڪيتو لوڙايو ويندو، اھڙيون سڀ آيتون مدني دور ۾ نازل ٿيون آھن. اھي آيتون تڏھين نازل ٿيون جڏھين اھي سڀ شيون مومنن جي پروگرام ڪان خارج ٿي چڪيون ھيون، ۽ انھن ڪي اِنھن مان نہ ڪنھن شيءِ جو انتظار باقي رھيو ۽ نہ طلب ھئي. خدا جي نصرت خوبخود نازل ٿي ۽ انھيءَ ڪري نازل ٿي جو مشيت الاھي جي اھا تقاضا ھئي تہ حقاني نظام انساني زندگيءَ ۾ عملي نمونو بڻجي اھڙي جيئري جاڳندي تصوير بڻجي وڃي جنھن ڪي انسان پنھنجين اکين سان ڏسي سگھن. اھا نصرت ۽ مدد مومنن جي محنت ۽ مشقت ۽ انھن جي سرفروشين ۽ قربانين جو انعام نہ ھو. بلڪ ھي الله جو ھڪ فيصلو ھو جنھن جي وجود ۾ الله جون اھي حڪمتون ۽ مصلحتون لڪل ھيون جن ڪي اج اسين ڏسڻ ۽ سمجھڻ جي ڪوشش ڪري رھيا آھيون.

## دنيوي غلبو، بطور جزا جي نہ پر، خدا جي مرضي مطابق ٿيندو آھي.

دعوت جو ھي رخ اھو آھي جنھن تي ھر ملڪ، ھر قوم ۽ ھر نسل جي حق جي داعين ڪي پورو غور ۽ تدبر ڪرڻ

گهرجي. صرف اهوئي هڪ پهلو انهن کي حق جي راه جي نشانن ۽ اهڃاڻن جو صاف صاف پتو ڪنهن به پَل چڪ ۽ مونجهاري کان سواءِ ڏيکاري سگهي ٿو. ۽ انهن دل جي صاف ۽ سچن خدا جي ٻانهن کي ثابت قدمي بخشي سگهي ٿو. جيڪي هي ارادو ڪري چڪا آهن ته هو حق جي راه جي وڃي آخري منزل تي رسندا پوءِ انهيءَ راه ۾ ڪٿي ڪهڙا به ڏک ڏاکڙا هجن ۽ پڻ اهو به خيال ڪن ته الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي دعوت لاءِ ۽ انهن لاءِ جيڪي ڪجهه مقدر فرمايو آهي، اهو درست آهي. انهيءَ خطرناڪ ۽ ڏونگرن ڏاکڙن واري رستي کي طئي ڪندي وقت قدم قدم تي اڻانگا ورورڪڙ ۽ لاها چاڙها آهن، مومن انهيءَ ڳالهه لاءِ ڪڏهين به ڪونه ويٺا واجهائيندا آهن ته غيبي مدد ۽ تائيد ڪهڙي مهل تي حاصل ٿئي. يا وري هن ئي دنيا ۾ حق ۽ باطل جي فيصلي جي انتظار ۾ بي‌تاب ڪونه ويٺا هوندا آهن. البت جيڪڏهن خود الله تبارڪ و تعاليٰ ذات خداوندي پنهنجي دين ۽ پنهنجي دعوت جي مصلحت جي خاطر انهن کان ڪو ڪم وٺڻ چاهي ته انهيءَ لاءِ هر قسم جي مدد مومنن جي قربانين، ڏک ڏاکڙن، سور سختين جو بدلو هرگز نه هوندي آهي. چو ته هي دنيا دارالجزا نه آهي. بلڪ الله جي انهيءَ مشيت ۽ فيصلي جو نفاذ ٿيندو. جيڪو هو پنهنجن ڪجهه ٻانهن کي منتخب ڪرڻ فرمائيندو ته جيئن انهن لاءِ اهوئي شرف ڪافي آهي ته انهيءَ نيڪ ڪم لاءِ انهن جو ئي چونڊ ٿئي. انهيءَ شرف جي آڏو دنيا جي زندگي ۽ ان ۾ پيش ايندڙ واربون آسائشون ۽ تڪليفون اڻ لکيون ۽ گهٽ آهن.

## مومنن جي جنگ سياسي نه آهي پر عقيدي جي جنگ آهي

هتي هڪ ٻي حقيقت قابل غور آهي، جنهن طرف قرآن

حڪيم اصحاب الاخدود جي واقعي تي تبصرو ڪندي هيئين آيت ۾ اشارو ڪيو آهي.

وَمَا نَقَمُوْا مِنْهُمْ اِلَّا اَنْ يُّؤْمِنُوْا بِاللّٰهِ الْعَزِيْزِ الْحَمِيْدِ

ترجمو: ”۽ هو اهل ايمان کان صرف انهي سبب ڪري چڙيا جو هو الله عزيز ۽ حميد تي ايمان آڻي چڪا هئا.“

قرآن جي انهيءَ حقيقت تي ته حق جي داعين کي، هر دور ۽ هر ملڪ جي حق جي داعين کي گهري نگاه سان غور ۽ فڪر ڪرڻ گهرجي ته مومنن ۽ انهن جي حريفن جي وچ ۾ جيڪا جنگ برپا ٿيل آهي، اها دراصل عقيدي ۽ فڪر جي جنگ آهي، انهيءَ کان سواءِ هن جنگ جي ٻي ڪابه حيثيت بالڪل نه آهي، انهن مخالفن کي مومنن جي صرف ايمان سان دشمني آهي ۽ انهن جي سموري ڪاوڙ ۽ غيظ و غضب جو سبب اهو عقيدو آهي جنهن کي مومنن پنهنجي جان کان به وڌيڪ ساه ۾ سانڍي رکيو آهي. هيءَ ڪا سياسي جنگ هرگز نه آهي نه هي اقتصادي يا نسلي مقابلو آهي. جيڪڏهين انهيءَ قسم جو ڪو جهڳڙو هجي ها ته انهيءَ کي آسانيءَ سان نبيري سگهجي ها ۽ انهي جي مشڪلاتن تي قابو حاصل ڪري سگهجي ها۔ ليڪن هي ته پنهنجي جوهر ۽ روح جي لحاظ کان خالص هڪ فڪري جنگ آهي. هتي جنهن ڳالهه تي اختلاف آهي اهو هي آهي ته ڪفر رهندو يا ايمان، جهالت جو ڏونڪو وڄندو يا اسلام جي حڪومت قائم ٿيندي.

مشرڪن جي سردارن حضور انور صلي الله عليه وسلم کي مال ۽ دولت، حڪومت ۽ ٻيا هر قسم جا دنيوي، مفاد پيش ڪيا ۽ ان جي مقابلي ۾ صرف هڪ شيءِ جو مطالبو ڪيو. ۽ اهو هي ته اوهين عقيدي جي جنگ کي ڇڏي ڏيو ۽ انهيءَ

معاملي ۾ اسان سان ڪا سودي بازي ڪيو. جيڪڏهين خدا نخواسته پاڻ سگهورا انهن جي اها خواهش پوري ڪري ڇڏين ها ته پوءِ پاڻ ڪريم ۽ انهن جي وچ ۾ باقي ڪوبه جهيڙو جهٽو نه رهي ها. انهيءَ مان معلوم ٿيو ته هي ايمان ۽ ڪفر جو مسئلو آهي ۽ انهيءَ ڪشمڪش جو اصل بنياد عقيدو آهي. مؤمنن ڪي جتي به دشمنن سان منهن ڏيڻو پوي ته هي بنيادي حقيقت انهن جي دل ۽ دماغ تي نقش هئڻ گهرجي. انهيءَ ڪري ته دشمنن جي سڄي ساري دشمني ۽ ڇڙ جو سبب صرف هي عقيدو آهي ته:

”هو انهيءَ الله تي ايمان رکن ٿا جيڪو غالب ۽ حميد آهي.“ ۽ صرف انهيءَ جي ئي فرمانبرداري ڪندا آهن ۽ انهيءَ جي ئي آڏو پنهنجو گردن نمائيندا آهن.

## اسلام جا دشمن انهيءَ جنگ جو ٻيو مطلب وٺندا آهن

دشمن جي چال به استعمال ڪري سگهن ٿا ته عقيدي ۽ نظرئي جي جاءِ تي ڪنهن ٻئي نعري کي انهيءَ جنگ جو نشان بڻائين ۽ انهيءَ کي اقتصادي يا سياسي يا نسلي جنگ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ته جيئن مومنن کي الهي لڙائي جي اصل حقيقت جي باري ۾ دوکي ۾ مبتلا ڪري ڇڏين ۽ عقيدي جي جيڪا مشعل انهن جي سيني ۾ منور آهي انهيءَ کي منجهائي ڇڏين مومنن کي انهيءَ باري ۾ ڪنهن فريب جو شڪار نه ٿيڻ گهرجي ۽ انهن کي هي سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته دشمنن جا اهي مڪر ۽ فريب هڪ سوچيل سمجهيل سازش جو نتيجو آهن. جيڪو انهيءَ جنگ ۾ ڪو ٻيو نعرو بلند ڪري ٿو ته اهو دراصل هي چاهيندو آهي ته مومنن کي انهيءَ هٿيار کان محروم ڪري ڇڏي جيڪو انهن

جي ڪاميابي ۽ رضامندي جو اصل راز آهي. اها ڪاميابي جنهن به شڪل ۽ صورت ۾ هجي پوءِ ڪٿي روحاني بلندي ۽ آزادي جي رنگ ۾ هجي جيڪا ”اصحاب الاخدود“ جي واقعي ۾ مومنن کي نصيب ٿي يا انهيءَ روحاني بلندي جي صدقي حاصل ٿيندڙ مادي غلبي جي صورت ۾ هجي جنهن سان اول دور جي مسلمانن کي نوازيو ويو.

جنگ جي مقصد ۽ معرڪي جي نشان کي مسخ ڪرڻ جو مثال اڄ اسان کي بين الاقوامي عيسائين جي انهن ڪوشش ۾ نظر اچي ٿو، جيڪي اسان کي انهيءَ فڪري جنگ جي باري ۾ طرح طرح جي فريبن ۾ مبتلا ڪرڻ لاءِ صرف ٿيي رهيون آهن ۽ تاريخ کي مسخ ڪري هن دوکي ۽ فريب کان ڪم پيو ورتو وڃي ته صليبي جنگين جو اصل مقصد سامراجي حرص هو. اهو نسورو ڪوڙ آهي بلڪ حقيقت هي آهي ته سامراج جيڪو انهن جنگين کان گهڻو پوءِ اچي ظاهر ٿيو آهي اهو صليبي روح کي پنهنجي مقصد لاءِ استعمال ڪري رهيو آهي، جو نه هن صليبي روح جهڙي ريت قرون وسطيٰ ۾ پڌرو ٿي ڪم پئي ڪيو آهي، تهڙيءَ ريت هنيئر اهو ڪنهن نقاب کان سواءِ اڳو نه پئي اچي سگهيو. هي اسلامي جذبو، اسلامي عقيدي جي انهن مقابلن ۾ پاش پاش ٿي چڪو هو جيڪي مقابلا جدا جدا نسلن وارن مسلمان اڳواڻن جي اڳوائيءَ ۾ ڪيا ويا هئا. انهن ۾ صلاح الدين ايوبي، ۽ مماليڪ خاندان جا

توران شاهہ ڪرّدي هئا، انهن مـاڻهن پنهن جـن قوميتن کـي فرامـوش ڪري صرف عقيـدي ۽ نظر ڏي کـي ئي ياد رکيو ۽ عقيدي جـي ڪري ڏي عـظيم ڪاميابين انهـن جا قدم چميا.

وما نقمو امنهم الا ان يومنوا بالله العزيز الحميد

الله تعاليٰ جو فرمان بالڪل سچو آهي ۽ جعل ساز ۽ فريب ڏيندڙ ماڻهو ڪوڙا آهـن.



# محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي

# جا ڇپايل ڪتاب

| ڪتاب | ليکڪ |
|---|---|
| بنگله ديش خواب ۽ حقيقت | خليق سنڌي |
| سنهان پانڌ ۾ سپ | حافظ ابن سبيل |
| جي-ايم-سيد جا سورما | حافظ ابن سبيل |
| محسن سنڌ | مرحوم خليق مورا |
| آخري رسول | مرحوم خليق مورا |
| سندري (ناول) | مرحوم خليق مور |
| پيلي تي پلڪار | قربان علي بگٽي |
| امام شامل رحه | ڪئپٽن محمد حا |
| مانڪ موتي لال | محب وطن سنڌي |
| | شاعرن جو چونڊ |
| عمر بن عبدالعزيز | سيد ارشد جميل |
| پردو [سنڌي ايڊيشن] | سيد ابوالاعليٰ مو |
| انقلاب ڪيئن ايندو ؟ | سيد قطب شهيد |

ملڻ جو هنڌ

١١٠-بي-بلاڪ-اي-لطيف آباد نمبر

حيدرآباد سنڌ

نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي



ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

